

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

"ڪِڇِي ڳانا لوهَ جا، زِيرِيُون ۽ زَنجِيرَ؛
پَيڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪوٺيُنِ اندر ڪِيرَ؛
چارِي چوگانَنِ ۾، واهِيتَ ڪَنِ وَزِيرَ؛
جَنِ نَه ڇَڇِي آهِيان، اُهَڙِي سِٽَ سَرِيرَ؛
سارُو جامَ سَلِيرَ، ڀُڄِ ڪِي ڀنوارِ ڪِي!"

— شاهه

اونهارو　　۳　　۹۵۵







# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهہ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488



# سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ٤] [نمبر ٣

## فهرست



ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو. — مئنيجنگ ايڊيٽر: غلام محمد "گرامي".

"مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).



سالياني چندو ٠-٠-٨ روپيه. في ڪاپي ٠-٠-٢ روپيه.



Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo, B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board at the Board's Printing Press and Book Stall, Tilak Incline. Hyderabad (Sind).

# گذارش

## ٻولي

”ٻوليءَ“ جي مفهوم ۾ ان جو ڳالهائجڻ ۽ لکجڻ ٻئي شامل آهن. ظاهر آهي ته ٻوليءَ جي انهن ٻن حيثيتن ۾ وڏو فرق آهي. ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، ٻولي ڦرندي گهرندي ٿي رهي: سندس آواز، آچار، لهجو، لفظ ۽ انهن جون معنائون ڪي قدر هميشه بدلجنديون ٿيون رهن. هي جو چوندا آهن ته ”ٻارهين ڪوهين ٻولي ٻي“- سو به ٻوليءَ جي انهيءَ ڳالهائجڻ واريءَ حيثيت ڪي خيال ۾ رکي ائين چوندا آهن. هڪڙيءَ ٻوليءَ جا هڪ ڪان وڌيڪ مقامي روپ، انهن مقامي روپن مان اڳتي هلي جدا جدا ٻولين جو نڪرڻ، ۽ اهڙيءَ طرح شروعات ۾ دنيا جي ٻن ٽن ٻولين مان وڌي، اڄ جي صدها ٻولين جو وجود ۾ اچڻ- اهي سڀئي، ”ٻوليءَ“ جي ڳالهائجڻ واريءَ حيثيت جا ڪرشما آهن. برخلاف ان جي، ٻوليءَ جي لکجڻ واري حيثيت، ٻوليءَ جي انهيءَ ڦيرگهير کي ڪافي حد تائين روڪي ٿي، ۽ ان ۾ هڪ قسم جي هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ٿي ڪري. هڪ دفعو ٻوليءَ جي صورتخطي، سندس لفظن جي هجي ۽ معنيٰ، جملن جي ترتيب ۽ ان جا اصول، تحريري صورت ۾ قائم ٿي ويا؛ هڪ دفعو ڪنهن ٻوليءَ پنهنجو ادبي سرمايو تحريري صورت ۾ محفوظ ڪري ورتو، هڪ دفعو ڪنهن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن ان جي آئينده علمي ۽ ادبي ترقيءَ جا سامان، ۽ ان جي عام سکڻ ۽ سيکارڻ جا وسيلا پيدا ڪري ورتا- ته پوءِ ان ٻوليءَ گويا پنهنجو مستقبل دائمي طور محفوظ ڪري ورتو، ۽ پڻ چئبو ته پوءِ ان ٻوليءَ ۾ ڪنهن بنيادي تبديل يا بگاڙي اچڻ جا امڪان بنهه ختم ٿي چڪا.

## سنڌي ٻولي، ۽ ان جا ڳالهائيندڙ

اسان جي موجوده سنڌي پنهنجي سر هڪ قديم ٻولي هجي يا نه، پر هوءَ هڪ قديم النسل ٻولي آهي، تنهن کان ڪنهن کي به انڪار ڪونهي. عيسوي سن کان ٻه اڍائي هزار ورهيه اڳ سنسڪرت ٻولي سنڌ (۽ هند) ۾ داخل ٿي. تنهن کان اڳ موهن جي دڙي جي سڀيتا جي ڪهڙي ٻولي هئي، ۽ ان سان اسان جي موجوده سنڌيءَ جو ڪهڙو ۽ ڪيترو لاڳاپو ثابت ٿي سگهي ٿو، ان متعلق فقط تڏهين ٿي ڪي ڪجهه چئي سگهبو جڏهين موهن جي دڙي مان لڌل مهرن

تي جيڪي حرف لکيل آهن تن جي پڙهڻ ۾، ۽ اهي حرف ڪهڙيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن ان ٻوليءَ جي سمجهڻ ۾ دنيا جا عالم ڪامياب ٿي سگهن. بهرحال، سنڌيءَ جو سڌو سنئون بنياد، سنسڪرت کي ئي شمار ڪيو ٿو وڃي. اوائلي سنسڪرت بدلجي، وچولي درجي واريءَ سنسڪرت ۽ پوءِ آخرين قسم جي سنسڪرت جو روپ اختيار ڪيو: ان کان پوءِ پراڪرت جي مختلف قسمن مان هڪ قسم يعني اپڀرنش پراڪرت جي بگڙيل صورت، جنهن کي وراچڊ اپڀرنش چيو ٿو وڃي، وجود ۾ آئي: وراچڊ اپڀرنش ۾ وڌيڪ جو بگاڙو ۽ ڦيرو آيو، تنهن، اٽڪل ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، اسان جي موجوده سنڌيءَ کي جنم ڏنو. اڄ خود سنڌيءَ جا ڇهه ست (نهايت هلڪا) مقامي روپ آهن، جهڙوڪ اترادي، (ڪنهن حد تائين) سرائڪي، وچولي، لاڙي، لاسي، ٿري ۽ ڪڇي؛ ۽ سنڌس ڪل ڳالهائڻ وارن جو تعداد سٺ لک کن آهي، جيڪي پاڪستان ۾ سنڌ، خيرپور ۽ لس ٻيلي جي رياستن ۾، ۽ هوڏانهن هندستان ۾ بمبئي ۽ اجمير جي شهرن ۽ راجستان جي ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ جهونا ڳڙهه وارن ڀاڱن ۾ پکڙيا پيا آهن.

## سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا

"ماڪ" جي ورهاڱي کان پوءِ، اٽڪل اٺ لک سنڌي هندو، سنڌ کي ڇڏي، هندستان ويا، ۽ اتان اٽڪل ٽي لک ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ جهوناڳڙهي ميمڻ ۽ پيا جن جي مادري ٻولي (فقط ڳالهائڻ جي حيثيت ۾) ڪڇي سنڌي آهي، سنڌ ۾ لڏي آيا آهن. انهيءَ دوطرفي لڏ پلاڻ، سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪي نهايت اهم ۽ مشڪل مسئلا پيدا ڪيا آهن، جن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ اسان جو فرض آهي. ڪڇ جي هڪ عوامي شاعر شري ڪارائيءَ، هتان کان اوڏانهن لڏي ويل سنڌين جي آجيان ۾، پنهنجي ڪڇي سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ گيت چيو آهي، جيڪو اسان "مهراڻ" جي هن پرچي جي صفحي ۱۷۷ تي شايع ڪري رهيا آهيون. ساڳيءَ ريت، جيڪڏهن ڪڇ کان هيڏانهن لڏي آيل پنهنجن سنڌي ڀائرن جي هتي اسين به اهڙي ئي قسم جي آجيان ڪيون، ۽ ان نموني سنڌ توڙي هند جا سڀ نوان ۽ پراڻا سنڌي گڏجي پنهنجي پنهنجي منهن، پنهنجي مادري ٻوليءَ جي خدمت ۾ لڳي وڃون، ته هوند سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهتيہ جو مستقبل نهايت شاندار ٿي سگهي ٿو. جيئن هتي پاڪستان جي لس ٻيلي رياست جي ماڻهن جي جيتوڻيڪ مادري ٻولي سنڌي آهي، تنهن هوندي به تعليم کين اردو ٻوليءَ ۾ ڏني ٿي وڃي، تيئن هتي هندستان ۾ جيڪي ڪڇي ۽ ڪاٺياواڙي "سنڌي" آهن، تن کي تعليم گجراتيءَ ۾ ڏني وڃي ٿي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جو هيڏانهن لس ٻيلي جي سنڌي ڀائرن کي ۽ هوڏانهن ڪڇي ۽ ڪاٺياواڙي ڀائرن کي پنهنجي مادري

زبان ۾ تعليم ملي. ان مان نه رڳو هنن جي تعليم سهنجي ۽ سٺلي ٿي پوندي، پر سنڌي ٻوليءَ کي به ڪي لک ماڻهن جا وڌيڪ لکڻ پڙهڻ وارا ملي ويندا، ۽ ٻوليءَ جي ادب ۾ به اضافو ٿيندو. اهو اسان جو فرض آهي ته ان لاءِ ڪو اهڙو آواز اٿاريون، جو اهي لاسي، ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ جهونا ڳڙهي پاڻ هٿ ۽ هٿ، انهيءَ ڳالهه جي ضرورت محسوس ڪري، اسان سان ساٿ ڏين- ۽ پنهنجي مٺڙيءَ مادري زبان لاءِ ڪجهه ڪن!

"ورهاڱي" جي ڪري، جيڪي سنڌي سڄي ڀارت ۾ وڃي آسودا ٿيا آهن، سي به اسان وانگر سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪاڻ ادب ۽ ساهتيه کي ميدان ۾ آئي رهيا آهن. هنن جو نئون ماحول، جو گهڻو ڪري گجراتي، مرهٽي ۽ هندي ٻولين جو ماحول آهي، ضرور هنن جي ٻوليءَ تي، ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾، پنهنجو اثر ڪندو. اسان وٽ به اردوءَ جو وڌيو سنڌل اسان جي ٻوليءَ ۽ ادب تي اثر ڪري رهيو آهي. انهيءَ ڪري ٻوليءَ جي گهڙگهڙن لاءِ اهو به هڪ مسئلو آهي ته اهو اثر ستان ڪن سان جي عرصي ڪان پوءِ اهڙو گهرو ۽ اونهو ٿي وڃي، جو هيتي جي سنڌي ٻولي، اردو، فارسي ۽ عربي لفظن جي گهڻي ٺيڪ ڪري، ڀارت جي سنڌي سڄڻن لاءِ ماڳهين اوپري ٿي پوي- ۽ هتي جي سنڌي، هندي، مرهٽي ۽ ٻين ٻولين جي غير مانوس لفظن جي ڪري هيتي اسان سنڌين لاءِ سمجهڻ کان ڳري ٿي پوي. ٻنهي طرفن جي سنڌي اديبن ۽ ليکڪن تي اهو فرض آهي ته ٻولي اهڙي لکن، جنهن ۾ ڌارين ٻولين جو اڻ سهائيندڙ، غير ضروري ۽ اجايو استعمال نه هجي، ۽ منجهس سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪي سوڀيا ۽ سلوڻائي قائم رهندي اچي. نه رڳو اهو، پر هيئنر ڀارت ۾ جو مسئلو اٿيو آهي ته ٻوليءَ جي لپي ڪهڙي رکجي- عربي يا ناگري؟- سو اسان سڀني لاءِ ڌيان جوڳو مسئلو آهي. اسين ته پنهنجن ڀائرن کي منٿ اهائي ڪنداسين ته هو پنهنجي ٻوليءَ جي صدقي ان جي لپي اهائي قائم رکن، جنهن ۾ اسان جو ڳڻ ٻل علمي ۽ ادبي خزانو ۽ صدين جي سڀيتا محفوظ ٿيل آهي. لپيءَ جي هاڻوڪي صورت، جنهن ۾ آهي، اسان جي ادبي ضرورتن سارو آهي- ۽ لپي کي ڦيرائڻ سان هيتي ۽ هتي جي سنڌين ۾ جو ويڇو پئجي ويندو، تنهن جو ميٽجڻ پوءِ محال ٿي پوندو.

انهن سمورين ڳالهين سان گڏ، ٻوليءَ جون ٻيون به ضرورتون ڌيان جوڳيون آهن- مثال طور، اسان جي لفظن جي صورتخطي يا هجي يا گرامر جي صورت سڀ ڪنهن هنڌ ساڳي هئڻ گهرجي. جيئن ليک لکجڻ جي حيثيت ۾، اسان جي ٻوليءَ ۾ ڪائي هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ٿي سگهي آهي، تنهن هوندي به، ڪيترائي لفظ آهن جيڪي مختلف هنڌن تي مختلف ماڻهو جدا جدا لکن ۽ ڪم ۾

آئين ٿا- مثال طور : (١) "نون غني" وارا لفظ (ڇڱو، چنگو، ڇڱون، چنگون، وغيره)، "ء، و ۽ ي" وارا لفظ جن ۾ اهي حرف علت، حرف صحيح طور ڪم ٿا اچن، ۽ هڪ ٻئي ۾ ٻيا مٽجن سٽجن (ٻيءَ، هوا، هياءِ وغيره)، "اِي يا آو" ٻڇاڙيءَ وارن لفظن جون اهي صورتون جن ۾ "الف همزه" ٻٽيان استعمال ڪرڻو آهي (ڇوڪريءَ رنو، ڇوڪري رنو، هلوءِ ڪي، هلو ڪي، وغيره)، "هاي ساڪت" پڇاڙيءَ وارا فارسي لفظ (زمانه وغيره) جن کي سنڌي صورت ۾ آڻڻ گهرجي (زمانو، زمانا، زمانيءَ وغيره)، الڳ الڳ معنيٰ ۽ وجود رکڻ وارا هڪ ٻئي سان لاڳاپيل لفظ جيڪي هڪ ٻئي کان الڳ ڪري لکجن (مون کي، مونکي، تنهن کان سواءِ، تنهنڪانسواءِ، ٻيءَ طرح، ٻيطرح، وغيره)، لفظ جيڪي گڏي لکڻ گهرجن (مهنجو، منهن جو، پنهنجو، پنهن جو، تنهنجو، تنهن جو)، وغيره. ٻوليءَ ۾ وزن، اثر ۽ سونهن پيدا ڪرڻ لاءِ بيهڪ جي نشانين (، ؛ : ! ؟ " " ' ' - .) جو استعمال نهايت ضروري آهي. دنيا جي سڌريل ٻولين جي حالت ۾، صورتخطي يا هجي جي چڪن، بيهڪ جي نشانين جي غلط واپرائڻ، ۽ لفظن جي غير موزون، نامناسب يا غيرضروري استعمال جهڙين ڳالهين خالص فني خامين کي نهايت عيبدار ڳالهه سمجهيو ويندو آهي. انهن چيزن کي نظرانداز ڪرڻ سان اسان جا اديب ۽ ساهتيه ڪار، پنهنجي ٻوليءَ جي سگهڙائيءَ ۽ دائميت کي وڏو ڌڪ ٿا هڻن. انهيءَ طرح جي مسئلا ويهي ڳڻبا، ته بيشمار اهڙيون ڳالهيون ملنديون، جي اسان جو ڌيان ڇڪائينديون. هنن جزوي مثالن جو مقصد رڳو اهو آهي ته انهن سمورين ڳالهين تي سوچي، ويچاري اسين اهڙي ڪوشش ڪريون جو ٻوليءَ جا اهي مسئلا ڪاميابيءَ سان حل ٿيندا رهن، ۽ اسان جو ادبي ۽ علمي خزانو مقاصلي، ماحول ۽ زماني جي ڦيرين گهيرين هوندي به سدائين وڌندو ويجهندو رهي.

## سنڌي ريڊيو اسٽيشن

ٻوليءَ ۽ سڀيتا کي قائم رکڻ لاءِ ٻوليءَ جي لکجڻ واريءَ صورت سان گڏ، ڳالهائجڻ وارو پهلو به ڪي آهي. ڳالهائجڻ ۾ اچڻ وقت، ٻولي جدا جدا هنڌن تي جدا جدا صورتون وٺندي آهي. مفاصلو ۽ ماحول بدلجڻ ۾ مٽبو، ڏڏهن ڳالهائجڻ واري صورت به هري هري ٿي مٽجڻ شروع ڪندي. اسان جي سنڌي به انهن ڪيترين صورتن ۾ مٽجندي رهي آهي. اتر ۾ ٻوليءَ جي، ڳالهائجڻ ۾، صورت هڪڙي آهي، لاڙ ۾ ٻي، ٿر ۾ ٻي - ته ڪڇ ۾ وچون ٻي ٿي. اهو صرف انهيءَ ڪري ٿئي ٿو، جو ماڻهن جا ماحول جدا جدا آهن. جيئن جيئن ملڪ جي پاڙ ۾ ملڻ جا ذريعا گهٽ هوندا، تيئن ٻوليءَ جون صورتون مٽبيون رهنديون آهن، لهجي ۽ اچار ۾ فرق پوندو ويندو آهي. انهيءَ جو علاج لکڻ جي صورت

۾ ڪرڻ کان سواءِ، ڳالهائجڻ ۾ هڪجهڙائي ۽ مرڪزيت پيدا ڪرڻ سان ۾ ٿي
سگهندو آهي. هاڻ ته ملڪ ۾ ماڻهن جي پاڻ ۾ ملڻ جلڻ جا ذريعا به عام جام
آهن - پر ان هوندي به ماڻهن جي تعليمي طرح پوئتي پيل حالت انهيءَ جي اثر
کي زائل ڪريو ڇڏي. انهيءَ ڪري ماڻهن جي تعليم عام ڪرڻ سان ئي ٻوليءَ
جي دائمي مرڪزيت قائم رهي سگهندي. ٻوليءَ ۾ اها هڪجهڙائي ۽ مرڪزيت
پيدا ڪرڻ ۾ ريڊيو به ڏاڍي ڪارائتي چيز آهي. ريڊيو ذريعي، ٻولي دنيا ۾
هر هنڌ پنهنجي صحيح ۽ مرڪزي صورت ۾ ماڻهن تائين پهچي سگهي ٿي. ان
کان سواءِ، سڀيتا جون سڀ ضرورتون ۽ ڪيفيتون ماڻهن تائين پهچائڻ ۾ ريڊيو
جو وڏو هٿ آهي. اسان جي سنڌ، هيل تائين انهيءَ کان محروم هئي، پر تازو
حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن کولي وئي آهي. اهو سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي تهذيب
لاءِ ڏاڍو سٺو سوڻ آهي. سچ پڇ ته ريڊيو، ٻوليءَ جي مختلف آچارن ۽ صورتن،
۽ سڀيتا جي مختلف پهلوئن ۾ هم آهنگي، هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ڪرڻ جو
ڪارائتو وسيلو آهي. اسان کي اميد آهي ته حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن انهيءَ ڏس ۾
ڪارائتا قدم کڻندي.

## "مهراڻ"

"مهراڻ" جو هيءُ پرچو اوهان جي هٿن ۾ ڪجهه دير سان پهتو آهي. پنهنجي
بچاءَ ۾ ڇا عرض ڪجي! ڪي ته سبب واقعي هئا، جن مهراڻ کي ميدان ۾ اچڻ
۾ دير ڪرائي! پر اسين انهيءَ دير جي پورائي ڏيڍوڻي مواد پيش ڪرڻ سان ڪري
رهيا آهيون. اميد ته انهيءَ نذراني کي اسان جا عزيز پڙهندڙ ضرور قبول ڪندا.
"مهراڻ" جي اڳئين پرچي ۾ اسان اعلان ڪيو هو ته "مختصر افسانن"،
"هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي......" واري عنوان جي مضمونن ۽ "سنڌي نثر
جي مثالي ٽڪرن" جي چونڊ ڪئي ويندي. پر هڪ ته هن پيري اسان جي
لکندڙن کان افسانا يا اهي مضمون اهڙي انداز ۾ مليائي ڪون، جو انهن کي
چونڊيءَ ۾ آڻي سگهجي، ۽ ٻيو ته ڪن عالمن ۽ اديبن اهي صلاحون ڏنيون ته
"مهراڻ" جهڙي رسالي لاءِ اهو مناسب ڪين ٿو لڳي ته انعام طور اديبن کي
اهي "پيسڙا" آڇيا وڃن. انهيءَ مشوري تي عمل ڪري انعامي سلسلو واپس
ورتو، بند ڪري رهيا آهيون. پر ان سان گڏ لکندڙ صاحبن کي عرض آهي ته
هو مهرباني ڪري پنهنجا افسانا، مضمون يا مثالي نثر جا ٽڪرا دستور موجب
ڏياري اماڻيندا رهن - جنهن اهي عنوان قائم رهندا اچن. اسان کي اميد آهي ته
اسان جا اديب اسان کي پنهنجون قلمي ڪاوشون موڪلي احسانمند ڪندا رهندا،
۽ پنهنجي "مهراڻ" کي ساڳيو آب تاب بخشيندا رهندا، جهڙو هن کان اڳ
ان کي بخشيندا رهيا آهن.

## شڪرگذاري

”مهراڻ“جي اڳين ٻن پرچن لاءِ سنڌ ۽ ڀارت جي چوٽيءَ جي اديبن ۽ ليکڪن اسان جي همت افزائي ڪرڻ فرمائي آهي- ۽ رسالن ۽ اخبارن به حوصلي افزا تبصرا ۽ سمالوچنائون لکيون آهن. انهيءَ لاءِ اسين انهن سڀني سڄڻن جا تهدل سان شڪرگذار آهيون. درحقيقت اها عزت افزائي رکو، انهن مدبرن، اديبن ۽ شاعرن جي طفيل نصيب ٿي ٿي آهي، جن پنهنجي دماغي ڪاوشن ۽ ادبي شهپارن سان اسان جي جهوليءَ کي جرڪايو آهي. لک ٿورا ۽ احسان آهن، انهن اديبن ۽ شاعرن جا، جن پنهنجي مٺڙي سنڌيءَ کي اجارڻ ۽ جرڪائڻ ۾ اسان جو ساٿ ڏنو آهي. اسين انهن سائين جا بيحد ٿورائتا آهيون، جن کي مفيد مشورا ڏيئي اسان جي رهبري ۽ رهنمائي ڪئي آهي.

اسان جي مهربان ۽ مشفق پڙهندڙن ۾ ڪي دوست اهڙا به آهن جن کي اسان ۾ خاميون ۽ ڪوتاهيون، اوڻايون ۽ عيبن کان سواءِ ٻيو ڪي به نظر ڪونه ٿو اچي- ايتري قدر جو هو اسان جي ناچيز خدمتن متعلق پنهنجي هڪ طرفي راءِ ۽ فيصلي تي نه فقط نظرثاني ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيا، پر پنهنجي جذباتي ۽ انتها پسند اختلافن کي شايع ڪرڻ کان به نه ڪتا. انهن کي حق آهي ته هو ڀل پنهنجي عمل کي حق بجانب سمجهن، يا ادبي ۽ علمي خدمت تصور ڪن- پر کين اهو يقيناً معلوم هوندو ته علمي ۽ ادبي حلقن ۾ هنگامه آرائي ۽ انتهائي پسنديءَ کي سخت معيوب سمجهيو وڃي ٿو. سنجيده طبقو ڪڏهين به هنن جي انهيءَ انتها پسنديءَ کي سٺيءَ نظر سان نه ڏسندو. ڪاش! اهي حضرت پنهنجن انهن ”ادبي خدمتن“ تي افادي نقطي نظر سان ٻيهر غور به ڪن ۽ ڪجهه سوچين به!

## گذارش

آخر ۾، اسين پڙهندڙن، اديبن ۽ ليکڪن کي هڪ نئين گذارش ڪريون ٿا: جيڪڏهن هنن وٽ اسان جي سنڌڙيءَ جي جدا جدا شهرن، ڳوٺن، ٻهراڙين، درياءَ، واهن، ٻيلن ۽ ٻنين جي نظارن جا فوٽا موجود هجن ته مهرباني ڪري ”مهراڻ“ ۾ ڇپجڻ لاءِ اماڻي ڏين. اسان جي پڙهندڙن ۽ اديبن مان ضرور ڪي سائي اهڙن نظارن جي فوٽن ڪڍڻ جو ذوق رکندا هوندا. اهي مهرباني ڪري اهڙا فوٽا اسان کي عنايت ڪن، ته اسين سندن شڪريي سان ”مهراڻ“ ۾ شايع ڪنداسين. انهيءَ سان، اسان جي پياري سنڌڙيءَ جي سونهن ڀرين نظارن کي ڏسي نه رڳو هر سنڌيءَ جون اکڙيون ٺرنديون ۽ دل کي فرحت ملندي، پر هنن کي پنهنجي وطن مبارڪ جي جدا جدا هنڌن متعلق معلومات به حاصل ٿيندي. اميد ته اسان جا اهي مهربان سڄڻ اسان جي هن وينتيءَ کي ضرور قبول ڪندا. (م٠ ا٠ ج)

حيدر بخش جتوئي "حيدر"

# درياه شاه

آيا سنڌ جا ساھ فضل الله، آيا هند جا حسن زيور ۽ جاه،
آيا فخر دنيا، خدا جي نگاه[1]، تونگر ۽ مسڪين جي پشت و پناه،
توئي ابر رحمت، توئي رنگ شفقت،
سندم جان تو ۾، ۽ ايمان تو ۾،
چوي توکي دم دم محبت ۽ چاه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

سنڌ ۽ پاڙ ساري جهان جو آ تخت، جتي مينهن موتين سندو آھ سخت،
وهي ٿو هتان هر هميشه جو بخت، هي دنيا ۾ آهي بهشتي درخت،
جو چاهي لهي ٿو، ڪٿي ڀي رهي ٿو،
فرنگي ۽ هندي، جپاني ۽ سنڌي،
منجهان اهڙي سندر سخي بارگاه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

هتان پاڪ گنگا جو آغاز ٿئي، ۽ جمنا جو ڀي ناز انداز ٿئي،
ٿي بنگال برهما سان دمساز ٿئي، هتي ڪشف الله جو راز ٿئي،
زمين آسمان سان، عرب گلستان سان،
پيا هتڙي گڏجن، مخالف ۾ سڏجن،
هتي فرق مغرب ۽ مشرق ۾ ناه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

اچين مانسرور مان ڪشمير ۾، ۽ باغ[2] عدن واري تصوير ۾،
ڀرين تنهن کي خوشبوء اڪسير ۾، مفرح ڪئي سنڌ لئي سير ۾،
ڏنين دل کي فرحت، ڏنين روح راحت،
۽ ڪيلاش پربت، منجهان شير شربت،
ٿو گلزار گلشن جا آئين اٿاھ، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

اونهارو، ١٩٥٥ع

ڏکر ڏاڪي ڀڄين ٿو پنجاب ۾، وڃين توکي پنجاب ٿو خواب ۾،
پرين ملڪ کي خواب ۾ آب ۾، وڃين آب کي کين گرداب ۾،
ويون چاڙهيون لاهيون، ٿيون واهه واهيون،
ڇڏي ڪوڙ ڪهسان، هلين ٿو مزي سان،
اي روح روان، صاحب عز و جاه، پلي آئيين جي آئين درياه شاه!

ٿي راوي اچي تنهنجي ديدار تي، ۽ ستلج ۽ جهلم نمسڪار تي،
ٿين مست ٿيون، تنهنجي للڪار تي، ڪرن تنهنجي قدمن جي آذار تي،
ٿين تو تان قربان، فنا پنهنجي ڪن جان،
ڏين پاڻ پنهنجو، لهن وصل تنهنجو،
جو ميلو سمايل فنا اندر آهه، پلي آئين جي آئين درياه شاه!

تون داخل ٿئين سنڌ ۾ ٿو آخير، جا آ عشق تنهنجي ۾ اصلاً آسير،
سحر وقت، سنڌي، اچي ٿي حقير، ڪري تنهنجي پوڄا، سڄي توکي ٻير،
اي "سنڌو" سدائي، تون ڪر "سنڌ" سائي،
تون همنام سان رهه، وفا سان هميشهه،
جو سنڌو سوا سنڌ ٻي ڪجهه نه ناهه، پلي آئين جي آئين درياه شاه!

ٿو آخر وڃين سمنڊ ۾ گم ٿئين، ٿو ڏکرن ۽ جبلن کان بي غم ٿئين،
۽ بي انت ساگر سان همدم ٿئين، رموز خوديءَ جو ٿو محرم ٿئين،
ابد ذات تنهنجي، همه بات تنهنجي،
تون هر شي جو سايو، سنڌ ۽ سڀ تي سايو،
ترءِ خشڪ کي بخشين نئون رنگ ۽ ساهه، پلين آئين جي آئين درياه شاه!

هو اول ۾ تنهنجو سمندر ۾ گهر، تپش عشق جي ۾ ڪرايئي سفر،
گهمئين ملڪ سهسين، ڏٺئي شهر و بر، هماليه تي ورتي تو شڪل گهر،
ٿيو پاڻي ڪوهر، پيو سمنڊ اندر،
سمندر مان جائين، وري تنهن ۾ آئين،
هي دنيا آ چرخي سندي چاڙهه لاهه، پلي آئين جي آئين درياه شاه!

ٿي سانوڻ ۾ ٿو ڪي بهاري ٿي،    بهاريءَ ۾ خوش خلق ساري ٿي،
ٿي ساري سان ڌرتي ٻه ڪاري ٿي،    اُتي هر ڪا زمين برڪت واري ٿي،
ٻنيون ربج ڪائن، سکيو آن آهائن،
پرن واهه ريلا، ڪري جهنگ پيلا،
ٿئي جهنگ جهر ٻائي ٿو چار ماهه،    ٻلي آئين جي آئين دريا شاهه!

دمِ عيسيٰ ڦوڪين ٿو هر واهه ۾،    ڪسي سيڪا سهڪي پئي چاهه ۾،
ڪٺس آب حيوان اچي گاهه ۾،    قدم خضر جو آهه هر راهه ۾،
ٿئي جهنگ گلشن ۽ هر باغ روشن،
ٿي هر ٻوٽي ٻهڪي، پکي تنهن تي چهڪي،
ڌتاري ٿو اکين کي هر گاهه، گاهه،    ٻلي آئين جي آئين دريا شاهه!

خوشيءَ سان نه ماپين ٿو اونهاري ۾،    ٻچي تنهنجو ٻاڪر ڪچي ساري ۾،
ڪرين تنگ تون بند کي گهاري ۾،    اچي شل نه ڪو گهاري لهواري ۾،
ٿئي بحر بر سان، مڃي تنهنجو فرمان،
سڙن پوکون سايون، ٿين غرق جايون،
تون بيحد خوشيءَ مان نه ماڻهن تي ڪاهه،    ٻلي آئين جي آئين دريا شاهه!

ٻلا بيڙي تنهنجي ڇهي آسمان،    چڙهن ڪس "حيدر" مثل آس مان،
هي سچ نوح جي ڪشتي جي آ سمان،    جنهين جي سڙهن آ ڇنيو آسمان،
ٻلا اوج تنهنجي، ٻلا سوج تنهنجي،
عجب تنهنجون ڇوليون، ڏين دل کي لوليون،
هي لوليون ٿيون ٻوليون ڪري نين ساهه،    ٻلي آئين جي آئين دريا شاهه!



سي پوڄارا پڙ ٿيا، سمنڊ سيو يو جن،
آنداڻون عميق سان، جوتي جواهر ن،
لڌائون لطيف چئي، لعلون سان لَهرُ نِ،
ڪانهي قيمت تَنِ، سلھ سھانگو ان جو.

آچارا عميق جا، گڏيا غواصن،
جهڙيون جهاڳي آئيا، ڪارونيار ڪُنَنَ،
سمنڊ سوجهي جن، آئي آسُلَ اوليا.

ويا جي عميق ڏي، سُنهن ڪاٿو ڏيئي،
تن سپون سوجهي ڪڍيون، پاتارا پيهي،
پسندا آهي ئي، آسُلَ اکڙين سين.

— شاهہ




## بيت

شيخ مبارڪ "اياز"، صاحبڏنو شاهہ مرحوم، مصري شاهہ رحہ، "بردہ" سنڌي.

## ڪافيون

حافظ محمد "احسن"، عبدالڪريم "گدائي"، محمد خان "غني"، شيخ مبارڪ "اياز"، "سرشار" عقيلي، علي بخش "رضا"، حسين بخش "خادم"، مير محمد "ميرل"، طفيل احمد "طفيل".

مصري شاهہ مرحوم، پير حسن بخش جيلاني رحہ، فقير رمضان وادو، غلام شاهہ مرحوم. محمد فقير کنياڻ، جهان شاه رحہ، زمان شاهہ "ساقي"، محمد عالم شاهہ "عالم".

## گيت

"بردہ" سنڌي، شيخ مبارڪ "اياز"، هري "دلگير"، "نياز" همايوني، "تنوير" عباسي، "بشير" موريائي، هوندراج "دکايل"، سريچند ر چاڙيا "راهي".

## نظم

نوازعلي "نياز"، ڊاڪٽر "خليل"، همايون بيگ "فائق"، محمد خان "غني"، اسدالله شاه "اسد"، "اياز" قادري.

## غزل

عبدالله "خواب"، همايون بيگ "فائق"، "اختر" رضوي، نارائڻ "شيام"، محمد علي "جوهر"، ۽ "راز" بلواڻي.

## قصيده

"ساجد" سرشاري

## رباعيون

نارائڻ "شيام"

## آزاد نظم

شمشيرالحيدري

## ادب لطيف

جهامنداس ڀاٽيا، شيخ حفيظ ۽ تاج صحرائي.

# اسان جي شاعر جا خط

هي ادبي خط، شيخ مبارڪ ”اياز“ جا آهن؛ جي پاڻ وقت بوقت ’اداره مهراڻ‘ ڏانهن پئي لکيا اٿن. هنن خطن جي افاديت، ادبي ۽ فڪري نقطہ نظر سان نهايت بلند ۽ وسيع آهي. هنن ۾ جتي زندگيءَ جون تلخ ۽ شيرين حقيقتون، نهايت دلنشين پيرايي ۾ بيان ٿيل آهن؛ اتي دلدوز ۽ جانسوز حڪايتون ۽ شڪايتون به آهن. پنهنجي فن، پنهنجي شخصيت، ۽ زندگيءَ جي عام مسئلن کان سواءِ، سنڌي ادب ۽ شاعريءَ متعلق ”اياز“ صاحب پنهنجا ذاتي تاثرات ۽ مشاهدات فلسفيانہ انداز ۾ بيان ڪيا آهن.

هيءَ ادبي رهاڻ، ’مهراڻ‘ جي وساطت سان ناظرين ڪرام ۽ ٻين اهل نظر بزرگن تائين پهچائڻ هڪ ادبي فرض هو: لهذا شايع ڪري، پنهنجي فرض کان سبڪدوش ٿيون ٿا. ان سان گڏ سنڌ جي شاعرن ۽ اديبن کي مؤدبانہ التماس آهي تہ جيڪڏهين ڪوبہ اديب يا شاعر اهڙي قسم جا علمي خط، جن ۾ ’زندگي ۽ ادب‘ متعلق سندن ذاتي تاثرات بيان ٿيل هوندا، يا جن خطن ۾ پنهنجي فن ۽ شخصيت جو تعارف ڪرايل هوندو، آهي اسان شڪريي سان قبول ڪري، ”مهراڻ“ ۾ شايع ڪنداسون. — اداره.

”ادا......، تنهنجو خط پهتو. خط جي بلڪل توقع نہ هئي. اڳ سمجهندو هوس تہ اڻ-چاتو، اڻ-ڳاتو مري ويندس: پر هاڻي تہ دوستن ايتري حوصلہ افزائي ڪئي آهي، جو دماغ جو توازن سنڀارڻ مشڪل ٿي پيو آهي. تو منهنجي زندگيءَ ۽ شخصيت جي باري ۾ وڌاءُ کان ڪم ورتو آهي. ممڪن آهي تہ تنهنجو خيال، منهنجي ادب ۽ آرٽ جي باري ۾، صحيح هجي. ڪيئن بہ هجي، پر مان تنهنجي ايتري قدرشناسيءَ ۽ محبت لاءِ احسانمند آهيان.

منهنجي زندگي ۽ شخصيت ايتري محبت جي لائق نہ آهي. ڪنهن بہ انسان کي ان جي ادبي تخليق مان پرکڻ ۽ پرجهڻ نهايت غلط آهي. منهنجي نظر ۾، آرٽ ۽ ادب ”حسن جي تلاش“ آهي- ڪڏهن اديب جي ماحول ۾، ڪڏهن

مهراڻ

سندس ذاتي جذبات ۽ احساسات ۾. ان ڪري جي ڪنهن به شاعر جي زندگيءَ ۾ ڪي قبيح ڪمزوريون آهن، ته اهي سندس شعر ۾ نه ڳولي سگهبيون. اهو لازمي نه آهي ته هر شاعر جي زندگي به ايتري حسين هجي، جيترو سندس شعر. ڪيترا شاعر ته پنهنجي زندگيءَ جي قباحت کان ڀڄي، شعر و شاعري جي حسين دنيا ۾ پناهه وٺندا آهن. باقي ائين برابر آهي ته شاعر جي اک ۽ دل ٻين انسانن جي اکين ۽ دلين کان مختلف آهي. هو پنهنجي ماحول ۽ روح ۾ جي ڳالهيون محسوس ڪري سگهي ٿو، سي ٻئي جي احساس کان مٿيريون آهن، ۽ جنهن طرح هو انهن ڳالهين کي لفظن جو جامو پهرائي سگهي ٿو، ان طرح ٻيو ڪو به انسان نه ٿو ڪري سگهي.

ان ڪري ائين بهتر آهي ته تون منهنجي تخليق کي ڏس. جي منهنجو شعر پڙهندي توکي سچ پچ ائين محسوس ٿيو آهي ته بيخوديءَ جي عالم ۾ مون ازلي حسن جون ڪجهه جهلڪون جهٽي ورتيون آهن، جي سچ پچ توکي ائين لڳو آهي ته منهنجو آرٽ سچائيءَ ۽ سونهن جي مسلسل جستجو آهي، ته مون لاءِ اهو ڪافي آهي- ۽ منهنجي زندگيءَ جي ڇاڻ تو لاءِ ضروري نه آهي. منهنجي زندگي هڪ ڪوڙي ڪهاڻي آهي: اها ٻڌي ڇا ڪندين؟ منهنجي گهڙي گهڙي فريب آهي، پل پل دوکو آهي. مان ساري عمر رڃ پٺيان ڊڪيو آهيان، ڪڏهن به اڃ نه اُجهي اٿم. شايد باقي زندگي به پڻ ۾ ڊڪندي گذرندي. توکي ان سراب کي سمجهڻ جو سوداءُ ڇو ٿيو آهي. شعر، جي واقعي شعر آهي ته اهو حسن جي بي پناه بارش آهي. تون ان مان پياس بجهائي سگهين ٿو. مان ڳالهه ۾ خالق آهيان، جيئن مهل مخلوق آهيان: بهتر آهي ته تون منهنجي تخليق کي ڏس: مون ۾ ڇا رکيو آهي! — تنهنجو.......“

* * * * *

”ادا......، تو پنهنجي خط ۾ عجيب تقاضا ڪئي آهي ته مان توکي چانڊوڪيءَ ۾ ويهي خط لکان. توکي شايد خبر نه آهي ته مونکي چانڊوڪيءَ کان چڙ آهي. چانڊوڪي منهنجي نيڻن کان ننڊڙي کسي ويندي آهي، ۽ مان راتين جون راتيون چنڊ پٺيان چارا ٿيندو ويندو آهيان. توکي شايد خبر نه آهي ته چنڊ ۽ ننڊ ازل جا ويري آهن. چانڊوڪي، اڪثر ڪري اوجاڳا ڏيندي آهي، دلين جا ڏکڙا ڏکائيندي آهي. مان ڪيئي راتيون نور ڀريءَ نيراڻ ۾ نهاريندو رهيو آهيان- ڪيئي ڀيرا سنسار جي سيني ۾ گهوري ڏٺو اٿم. چانڊوڪيءَ ۾

سونکي هيءَ ڪائنات کنهن خوش طبع ڪوريئڙي جو مها ڄار لڳندي آهي، جنهن ۾ انسان ڪنهن جيتڙي وانگر ڦاسندو، ڦٿڪندو نظر ايندو آهي. چنڊ آسمان ۾ اڻين هلندو نظر ايندو آهي، ڄڻ ڪو ڪنهن ڪوئي ڪندي وجهي، ڪنهن ازلي منزل ڏانهن ڇڪي رهيو آهي - مان به پنهنجي منزل جي تلاش ۾ هن جي پٺيان ڪيئي منزلون طي ڪري ويندو آهيان. ساري رات انهيءَ سفر ۾ طي ٿيندي آهي، ۽ منهنجن ڇپرن جي ڇانوَ ۾ پرهه ڪر سوڙيندي نظر ايندي آهي.

ادا، چنڊ سون کي ڪائنات جي ازلي اڪ وانگر لڳندو آهي جا سون ڏانهن گهوريندي رهندي آهي، ۽ مان پنهنجي خوف ۾ تارن ڀرين راتڙين جو سهارو وٺندو آهيان. اڄ به اٿيهين اونداهي آهي ۽ مان توکي ٻنيءَ جي ڏيميءَ جوت ۾ هي خط لکي رهيو آهيان. شايد تنهنجي زندگيءَ ۾ مان پهريون شاعر آهيان، جنهن کي چانڊوڪيءَ ڪان چڙ آهي. پر ان هوندي به منهنجي شاعريءَ ۾ هرجڳهه چانڊوڪيءَ جو ذڪر آهي! ڇو؟ شايد سون کي چانڊوڪي بيحد پياري آهي! شايد چانڊوڪيءَ ۽ ننڊ ۾ رقابت جو جذبو آهي - تنهن ڪري! ادا، مان هڪ خسته تن ۽ خسته دل انسان آهيان: سون کي ننڊڙي وڌيڪ پياري آهي - سون کي ننڊڙي وڌيڪ پياري آهي: سون کي چانڊوڪي نه گهرجي - سون کي روشني نه گهرجي! تنهنجو پنهنجو......"

* * * * *

"ادا ....، هاڻي معاشي مصروفيتن مان مس مس فراغت ملي آهي، سارو ڏينهن زندگيءَ جو ڳاهه ڳاهي آيو آهيان. نس نس ٽٽي رهي آهي. معلوم نه آهي ته سارو ڏينهن ڪير ڳرڪائي ويو! وقت، هن ماحول ۾ ڪنهن ازلي ديو وانگر ٿو لڳي. هينئر شام، چانهه، وانگر نيرا نيرا پر پکيڙيا آهن. چانهه، اسان جي تر جو مشهور پکي آهي، ۽ ان متعلق ڏند ڪٿا آهي ته هو هميشه ڪنهن پارس جي تلاش ۾ هوندي آهي. مان جڏهن به شام کي چانهه سان تشبيهه ڏيندو آهيان، ته نه فقط ان جي اڪيلائيءَ جو احساس ۽ نيراڻ مائل رنگ ذهن ۾ هوندو اٿم، پر مان محسوس ڪندو آهيان ته منهنجي هر شام به ڪنهن پارس جي تلاش ۾ هوندي آهي - ڪنهن نامعلوم، نارسا هستيءَ جي جستجو ۾، جا منهنجي ساهه کي سارو سون ڪري سگهندي!

اها جستجو ئي منهنجو مذهب آهي. وهمن وسوسن ۽ ويڙهيل مذهب، منهنجي لاءِ من گهڙت، ڄڙتو ڪهاڻيون آهن. فرقه بنديون ۽ ظاهرداريون مون لاءِ خود فريبيءَ ۽ خدا فريبيءَ کان گهٽ نه آهن. خشڪ اخلاقيات جي ڳالهه، منهنجن چپن تي هڪ شرارت ڀري مرڪ آڻيندي آهي. بهشت دوزخ، گناهه ثواب، حرام حلال جي بحث تي ئي مون کي کل ايندي آهي - کل جا مرڪ ۾ اسرندي، ٽهڪ ۾ ڦهلندي، ۽ ساري ڪائنات کي وڻ-ويڙهيءَ وانگر وچڙندي ويندي آهي، ۽ پوءِ ڪائنات هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين گونجندي رهندي آهي: منهنجا ٽهڪ زمان ۽ مڪان جي سرحدن تي وڃي پڄندا آهن، ۽ منهنجا ازلي سوال آسمان کان ڪنوڻين وانگر ڪاڻندي پڇندا آهن، "اي راز ازل! مون تنهنجي پراسرار هستي، چرندي پرندي محسوس ڪئي آهي. مون توکي مکڙين جي خوشبوءِ ۾ سنگهيو آهي، چنگ جي آواز ۾ ٻڌو آهي، شفق جي ڀنل رنگن ۾ ڏٺو آهي، معصوم حسينائن جي ملايم ڳلن ۾ ڇهيو آهي، شراب جي ڪوڙيءَ ڪيت ۾ چکيو آهي. اي راز ازل! تنهنجو احساس منهنجي وجود جي معنيٰ آهي، ۽ تنهنجو وجود مون لاءِ معنيٰ جو احساس آهي. هي منهنجا همذات، هي انسان، توکي ڇو نٿا محسوس ڪن! هنن کي ڪير ٿو ورغلائي؟ هيءَ ڪوڙين ڪهاڻين جو تاڃي پيٽو ڪنهن ٺاهيو آهي، جن ۾ هنن جو ذهن منجهي پيو آهي؟ هي اڻ واقف مونکي پنهنجي واقف سان واقفيت ڪرائي رهيا آهن! اي راز ازل! تون ڪيترو نه حسين آهين، ۽ هنن نسانن، جو جامو توکي پهرايو آهي، تنهن ۾ ڪيترو نه قبيح ٿو لڳين! اي راز ازل! تنهنجي ڪنواري، بي نقاب صورت ئي حسن ۽ حق جي معياري پسند آهي." ۽ پوءِ ٽهڪ جهڪا ۽ ڦڪا ٿيندا ويندا آهن، منهنجي منهن تان مرڪ گم ٿيندي ويندي آهي ۽ منهنجو سر جهڪي ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪوڙها منهنجين اکين سان وهندا آهن، ۽ سان هڪ ڪهڙيءَ ۾ ساري انسان ذات واسطي صدين جي عبادت ڪري چڏيندو آهيان. منهنجا مٺڙا پاڪ، اهو آهي منهنجو مذهب جنهن جي ڇاڻ لاءِ توکي اٿري چورا ڪورا هنئي، ۽ جنهن لاءِ بار بار تو پنهنجي گذريل خط ۾ لکيو هو. انهيءَ ئي منهنجي شاعريءَ کي جرڪايو آهي. انهيءَ جي ڪري مان پاڻ کي ماڻهوئڙن جي ميڙ ۾ اڪيلو پائيندو آهيان، ۽ اڪيلائيءَ ۾ پاڻ کي ساري مخلوق سان گڏ پرستش ڪندو ڏسندو آهيان. ان منهنجي مذهب جا نبي يا ولي، اوتار يا رشي ڪونه آهن، ان جا مصحف ڪتاب، پوٿيون پستڪ ڪونه آهن: اهو فقط ٻن جهاتين، ٻن جهلڪن تي ٻڌل آهي - شايد تون سمجهي سگهين ته هر جهاتيءَ ۽ جهلڪ ۾ ڪائنات جا ڪيترا راز آهن! - تنهنجو پنهنجو....."

* * * *

”ادا......، تنهنجو خط پهتو. تو لکيو آهي ته تون منهنجي ۽ منهنجي شعر جي شخصي زندگي ڄاڻڻ ٿو چاهين. تو پڇيو آهي ته مان ڪوناڳون مصروفتين هوندي شعر ڪهڙي وقت ٿو لکان، ۽ شعر لکڻ وقت منهنجن جذبن ۽ احساس جي ڪهڙي حالت آهي؟ عشقيه ڪلام لکڻ وقت منهنجي تصور ۾ ڪي خاص شخصيتون هونديون آهن ڇا؟ مان شعر موقعي تي في البديهه چوندو آهيان، يا پوءِ گذشته حالات جي تصور کان متاثر ٿي چوندو آهيان؟ ڪهڙن ڪهڙن شاعرن جي ڪلام منهنجي شاعريءَ تي اثر وڌو آهي؟ منهنجي شاعريءَ ۾، هر صنف سخن مان بيوفائي ڇو آهي؟ ۽ آخري سوال — جو سڀ کان ڏکيو آهي — ته مان شعر چوندو ڇو آهيان؟

مان ڀانيان ته پوئين سوال جو جواب اول ڏيان ته بهتر ٿيندو. مان شعر ڇو چوندو آهيان ۽ مان زنده ڇو آهيان: انهن ٻنهي سوالن ۾ ڪوئي خاص فرق نه آهي. ٻئي لازم ملزوم آهن. مان زنده آهيان تنهن ڪري شعر چوندو آهيان، ۽ مان شعر چوندو آهيان تنهن ڪري زنده آهيان. هر انسان کي پنهنجي ذريعهٔ معاش مهيا ڪرڻ واسطي محنت لازمي آهي: شعر و ادب جي تخليق تي به محنت ڪئي ٿي وڃي، پر شعر و ادب کي هن ماحول ۾ ذريعهٔ معاش بنائڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي. ان ڪري مون قانون کي ذريعهٔ معاش بڻايو آهي. قانون جو مطالعو پنهنجي جاءِ تي دلچسپيءَ کان خالي نه آهي، پر منهنجو فطري لڳاءُ شاعريءَ سان آهي. مان محسوس ڪندو آهيان ته قدرت مون کي انساني جامي ۾ آندو ئي ان واسطي آهي ته مان پنهنجا پراوا ڏکڙا ڳايان، ڳوڙهن کي ڳاهڙين ۾ ڦيرايان، ٻوليءَ جي ڦلواڙيءَ مان رنگ برنگي گل چونڊان، گلدستا ٺاهيان، گلدان سجايان! گيت ئي منهنجي جيت آهن: انهن کان سواءِ منهنجي زندگي هار آهي — انهن کان سواءِ منهنجي زندگي بي معنيٰ آهي — انهن کان سواءِ مان انهيءَ سوال کان ڪڏهين به پيڇو نه ڇڏائي سگهندس ته مان زنده ڇو آهيان؟

باقي سوالن جو جواب آسان آهي. مون ڪڏهين به پنو پينسل کڻي، شعر لکڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي. شايد هاڻي ان واسطي فرصت به نه آهي. مان شعر ڪڏهين ڪڏهين چوندو آهيان. بعضي ته ٻه ٻه، ٽي ٽي سال هڪ بيت به نه چوندو آهيان، ۽ پوءِ جڏهين طبيعت مائل ٿيندي آهي، ته منهنجي روح ۾ ڪوئي درياهه اٿلي ايندو آهي ۽ گهمندي ڦرندي منهنجي ذهن ۾ سوين سٽون جڙي وينديون آهن. لفظ ستارن وانگر منهنجي دل جي اڱڻ اڳيان ايندا آهن، ۽ مان اهي ستارا چونڊي ڪهڪشائون ٺاهيندو ويندو آهيان. ان وقت مان بلڪل وائڙو لڳندو آهيان، ڪيئي واقف رستي ملندا آهن، پر مان انهن کي

بلڪل سڃاڻي ڪان سواءِ سنڌن پرسان لنگهي ويندو آهيان: گويا منهنجون جسماني اکيون ڪليل هونديون آهن، پر ڏسنديون ڪجهه به نه آهن؛ باقي منهنجون روحاني اکيون پورن وانگر پوليءَ جي گلزاريءَ ۾ ڦرنديون وتنديون آهن، ۽ مان مکڙيون ۽ ماڪ ميڙيندو وتندو آهيان. منهنجا ادا، ان طرح رستي ويندي مون ڪيئي بيت، گيت، غزل ۽ نظم جوڙيا آهن، جي مهينن جا مهينا منهنجي حافظي جي خزاني ۾ موتين وانگر جهرڪندا رهندا آهن، ۽ فرصت وقت انهن کي لکي ڇڏيندو آهيان. جنهن وقت شعر ڏانهن طبيعت مائل هوندي آهي، ته مان محسوس ڪندو آهيان ته منهنجي روح ۾ چانڊوڪي وسي رهي آهي؛ مان خاڪ ۽ خون مان ٺهيل انسان نه آهيان؛ مون ۾ فطري ڪمزوريون ۽ ڪچايون نه آهن؛ مون کي ذريعهءِ معاش لاءِ ڪائي محنت ڪرڻي نه آهي: مان فقط محسوس ڪندو آهيان ته مان لفظن جو صراف آهيان؛ مان انهن کي صاف ڪري، چلي، گهڙي، ادبي زيور ٺاهيندو رهيو آهيان. ان وقت منهنجي جندڙي - جنهن کي هونءَ ته ناسازگار ماحول بلڪل نستو ۽ اپاهڪو بڻائي ڇڏيندو آهي - اڻاهه خوشيءَ سان موجون ماريندي آهي، ۽ مان پاڻ کي نهايت خوش نصيب انسان سمجهندو آهيان. اهو جنون، اهو شاعريءَ ڏانهن لوڏ جو لاڙو مهينو ۾ هلندو آهي ۽ پوءِ چانڊوڪيءَ ۾ چڙهيل وير وانگر هٽندو ويندو آهي، ڇوليون ڇر ۾ بدلبيون وينديون آهن ۽ جڏهين روح بلڪل مائوٽي ويندو آهي ته مان دنيوي ڪاروبار ۾ مشغول ٿي ويندو آهيان - ايتري قدر جو شايد ڪوئي سمجهي سگهندو هجي ته هيءُ قانوني مهاڃار ۾ ڦاٿل انسان ڪو شاعر به آهي! سو ادڙا، منهنجي روح جو پکيئڙو تمام ٿورو وقت انهن ازلي آکيرن ۾ گهاريندو آهي - سندس باقي سارو وقت پڃري ۾ پلندي گذرندو آهي. شايد هيٺيان ٻه بيت منهنجي انهيءَ قلبي واردات جو اظهار آهن:

پڃري ۾ پاڇا پيا، چهڪي ٿي چوڏس،
پکيئڙا پروس، ڦٿڪڻ لڳا قند ۾.

پڃري ۾ پئي، آئي پوءِ بسنت جي،
پکي پرڏيهي، پرڙا پٽوڙڻ لڳا.

عشقيه ڪلام لکڻ وقت، منهنجي ذهن ۾ ڪي خاص شخصيتون هونديون آهن ڇا؟ اهو سوال منهنجي شخصي زندگيءَ سان تعلق ٿو رکي: پر، مان بنا تفصيل ۾ وڃڻ جي، تنهنجي حيرت مٽائي ٿو سگهان.

ادا، اها ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي تہ "محبت گناه نہ آهي". محبت، جسماني خواه روحاني، شرعي خواه غير شرعي. منهنجي نظر ۾ عبادت جو درجو رکي ٿي. هر انسان جي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا انسان اچن ٿا، جن سان هو محبت ڪري ٿو. منهنجي زندگيءَ ۾ بہ ڪي اهڙا انسان آيا آهن، ۽ عشقيہ ڪلام جوڻ وقت منهنجي روح تي ڪنهن نہ ڪنهن پرينءَ جا پاڇا ضرور پوندا آهن. سنڌ جي جاگيرداري زميداري دور جو ماحول، مشرق جو وهمن ۾ ويڙهيل جنسي اخلاق جو تصور، مجبور ٿو ڪري تہ زندگيءَ ۾ انهيءَ واردات تي پردو پيل رهي، جي منهنجي عشقيہ شاعريءَ جون محرڪ آهن. منهنجي "محبت" سان وفا آهي: "وفا" سان محبت نہ آهي. ان جو تفصيل شايد تنهنجي حساس طبيعت کي ڪجهہ ڀاري لڳي، ان ڪري ان متعلق ڪجهہ زياده نٿو لکان.

مان موقعي تي شعر بلڪل ورلي چوندو آهيان. منهنجو ان نظرئي سان اتفاق آهي تہ "شعر اطمينان ڀريل خاموشيءَ ۾ ياد آيل جذبات جو اظهار آهي". پر مان راتين جو رولاڪ آهيان، چانڊوڪين ۾ ڀٽڪندي ڀٽڪندي، ڪڏهن ڪڏهن منهنجو روح چڪورن سان چلولايون ڪندو آهي، ۽ ڪجهہ شعر رات جي منظر متعلق جڙي ويندا آهن.

ڪهڙن ڪهڙن شاعرن جي ڪلام منهنجي شاعريءَ تي اثر وڌو آهي، ان جو جواب ڪافي لنبو آهي ۽ ٻئي خط ۾ ڏيندو سانءِ. باقي اهو سوال تہ "تون ڪنهن بہ صنف سخن سان وفا چونہ ڪئي آهي" - ٻيءَ طرح ساڳي قسم جو آهي تہ منهنجي فطرت جيئن آهي تيئن چو آهي! ان جو جواب تہ ڪوئي نفسيات جو ماهرئي ڏئي ٿو سگهي. باقي اهو صحيح آهي تہ مان ڪيئي نظم سانده لکندو آهيان، تہ انهن مان دل ڪٽي ٿي پوندي آهي، ۽ ڪيترا سال انهن جو پيڇو ڇڏي ڏيندو آهيان، ۽ پوءِ غزل لکندو آهيان. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ غزل بہ نہ اڙوندا آهن، ۽ گيت لکندو آهيان، ۽ نيٺ گيتن مان بہ ڪڪ ٿي پوندو آهيان، ۽ ڪيتريءَ مدت تائين شاعريءَ ڪان ئي روح پلجي ويندو آهي. اڄ ڪلهہ بيت لکي رهيو آهيان. "بيت" ۾ اسانجي ڏات جي يڪتائي آهي. ان ۾ اها تخليقي انفراديت آهي جا گيت، غزل ۽ نظم ۾ نہ آهي. بيت، پنهنجن مختلف نمونن ۾، سنڌي شاعر جي جذبات خيالات ۽ احساسات، جو بهترين آئينہ دار آهي ۽ سندس موجوده شڪل بہ سرزمين سنڌ جي ئي تخليق آهي.

هاڻي راتڙي پئي آهي. آسمان ۾ قطب تارو گهوري رهيو آهي: گويا کيس تعجب آهي تہ هي سوداڻي ابن آدم ڇا ڪري رهيو آهي. ساري ڪائنات ڪنهن راڳ سان گونجي رهي آهي، جنهن کي ستارن جو ساهہ سانت ۾ سٽي رهيو آهي.

سان ۽ انهيءَ راڳ جي لهرن ۾ لڙهي رهيو آهيان. اوچا ڳوڙها اکڙين کي چميون ڏئي موڪلائي رهيو آهي. ننڍڙي پنهنجي گودڙيءَ ۾ جذبن ۽ احساس کي ويڙهيندي ٿي وڃي. چڱو خدا حافظ! ـ تنهنجو پنهنجو......"

* * * * *

"ادا......، اڄ "سنڌو" رسالو نظر آيو. ان ۾ ڪيڏلداس "فاني" جو نظم "او منهنجا وطن" پڙهيم. ڇا ٻڌايانءِ ته نظم پڙهي ڪهڙي حالت ٿي! گويا مون کي ڪنهن ڪنيڙائين ڪان وٺي وڃ سمنڊ ۾ ڦٽي ڪيو، ۽ مان ڇولين جي چوٽ ۾ اڏامندو ويس. ڪيئي ڪشتيون نظر آيونءِ ڪن جا سڙهه ڦاٽي ويا هئا، ڪن جا تختا اڏامي ويا هئا، ڪي ڇتين ڇولين ڳڙڪائي ڇڏيون هيون، ڪي طوفانن سان ٽڪر کائي رهيون هيون، ڪن جا همسفر هڪ ٻئي کي ڇنبڙي قدرت جي اڻڏاڏنڌ حملن کي هراسجي ڏسي رهيا هئا، ۽ ڪي دلشڪسته مسافر، ڪوئي چاڙهو نه ڏسي، خود سمنڊ ۾ ٽپي رهيا هئا ۽ درندن جي ڏاڻن ۾ ڏڪي رهيا هئا. اکين ۾ ڳوڙهن جهل نه ڏني. آلا! اهي منهنجا پنهنجا هم وطن سنڌي هئا، جن جو سان ساحل تان پيهي نظارو ڏسندو رهيو آهيان. انهن سان هڪ هو سنڌڙيءَ جو لاڪيڻو شاعر ڪيڏلداس "فاني"، جو فاني فقط پنهنجي نهٺائيءَ ڪري سڏائيندو آهي، جيتوڻيڪ هو شعر جي دنيا ۾ باقي آهي. هو سنڌي ادب ۾ امر ٿي چڪو آهي ۽ اسان جا آئينده نسل سندس ڪلام بيحد رقت ۽ گداز سان پڙهندا رهندا. ادڙا، ڪيڏلداس "فاني" منهنجو استاد هو. نه فقط هن مون ۾ ڏهين ٻارهين ورهين جي عمر ۾ شاعريءَ لاءِ شوق پيدا ڪيو، پر هن ئي مون کي سنڌي شاعريءَ جو روح ڏيکاريو. "فاني" لفظن جو سنگ تراش آهي: انهن کي گهڙي، ڇلي، مهٽي، سهٽي هڪ خوبصورت نظم ۾ مجسم ڪندو رهيو آهي. "فانيءَ" جون ڪي ڪي سٽون جادوءَ جو اثر رکن ٿيون. سندس لفظ خوبصورت چار آهن، جن ۾ هو اڏامندڙ جذبن کي نهايت اٽڪل سان ڦاسائي ٿو. "او منهنجا وطن" ۾ لکي ٿو:

"چاهي ٿو هرڻ، واريءَ ڏي ورڻ،
سمجهي ٿو سٺو، بڪ اڄ ۾ مرڻ"ـ

ڪيترين نه پر گداز آهن هي سٽون! انهن ۾ اسان جي سنڌي هندن جي وطن لاءِ نهوڙيل نينهن لڳي رهيو آهي. اهي سٽون فقط هڪ استاد ئي لکي سگهندو، جنهن ساري عمر، شعر جي ديويءَ جي پيٽ چاڙهي هجي. ٽئين نظم ۾ لکي ٿو:

"سرديءَ جي سِٽن، گرميءَ ۽ گهٽن،
ڪجهه ڪين ڪيو، پوڏن ۽ پٽن" —

"فاني" ساري عمر شڪارپور ۾ رهيو هو. اتي، پهريون ماستر هو، پوءِ ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو، ۽ حالات جي ناسازگاري سبب هندوستان هليو ويو. مٿين سٽن ۾، هن شڪارپور جي روح کي سمايو آهي. مون کي اڃان تائين اهي سرديءَ جي سٽن، گرميءَ ۽ گهٽن، پوڏن ۽ پٽن جا زمانا ياد اچي رهيا آهن، جي مون هن سان شڪارپور ۾ گذاريا آهن. اِڏرا، تون مٿين سٽن مان محسوس نه ٿو ڪرين ته "فانيءَ" لفظ گهڙيا ۽ چليا آهن! هن جي فن جي عظمت کان انڪار ڪرڻ وڏي بيقدري ۽ ناشناسي ٿيندي. مٿين مسدس جو پويون بند ته ساهه ۾ ٻڙڇيون ٿو هڻي:

"پِڄي جن آ پڄايو، مون کي وطن،
چڏي جن آ چڏايو، مون کي وطن،
لڏي جن آ لڏايو، مون کي وطن،
جن روهه رلايو، مون کي وطن،
"فاني" سي ڏسان دردن ۾ دکي،
سالن ۾ ٿيا ساعت نه سکي!" —

اي ڪاش! ڪوئي سنهنجو نياپو هن تائين پهچائي! استاد، مان هتي تنهنجي دل جي ڌڙڪ ٻڌي رهيو آهيان. مان هتان تنهنجا ڳوڙها ڏسي رهيو آهيان: "فقط هرڻ واريءَ لاءِ ٿو ترقي، پر واري ٻه هرڻ لاءِ ٿي ترقي — اها باهمي ترقي هڪ ڏاريندڙ سوال آهي، جو تاريخ جي ڪنن ۾ وچندو رهندو، ۽ تاريخ لاجواب ٿي، تاقيامت شرم ۾ ڪنڌ جهڪائي رهندي!" — تنهنجو پنهنجو.......

---

# بسنت

شيخ مبارڪ "اياز"

وري چوڙيان چنگ، صدا ڪريان سنڌ ۾،
ڪوئي اڄ ڪلام ۾، سُر جو سر سان سنگ،
پريان آءُ اُمنگ، ڪريان لات لطيف جي!

پرسان تنهنجي پٽ ڏٺي، جهلي بيٺس جهول،
ڏٺي ۾ نه پول، سخي منهنجي ساهه ڪي!

ڪٺا ڪنير ڪيچ مان، ڪليا تنهنجا ڪيت،
مون وٽ مڙئي ٻيت، تو وٽ آهن آيتون!

ٽاڊن تي ٽليا، پانڌي تنهنجي پريت جا،
وڇڙيا هرڪنهن وڄ سان، ڪنوٽين تي ڪليا،
توسان نيٺ مليا، سنئون ڏٺي ساهه جون.

پيتي ڙي پيتي، پيالي اسان پريت جي،
بدلي نشي نينهن جي، نيت ۽ نيتي،
هاراني جيتي، بازي اسان برهه جي.

جلي ڪيسين جوت، واڇوڙا ويڙهي ويا،
ڳارائا، ڳڻ ڳوت، لتاڙي ويا لات ڪي.

آيو نيڻين نير، ڳوڙها ڳڙيا ڳجهه ۾،
هارايو مون هٿ آلا! ڏکن ڪيو دلگير،
دل کي آيو ڏير، ڳائي تنهنجون ڳالهڙيون.

اونهارو، ١٩٥٥ع

جنن مکوڙيءَ کي ماڪ، چمڻ اچي چاهه مان،
آيا سي ٽڻ دور ڪان، اورانگهي افلاڪ،
خوشبو آ خوراڪ، سائل آهيون سڪ جا.

آلا، اڄ نه آڌار! پڙڪو ڏٺي ٻند مان،
آيو آتر واءَ تي، پرينءَ جو پيار،
ڪيئي ڪيئن قيار، پکيڙوا پرڏيهه جا.

ڏٺي مون کي ڏاتِ، سک ڪسي وٺين ساهه جا،
سوچيندي مون سپرين، رڙهندي رهي رات،
پڌري ٿي پربات، نيڻ نهوڙيا ننڊ ۾.

سارو عالم پيو سمهي، جلي منهنجي جاڳ،
آزل جي آواز مان، روح ٻڌايا راڳ،
پڙڪيا آلا آڳ، چرڪڻ لڳي چنڊڙي.

ڪوڪي ٿي ڪوئل، چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي،
جڻ ساري سنسار کي، پئي ڏاري ڏکوئل،
پرينءَ سان پوئل، شل رهي ساهه سين جو!

ڦٽڻ لڳو ڦاڳ، آئي بوءِ بسنت جي،
سڄڻ منهنجي ساهه کي، ويڙهي ويو ويراڳ،
ڪٿي منهنجو ماڳ، ڪٿي منهنجون منزلون!

رهي منهنجي روح ۾، سدا تنهنجي سونهن،
ورهين لاءِ ورونهن، پلڪ تنهنجي پيار جي.

او منهنجي منزل! ڏلائين ٿي روح کي،
ويجهو اچي وات تي، ڪڏهن مون سان مل،
ڏکوڻ پري دل، ٻير ٻن ٻجان ڪيئن مان!

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، رنگ – رليل آڪاس،
رتين رتيون راتڙيون، آڌاٺا احساس،
چٽ ۾ چوڏهينءَ چنڊ جئن، آيري ڪائي آس،
پريان پريان پاس، آئيون ڳالهيون ڳجهه جون!

چنڊ لڙهي لس–ليٽ ۾، جهاڳي جهڙ جي جهاڳ،
مينهوڳيءَ جي رات آ، وسن پيا ويراڳ،
ڪٿي آن، ڪنهن جاءِ تون؟ اچ ڦرائي واڳ،
مٺڙا، منهنجا ماڳ، سڄڻ منهنجي ساهه جا!

ڳالهيون هن جون ڳاءِ، ڳوڙها آئي ڳاٺا!
رڳ رڳ ۾ منهنجي روح جي، جيئون کي جرڪاءِ،
رتين رتيون راڳڻيون، سازن سان سرچاءِ،
تن ۾ پوئين پهر جو، سارو سوز سماءِ،
راتين منجهه رچاءِ، رمزون پنهنجي روح جون!

موڙي کيو ميڻ مون، پهڻ جهڙو پاڻ،
سڄڻ اچ تو ساڻ، اوڙهي آيس عاجزي!

اوڙهي آڌيءَ رات جي، ڇال سموري شهر،
سارو عالم پيو سمهي، آڌاٺا پل پهر،
سيرون ڪيون ساهه ۾، لڳي تنهنجي لهر،
نيڻين وهي نهر، ڳاتم تنهنجون ڳالهڙيون!

اوندهه تي اولا پيا، لڇندي رات لڙي،
ساهه نهوڙيو سوچ ۾، تارن ننڊ تڙي،
جنهن ۾ اک اڙي، سامهون آ سو سوجهرو.

مهراڻ

## طرز پراڻي - نياپو نئون

اندر منجهه اٿاهه، محبت ماڻهوڙن جي،
ٻاجهو آهه، ٻرينءَ جو، تن جو سهڻو ساهه،
جيڪر جيون چاهه، ڏيان ساري ڏيهه کي،

ڏئي کوڙهني کي ڪير، جيون ۾ ني چاهه مان،
سڄڻ توسان سير، ڪري ڪير ڪنبن تي.

وڏم ڏکن ذاڻ، سک نه سنيران سپرين،
سوچي هن سماج تي، ڪڍي جيون چاڻ،
ڊاهي ڪريان ڍيرهي، ٻي معنيٰ مانداڻ،
سڄڻ اچ سون سڻ، ته اٿکون اچ انياءَ سان.

ڪٿا ڪني ۾ ڏسي، رني، ڪوله ڪچي،
لوليءَ منجهه لچي، ممتا ساري ماءَ جي.

سانديا منهنجي ساهه ۾ ڏکڙا ساري ڏيهه جا،
عالم! تنهنجي آهه، لڇندي منهنجي لات ۾.

ڏنيون مون کي ڏات، ڳوڙهن ۾ ٻرون ڳالهڙيون،
لنوي منهنجي لات، ڏکڙا ساري ڏيهه جا!

آهي اچ اٿاڪ، ٻرينءَ پانڌيڙن جي،
جاڏي تاڏي جبر جي، ڏکي پئي ڏات،
ڪوڙ ٻڌايا ڪاٿ، سوريءَ سري سچ جي.

نئين نه منهنجي ننڊڙي، چانڊوڪيءَ تي ڇڙي،
جاڳي جلندي جندڙي، تن من ايندو تڙي،
سور اسان ليءَ سڙي، آندا جاڳ جهان ۾!

اسان تي الزام، آندا جوڳ جيئڻ جا،
جن جي روز جواب ۾، جرڪيا منهنجا جام،
آلا، ڪڏهين عام، رسندا منهنجي روح کي!

اونهارو، ١٩٥٥ع

# ”وڪر سو وهاء جو پٽي پراڏو نه ٿئي“

## صاحبڏنو شاه مرحوم

نفي ڪري جن نفس کي ”الف“ ڪيو اثبات،
هر هر ٻڙهن، حج سي، اندر ان عرفات،
”موتوا قبل ان تموتوا“ برهه پڙهاين بات،
قرب ڪنا هو ڪات، ”صاحبڏنا“ سي سڪ سين.

”هو هو“ ڪري حق ٿيا، پوڙيئون ”پيائي“،
”هل هلاچا“ چائن هو، ”وحدت“ جي وائي،
”من عرف الله ڪل لسانه“ چئي چٽائي،
وادي وسائي، ”صاحبڏنا“ تن سڪ جي.

ڪڏهون سڪن سلام ڪي، ڪڏهن هو سلطان،
”ان اوليائي تحت قبائي“ مردن لڌا مان،
”صاحبڏنا“ سامان، پاريائون ”پيائيءَ“ جا.

پنر آءٌ پلياس، سٽيس پير ڏکها ڪري،
ڏاکڻ ۽ ڏيرن کي، ڏونگر ڏوريندياس،
ملي ته ملندياس، نه ته گهوريس پاروچن تان!

هوتن سان نه هياس، جيڪس سگيٽي سگ ۾،
وهنديس، وهنديس ڪينڪي، سندين جا سياس،
ملي ته ملندياس، نه ته گهوريس پاروچن تان!

پنهون ني پياس، پرڙا پب وٺن ۾،
ڪندا ڪيئن جو، ڪوهيارا ڪو قياس،
ملي ته ملندياس، نه ته گهوريس پاروچن تان!

هٿي هٿي هيئن نياس، ويراڳڻ وندر ۾،
ويو پاروچو نڪري، ڏکن آءٌ ڏڌياس،
ملي ته ملندياس، نه ته گهوريس پاروچن تان!

## مصري شاه مرحوم

نه ڪا مند مرڻ جي، نه ڪا جيئڻ جاءِ،
”الدنيا ساعة“، سا توتي آئي آءِ،
پورا ائين پائي، ته ڪوڙي چانئو ڪڪر جي.

نه ڪا مند مرڻ جي، نڪو جيئڻ جال،
هڻ حياتيءَ هن جي، موتيءَ ساڪ مثال،
رهڪذر رنج راحتون، منصب توڙي مال،
فنا سڀ في الحال، رهندو نالو رب جو.

نڪا مند مرڻ جي، نڪو جيئڻ جام،
ويندو مثل واءَ جي، هيءَ طلسم ترت تمام،
آهه حياتي حرام، ريءَ يادگيريءَ يار جي.

هن مند هيڪاندا، هتي سانگيئڙا سرتيون،
لگين لاڪيون لوئيون، گوڙهي رنگ رتيون،
وتن ويجهيون ويڙهه ۾، جهڙيون ڪر ڪتيون،
سدائين سائيهه ۾، سرهي سيل سٽيون،
چنن منجهه چٽيون، منهنجون ڳتيون مارئين.

پهرينءَ وسن ونن ۾، ٿيا ڳم ڳنڍيرَ،
ستا ٿيڙيون سرتيون، مرڪن منجهه ملير،
گهرـ ڪثيري ڪير، آئن ميٺهن آڪوندرا.

موون من ماروءَ چار سين، جڙيو آهي جيءُ،
قضا آندس ڪوٽ ۾، قسمت قيد قويءُ،
موڪل ڏي ته ملير وڃان، راجا راضي ٿيءُ،
ته لهي سنگهارن سيءُ، آڌو عمر چار جو.

آڏو عمر جام جو، لٿو لوهارن،
سنڀي جي سانگ ويا، سي پاڻ نت پسجن،
واري واڳ ورائيا، وطن ويڙهيچن،
«لا تقنطوا من الرحمة الله»، آسون اباڻن،
«مصري» چوي ملير ۾، مونيو ميڙا ڪن،
جهوپا جهانگيڙن، واري اڏيا ويڙهه ۾.

واري اڏيا ويڙهه ۾، ويڙهيچن وٺاڻ،
«فاذڪروني اذڪرڪم»، اباڻن اهڃاڻ،
ٻري اڏيائون پاڻ، نوان نجهرا نانهن ۾.

نوان نجهرا نانهن ۾، اڏيا اباڻن،
«إذا تم الفقر فهو الله»، سچ ۾ سانگ سندن،
ڀلر ڀوچ ڀاريا، ڏڻ ڪي ڏراڙن،
سچا ست سندن، ٿوري ٿوت قراريا.

ٻاروچاڻي ٻاجهه سين، لنگهي ويندين لڪ،
«فاذڪروني اذڪرڪم»، سمنيءَ لٿا شڪ،
جهڙ، جهولا ۽ جهڪ، رهبر ٿيندئي راهه ۾.

رهبر ٿيندءِ راهه ۾، ڀرين اچي ڀاڻ،
متان ماهين سمئي، سينو سائينءَ ساڻ،
ڪيچي لهندءِ ڪاڻ، پسي ڀڙ ڀنهونءَ جي.

ڀرئين ڏينهن ڀئي، سامين سفر چتائيو،
آئي الوهيت ۾، جوڳين جاٽ هنئي،
وحدت جي ولات ويا، ويراڳي وهي،
تن مهيسين «مصري»، ڪيو سوجهي رام سهي،
ڪنوتيا ڪهي، ٻرنا پورب پار ڏي.

ٿي ڏينهن هنيا پاڻ، جوڳيڙن جبروت ۾،
ناسوتي نانهن ٿيا، ٻيا چڙي پانداڻ،
ملڪوتان «مصري» چئي، مائينون محبت ماڻ،
«ترڪ الدنيا راس ڪل عبادة»، هنئين لاهوتين لاڻ،
جائي چڙي جاڻ، ٻرنا پورب پار ڏي.

## سرائڪي بيت

### "برده سنڌي"

خم خم زلف دي پيچ وڇاڪر، آيا مست خماري،
ڏار ڪجل دي، ڏار ڪيتا، سر جان ڪنون سواري،
کهول ٿيوان، تنهن ڊول آتون، لک وار ٿيوان ٻلهاري،
ٿيا «بردا» بخت سوايا، آيا، آن ڏتس دلداري.

آکانگ تيکون، لک کانگ ڏيوان،
اي کانگ ڏيوين وچ يار کون آچ،
هڻ سانگ تيڏي، ٻي سانگ ٿيم،
کر سانگ ملو بيمار کون آچ،
لنگهه مانگهه گيا، نان مانگهه پريم،
ٻٽ مانگهه ڏڙي سينگار کون آچ،
اي تانگهه نه «بردا» تانگهه ڏيندي،
هووي تانگهه وچان لنگهه پار کون آچ.

تانگهه تيڏي ڪش، سانگ ماري،
ٻن مانگهه ڏهيلي گهمان،

رت ڳئي ڀاڳ، سهاڳ دي ساري،
درد لايا دل ڏمان،

مونجهه تيڏي، سو مرض ٻڄاني،
رو رو منهن ڏو سمهان،
ڪل «بردي» دي، ول نان لڌڙي،
هڪ پل سڙ سڙ سمان.

ثابت رهه، اقرار تي سهڻا، ڪيتي قول، وسار نهين،
هار سنگار، حرام ٿئي سب، تئين بن هلڪ، قرار نهين،
دلڙي لٽ گيون، سهڻا ست گيون، ڏون ڏون ڏاڙي مار نهين،
لاوڻ توڙ نڀاوڻ «بردا»، توڙڻ ريت پيار نهين.

# ڪافيون

## حافظ محمد "احسن"

عشق وڃائي آرام، سبق سورن جا ياد ڪرائي!

١- عشق اچي جتي پير ٽو پائي، عقل اتان سامان ڪٽائي،
عشق اصل ڪان امام، ڪفر جا ڪلما ڪوڙ پڙهائي!

٢- عشق ڪڍي ڪنهن جي ڪانڌ ڪنهن ۾، شاهن کي ڪري گولو گداگر،
برهه ڪري بدنام، خواري ملامت خلق ڪلائي!

٣- عشق نه ڄاڻي شان شريعت، ڪو نه رکي ٿو مذهب ملت،
ڪفر نه ڪو اسلام، پڙهيل پنڊت پير پلائي!

٤- عشق اسان وٽ "احسن" آيو، سور سيني ۾ سرس سمايو،
نينهن بنا ناڪام، محبت ري ڪو مان نه پائي.

## عبدالڪريم "گدائي"

هرهر وچ يار سمايا، من موهن من نون پايا!

مسجود ڪٿان، ڪٿ ساجد، مشهود ڪٿان، ڪٿ شاهد،
ڪٿ رند، ڪٿان ول زاهد، ڪيا رنگ نيرنگ وکايا!

من موهن من نون پايا...

ڪٿ طور تي نور وکا ڪر، بيهوش ٿيا غش کا ڪر،
ڪٿ يوسف نام ڌرا ڪر، خود آ ڪي بزار وکايا!

من موهن من نون پايا...

ڪٿ اري نال چرا ڪر، ڪٿ ٻيٺ سچي دي آڪر،
وچ آڙهہ جان جلا ڪر، ول آتش باغ بنايا!

من موهن مس نون پايا...

وه يار دي ويس مٽاوڻ، بن شڪل محمد آوڻ،
سرور تي نينهن نڀاوڻ، مختار لقب چا پايا!

من موهن مس نون پايا...

وه يار دي الٽي بازي، ٿيا ٻول انا الحق غازي،
ول آپ ٿي آيا قاضي، منصور نون دار چڙهايا!

من موهن مس نون پايا...

اهين سهڻي يار "گدائي" وچ ديدان ديد رلائي،
وه واه جو چوٽ چلائي، سانون برها ساڙ جلايا!

من موهن مس نون پايا...

## محمد خان "غني"

ووءِ ووءِ ويئي ٻرت ٻچاريان،
هر هر هوت هنجون ٿي هاريان!

لوڪ ڪي آهن ٻر جون ٻچارون، مونکي تن ٻر تنهنجون تارون؛
ٻي ڪا ناهہ مقال، ٽاٽون هڪڙو ڪونہ ٿي تاريان.

نڪريو روز ٿي ڪريان نهارون، ڪير اچي ٿو ٻرين پارون؛
ڏي ڪو هتي جا حال، جان مٿس مؤ وارون واريان.

سيکهہ ڪري لهہ ساڄن سارون، موٽ مٺا تون مولا مهارون؛
جان تان لاهہ جنجال، ٻاڦ ڪئي ٿي ٻيلا ٻاريان.

عشق ڪيون هيڻ مون تي آلارون، دهشت دريا ار اوپارون؛
رانجهن ٿي رڪپال، يار بدن ٻر ڪاڻ ٿي ساريان.

ڪانون کي ٿي ڪريان ڪارون، پيش ٻرين جي ڪريو پڪارون؛
سڪندي گذريا سال، "غني" ڪنکهر ٻر کهڙيون ٿي کهاريان.

اونهارو، ١٩٥٥ع

## شيخ مبارڪ "اياز"

ڪري ڪير ٿو هي ٻڪن مان ٻڪارون، نه منهنجو مليرآ، نه ڪي منهنجا مارون.

اڄ پار ڪان ٿيون پرينءَ جون پڪارون، مٿان ڏيہ سڀان ڏيئن هو ميارون.
وڃون ٿا پيا سيہ جي اڄ سهاري، نه ترهوني تاڻيو نه ڪي آهيون تارون.
ورهه تنهنجي وستي ورهيه ٿيا وساڻي! ڪٿي چڻنگ چوليءَ هليو ڪير پارون؟.
رهي گونجندي ڪوڪ ڪاني فضا ۾، اڏامي ويون ڪونجڙين جون قطارون!

## "سرشار" عقيلي

منهنجي محب جو ناهه ڪو مٽ، ڙي اديون،
توڙي آءٌ چري چرپٽ، ڙي اديون.

١- ڏوهيءَ جيان مونکي، ڦرهي پڄاڙي،
سور ٿا ڪن سَٽ سَٽ، ڙي اديون.
٢- ٻره دڪاني ٿي، ڌرڙي ڀرزي،
جڻ ڪامي ڏني جي وٽ، ڙي اديون.
٣- دلڙي ڏني، سڀ سور ڀرايم،
اهڙي ڪا ڀي مٽ سٽ، ڙي اديون!
٤- هوت جا ڀاڻن، ڀير ۾ ڀنهنجي،
آءٌ تنهن جتيءَ ڪان گهٽ، ڙي اديون.
٥- نينهن واچوڙي، وڻ وڻ آڪوڙيو،
پاڙون پٽي پٽيون سٽ، ڙي اديون.
٦- ڏاکها رڙن، سي ٿيا سات مون ڀيري،
جهڙ پيا جڻ جهٽ پٽ، ڙي اديون.
٧- جانيہن تون چانٺهار سيوني،
آءٌ چار نسوري جٽ، ڙي اديون.
٨- ڪلمي پاڪ تنوار ڪنديس مان،
جو قلب تان لاهي ڪٽ، ڙي اديون.
٩- نينهن نشي "سرشار" نچايم،
پير نه آهيم پٽ، ڙي اديون.

## علي بخش ”رضا“

چوري چاڪ، سڄڻ، دل چور ڪيئي؛
ڏئي درد، ڏکي چو دور ڪيئي!

١- هڪ هڪ پيو رڻ، ٿيون نيڻ نمن،
اهو سور سندو دستور ڪيو؛
سدا ياد رهن، هنئين منجهه هرن،
ڏاڍي مام ڏئي، مذڪور ڪيئي.

٢- علي واٽ وندر جي مان ووڙيندي،
اهو سور سفر جو منظور ڪيو؛
سر ساهه سڄڻ تان مي گهوريندي،
ڏئي وره مٺا وهلور ڪيئي.

٣- جيئري شال ملان، آهي آس اجان،
اچي پيش پوان، جي قصور ڪيو،
علي محبن سان، ”رضا“ خوش ٿي ڪلان،
رکي رمز سڄڻ ڪهائي گهور ڪيئي.

## حسين بخش ”خادم“

هي ڪيفي ڪڪوريل، ڪنڌيون يار ڪاريون؛
تو سارڻ لئي منهنجي، اي دلدار ڏاريون.

١- عزم ساڻ اڀري، امالڪ اڀن ٿيون،
وڙهڻ لاءِ وريو وڪڙ ور وجهن ٿيون،
اسين پيا ادب سان اي نرمل نهاريون.

٢- ڪشي ترب جا ڪان ڦهري هڻين وٺين،
نمائيءَ نظر سان ڪسي دل ڪٺي وٺين،
دکيءَ دل ڪي هائي، ٿا دم دم ڏتاريون.

٣- ٿيون موهن مٺا مون ڪي هي مَن موهئيون،
نه مٽ ڪو سندن آهه، سدا سرس سهئيون،
سوا سرسين سهٺا، سونهن ٿيون سونهاريون.

٤- اکيون ڪيئن ”خادم“ اڙن ٿيون اکين سان،
نه هرگز هلي ٿو، ڪو حيلو هنن سان،
ڪٽي هاڻ قسمت، هو جيتيون يا هاريون!

## مير محمد "ميرل"

اسان ستل هسي، ننڊ نشي وچ،
آڪر ڪنهين جڳايا، مست بنايا!

١- نور دي اِڪ تجلي آئي، باه برہ دي بجلي آئي؛
هوش عقل وڃايا، مست بنايا.

٢- نظر مين ڪيتي جيوين سامهون، سڄڻ کڙا ها آمهون سامهون؛
درس جو ديد وکايا، مست بنايا.

٣- دوبدو دلبر دي جڏ ٿيوسي، ڏوهہ گناه دي معافي ڳڏيوسي؛
رب نون پهہ کي ريجهايا، مست بنايا.

٤- آواز آيا اڪ الستي، چوڙ ڏي "ميرل" اها تون مستي؛
عاشق نام رکايا، مست بنايا.

## طفيل احمد "طفيل"

جت لاڙن جي ٿي چانگ ڇٽي، مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

١- جا لوڻي لچ جي لاهي لٽي، جا پونگن سان محلات مٽي،
سا چائي شال نہ ماڪ ڇٽي: مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

٢- جي سون جي تند ۾ تارن سان، مٽ ڪين ٿين جي مارن سان،
پل ڪيڏي ڪوئي هام هٽي، مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

٣- ڏٽ ڏوٿيڙن کي ساهہ سڪي، دل محلاتن ۾ ڪين ٽڪي،
هي مون تان قادر قيد ڪٽي، مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

٤- اڏ ماڙي ڪيم ۾ ڪوٽ نہ پڏ، جي روڪيندين تہ ۾ سال يا اڌ،
مان ٿر ڏي ويندس ٿوري گهٽي، مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

٥- هت ڪوٽ ۾ مارئي ويچاري، بس آه "طفيل" ڏکن ماري،
تقدير جا ويڻي ڏينهن ڳٽي، مونکي پنهنجو ملڪ ملير وٽي.

## [وکر سو وهاءُ جو پٽي پراٺو نه ٿئي]

### مصري شاهه مرحوم

عشق سڄوئي امام، مذهب محبت عين مبارڪ!

١- سڀ خليفا، معلم خبرون، ذوق وڃايم زيرون زبرون،
پيش پري ٿيا، جزمون لام، فرحي آن ڪان ٿياسون فارق.

٢- قاضي، ڪامل، ڪاتب، قاري، بره چڙهايم بزرگواري،
حسن هلايو حڪام، تاب انهيءَ ڪيو تن کي تارڪ.

٣- سڀ سڪڻ جي پڙهتون ساري، ورق وهم جا سارا وساري،
آءٌ تہ پڙهون احرام، طلب اٿئون تن تات تبارڪ.

٤- منهن ٿيو محراب پرينءَ جو، سجدو ساب پيو "مصريءَ" جو،
پلي چئون بدنام، غمزي انهيءَ ۾ ٿياسون غارق.

### پير حسين بخش جيلاني

هن عشق جي آواه، ڪئين هزار پهڪڙ ٻاريا،
هر دو جهان نينهن جي نشي جوڳي جنگ جياريا.

١- بره باب جي عتاب، پيا ڪتاب ڪل وساريا،
ڪئين جوان منجهه طوفان، ڪن جا ڏيل ڪرت ڏاريا.

٢- ڪربلي قرب ڪبريا، تهري قتل ڪاريا،
آهي مير مڙيا ڪين، جن جي سوڙ سر ملهاريا.

٣- مجني مير امير تي، بر ۾ ڪل ٻهاريا،
جنهن کي ليلا هڪڙي لاڏ سان، سو سبق سور سيکاريا.

٤- سچ عشق جي محال، "آنا الحق" آجاريا،
منصور جهڙا منصف، جن سوليءَ سر سينگاريا.

٥- پاڪ صاحب تخت جي، اسباب ڪل آڏاريا،
جهنگ سيال جي خيال، رانجهن پاڻ ٻهاريا.

٦- "حسن بخش" هوتن لاءِ، هي هي لوڪ هاريا،
قربن تن جي نام تان، جن قول "قالوا" جا پاريا.

رمضان واڍو

بشري ٻيک ٻتا اظهار، هر قدرت دا ڪمڙا ڪيتم!

١- طور تي موسيٰ سين چڙهايا، "لن تراني" مين پڙهايا،
تجلي ڪر ڪي مين ساڙايا، آڙه ڪيتم باغ بهار،
چڙه آسمان تي ڪپڙا سيتم!

٢- نور نبي دا نينهن ڪيتا مين، روز ميثاق دا ڏينهن ڪيتا مين،
نوح طوفان دا مينهن ڪيتا سين، چوطرف چوڌار،
تار پاڻي آتي ٻيڙا نيتم!

٣- "الانسان سري آنا سره"، "لا يتحرڪ ذرة" ظاهر،
"و نحن اقرب" مين هون ماهر، ڦرڪا ڦيرم ليل نهار،
"سوتي قبلل"، مري وت جيتم!

٤- خوشي ميڏي غم غمي تي، سختي ميڏي نم نرمي تي،
لهه لاهوتئون آيا زمين تي، "واڍا" تي ڪي وچ وٽڪار،
'رمضان' اپنا نانءُ رک ڏيتم!

غلام شاهه

اٿم اميدون اجان، پاندڙو پائيندي س، پرين پرچائيندي س!

١- درد وندي‌ءَ ڪي دم دم دلبر، درد فراق جا دل ۾ دفتر،
ڳالهين جا ٿم ڳجان:
ڳجهو ڳالهائيندي س، ساري تہ سٺائيندي س.

٢- جڏهين منهنجو جانب آيو، جنهن سان منهنجي روح جو رابو،
سرتيون اوهان کي سچان:
ڪنڌون ڪارائيندي س، ونون بہ ورهائيندي س.

٣- سڄڻ هليو، ۽ مون کي منهن ٿيو، پرين ڏاران ويهڻ وهہ ٿيو،
ڪين وهان، آءٌ وڃان:
وڃي تہ ورائيندي س، روئي تہ رهائيندي س.

٤- مون سال ٿيا، ورهين ويهان، آءٌ تہ "غلام شاهه" راتو ڏيهان،
ياچ إها ويئي ييجان:
ڪهر ڪهرائيندي س، ڪهورون تہ ڪهمائيندي س.

## "محمد" فقير صوفي، ڪتيان

عشق آويڙا قدم ڪڍايا،
ڪيفي ڪيف ڪلال دا، ڪمال دا!

۱- حسن هلان ڪر حڪم هلايا،
جلوا ڪول جمال دا! جلال دا!

۲- قلب قتل دا قرب ڪمايا،
فالم ڏي في الحال دا! برحال دا!

۳- صوفي ڏي سر صاف سڄاتا،
دلبا ديد دلال دا! ڏسال دا!

۴- گم ٿي "محمد" ويک تماشا،
بيسر بيڪ بحال دا، خيال دا!

## "جهان شاه" ٽاٿو بولا خان

تنهنجا نين خماري ناز پريا، سي تہ مفت مسافر مارن ٿا!

۱- قوس صفت تنهنجا ابرو ڪارا، تير ڪشي ٿا ڪن مي وارا،
چڇري ڪن ٿا، دل "سي پارا"، "مصحف" منهن سي ڏ يڪارن ٿا!

۲- ڪول نقاب تون نرمل سائين، چوڏو حجاب بہ سي چادر پائين،
"مظهر" پر وريو منهن کي لڪائين، سهڻا تہ پاڻ سينگارن ٿا!

۳- تنهنجا تهدل تابع عاشق، فڪر فنا ڪيا آهن فائق،
شاهہ گدا سڀ تنهنجا شائق، لک طالب توڏي نهارن ٿا!

۴- "جهان شاه" سي آيا جاني، ماه لقا منهنجا يوسف ثاني،
من گهريا ڪري مهرباني، پت پيارل پارن ٿا!

## زمان شاه "ساقي"

١- جنهن سان دل لڳي، تنهن کان ڌار ٿيڻ، اهو جاڙ جيڻ، تنهن کان زهر پيڻ،
اهو ناهه مرڻ، پيو چاهي ڙي؟

٢- دل تي دود دکن، لکين پور پون، سوين سور سجهن، دل تان کين لهن،
اهو ناهه رئڻ، پيو چاهي ڙي؟

٣- جنهن کي نينهن نيو، تنهن کان سڀ ويو، مون کي ڏس ڏيو، ڏکيو پيچ پيو،
اهو ناهه ڦسڻ، پيو چاهي ڙي؟

٤- سلي ماه لقا، جنهن تان آهيان فدا، کيو قهر قضا، ٿيو يار جدا،
اهو ناهه جلڻ، پيو چاهي ڙي؟

٥- ماندي يار مران، پکي روز پڇان، "زمان" مان ملان، اها آس رکان،
اهو ناهه سکڻ، پيو چاهي ڙي؟

## مرحوم محمد عالم شاهه 'عالم' ٽکڙائي

هليا جنگ جوڳي سي نروار نانگا، لتاڙي لنگهيا لڪ لکيون ۽ لانگها!

١- نه پولين ڪنهن سان، پڌن ڪانه ڪنهنجي، رکن ڪانه پرواه، پرائي نه پنهنجي،
چنا چگ سامين، سياڪا ۽ سانگا.

٢- وڌئون بک بگري، ڪنيئون سچ سمر لا، رميا راه رج جي، ڪشي تن ڪمر لا،
چڙهي چوٽ ٿيئوا، ڏسڻ کان مهانگا.

٣- شريعت سندا شمس، تارا طريقت، سندا معرفت مهر، هادي حقيقت،
وجي پار پهتا، تري تار تانگها.

٤- اٿي ڪول ان لئي، ڳليون ڳوٺ 'عالم'، سو نهي جن جي صحبت، سنگت صاف سالم،
انهن کان سکج عشق جا انگ اڙانگا.

## گيت

"برده" سندي

# مستاڻي رُت

نيهن نياڻن جا ڏينهن آيا،

آئي رُت مستاڻي......
آءُ وري تون جاني!

نهر ڪناري، ڪنگ تنواري، ساربانئن ڪو ساٿي،
'پي پي' ڪري پپيهي پنهنجي، مَنَ تان مونجهه نه لاٿي،
ڪڙ چوي؟ هي ماڪ جا قطرا، لڙڪ اداسي دل جا!
واريءَ تي هي چوليون چاپن، ڦٽڪا ڪنهن بسمل جا:
او شل جواني سائين سڙوا!
مَنَ آ مَهَلَ سهاني......
آءُ وري تون جاني!

سياري جي هر رات هيڪاندي، سون آ ڏسڪي ڪاني،
آلڪي ڪسان، سيرانديءَ سيري، رڪسان روز ڏياني،
بيهي چانئٽ وٽ چتابان، روز صبح جو راهئون،
پير ڏسان ڪو تنهنجي پڙرل، دل مان نڪرن دانهون:
پر نه اٿاسيءَ جا آجهوا تو،
آچي ڪئي احساني......
آءُ وري تون جاني!

انبن ٻور جهليو، ٽِمَ هائي ڪڪا ٻَنَ ٽي ڇائي،
آئي آهه بهاري، تون ٻي آءٌ پرين ھن ٽانئي،

نيرا گُلَ چَٽَن جا ناسي سوريءَ جا گُلَ ٽَڙڪن،
سنگ جهنبولا، ڪَنترا ڪنترا، هيرَ تي ٻيا ڏڙڪن:

هاءِ جيئن لهرائن ڀوڪون،
جهومي دل ديواني......
آءٌ وري تون جاني!

پيچ ٻنيءَ جو، ٻنيءَ فضا ۾، تنهنجي ياد ستائي،
سا جهَٽ ڀاڳ سهاڳ جي پايان لالڻ ليڙو پائي،

پاسا چوريان، ۽ ڪَرَ موڙيان، هاءِ! آڇن اوٻاسيون،
عشق جو ٽشڪ، چِلي ٻيو چُڀرين، ڳوٺ ڳليون سڀ واسيون:
سيني ساڻ لڳائي روئان،
"بردا" نيهن نشاني......
آءٌ وري تون جاني!

شيخ "اياز"

تون مون کي، مان توکي ڳوليان،
لڪي ليئا پايان،
واجهه وجهي واجهايان!

روز ازل جون رمزون تنهنجون،
سُرَ ۾ ڪيئن سمايان،
ڳوڙهن ۾ ڪيئن ڳايان!

سور سوين سانڍي سان توڦان،
توکي پي توڦايان،
لونءِ لونءِ منجهه لڪايان!

بات برهه جي ڳوڙهن ـ ڳاڙهي،
مُرڪي ڪيئن ميڃايان،
سڏڪن ساڻ سڏايان!

ساري رات ڇپ سان سوچيان،
تارن کي ترسايان،
ڳاله ڳجهي ڳالهايان!

تون چنڊ ته مان چانڊوڪي تنهنجي،
پاڇو ٿي پڇتايان،
ڇو، توکي ڪٿي ڇايان؛

تون مون کي مان توکي ڳوليان،
لکي ليئا پايان،
واجهه وجهي واجهايان!

## هري "دلگير"

تو ڇو دلڙي لاتي، ساٿي!
تو ڇو دلڙي لاتي؟
ساٿي تنهنجا ساٿ ڇڏي ويا، تون ٿي اڪيلو ڪاهه،
ويل آويل ڏسين ٿو ڇا لاءِ، سانجهه سويلو ڪاهه،
هن هن جي پرواهه ڪرين ڇو؟
ناداني داناءِ ڪرين ڇو؟
ويو اڄ توکي ڇا ٿي، ساٿي!
تو ڇو دلڙي لاتي؟

ڪنڊا جي رستي پر ايندا، پيرن هيٺ لتاڙي هل،
پربت جي روڪين ٿا راهي، تن کي چيري ڦاڙي هل،
ڌرتيءَ کي گلزار ڪري ڇڏ،
خوشبو سان سنسار ڀري ڇڏ،
سرڳ هوي دنيا ٿي، ساٿي!
تو ڇو دلڙي لاتي؟

رستو ڪارو، رات اونداري، آشا جوت جڳاءِ،
پنهنجي لاءِ ۽ جڳ جي لاءِ تون روشن راهه بڻاءِ،
سو سج تنهنجي راهه تڪيندا،
ماڻهو تو ڏي ڊوڙي ايندا،
سڀ پوندا تنهنجا ٿي، ساٿي! تو ڇو دلڙي لاتي؟

"نياز" همايوني

ٻيج ٻني اُت ٻڏي، تون نہ آئين دادلا!
هيج ٽٽي آس رُني، تون نہ آئين دادلا!

تو بنا منهنجا ڀرين، هو منهنجي ڪاڻ هُڳاءَ،
هيڪلائيءَ هاڻ ڪاڏو، سيج وڇايم ساءَ،
ڪهات وڌم ڪهاءَ، سونجهہ سانارا ڪيا:
سيج سڄي، ننڊ ڊني، تون نہ آئين دادلا!

سانگ ساٿي ڪين ٿين، وندر لٿي وڃي رهيس،
گود ۾ گوندر نپائي، تانگهہ ۾ اهلي رهيس،
ڏاڍهن مان ڏهلي رهيس، آهہ آڪيرا ڪيا:
ماڪ آئي ميس مٿي، تون نہ آئين دادلا!

ساهہ سيباڻا الا، ڇو نہ آئين ڇا ٿيئي؟
ڪنهن ڀچايو ڀنڊ تنهنجو، ڪنهن ستائي ڪنهن جهليئي؟
ڀاڻ ڇو سونڪان ڀليئي، وهم واهيرا ڪيا:
لُوڪ ڪليا، مرڪ رني، تون نہ آئين دادلا!

هيج ٽٽي آس رُني، تون نہ آئين دادلا!
ٻيج ٻني رات ٻڏي، تون نہ آئين دادلا!

"تنوير" عباسي

صبح نہ آهي دور، ساٿي!
صبح نہ آهي دور.
لنبي رات وهامي ويندي، ڏک جي آگ اجهامي ويندي،
آس نہ لاٿي، جي تو ساٿي!
اونده مان ٿي باڪون ڦٽنديون، ڪاريون راتيون ليڪ نہ ڪٽنديون،
ڇو ٿو وڃين وهلور، ساٿي!
صبح نہ آهي دور.

رات ٿي پنهنجو دم پوساٽي، اونداهين جو هاڻ ٿو ٿاڻي،
ڪارڻ پردن مان پرياتيون، اوپر ڪان ٿيون پائن جهاتيون،

صبح ٿئي ٿو، نور وسي ٿو،
جاڳ لڳا هي سور، ساٿي!
صبح نہ آهي دور.

ڏس تہ شفق مان صبح سياڳو، ڪر موڙي آنند مان جاڳيو،
صبح جو پهريون پهريون ڪرڻو
اونداهيءَ جا پردا چيري، وڌندو اچي ٿو ڏيري ڏيري،
چاڙ وسي ٿو نور، ساٿي!
صبح نہ آهي دور.

اڄ تہ رفيقن ڪي جاڳايون، صبح سان گڏجي جوت جلايون،
منهنجا سنگتي، منهنجا ساٿي!
آءُ تہ ڳايون گيت سحر جا، اڄ تہ ڪريون دنيا ۾ اجالا،
ٿيندا هي دک دور، ساٿي!
صبح نہ آهي دور.

”بشير“ موريائي

نيڻن نير وهايو تو بن، نيڻن نير وهايو،
تنهنجي ياد ستايو هردم، تنهنجي ياد ستايو!
دل ۾ تنهنجو رنگ روپ ۽ صورت آهي سمائي،
تنهنجو ئالو آهي زبان تي، ناهي ٻي ڪا وائي،
اکيون آليون ٿي ويئون، جو ڏيان آ تنهنجو آيو:
نيڻن نير وهايو تو بن، نيڻن نير وهايو،
تنهنجي ياد ستايو هردم، تنهنجي ياد ستايو!

ڏينهن ڏينهن جو ڪسجي ٿو، مون ڪان منهنجي سرهائي،
رات رات جو آرتو اوتيسان، اکين آئي سدائي،
ڏنگ هڻي ٿي روح کي منهنجي، تنهنجي هيءَ جدائي،
تنهنجي پريت منجهان اي سهڻين، مون غم آهہ پرايو:
نيڻن نير وهايو تو بن، نيڻن نير وهايو،
تنهنجي ياد ستايو هردم، تنهنجي ياد ستايو!

هوند راج "د ڪابل"

# ڳوٺاڻو گيت

١- ٻٻن ڪوڙي ٻيھي تي ٻيھي، ٻل ٻل ڪريان پڪار،
ڪانئو تڙي تو طرف منجان ٿي، من کو ڀڄي ڀار،
ٻٻن ڪوڙي ... ... ... ... ...

٢- رونبا نڪتا، اوٻر نڪتا، نڪتو ڀٽي جڻ ساھ،
ساوڻ ماڻ پيلا ٿيا تيلا، لاب پيا، ٿيو ڳاھ،
تڏھن ٻه تون آئين نه مسافر، ڪھڙي ڏيانءِ ميار؟
ٻٻن ڪوڙي ... ... ... ... ...

٣- وانڌ ۾ چڇ ويھ ويھ پيرا، جڻ ٿي ھٿ مان ٽڙڪيو،
پيارو ڀورهيو بار لڳو پئي، تو ري ھڏ ھڏ ٽڙڪيو،
تن ميرو ٿيو ڏوڙ وسائي، چيڙھ وڃايم وار،
ٻٻن ڪوڙي ... ... ... ... ...

٤- ڏيرا ميرا لڳن، مسافر! تو نه ڪيو جي ڏيرو،
اوطاقن ۾ اوندھ پانيان، پيو نه جي تنھنجو پيرو،
من منھنجي کي ڪين وڻن ٿا تو ريءَ آن انبار،
ٻٻن ڪوڙي ... ... ... ... ...

٥- آڳريءَ ۾ منھن پاتي ويٺي، مھري ٿي ڪڙ ڪايان،
آھٽ پاتي، چرڪ پري، اک ور ور در ۾ پايان،
مايوسيءَ ڪان آن ڪئن ڪي ڏيان ٿي ڪيڏي مار،
ٻٻن ڪوڙي ... ... ... ... ...

٦- آس وڃائڻ واري ناھيان، جو ته ڳھلي آھيان،
تڏھن ته در در ڏڪ واجھائي پئي ٿي دل پرپايان،
نيٺ ته ھڪ ڏينھن ايندين "د ڪابل"، پاڙيندين اقرار،
ٻٻن ڪوڙي ٻيھي تان ٻيھي پاء، ٻل ڪريان پڪار.

سرچند چاٻڙيا ”راهي“

# جيون راڳ

ڇيڙ مڌر کو راڳ، سکي ري! ڇيڙ مڌر کو راڳ.
ڇاتي ڦولي ڪين سمائي، جڏهن ڏوم مچائي،
باغن ۾ سرهاڻ ڪٺي، آ هوا ٻڪيڙن آئي،
تن من ۾ جهنڪار لڳي آ، جاڳي ڀاڳ سهاڳ،
سکي ري! ڇيڙ مڌر کو راڳ.

تون مان مشڪون، جڳ ٻڻ مشڪي، مشڪي دنيا ساري،
آشا مشڪي، جيون مشڪي، مشڪي من ڦلواڙي،
ڀُلجون ساري جڳ جي چنتا، ڀُلجون منزل ماڳ،
سکي ري! ڇيڙ مڌر کو راڳ.

اڄهو هاڻ جي ويل ٻه آئي، مکڙي ٻڻ مرجهائي،
اڄهو وڃي ٿو ڪال نغارو، جيون ۾ سڃ ڇانئي،
ترڦي ٿو اڄ گيتن لاءِ ني، من جو سمنڊ اڇاڳ،
سکي ري! ڇيڙ مڌر کو راڳ.

ڪير ڇوي هن ويلا ڪان پو، ڇاهي آخر ٿيڻو،
ٻراڻن تي آ ڪين ڀروسو، ڪنهن کي جڻڻو مرڻو،
گيتن جي سٽ سٽ ۾ ”راهي“، ٻر جيون جو راڳ،
سکي ري! ڇيڙ مڌر کو راڳ.

(”سنا“ تان شڪريي سان)

# نظم

نوازعلي جعفري "نياز"

## گلاب جي گل کي خطاب

اي سدا سهڻا، گلستان جي گلن جا تاجدار،
آهه تون ئي هر چمن جي، حسن جو دارو مدار،
سال سارو، باغبان، تنهنجو ڪري ٿو انتظار،
جا چوان تو لئي فقط بلبل نه آهي بيقرار،
تنهنجي لئي هر تار سنبل جي پريشان ٿي رهي،
چشم نرگس جي ڏسي توکي ته حيران ٿي رهي.

ساڪ پي مئي تي ٿئي، تنهنجوئي پيمانو ڏسي،
تو ﭘﮍ ڪان ئي اڳي ٿئي، سڀ کو مستانو ڏسي،
ڪين ٿيو بي هوش جو، هرگز پريخانو ڏسي،
تو ٿئي گلشن ۾ سو، دانا ڀ ديوانو ڏسي،
عطر ٻڌجي وئي صبا، جا آئي تنهنجي روبرو،
جنهن کي ڀتي تنهن کي ٿي، تنهنجي ڏسڻ جي آرزو.

تازگيءَ ۽ ڀنهنجي خوش رنگيءَ تي توکي ناز آهه،
ناز ۾ وڌيڪ غرور ۽ حسن جو انداز آهه،
سچ ته ڇڏ هي ناز يا انداز يا اعجاز آهه،
سر بسر جنهن ۾ سڄو قدرت جو مخفي راز آهه،
حسن سڀني کان نرالو تون وٺي پيدا ٿئين،
تنهنجا سڀ شيدا مگر ڪنهن جو نه تون شيدا ٿئين.

ٿي ٿئي توکي ڏسي هيءَ دل جي بلبل باغ باغ،
تنهنجي خوشبو سان معطر ٿو ٿئي سڀ جو دماغ،

نانگ لالو تنهنجو همسر، اُن جي آهي دل ۾ داغ،
توکي تا هر باغ و بستان جو چون چشم و چراغ،
تي نئي تون ساڻ ني هر بزم ۽ هر انجمن،
ڪنهن نه ٻوءِ هر هر ڪندين تون ناز اي نازڪ بدن!

جنهن کي هٿ قدرت جو لاهي، جو نه سڀ کان سر ٿئي،
ماڪ جي سو ڪنهن نه موتين ساڻ زيباور ٿئي،
پرتوي خورشيد جي سان، جو نه سارو زر ٿئي،
ڪنهن نه سو خورسند و خندان خورم و خوشتر ٿئي،
سو چمن جي تخت تي ٻوءِ ڪنهن نه ٿئي جلوه فگن،
ڪنهن نه سڏجي گل اهو ٻهڪي نه ان سان ڪنهن چمن!

نسترن توڙي هجي سوسن، صنوبر، ياسمين،
آهين تون سيني چمن جي لولهالن کان حسين،
ڇا لطافت تنهنجي ۾ ڪهڙو نه آهين نازنين،
هي عجب ناهي جو آهين خار جو تون همنشين،
دور ڪر هن خار کي، رک پاڻ کان بلڪل پري،
ڏس ته ڪنهن منحوس دامن تنهنجي پرزا ٿو ڪري!

تنهنجي دامن چاڪ ٿئي، بلبل جي دل ٿئي چور چور،
خار ماسي ۾ ڪري، هن کي چوين "ٿي دور دور"،
تي چوي بلبل ته هي، سيني ۾ آهي سخت سور،
جي گلين ڪنهن سان نه ٿو، مرڪين ته ٿو ڪنهن سان ضرور!
جي اٿين مون سان به مرڪين، سو دفعا صدقي وڃان،
عمر ساري ڳڻ به ڳايان مهربانيون پڻ مڃان!

روز شب هر وقت ٿو، تون ڪئي گذارين خار سان،
باغبان، صياد، گلچين سان، هلين تو پيار سان،
تي مري بلبل، جا تنهنجي درد ۽ آزار سان،
جو نه الفت تو رکين، ان ٻره جي بيمار سان،
توکي بلبل جي سفارش تي ڪري ڪيڏي صبا،
جو ٿو سر ڏوئي ڪرين، انڪار تون اي بيوفا!

ٿو ٿئي سرهو ڪهڙو، تو ڏسي بيمار پڻ،
تنهنجي تحفي تي ٿئي، راضي ٿو ساهوڪار پڻ،
مثل زيور توکي ڀائي، مفلس ونادار پڻ،
زيب تون آهين ڪنن جو، ۽ ڳچيءَ جو هار پڻ،
تنهنجي مٽ هرگز نہ چانديءَ سون جو زيور ٿيو،
تنهنجي ڏائيءَ تي سدا خوش سڀڪوئي اثر ٿيو.

هي اڳي پوشاڪ تنهنجي سبز تون هئين پارسا،
خون ڪنهن جي ۾ ڪئي تو، سرخ هيءَ پنهنجي قبا،
ڪنهن جي هيءَ ڳاڙهن ڳلن جي ڏس تہ سرخي آهہ چا،
يا هٿان ڪنهن حسن واري جي لڳي توکي حنا،
خير جي ڪٿن ٻي ڪٿي تو پاڻ کي ڪيو سرخرو،
ڪر مونکي ٻي خوش ٻڌائي پنهنجي رنگين گفتگو.

آهين بيشڪ دل ڏيارڻ لاءِ پڻ چالاڪ تون،
پيو خزان جي خوف کان ٻي ٿو رهين بي باڪ تون،
پر ٻڌائيندين تہ آهين ڪنهن جي لئي غمناڪ تون،
ڪنهن جي غم ۾ ٿو ڪرين پنهنجو گريبان چاڪ تون،
ٿو هنجون هي ماڪ جي صورت ۾ هارين چو ڀلا،
آهہ توکي پڻ محبت جي مرض ڪيو مبتلا!

تنهن جي دل ۾ شوخي ۽ نرمي برابر ٿو ڏسان،
ڪو نياز ۽ ناز ۾ تنهنجو نہ همسر ٿو ڏسان،
کهوٽ جي سهرڻ ۾ توکي ٿي سراسر ٿو ڏسان،
لاش تي پڻ قبر تي پڻ توکي اڪثر ٿو ڏسان،
موت ۽ شاديءَ ۾ آهين تون شريڪ اي مهربان،
ڪئن نہ توکي، آفرين، صد آفرين، هر هر چوان!

سڀ حسين دنيا جا تنهنجي ٿي رکن ٿا آرزو،
ٿا رکن توکي اکين تي، مهجبين ۽ ماهرو،
ڪوبہ نازڪ، ناهہ نازڪ، تنهنجي نازڪ روبرو،

مان اچا تعريف ڪيان، تنهنجي گهڻي اي خوبرو،
پر ٿئي ٿو خوف هي سمجهي متان پنهنجو رقيب،
ڪا ڪري ڪنهن سان شڪايت منهنجي بلبل بدنصيب!

تون جئين جڳ جي چڱائيءَ لئي ٿو شل هردم جئين،
مهربان هڪ جهڙو دشمن ۽ سڄڻ تي ٿو ٿئين،
منهن ڏسڻ پنهنجو سدا جي باغبان کي ٿو ڏئين،
ڪين گلچين کان ڀـ هرگز منهن لڪائي تون وئين،
توکان هڪ جهڙي ٿا هو خوشبو ڀـ حاصل ڪن پئي،
هٿن ڪندي احسان پن تي عمر سڀ تنهنجي وئي.

هي ٻڌي سڀ گل چيو مونکي زبانِ حال پر،
"هر حسين جو حسن ڪم ٿيندو وڃي هر سال پر،
"پائداري ناهه ڪنهن سهڻي جي خط و خال پر،
"چو ٿي بلبل پنهنجو جيءُ ناحق وجهي جنجال پر،
"جي خزان آئي ته سان لحظي پر ٿي ويندس فنا!
"چا انهيءَ سان لائجي دل حسن جنهن جو ٻي بقا!

"دل رکڻ ان ساڻ گهرجي آهه جيڪو لازوال!
"ذات جنهنجي پاڪ آهي هر صفت پر باڪمال!
"ڪين موسيٰ پي ڏسي جنهن جو سگهيو حسن و جمال!
"چا نـ آهي پارسيءَ واري جو هي سهڻو مثال-
'هرڪجا نقشِ نکويئي بسر او مائل مباش
نقش را از دل رها ڪن عاشقِ نقاش باش'"

اي "نياز" اڄ گهر دعا ان کان جو آهي بي نياز،
گل هجي خندان هميشه عمر ٿئي گل جي دراز،
ناز بلبل، گل تي ۽ گل پي ڪري بلبل تي ناز،
تن جي صدقي يار توسان پي ملائي ڪارساز،
ڏس ته ڪئن تنهنجي دعا جلدي ٿئي ٿي مستجاب،
جو اسانجي ربّ جي رحمت بـ آهي بي حساب!

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"

# ڪعبهء دل

ڪناري آب دريا جي، پيو هڪ هو گلستان ۾،
وڌائين ٿي نظر عبرت جي هر سو گل ۽ ريحان ۾.
عجب راحت ڏياريندڙ، هو منظر ڪوهسارن جو،
سرود آميز ٿي آواز آيو آبشارن جو.
تجلي ماهِ تابان ۾ ٿي شوخي موج دريا جي،
هئي هت گلشن آرائي، نسيمِ ڪيف افزا جي.
گلن جي ٿي نظر آئي بهاري سبزه زارن ۾،
لکن پڻ مرڪ بجليءَ جي نظر آئي ٿي تارن ۾.
ڏسي هُو اهڙي منظر کي، نظر مغموم آيو ٿي،
چمن ۾ پنهنجي آهستي، چئي هُن هي پڙايو ٿي.
اچي ٿي صاف، دريا! تنهنجي موجن جي روانيءَ ۾،
نظر شورش آها جا گذي، هئي مون سان جوانيءَ ۾.
دلِ رعنا تون سهڻيءَ شڪل سان بيشڪ درخشان ٿئين،
مگر منهنجي جوانيءَ مثل تون ڪت حشر سامان ٿئين.
ڪڏهن نيرنگ عالم هاءِ هيءَ ساعت به آئيندو،
ڪري مون جهڙو توکي نيت پژمرده بنائيندو.
ڏسي منظر ته ياد آيو انهيءَ دل جو سيه خانو،
ڪٿي هُو حسن جي دنيا، ڪٿي هي تنگ ويرانو.
مگر هن دل شڪسته کي صدا هيءَ غيب مان آئي،
اها تو ڪين آهي ڪجهه ڏٺي هن دل جي گهرائي.
دلِ مغموم کي سمجهيو تو آهي هڪ سيه خانو،
غضب آهي اها آهين حقيقت کان تون بيگانو.
سراسر نور ٿو هت "ڪعبهء دل" ۾ رهي سارو،
تجليءَ جو اٿئي مرڪز جو سمجهين ٿو تون گهر ڪارو.
ڪٿي سو مهر ۾ جلوو، ڪٿي سو ماهِ ڪامل ۾،
"خليل" آهي ڏيو پنهان جو تنهنجي غمزده دل ۾.

# دردِ دل

نعمت دل آهي ٿي هرڪنهن انسان کي عطا،
بحرِ هستيءَ ۾ صرف جسم ۽ دل ڏرِ صفا،
نورِ عرفانُ جو انهيءَ دل ۾ رهي ٿو بہ ضيا،
ٿا ٿين ان جي ڪري نيڪ عمل توڙي برا،

دل ۾ احساس جي قوّت جو اثر پي آهي،
ڪي چون ٿا تہ هي "الله جو گهر" پي آهي.

دل گناهن کان مُبرا، جا صفا ٿيندي آه،
سا بِدُون ٿا تہ گذرگاهہ خدا ٿيندي آه،
درد کان خالي ڪڏهن دل بہ ڀلا ٿيندي آه؟
دل نہ چئو تنهن کي، آها پي ڪا بلا ٿيندي آه!

دل کي بيدردَ جي پي ڏرڌ بنائي رکيو،
گوشت جي ٽڪري کي سيني ۾ لڪائي رکيو.

ڪو بسر هجي، يا شيخ هُجي، شب بيدار،
روز شب سجدي ۾ سِرُ پنهنجو نمائي سؤ بار،
دَردَ جي دل ۾ نہ آهي، تہ عبادت دشوار،
دردَ جي دل ۾ نہ آهي، تہ رياضت بيڪار،

نہ ڪڏهن رحمت باري کان جزا پائيندو،
دل ڪنهن جي جي ڏکائيندو، سزا پائيندو.

آهہ جو تير ٿئي ڪڏهن خطا، نا ممڪن!
ڪو ٿئي تنهنجي نشاني کان رها، نا ممڪن!

ڪوئي ظالم نه ڪري شُڪر و دعا، ناممڪن!
راضي تنهن شخص منجهان ٿئي پو خدا، ناممڪن!

ظلم جي خڙ ڪسي ڏڪاري ٿو خدا پي دائم،
"ظلم قائم آهي، ظالم نه ڪڏهن ٿيو قائم."

ڪاني دل سيني ۾، شيشي جي برابر آهي،
ڪنهن سيني ۾، ته پٿر کان به ابتر آهي،
درد جنهن دل ۾ سمايل، آها بهتر آهي،
سوم فرياد سان ٿئي ڪين، سا پٿر آهي،

رحم جنهن دل ۾ نه آهي، نه تنهن ۾ ايمانُ،
آهي حيوان کان بدتر، نه آهي سو انسانُ.

دل بيدرد وٽي ڪونه بشر پيدا ٿئي،
اهڙي انسان کان بهتر ته حجر پيدا ٿئي،
ڪوئي بيمار جي سُڪي ته اثر پيدا ٿئي،
ڪوني ٿڪي جي ڪڏهن، درد جگر پيدا ٿئي،

ڪوئي بيڪس جي هجي، سيني سر ٿي تنهنجي،
جي ڏکيو ڪوئي ڏسي، چشم به تر ٿي تنهنجي.

جي مقابل ۾ اچي شينهن، نه سا گهٻرائي،
سامهون توب جي ويندي، نه آها ڏرائي،
سا ٻڌون تي ۽ هزارن تي به غلبو پائي،
زخم جي ڪاني ته سيني تي هميشه کائي،

آئي وجهي پرزا مگر جان لڳائي پنهنجي،
جوهر اصل شرافت هي بتائي پنهنجي.

دانهن ڏکياري پڌڻ جو نه تنهن تاب هجي،
۽ نه ڇوري تي غم غير کان ڪجهه آب هجي،

نہ ڪڏهن تنهنکي خيال خورش و خواب هجي،
چين جو لحظو نہ تنهن، صورت سيماب هجي،

پيش مشڪل جي هجي ڪنهن کي، ڪري سا آسان.
طالب سر جي اچي ڪوئي، ڪري سر قربان.

بحر غم ۾ جي ٻڏي ڪوئي، بچائي تنهن کي،
زندگيءَ ڪان جي رسي ڪوئي، منائي تنهن کي،
ڪار بگڙي جي ڪنهين جي تہ، بنائي تنهن کي،
۽ شرافت ڪري، احسان نہ جتائي تنهن کي،

ٿو حمايت ڪري مظلوم جي، ظالم سان لڙي،
۽ غم غير جي لئہ جان ڪري پنهنجي ڪڙي.

جي بکيو ڪوئي سجهي، تنهن کي وجهي ڪارائي،
ڪو اگهاڙو جي هجي، تنهن کي وجهي ٻارائي،
بي گنہ ڪوئي نہ جاندار ڪڏهن ايذائي،
رحمتون اهڙو جوانمرد خدا کان پائي،

گلشن دهر ۾ سو شال ٽڙي، شاد رهي!
آهي "فائق" جي دعا هيءَ تہ سو آباد رهي!

محمد خان "غني"

## "يارن جو هڙو حال آهہ"

سچ سچ، پنهنجي وطن وارن جو هڙو حال آهہ،
عاشق و معشوق، سہ يارن جو هڙو حال آهہ.
زندگي آهي، مگر زنده دلي ٿي ڪانہ آهہ،
يعني ٿيو تنهنجي طلب گارن جو هڙو حال آهہ،
هو بہ ڪنهن معشوق وانگر، لڪ لڪوئي ڪن پيا،
آسمان ۾، چنڊ ۽ تارن جو هڙو حال آهہ.

ٿا پين، پر ڪوبہ ماڻي ڪونہ ٿو، ڪيف و سرور،
پنهنجي ميخاني ۾، ميخوارن جو ههڙو حال آه.

هن خزان جي دور ڪيو، تاراج آهي باغ کي،
گل بہ ڪومايل، ۽ گلزارن جو ههڙو حال آه.

ٿا وهن واهڙ، اڳوڻا، پر آمنگ ڏسي ڪانہ آه،
ٿا رهن مايوس، ٿيو يارن جو ههڙو حال آه.

منهنجي دل جي بحر غم جيئن، موجزن "مهراڻ" آه،
اڄ بہ آن جي آر، اوڀارن جو ههڙو حال آه.

ساوڻيءَ جي ٻار، ڪنهن کي سار هرگز ڪانہ آه،
درد دل ڪان، چشم جي لارن جو ههڙو حال آه.

سي رهن ڏسا دور ڏيسرا جن جا دلين ۾ ڏيا،
هاءِ! صد افسوس! دلدارن جو ههڙو حال آه.

اڄ بہ ڳائين ٿا، اڳوڻي ساز تي، وڌ سوز سان،
جهنگ ۾ ٿيو، پنهنجي پڪارن جو ههڙو حال آه.

سنگ سونهري پکو، ڳاهيو، ڪٽا ونڌوي ويا!
پنهنجي ڪيتن جو، ۽ لاٻارن جو ههڙو حال آه.

اڄ بہ چارا ڏيا آهي، پر بند پيا چارا ڏيا،
ڇا چوان اي يار! بيچارن جو ههڙو حال آه.

سنڌ جي صوفين جي سينن ۾، ڪدورت ڪانہ آه،
نيڪ مردن، ۽ مٺيادارن جو ههڙو حال آه.

جو لٽي ڪاڻي خوشيءَ جو دور، سو ويندو رهيو،
ملڪ جي مفلوڪ، نادارن جو ههڙو حال آه.

منهنجي پيغامن پهچائڻ ڪسان ڏنو قاصد جواب،
هاءِ هي منهنجي ڳجهن ڳارن، جو ههڙو حال آه.

گنج گوهر علم جو، اڄ قدردان ڪو ڪو رهيو،
پنهنجي دل جي يار شهہ پارن جو ههڙو حال آه.

سنڌ جو هر آدمي، تنهنجي سلامن تي رنو،
تنهنجي تن يارن، ۽ دلدارن جو ههڙو حال آه.

غمزدن جو ڪوبہ ٿيو، غمخوار ناهي اي "غني"،
هاءِ! صد افسوس! غمخوارن جو ههڙو حال آه.

"اسد" ٽکڙائي

# هلي آ سون ڏي دلربا

هو ياد ڪر ڪي راتيون، هو منڙيون منڙيون ڳالهيون،
جي تنهنجي منهنجي وچ ٿيون، نه دل تان منهنجي سي ويون —
هو عيش و ڪيف جو مزو، هو منهنجو تنهنجو ڇيڇڙو،
هو تنهنجو سون تي ڀروسو، هو منهنجو توتي آسرو،
هو ناز سوز ساز جو، اٿيل دلين ۾ ولولو،
نه هوش جنهن ۾ ڪو رهيو، هو ڏينهن جو ۽ رات جو —
ٿئين نه سون کان ڌار ڀري، نه تنهنجا پيچ وڃر ڀري
هو رنج و غم الم ڀري، ۽ غير جو قدم ڀري:
هي ڇا ڪيئي جو وئين ڇڏي، غمن ۾ سون کي تون گڏي،
سڏي ٿي توکي دل سڏي،
هلي آ سون ڏي دلربا!

سدا رهي ٿي جستجو، رلان ٿو تو لئي ڪوبڪو،
حرام عيش ۽ طرب، مدام رنج ۽ تعب —
جڏهن کان توسان اک اڙي، نه چين ڪير ڪوپل گهڙي،
هي زخم دل جو پيو چڙي، ڀڃي نه ٿو بنهه ڪڙي،
حريم دل جو نور تون، تجلي گاهه طور تون،
غيوب تون حضور تون، مجسمه سرور تون —
دل حزين کي ڇا ڪيان! ڪري وجهي نه ڪو زيان،
هي راز آهه جو نهان، ٿئي نه خلق تي عيان:
مجان ٿو سون ڪئي خطا، گهٽي آ تنهنجي پر عطا،
نفس نفس ڪري صدا،
هلي آ سون ڏي دلربا!

جتي ڪٿي بهار آ، بغل ۾ سڀ جي يار آ،
هٿن ۾ سڀ جي جام ڏس، خوشي به عام جام ڏس —
وسي ٿو ٽرب جو ڪڪر، هوا به بوء سان تربتر،
چمن ڏي ڪر ذرا نظر، جمي ويو رنگ آ دڪر،
رمي جتي به ديد ٿي، اتي گلن ۾ عيد ٿي،
زمين به سبز پوش ڏس، پيرو جوان ۾ جوش ڏس —
صبا جون مٺڙيون لوليون، گلن جون ڏس هي هوليون،
هي بلبلن جون ٻوليون، هي آب جوء جون ڇوليون،
۽ هي چمن ۾ ڇهڇها، وٽن نه مون کي ٿا صفا،
بغير تو اي مهلقا:
هلي آ مون ڏي دلربا!

اي مهلقا، اي دلبرا، ملي ٿو توکي ڇا ڀلا،
رهين ٿو مون کان جو جدا، چوان ٿو توکي برملا —
وفا جفا جي ڳالهه ڇڏ، عطا خطا جي ڳالهه ڇڏ،
سزا جزا جي ڳالهه ڇڏ، فنا بقا جي ڳالهه ڇڏ،
رهين ٿو موج ۾ مگن، اي سيم تن اي گلبدن،
اکيون اهي نه ننڊ ڪن، لڳي آ تنهنجي جن لڳن،
لڳي آ جن کي تار ڏس، سي روڪشِ هزار ڏس،
سي وقف انتظار ڏس، سي چشم اشڪبار ڏس،
نه ڪر تون هاڻ رڌوڪد، آ سڪ در سندني "اسد"،
تون جان هو سندني جسد،
ٻلي ته غير کان حسد:
هلي آ مون ڏي دلربا!

اياز قادري

# "شاعر"

اي خدائي عشق، اي پروردگار رنگ و بو،
تون زمين تي ٿو ڪرين ڪون و مڪان جي گفتگو،
تنهن جو مرغ فڪر اڏري ٿو جهان ۾ چار سو،
تنهن جي لفظن ۾ سمايل آهه دل جي آرزو،
تون ٿي ڇيڙين ٿو سدائين پيار الفت جو رباب،
پنهنجي نغمن سان زماني ۾ ٿو آڻين انقلاب.

آسمان کان دور پهچي ٿي وڃي تنهن جي نظر،
جت ملائڪ ٻي هلائي ٿو سگهي پنهن جو نه پر،
تنهنجي اکين جي اڳيان سارو ڦري ٿو بحر و بر،
تون زمين و آسمان جي ٿو ڏئين ساري خبر،
هردو عالم کي جو جڪڙي، آهين سو زنجير تون،
انقلاب و عشق جي خوابن جو آن تعبير تون.

تنهنجي نظرن جي اڳيان آه جلوهٔ لوح و قلم،
تنهنجي اڳو هردو عالم جي سدا گردن آ خم،
تون ڏسين ٿو آه ڪٿ تخت سليمان، جام جم،
جذبهٔ انسان کي ڪاغذ تي ڪرين ٿو تون رقم،
عڪس گلشن جو وجهين ٿو، تون خس و خاشاڪ تي،
عرش جون مهرون هڻين ٿو تون جبين خاڪ تي.

تنهنجي لفظن ۾ سمايل، آ تخيل جو شباب،
تنهنجي معنيٰ ۾ سمايل، آه بيحد آب و تاب،
شهد تنهنجي گفتگو، تنهن جي زبان آهي شراب،
تنهنجي جذبن جو فرشتن وٽ به ناهي ڪو جواب،
تنهنجي شعرن کان ٿو چڙهه، طاري ٿي جادوءَ جو اثر،
پنهنجي نغمن سان ڪرين بيهوش کي ٿو هوش ور.

حسن جي مغرور دل کي جيڪو بخشي ٿو غرور،
عاشق ناشاد کي جو سوز ۾ ڏئي ٿو سرور،
جيڪو روشن ٿو ڪري ظلمات ۾ قنديل نور،
جو خيالن ۾ اڏائي ٿو وڃي دنيا کان دور،
جنهن کان مستي موج ۾ دائم رهي ٿو هر بشر،
تنهنجي نظمن ۾ سمايل آهه ڪو اهڙو اثر.

تنهنجي آهن کان پريشان، ٿو ٿئي بيحد نگار،
تنهنجي نغمن تي ٿو سوچي پنهنجي دل ۾ بار بار،
ٿو عمل جي راه تي راهي ٿئي غفلت شعار،
۽ عمل سان ٿي وڃي ٿو هو گدا مان شهريار،

شعر تنهنجي، جا ستل دل کي جڳائي آهه،
سنگدل سهڻن کي جا تڙپائي اهڙي باه آهه.

تنهنجي لئي روشن ٿئي ٿو، آسمان ۾ ماهتاب،
تنهنجي لئي ٿي ابر تارن تي وجهي ٿو پيو نقاب،
تنهنجي لئي ٿي ٿا ٽڙن بلبل جي دل، رنگين گلاب،
تنهنجي لئي ٿي ٿي هلي باد صبا، با صد حجاب،

صبح جي رنگينين ۾ تون آهين نغمه نواز،
شام جي محفل کي گرمائي ٿو تنهنجو سوز، ساز،

درهم و برهم جڏهين تارن جي ٿئي ٿي انجمن،
پنهنجا ڪَر آهستي موڙي ٿو جڏهين برگ سمن،
گل مان شبنم جي زبان جنهن وقت آ محو سخن،
مست جڏهين خواب غفلت ۾ پيو آهي زمن،
تنهنجي دل جو ساز اهڙو ٿو اچي پو جوش ۾،
حسن تارن مان اچي ٿو تنهنجي جهٽ آغوش ۾.

# غزل

"خواب" حيدرآبادي

ٿيو وقت نمودار اچي رنج و محن جو،
قسمت جو نڪو ڏوھ، نڪو چرخِ ڪھن جو.

ٿيو فتنہ فسادن ذي جڏھن قوم جو لاڙو،
ٿيو عضوو جدا عضوي کان قومن جي بدن جو.

ٿيا ڏار جدا، وڻ کان ڪريا، پٽ تي اچي پنّ،
برباد ٿيو باغ سڄو قوسي ڪمن جو.

دريا جي اٿل ٻوڏ سڄي ملڪ کي ٻوڙيو،
ٻوڙن نہ ٻڏو سور سگر ڪڙڪو ڪنّن جو.

اڄ قلب و نظر ۾ نہ رهي آھہ بصيرت،
ٻوءِ فيض ڪٿان پهچي سگهي شيخ قرن جو.

مسجد جي جڳھہ تي تہ خرابات ٿي ڏسجي،
نيرنگ تون ڏسندين چا، اچا چرخِ ڪهن جو.

ناموس ۽ ننگ دين جو، دنيا کان رهيو دور،
ناٿيو نہ رهيو، دين يا دنيا جي، ڪمن جو.

هر شاخ شجر، گل ۽ ثمر، تازا ۽ شيرين،
شاداب رهي شال، هي گلزار وطن جو.

ڏني ٿهڪ ڪنوڻ ٿي، ۽ ڪڪر ڪن ٿا دعائون،
رحمت مان، ڪکن کي ٿيا بنائين لکن جو.

ڪر ڪين ڪڏهن "خواب" جي دنيا تي خوشي تون،
گهر آھہ مسافر، هي سدا رنج و محن جو.

## همايون بيگ "فائق"

محبت جو پينگهي ۾ پهريون اوراڻو،
ڏنو پيار مان مونکي آيل اوراڻو.

پڙهايو محبت جو مادر هو منطق،
پدر کان مليو ٿم، مزاج عاشقاڻو.

محبت کان محروم جو ابن آدم،
سو علم ۽ ادب هوندي آهي اياڻو.

محبت آهي علم ۽ پڻ عبادت،
محبت آهي مالُ، دولت ۽ ناڻو.

جهان سارو معشوق، عاشق اهو ئي،
سڏائي ڪٿي قيس، ۽ ڪٿ ٿو راڻو.

ڪو مالها تي نالو جپي رام جو ٿو،
ڪو رحمان چئي سوري تسبيح جو داڻو.

ڏسائي جنهين لاءِ مُلا ٿو مسجد،
تنهين لئي وسائي برهمڻ ٺڪاڻو.

جيئڻ ٿيو جدائي، مرڻ وصل آهي،
مرڻ ۽ جيئڻ کي ڪو سمجهي سياڻو.

آهي "احد" عاشق، ته معشوق "احمد"،
محبت جو ٿئو "ميم" سياڻا سڃاڻو.

محبت، شريعت، حقيقت جو مرڪز،
محبت، طريقت، معرفت، جني ڄاڻو.

ذڪريا ڪيو ڪرت سان ڪاٺ ڪنهن جي،
بلاول قبوليو محبت سان گهاڻو.

ٿيا ست سوريءَ ۽ عيسيٰ جنهين تي،
"محمد" به تنهن جي ئي ذري تي وڪاڻو.

سڄل، طعام، ماڙيون، زهر ماريءَ کي،
محبت وڻايو لُٽر، لنب، لاڻو.

ڪرشمو محبت جو ڪافي اهو ٿيو،
جو درگاهه موسل ۾ ڪاٺو اگهاڻو.

تنهن جي محبت پٺيون پير ڪيڙو،
جبل، جهنگ، جرسي سسئيءَ کي سياڻو.

"همايون" ابن "قليچ" آهيان آءٌ،
اٿم عشق ۽ شعر ورثو اباڻو.

## "اختر" رضوي

سڏي زمانو ٿو، رهه وقف انتظار اڃان،
خيال يار لئه ڪر دل کي بيقرار اڃان.

گلن جي جاءِ تي پيدا ٿين ٿا خار اڃان،
بهار آهي چمن کي نه سازگار اڃان.

وري به ڪو نئون طوفان، اچڻ تي آ شايد،
وڏي رهيو آ فضائن ۾ انتشار اڃان.

زماني ساز ڪنان دنيا ڦري وئي، ليڪن،
ڇوي ٿو پاڻ کي دنيا جو رازدار اڃان.

رڳو جلوس ڏسي ڪين ڪي تون ٿي حيران،
گهٽائي قافلا هوندا پس غبار اڃان.

مزو خراب ڪيو فڪر روز و شب "اختر"،
مليو حبيب مگر دل آ بيقرار اڃان.

## نارائڻ "شيام"

باهه "مجبور جي محفل" کي لڳايون، ساقي!
جوت جا دل جي وسائي، سا جلايون، ساقي!

ڇا ٿيو ساز پڳل آهه، تون ڇيڙ پنس ڪٿي،
ڪنهن طرح، ڏيان ته محفل جو ڇڪايون، ساقي!

ڪيس تون راهه جي ڪنڊن کان بچائيندين قدم،
خون سان تن کي به رنگين بڻايون، ساقي!

داغ انسان جي سر تي آ غلاميءَ جو لڳل،
صاف سو داغ غلاميءَ جو مٽايون، ساقي!

جنهن اڳيان چنڊ ۽ سورج به لڳن "شيام" ڦڪا،
جوت سنسار ۾ اهڙي کا جڳايون، ساقي!

## محمد علي "جوهر"

فريب جلوهء رنگين ۾ مبتلا آهيان،
حدود شوق جي دنيا جي انتها آهيان.

هزار رنگ حقيقت کان آشنا آهيان، مگر هي علم نه آهي، ته ڇا ۽ ڇا آهيان؟
زمانو جنهن کي ٻڌي ڪين، سا صدا آهيان، اثر نصيب نه آ جنهن کي، سا دعا آهيان.
ٻڌائي ٿو پيو انداز، وعدهء فردا، جا هر قدم تي ٿي زائل، سا مدعا آهيان.
فريب زيست نه ڏي، اعتبار زيست مون کي، طلسم عالم هستيءَ کان آشنا آهيان.

توهمات جو ڪهڙو بيان ڪيان "جوهر"،
خدا ٿيان ها! مگر بندهء خدا آهيان.

"راز" بلڙائي

هڪ ذڪ جو ڏڏل، مسڪين مڻل، آرام پرائڻ ڇا ڄاڻي،
ڪنڊن ۾ گذارڻ وارو ڀلا، دامن ڪي بچائڻ ڇا ڄاڻي.
جو عمر سموري آه، رهيو، آغوش بحر آفت ۾،
طوفان مان پنهنجي ٻيڙيءَ کي، سو پار لڳائڻ ڇا ڄاڻي.
تقدير جو دم هڻندي هڻندي، موت جي منهن ۾ ويندڙ ڪو،
تدبير سان پنهنجي مشڪل کي، آسان بنائڻ ڇا ڄاڻي.
بس جوش تڪلم لب تي ۽ سيلاب تمنا اکين ۾،
سرشار محبت ديوانو، احوال ٻڌائڻ ڇا ڄاڻي.
هو ۽ تسليءَ جون ڳالهيون اي "راز" ڪو ابندو ڪنهن کي يقين،
ڪلندڙ ڪي رئارڻ وارو ڀلا رئندڙ کي ڪلائڻ ڇا ڄاڻي؟

# قصيدو

## سهراڻ

ساجد "سرشاري"

ڏه واديءَ سنڌ آهي ٿي سبزه زار، مهراڻ تنهنجي دم سان،
۽ باغ علم و ادب ۾ ايندي بهار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

اسانجي عزت، اسانجي دولت، اسانجي ناموس جو سبب تون،
جهان ۾ حاصل ٿيو آسانکي وقار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

بگهاڙ، نارو، پڃاري، جمڙائو، ميرواه، کيرٿر، ڦليلي،
وهن ٿا هت واه، اهڙا کئي بيشمار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

هو پاڪ چوٽيون هماليه جون ڳري رسن ٿيون جي سنڌ تائين،
سو پاڪ پاڻي، اسين ٿا پيون آبدار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

جهان سڄي ٿو ته سنڌ آهي جهان ۾ بيشڪ سکي ستابي،
ٿيو آب وارو وطن سنڌ آبدار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

ڏسڻ جي چاهي، ڏسي وڃي ڪو، ته سنڌ جمڙاڙ جا نظارا،
هي سنڌ ۾ ٿيو بهار اندر بهار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

قدم قدم تي هزارين پيلا، هزارين پوکون، هزارين غنچا،
ٿيو گلشن سنڌ سارو ٿي لاله زار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

انهيءَ چوڻ ۾ وڌاءُ ته جو ڪڏهن به، "ساجد" ڪيو نه آهي،
اسان جو سرسبز شاد آهي ديار، مهراڻ تنهنجي دم سان.

# رباعيون

نارائڻ "شيام"

جو اسم وٺي تنهنجو، ٿو توکي سڀ ڪان،
ان اسم سان توکي ٿي مخاطب، ٿو چوان،
رک دور بديءَ کان، پلي گهرندو سا هجان،
ڪر مائل نيڪيءَ ڏي، گهران يا نہ گهران.

مَن مَن کي جهڪي، ڇو ڪرين هِت هُت سجدو؟
ڪي سمجهين بہ ٿو، نيت ڪرين هي ڇا ٿو؟
آداب عزازيل کان سک سجدي جا،
هڪ جو رکو هڪ جو، ۽ نہ مِن جو، مُن جو!

گل پن سان وجهي واجهہ، پريشان ٿين ڇو؟
خورشيد سان، شبنم سان نمايان ٿين ڇو؟
ڇالاءِ هتان هتان، ليا پيو پائين؟
پنهان نہ رهي سگهين، تہ پنهان ٿين ڇو؟

اکڙين ۾ پربل لڙڪ، ۽ ساجن بہ پري،
ساونڻ جو نظارو، هي اثر ڇا نہ ڪري؟
وڄ، وڄ، وڄي پٺي هنڌ ڪٿي وٺ بادل!
موتين سان ڏٺي شال، سندءِ جهول پري!

پلجي بہ مصيبت ۾ نہ فرياد ڪندس،
خودداري ڪڏهن پنهنجي نہ برباد ڪندس،
جو عيش طرب ۾ نہ ڪڏهن ياد ڪيم،
ڇا رنج الم ۾ سو هينئر ياد ڪندس.

مغرور ٿيس، تورڙي ڪ خوددار ٿيس،
در آءَ خدائيءَ جو هٺي خوار ٿيس،
بس غرق ٿيس "نيل" ۾ "فرعون" بڻي،
منصور ٿي سوريءَ جو سزاوار ٿيس.

اڄ آئي محبت سندي برڪات جي رات،
برسات جي سا رات، ملاقات جي رات،
اي ڪاش، اها رات ٿئي ها ڪي وڏي،
اف اهڙي رهي رات، فقط رات جي رات.

جيڪر نئين دنيا هجي، خورشيد نئين،
هر روز نئون جلوو هجي، ديد نئين،
هستي ٿئي سچ پچ تہ نئين هستيءَ جي،
هر روز نئين دل هجي، اميد نئين.

# آزاد نظم

شمشير الحيدري

## اي همسفرو

چپ چاپ هلو،
هوشيار هلو،
اي همسفرو!
ماحول ڀيانڪ ٿو ڏسجي،
ڪٿ راه جا خطرا آهٽ تي جاڳي نہ پون:
اي همسفرو! چپ چاپ هلو.

خاموش!
ذرا هوشياريءَ سان ......
اڄ رات ڪٺن آئي آهي،
– هيءَ راهِ گذر،
منزل جي سفر ۾ سڀني کان دشوار گذر آئي آهي:
اي همسفرو، هلندا تہ هلو!

اڄ رات اچانڪ پئجي وئي
ان دشتِ مصائب ۾ پهچي،
جو دشتِ مصائب
پڻجي ٿو ––– بي رحم درندن جو مسڪن!
جنهن جهنگل ۾،
هن کان اڳ ۾،
ڪئي قافلا ڦرجي لٽجي ويا ......
۽ ڪيئي مسافر ––– پنهنجو متاع ۽ مال لٽيرن
کي بخشي،
هن جهنگل جي
خنزيرن جي خوراڪ بڻيا!

اي همسفرو!
هڪ ٻئي کي سنڀاليندي گذرو!
رستي جي ڪنارن ۾ ٿي هتي
اونداهن، گهرن غارن ۾ ......
– ڪيئي لنب يون، ٽڪلا، ڳوراهون،
هڻ ڪڻ ۽ هزارين ازدهائون،
– ڪيئي ڪوراڙ بلائون،
خوراڪ جي لئي
چالاڪ بڻيون
ڦڻ ڦهلائي ––– گهمنديون هونديون!

چپ چاپ هلو ......
– هن جهنگل جي
پرهول وڻن جي ٻاڇولن ۾ "ڀوت" آهن!
خاموش! هوا کي ڪن آهن!
– جاڳي نہ پون.
ٻاڇولن جا خونخوار بگهڙ!
– ٻڙڪي نہ اٿن،
تاريڪ فضائن جي گهرن غارن ۾ لڪل
بگهڙن جي نگاهن جا شعلا!

هوشياريءَ سان......
اي هم سفرو!
هن جهنگل ۾،
- چيتا ۽ ببر ۽ گورپٽون،
۽ گجر رڇن جا ڪئين ٽولا،
۽ ٺگ ڦيرا ٽولن جا ٽولا،
هر وقت شڪارن جي ڳوبان
ڦرندائي وتن ٿا چڪر ۾!

هلندا ته هلو!
اي هم سفرو!
اڄ رات ڪئن آئي آهي،
هوشيار رهو! ۽ دم سانديو،
هلندا ئي هلو......
ليڪن هي ڇا......؟
ڪجهه ساه جي تيزيءَ جا هلڪا آواز ڪنن ڪان
گذرن ٿا!
۽ قدمن جي آهٽ به قريب ئي ٻڌجي ٿي!
شايد ڪي رهزن
موقعي جي ڳولا ۾ ڊوڙون پائن ٿا......
- هيءَ راهزنن، نانگن ۽ سرن، ۾ خوف انديرن
جي دنيا؟
ڀلجان ته نٿو ـــــ اي هم سفرو؟

ها ياد آيو......
ها ها ـــــ هي آهوئي رڻ آهي......
خوش ٿيو ۽ عيد ملهايو!
ان دشت مصيبت مان ئي هيٺ گذرون ٿا اسين،
جنهن جي پريان
- ٿورائي قدم -
منزل جي حسين ديويءَ جو
آهو استان آهي،

جت شوخ حسين، شفاف بدن
ڪنواريون، ۽ نازڪ ڪنيائون
سفيد ۽ صاف لباسن ۾ هردم
- مصروف تبسم ۽ رقصان
شيدائي بڻيون
منزل جي ويرن کي ٿيون سڏن!

ڪجهه ٻڌجي ٿو!
اي همراهو، ڪن لائي ٻڌو......
منزل جي مندر جي گهنڊ جو آواز،
ٻڌو ٿا ـــــ اي ساٿيو؟
بس چند قدم منزل آهي،
اڳتي ئي هلي منزل ٿيندي......

هلندائي هلو!
وڌندائي هلو!
تاريڪ فضائن جا سينا، همت جي چراغن سان
چيري،
وڌندائي هلو:
ڪجهه عزم سفر کي تيز ڪريو!
هيءَ رات اجها گذري ويندي،
۽ صبح جي ظاهر ٿينديئي، منزل تي پهچائي ٿي
ويندي......

اي هم سفرو!
- بس جاڳ رکي،
- هن جهنگل مان ـــــ بي خوف و خطر،
- هوشياريءَ سان،
هلندائي هلو؛
بس چند قدم!
هلندائي هلو ـــ هلندائي هلو ـــ اي هم سفرو!!

# ادب لطيف

جهامنداس پاڌيا

( ۱ )

آزاديءَ جي ديويءَ جي درشن لاءِ، هو صدين کان سڪي رهيا هئا؛ مگر ظالم ڪين اهڙو ته چوڪنيو ڪٿي پڌو هو، جو واهي وانگي به ڪين پلڪ جي جهلڪ پلٽي پوندي نه هئي.

هو به پنهنجو جاپ جاڳائيندا، گيت ڳائيندا رهيا. اسگن سندن مان سپنا جڙندا رهيا. اهي صورت وٺندا ويا. انهيءَ صورت جو هو ڌيان ڪندا، ڏن انهي ۾ آلاپ آلاپيندا، اڳتي وڌندا رهيا. روز بروز... اڳتي... اڃان اڳتي...... ڪونڌرن جون قربانيون، معصومن جون جانيون، عورتن جون سرم شرم جون نشانيون – هنن مڙيئي ڀيٽ رکيون، ته به درشن اڃان به نصيب ڪين نه ٿي ٿيو.

نيٺ ترانو آدي انادي آزاديءَ جو وڳو. نر خواهہ نارِيءَ؛ ٻار خواهہ ٻڍي، ٻند ٻچي، ٿيي ٻڙ ۾ پير پاتو!

جوانن ۽ جوانڙين، جان جي بازي لڳائي، آزاديءَ جي ديويءَ جي آڄ آجهائي.

پوءِ نيٺ هوءَ آئي. ميٽن جي ڍير مٿان سندس جهنڊو جهولڻ لڳو. هڪڙو پڌو هي حال ڏسي چوڻ لڳو: "ڇا صدين کان هنن ٻياباني سيج لاءِ سڪي رهيا هئاسين؟"

جوان هڪ سندس پر ۾ بيٺو هو، تنهن کان رهيو نه ٿيو. هن چيو: "نئين دنيا جي عمارت اڏبي جهونيءَ جي جنازي تي".

ٻالڪ تڏهين پنهنجي راند جي سائين سان گڏجي چيو: "هيءَ کيل کلاڙيءَ جو آهي، ڪي آزادي دلاريءَ جو؟"

عورت آڙي آئي ۽ چوڻ لڳي: "هيءَ افسانو آهي عورت جي دل جو!"

ڪلاڪار، هيءَ موت جي مورت بنائي، اکنڊ جوت جڳائيندو، جڳان جڳ نڀائيندو ٿو رهي پنهنجي ڪلا سان.

( ۲ )

تون آئينءَ آزاديءَ جي ديوي، مگر ترڪي وئينءَ الاجي ڪٿي؟ مون ته تنهنجي سواگت لاءِ ڪوٺيي مٿان مونا هنيان، جا ڪوڙون ڪيون؛ مگر مون ڏٺو ته تنهنجي لهر ۾ لڪين لڙهي ويا. پنڌن سيئي ٽوڙي، هو بي لغام ٿي، بي راهہ ۽ بي گاهہ وڃي رهيا آهن.

ڪيڏي نه قابليت آهي تنهنجي ڇڙواڳ بڻائڻ ۾ وس ڪيا! واءُ اهڙو ڪو الائو ڪٿي ڪوليو آئي، جو هرڪو ڏهه پنهنجيءَ ويندو ٿو رهي.

هر روز، لقاءُ سموريءَ ليٽ جو، تنهنجي ڪولڙيءَ جي آڳند اڳيان ٻيٺي، ڏسندو ٿو رهان. تنهنجي آئي، واٽي هر ڪنهن جي وات ايهائي "آزادي آهي آئي": ۽ هرڪو من ماڻي ڳالهه ڪرڻ، هلت هلڻ ۾ هوشيار ٿيڻ لڳو.

مون ڪان به رهيو نه ٿيو. مون چيو، "واهه ڙي ماڻي تنهنجو 'حسن'، جنهن هزارين حيران ڪري، ڪين ڳهلي هنيو آهي ڳار ۾! حسن ته هميشه حسين بڻائي- حسين داڳ ٿو لائي. اهو حسن ڪهڙو جو بي راهه، بي ڳاهه بڻائي! سارو ستاءُ الٽ پلٽ! وسند ويرانيءَ ۾ ڦري وئي!"

ٿوري وقت پڄاڻان تنهنجا پريمي چوڻ لڳا: "ستان ڪو لفظ ڪڍيو آئي!"

ساهه سوڙهو ٿيڻ لڳم ۽ چوڻ لڳس: "ڇا هيءَ آهي آزاديءَ جي آمد؟"

گهٽ ۽ سوڙهه پسي، پڙ ۽ ڊپ ڏسي، وسهڻ ائين لڳس ڄڻڪ آزادي ديس ڪي ديوانو ڪري، ملڪ مان ڪوچ ڪري وئي هلي.

هيءَ غلاميءَ جي تصوير، هوءَ پنهنجي حيرت انگيز ڪلا سان بڻائي، ڪامل ڪلاڪار جي ڪلا جو ثبوت ڏئي، ٿلوليءَ ۾ ڪلندي، وئي هلي دور- تمام دور!

( ٣ )

طوفانن ستان طوفان، زندگيءَ جي ستان لهرا ڏيندا، اونده اندڪار آئيندا پئي رهيا آهن. انهن طوفانن ۾ ته خانا آهن. انهن ته خانن ۾ لڪل رهي ٿو "راڻو".

جيسين نه نيون راهون، نوان رستا اکين اوڏو ٿين، تيسين الاجي ڪهڙي ڪرڙي ڳهائي ٿي سڄي!

زندگيءَ جي دور ۾ غور به ڪو اسراري آهي: مگر مام سنديس ملي ٿي تڏهين ٿي، جڏهين جهام ڪاٽي جهول جهلجي. توائي طوفان، جي ڪنبيو، ته ڪنبائيندو ۽ ڪانئر بڻائيندو: ۽ جي ڪيس ڇاتيءَ سان لڳائبو، ته آن جي دل جي ڌمال ٻڌي، ٻل پائبو.

پوءِ تڏهين انڌاري ۾ ٻارڙن جيان ريهان ۽ ڪيهان ڪرڻ مان وٽ ونڪ ڪهڙي وٺبي؟

طوفان جي آسمان ۾، آهي برقي طاقت جي جهلڪ، جنهن جي فلڪ جهلي، فرعون آڏو به انسان ٻيهيو وڃي!

سنڌس ماهو ڪيئن ڪري ڪيئن ڪريان؟

محبت جو طوفان به طوفان آهي: مگر ان جو اندازو بي انداز آهي- اهو ئي آهي راز ۽ ساز طوفان جي توانائيءَ جو!

ڪن ڏئي ڪو ٻڌي، اک کولي ڪو ڏسي، ته حسن حسرت سنڌو آهي عجيبن جي آواز ۾!

از- شيخ حفيظ

# "منهنجو متاع حيات"

(اهڙ سنڌ ادبي ڪانفرنس جيڪب آباد (تاريخ ...... ١٩٥٥ع) ۾ هڪ ادب پارو پڙهيو ويو هو، جنهن ۾ مرد خلاف عورت جي شڪايت بيان ڪئي ويئي هئي. هي تاثرات انهيءَ شڪايت جي جواب ۾ پيش ڪيا ويا آهن.)

ها ......... اي غريب ...... مون توکان بيک ٻني ...... بيک! ... تو ڇا ڏنو؟ ... تنهنجو متاع حيات! ... تنهنجو سڀ ڪجهه ... دل، دماغ، ايمان، اعتقاد ... سڀ ڪجهه ... تو سڀ ڪجهه ڏنو ...... منهنجي مڪر ۽ فريب جي صدقي ۾ ... سڪڻي خوشامد جي صدقي ۾ ...... منهنجي برپا ڪيل طلسم جي صدقي ۾ ... تو سڀ ڪجهه ڏنو ...... ها،... اي غريب، تو متاع حيات ڏنو.

مڪ ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسندي آهي، ته ڪوريئڙو ساڻ ڪري ڪين وهندو آهي. ...... ڪوريئڙو مک کين سمهندو آهي، بلڪ پنهنجي ڄار جي تارن کي وڏيڪ اڻڻ شروع ڪري ڏيندو آهي ...... تارون گهاٽيون ٿينديون وينديون آهن ...... مک کي چرڻ جي جاءِ ڪين جڙندي آهي ...... ويچاري ڦٿڪڻ کان به لاچار ٿي پوندي آهي، ۽ ......... پوءِ ڪوريئڙو کيس پنهنجي پيٽ ۾ پوري، سندس وجود ئي ختم ڪري ڇڏيندو آهي.

مون نياز ۽ نمرتا جو ڄار وڇايو، تو لاڙو ڪاڏو ......

مون صدا ورجائي، توکي جهڪتو پيو......

مون ڪشتو وڌايو، تنهنجو متاع حيات اچي منجهه پيو......

مون ڪوڙين خوشين جا خزانا لٽايا، تنهنجي عقل تنهنجو ساٿ ڇڏيو......

مون توکي پنهنجي زندگيءَ جو ساٿي سڏيو، تنهنجي خود اعتمادي موڪلائي ئي هلي...

مون خدا ۽ مذهب جو ذڪر ڪيو، تو مڪمل غلامي قبول ڪئي......

پکي پڃري ۾ قيد ٿي چڪو هو ...... مون چيريو ...... مون ڦاڙيو ... ماس ڪوري ۽ ...... ۽ چوسيل هڏيون راهه تي اڇلائي، ڪنهن ٻئي پکيءَ جي تلاش ۾ لڪري پس .......... منهنجو ڏوهه ڪهڙو؟ ......... مون ته ڪنهن ٿي ڪين چيو ته منهنجي ڄار ۾ ڦاسي!......... پنهنجي خود اعتماديءَ جو ساٿ ڇڏي! ...... عقل کي خيرباد چوڻ جي صلاح به ته مون ڪنهن کي ڪين ڏني هئي!......

خدا ۽ مذهب جون مرليون مون وڄايون؛ ڀيو ڪو ڄاڻي پڄڻي انڌو ڇو ٿي پوي؟
مون پنهنجو پورهيو ڪيو...... منهنجي محنت ڪي ته ڏس! ۽ ...... ۽ مليو ڇا اٿم؟
تون، ...... ۽ توڄهڙا ٿي پيا پڪي ...... منهنجو "متاع حيات" ...... منهنجي فهم
...... منهنجي عقل ...... منهنجي طلسم جو حاصل!

غريب، ......... خدا سان شڪوو نه ڪر...... قسمت جو ماتم نه ڪر......

تو وٽ عقل هو؛ تو ڪوڙين خوشين تي آهو قربان ڪري ڇڏيو.........

تو وٽ خود اعتمادي هئي؛ تو منهنجي ساٿ تي اها صدقو ڪري ڇڏي......

او هاريل راند يگر! ......... منهنجا منتر ڪم ڪندا رهيا...... منهنجو جادو ڇانئبو
رهيو................ تون ستو رهئين...... سمهيل آهين ......... ستو رهندين......
۽ جيسين ستو رهندين ................ تيسين ........... او هاريل جواري!.........
منهنجي طلسم جا شڪار! ...... منهنجو "متاع حيات"... مون ڪان ڪوئي ڇو کسي؟

سنڌيڪار "تاج" صحرائي

خليل جبران

# جمال

اي جدا جدا مذهبن جي رستن ۽ راهن ۾ ڀٽڪندڙ انسانو! متضاد عقيدن جي ديوارن ۾ سرگردان ڀٽڪڻ وارؤ!

اچو - "جمال" جي مذهب تي ايمان آڻيو ۽ ان کي، خدا سمجهي، ان ڪان حجاب ڪاڻو. هيڏيءَ ساريءَ ڪائنات ۾ "جمال" جي خدائي ڇانيل آهي. توهان جي سڀني علمن جو سرچشمو اهوئي "جمال" آهي. انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏيو، جي مذهب کي بيڪاريءَ جو مشغلو سمجهندا آهن. جي زندگيءَ جي ڏينهن کي دولت جي حرص، ۽ راتين کي عيش ۾ بسر ڪن ٿا. توهان "جمال" جي خدائيءَ ۾ يقين رکو. توهان "جمال" کي ڏسڻ بعد ئي زندگيءَ سان پيار ڪري سگهو ٿا. ۽ پوءِ وڏيءَ سعادتمنديءَ سان "محبت" جي طرف خيال ڏيو.

هو عورت جي معرفت توهان کي عقل جو آئينو ڏيکاريندو، ۽ توهان جي سرڪش روحن ۾ زندگيءَ جا جوهر پريندو.

...... ۽ بي ڪار لفاظين جي اونداهه ۾ پنهنجي زندگيءَ جي گهڙين کي ضايع ڪرڻ وارؤ! فضول فڪرن ۾ غرق رهڻ وارو! "جمال" توهان کي اهڙيءَ حقيقت جو رستو

ڏيکاريندو، جو توهان جي شڪن کي زائل ڪندو. ”جمال“ اهڙي روشني آهي جا باطل جي تاريڪين ۾ توهان کي رستو ڏيکاريندي. بهار جو اچڻ ڏسو، ۽ سج جي ابرن تي شور ڪريو - ”جمال“ سوچيندڙن جي حصي ۾ آهي. پکين جي گيت، تارين جي آواز، ۽ نديءَ ۾ وهندڙ پاڻيءَ جي لهرن جي شور تسي ڪن ڏيو - ”جمال“ ٻڌندڙن جي قسمت ۾ آهي. معصوم جي بي فڪري، جوان جي دل، شباب جي قوت، ۽ پيريءَ جي عقل کي ڏسو - ”جمال“ ڏسڻ وارن کي عزت جي نگاهن سان ڏسي ٿو. نرگس جهڙين اکين، گلاب جهڙن ڳلن، ۽ مکڻيءَ جهڙي منهن جي ثنا جا گيت ڳايو - ”جمال“ اهڙن گيتن ڳائڻ وارن جو قدر ڪري ٿو. سرو قد محبوب جي رات جهڙن ڪارن زلفن جي، ۽ هٿيءَ جي سفيد ڏندن مثل ڳردن جي تعريف ڪريو - ”جمال“، اهڙيءَ ساراهه ڪرڻ وارن جو ساٿي آهي.

حسن کي سامهون وهاري، ان جي ساراهه جا ڏيک پريو، دل کي محبت جي قربانگاهه تي ذبح ڪريو - ”جمال“، اهڙيءَ ساراهه ۽ قربانيءَ ڪرڻ وارن کي سئو بدلو ڏيندو آهي.

اي! ”جمال“ جي آيتن، ۽ ”جمال“ کي تسبيحن تسي پڙهڻ وارؤ، خوش ٿيو - غم جو فڪر نه ڪريو: توهان کي ڪو به خوف نه آهي، ۽ نه توهان کي مايوس ٿيڻ گهرجي.



تون هميشه ’بزم وصل‘ ۾ رهيو آهين، توکي ”درد هجران“ جي ڪهڙي خبر!
۽ ”غم جان“ جي ڪهڙي خبر؟

سڄي عمر، راحت کان سوا تو ڪابه چيز ڪانه ڏٺي آهي، ان صورت ۾ مزدور ۽ دهقان جي زحمت ۽ محنت ۽ مصيبت جي توکي ڪهڙي خبر؟

تنهنجي دل ۽ دماغ، جذبات ۽ وجدان تي ”ريبو“ طاري آهي، توکي حقيقي جذبات ۽ وجدان جي ڪهڙي خبر؟

تنهنجي زندگيءَ جو سارو خرچ، عيش جو سامان، محصول، ۽ ڏيتيءَ ليتيءَ جي زر، ڪباب ۽ شراب جو مصرف ته ”هارين جي انبار“ مان نڪري ٿو. ان صورت ۾ توکي، ”هڪ ماڻيءَ جي قيمت“ ڪهڙي خبر؟

تون ريشم، مخمل، سنجاب ۽ ڪيمخواب ۾ ملبوس ٿو رهين، توکي ان ”تن عريان“ جي ڪهڙي خبر جو گرميءَ ۽ سرديءَ ۾ ”اگهاڙو“ رهي ٿو؟

تون ’انساني احساسات“ کان خالي آهين، ان صورت ۾ مزدوري ڪندڙ، اهل ڪمال ۽ اهل هنر ماڻهن جي مصيبتن جي توکي ڪهڙي خبر؟ (ابوالقاسم - لاهوتي)

# افسانا

## اسان جا

| | |
|---|---|
| ١- چهڙي | بشير موريائي |
| ٢- شيد و ڏاڙيل | غلام رباني |
| ٣- نئين زندگي | علي احمد بروهي |
| ٤- جوابدار ڪير؟ | اياز قادري |
| ٥- لڪيل جواب | ع - ق - شيخ |
| ٦- زندگيءَ جي ڪنارن تائين | سراج الحق "بسمل" |
| ٧- درياءَ شاهه | غلام علي "ناشاد" |

## ٻين جا

| | |
|---|---|
| ١- پاشا | جمال الدين ابڙو |
| ٢- اکڙيون | الاهي بخش لاڙڪ |

## ناٽڪ

| | |
|---|---|
| ١- شاهدي | م - ع - ڏيلائي |
| ٢- ضعيف انسان | ايم - يو - ملڪاڻي |

## هڪ ڏينهن جي ڳالهه...

| | |
|---|---|
| ١- دلبر | غلام محمد "گرامي" |
| ٢- اسپرنگ خراب ٿي پيندا | محمد ابراهيم جويو |

ادب جي هر صنف لاءِ ڪجھ فني لوازم ٿين ٿا، جي هڪ صنف کي باقي اصناف کان جدا ڪن ٿا ۽ صوري ۽ معنوي فرق پيدا ڪري، پڙهندڙ کي اشتباه کان بچائين ٿا. اهو قانون افساني سان بہ لاڳو آهي.

هونئن تہ افسانو هر ڪهاڻيءَ کي چئي سگهجي ٿو، پر فني طور، ڪي افساني جا لوازم آهن. مثلاً: وحدت تاثر، رمزيت ۽ ايمائيت، مواد جي فنڪارانہ ترتيب ۽ چنڊ ڇاڻ، ٽيڪنيڪ جي پابندي، مختلف اجزاء جو ربط ۽ توازن، معنويت ۽ مقصديت ۽ افاديت کي پيدا ڪرڻ جو سليقو، ماحول جي تنقيدي مطالع، واقعات جي اسباب جي تفتيش ۽ ڇاڻ، مشاهدي ۽ تجربي جي فراواني، ڪردار جي حقيقي تصويرڪشي، لکندڙ جي سنجيدگي ۽ متانت، ڪردار جي مختلف ڪيفيتن ۽ عملن ۽ اوصاف کان غيرجانبداري، زبان جي رواني ۽ بي ساختگي، انداز بيان جي دل آويزي ۽ دل نشيني.

---

ٻورن لفظن ۾ هئن چئجي تہ، هڪ "تاثر" کي؛ جو ڪنهن مشاهدي کان پوءِ پيدا ٿيو هجي، يا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي بيان ڪرڻ سان پيدا ٿيو هجي، پنهنجي پاڻ تي مسلط ڪري، ان کي اهڙي انداز سان بيان ڪرڻ، جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان، اهو ساڳيوئي "اثر" پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ ۾ پيدا ٿئي، ان کي "افسانو" چئجي.

بشير موريائي

# ڇُھڙي

هوءَ ڏاڍي وڻندڙ نينگري هئي - ٻنگيائي هئي ته ڇا!

هوءَ ڪڏهن ڪڏهن ماءُ سان گڏجي ايندي هئي، ماءُ جي ٻڙي جي پلاند کي پڪڙي، ان جي پٺيان لڪندي، لڄي ٿيندي، ڪڏهن سرڪندي ۽ ڪڏهن منهن هيڏانهن هوڏانهن ڦيريندي ايندي هئي. ويٺين ۾ ننڍڙيون ڪاريون ڪانچ جون ڪنگڻيون پيل هونديون هيس. مائس، ڪاڪوس صاف ڪرڻ ويندي هئي، ته هوءَ اسان جي گهر جي پڌر ۾ ڪنهن نڪر ۾ پڌل ويٺي هوندي هئي. ڪڏهن انهن ڪنگڻين کي ٻانهن ۾ ويٺي ڦيرائيندي هئي، ته ڪڏهن وري گهر جي ٻٽين کي ڇتائي ويٺي ڏسندي هئي. اهي حرڪتون تيسين جاري رهنديون هيس، جيسين مائس ڪاڪوس صاف ڪري موٽندي هئي.

”ڦڏين! هن ڇھڙيءَ کي آنکي ته ڏجانءِ،“ امان اندران بورچيخاني مان رڙ ڪندي هئي.

هوءَ ننڍڙا ننڍڙا قدم کڻندي، جڏهن ٻهريون دفعو مون کان آنکي وٺڻ آئي، ته نالو پڇيومانس- ٻهرين، ڪجهه وقت ته هوءَ در جي طاق پٺيان لڪندي، ۽ چوريءَ چوريءَ مون کي ڏسندي رهي!

”نالو ٻڌاءِ، ته پوءِ آنکي ڏيانءِ“

هوءَ پنهنجو ننڍڙو، ڳتيل وارن وارو سِر ڌوڻي، انڪار ڪندي رهي. شرمائجي رهي هئي، هن جو انڪار به وڻيو پئي. ليڪ ڌيمي لهجي ۾ چيائين: ”ڇيمي“ - ۽ ڀڄي ويئي. آنکي به نه ورتائين!

”ڪيڏي نه شرميلي ۽ وڻندڙ آهي! ٻنگيائي ٿي ته ڇا!“ آءٌ سوچي رهيو هوس.

ٻي ٽي دفعا آنکي وٺڻ ڪانه آئي، هوءَ مون سان هري ويئي. هاڻي ٻيڌڙڪ منهنجي اڳيان اچي بيهندي هئي، اسان ڏسندي هيس ته چئينندي هيس:

”او ننائين! نڪر ٻاهر- ڪمرو ٿي گندو ڪرين. ڪهور وڃانءِ، ڏائڻ کي ٻاهر ڪڍ!“

۽ هوءَ هوريان هوريان، چپ چاپ ٻاهر نڪري ويندي هئي- ڪنهن کي اجايو ستائڻ جو نه گهرندي هئي! ڊوڪي داب مان ڪانپوءِ ڪجهه ڏينهن تائين هن جو اهو دستور ٿي ويندو هو، ته منهنجي ڪمري جي ٻاهر، دڳ ڏانهن ڪُلندڙ دريءَ جي ٻاهران، سيخن ۾ هٿ وجهي، بيهندي هئي. مان سمجهي وٺندو هوس ته آنڪي وٽڻ آئي آهي، پر هوءَ پنهنجي زبان سان ڪڇ به نه ڪڇندي هئي.

( ٢ )

هڪ ڏينهن هن آنڪي وٺڻ ڪانپوءِ شرمائجندي چيو: "مان ڪي ٻي پيسو ڏيندين؟"

"ته هن آنڪي ڪنهنجي ٿي وٺين؟"

"داديءَ جي."

"پوءِ، دادي تنهنجي ناهي ڪئن؟"

"آهي - آنڪي منهنجي ناهي."

سون ڪي هن جي اکين ۾ سرڪ سان گڏ لوڪ ترندا نظر آيا. ڇهن ٽــي سدا ٻيهار سرهائي هيس. ان ريت هوءَ روزانو سون ڪان پنج پئسا وٺي ويندي هئي. آنڪي ماءُ جي محنت جي اُجرت، پئسو پاڻ لاءِ.

هڪ ڏينهن پڇيومانس: "روزانو جيڪو پئسو وٺي ويندي آهين، ڀلاءِ ته ٻڌاءِ، ان جو ڇا ڪندي آهين؟"

"گهنگلو وٺنديس. پيرن ۾ ٻڌي لاليءَ ۽ لما (رما) وانگي ڇم ڇم ڪنديس."

مان هن جي ان معصوم خواهش تي کلڻ لڳس. پر هن جي منهن جو رنگ نه مٽيو. هن کي يقين هو ته هن جي اها خواهش ڏوس هئي!

هن جي نالي ۾ به ته گهنگهرن جي ڇنڪار سمايل هئي ——— "ڇيمي".

ڇيمي ڇهن ستن سالن جي هوندي، پر هئي ٻاتڙي! زبان ۾ شايد قدرتي ڪو ڪس هيس. سچ ته سخت ڪان سخت ۽ بي جان لفظ جڏهين هن جي زبان مان ادا ٿيندا هئا، ته انهن ۾ موسيقيت اچي ويندي هئي، جڻ گهنگهرن جو ڇمڪو ٿيو هجي.

( ٣ )

آءُ سمجهي نه سگهيو آهيان، ته سون ڪي هن لاءِ ايتري چاهنا ڇو هئي؟ ——— شايد هوءَ غير رواجي ٻارڙي هئي. شايد هوءَ نرالي قسم جي ڇوڪري هئي، اهوئي سبب هو جو هوءَ ڇوڙي نه سمجهڻ ۾ ايندي هئي. منهنجي دلچسپيءَ جو هي سبب به ٿي سگهي ٿو، ته سون کي ازحد معصوم ۽ ننڍڙا ٻارن لاءِ سڪ هوندي آهي. خاص طرح انهن ٻارڙن سان جن ۾ فطري طرح سان معصوميت ۽ شرارت جو ميلاپ هوندو آهي، پيار ٿيڻ سياويڪ آهي.

چيميءَ جي ماءُ رن زال هئي. چيمي، ستن سالن جي ننڍڙي چيمي، يتيم هئي. هن کي پيءُ جو پيار نصيب نه ٿيو هو. هوءَ چوندي هئي ته پنهنجي پيءُ کي ڏٺوئي نه هئائين. يا ڏٺو به هجيس ته ياد نه هوس. ڏيڍ سال جي مس هئي ته ان جي سانڀر نه هجيس.

ڏينهن لنگهي ويا.

هڪ ڏينهن، چيمي منهنجي ڪمري جي پاهرينءَ دريءَ جي سيخن ۾ هٿ وجهي، اچي بيٺي. مان لکڻ ۾ ايترو ته رڌل هوس جو ان طرف ڏيان ئي نه وجي سگهيو.

”جي جي ...... شي شي ......“ اهو هن جي اچڻ جو اطلاع هو.

”اندران ڦري آ، چيمي!“

هوءَ ڪاپي هٿ جي چيچ ڏندن ۾ ڏيئي، ڪنڌ لوڏي، انڪار ڪرڻ لڳي.

”ڇو؟“

”بيبي ماليندي.“

”نه نه ـــــ نه ماريندي. اچ ته پئسو به ڏيانءِ ...... ۽ ها...... اچ آنکي نه ولنديءَ چا؟ ۽ هاڻي ٻاهر ڇو بيهي رهندي آهين؟“

منهنجي ايترن سارن سوالن کان گهٻرائجي هن جواب ڏنو:

”نه نه ـــــ نا نه ـــــ بيبي ماليندي“

مان هن کي پڪڙڻ لاءِ اٿيس، ته هوءَ ڀڄي ويئي، ۽ رستي جي ڇيڙي تي بيهي، جڀ ڪڍي مون کي چڙائڻ لڳي ـــــ اها هن جي ڀرين شرارت هئي!

(۱۴)

آءٌ هڪ دوست کي خط لکي رهيو هوس،

”شي شي......“

سمجهيم چيمي آئي. ڏٺم ته نئين وڳي ۾ هئي. ڇيٽ جو رنگين چولو ۽ پنڪياٽين جو مخصوص، رنگين، چيني آئي سنهو ڀڙو. ٻانهن ۾ ساڳيون ڪانچ جون ڪاريون ڪنگڻيون. مڪڙي تي اهاڻي ڪپهه مرڪ، مگر اکيون ڳاڙهيون ۽ انهن ۾ ڳوڙها، جيڪي ياليو هئي ته اجهو ڳڙيا ڪي ڳڙيا ـ چيمي اجهو رني ڪي رني.

”ڇو، چيمي! ڇو؟“

هوءَ ٻنهي هٿن سان اکيون مهٽڻ لڳي؛ ٻه روئي ڏنائين. روئندي به ٿي ويئي ۽ ڪڏهن نئين چولي ۽ ٻڙي ڏي ۽ ڪڏهن اگهاڙن پيرن ڏي ڏسندي به ٿي ويئي. مان حيران، ته ٻارڙي ايترو ڇو ٿي روئي، ۽ ڪپڙن ۽ پيرن ڏي ڇو ٿي ڏسندي وڃي. چوڻ لڳي:

"دادي ء...... چولو پرو...... آرين (آلين) ڏنو...... گهنگلو نه...... موکان اهي پڻشا به ڪشي ولتائين...... جيڪي تو ڏنا ها!"

مان هن کي پرچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس، ۽ گهڻا جتن ڪري پڪ ڏيارڻ لاءِ کيس گهنگهرو ولي ڏنا.

"مان پيرن ۾ پائيندي س،" هوءَ خوش ٿي تاڙيون وڄائڻ لڳي، "اڄ ٻئي به مان ميري (ميڙي) آئي هانءِ!" هن ڄڻ ته مون تي رعب رکڻ چاهيو. اتفاق سان ان وقت ئي امان مون کان منجهند جي مانيءَ جو پڇڻ آئي. چيميءَ کي منهنجي ڪمري ۾ ويٺل ڏسي، اچي مٿي، چي: "اهڙو گندو ڪنن ٿيو آهين؟ ڇوڪريءَ کي ڪٺي مٿي تي چاڙهيو اٿيئي! انين کو ڪندو؟ پاڻئين کي به ايترو نه گهرين جيترو هن ڇنال کي!" هوءَ ڪاوڙ ۾ ٻاهر نڪري وئي، مانيءَ جو به نه پڇيائين. چيميءَ جو منهن لهي ويو، ۽ بنا چون چرا جي ٻاهر نڪري وئي. امان به ڪا هن لاءِ واجهائي رهي هئي. چيمي ٻاهر نڪتي ته امان ٻهاري کڻي سٽڻ لڳس. ويچاريءَ ڪجهه نه ڪڇيو، ڳوڙهو به نه ڳاڙيائين!

پڊر مان گند جو ٿين کڻي، هوريان ٻاهر نڪري وئي.

منهنجي حساس دل ۽ دماغ تي ان جو ايترو اثر ٿيو، جو منجهند جي ماني به نه وڻي. رات جي ماني به امان ۽ پاڇائيءَ منٿ ميڙ ڪري کارائي. امان چوڻ لڳي:

"اهڙو نرم دل به ڪو ماڻهو ٿئي! مون کي حيراني آهي، ته تون آفيسري ڪئن ڪري سگهندين؟ خدا گهربو ته نيٺ ڪو عهدو ماڻيندين، پوءِ زيردستن تي رعب ڪئن ڄمائي سگهندين؟ انتظام ڪئن رکندين!"

هيڏانهن، منهنجي ذهن ۾ ڪي ٻيا ويچار اٿلي رهيا هئا. آءٌ سماج جي اوڻاين تي غور ڪري رهيو هيس. انسان انسان کي ڌڪاري ٿو. انساني فطري پيار ۾ به ذات پات، اوچ نيچ جو دخل ٿي سگهي ٿو!

( ٥ )

ٻئي ڏينهن چيمي آئي! شايد ماءُ کي مار جي ڪا ڳالهه نه ٻڌائي هئائين، نه ته اچڻ نه ڏنيس ها. هن جي اکين ۾ رهي ڪهي مرڪ جي جاءِ به لڙڪن والاري هئي. هوءَ ڪاڪوس ميڙي ٻاهر نڪري وئي. امان به شايد ڪالهوڪي واقعي تي پشيمان هئي. ڇئي نه سگهي: پٽ، هن ڇوڪريءَ کي آنڪي ته ڏجانءِ، چيمي به معصوم ٿي ڏٺي. آءٌ پنهنجي ليکي شرمندو هوس. اچانڪ هوءَ ٻاهرين دريءَ جي سيخن کي پڪڙي اچي بيٺي. ڪو آواز نه ڪيائين. بس بيٺي رهي. پيانم، ابد تائين اهين بيٺي رهندي! مان ڪرسيءَ تان اٿي، ڏانهنس وڌي ويس چوڻ لڳي:

"تہ ن منهنجي دادا کي وٺي ايندين؟ — دادي ڪٿ ناهي."

مان ڏڪي ويس. ان جو ڪهڙو جواب ڏئي ٿي سگهيس! هن جهٽ ڪن ڪان پوءِ وري چيو:

"اڄ بہ آنڪون ڏينديون؟ دادي ڪٿ ناهي."

سون ٻياني ڪڍي، هن کي ڏني، تہ چوڻ لڳي، "سيان پنشا نہ ڏجانءِ."

"چو؟" سون حيرت مان پڇيس.

"اڄ ٻياني جو ڏني اٿي!" — هن سون کي ڳالهائڻ جو موقعو نہ ڏيندي چيو. "آنڪ جون ڪچوريون وٺندس- پنهنجي ڪاڻ ٿوروني! داديءَ لاءِ: ڪٿ جو ناهي!"

هوءَ هوريان هوريان هلندي هلي ويئي، ڏاڍي اداس پئي ڏٺي. دڙي تائين پهتي، جتي ٻن پنگياڻين جي گند جي دٻن سان هن جو دٻو بہ رکيو هوندو هو. سون ڏٺو، هن سينهو مٿي تي ناهي رکيو، ۽ پوءِ ان تي گند جو ٽين رکي هلڻ لڳي.

مان ڪيس ڏسندو رهيس.

هڪ ڏينهن صبح جو، ٻاڙي اوڙي جا ٻار اسان جي گهر جي ٻاهران رستي تي "سٽ ڪٽ" راند ڪري رهيا هئا. ڇيمي هنن جي راند سان مزو وٺي رهي هئي. جڏهن ڪينهون ڪني ٻانيءَ جي ڪسيءَ ۾ ٿي ڪريو، تہ هن ڪڍي آڻي ٿي ڏنن. هڪوار تہ ڪينهون هن جي هٿن ۾ آيو. هوءَ حسرت سان ان کي دٻائي ڏسندي رهي. ٻريان ڪنهن چوڪري رڙ ڪري چيس:

"او ڙي، او چهڙي! ڪينهون هيڏي ڦٽي ڪر، نہ تہ هڏ گڏ پچندوسانءِ."

ڇيمي ويچاريءَ ڊڃي، ڪينهون ڪٽي اڇلايو.

ٻريان ڪا بگي ٿي آئي، جنهن ۾ تازو وهو ڪيل گهوڙو جوٽيل هو، جو بگيءَ کي ڪنيو ٿي آيو. منهنجو چئن سالن جو ٻي سمجهہ ڀائٽيو وچ رستي تي ٻيهي، راند ڏسي ۽ تاڙيون وڄائي رهيو هو. بگيءَ وارو ٻريان ئي رڙيون ڪندو ٿي آيو، ۽ جيترو ٻئي گهوڙي جي رنن کي ڇڪيائين، اوترو ئي گهوڙي اڃانڪ ڏنا. ٻار رستي تان نہ هٽيو. ٻيا چوڪرا ٻري ٻري وڃي بيٺا. چوڪر جو وڏو ڀاءُ ۽ ڇيمي ڪيس بچائڻ لاءِ، ڏانهنس ڊوڙيا. پاڻس ڪجهہ ڏيرسان پهتي، نہ تہ آهو بہ ننڍڙي طارق ۽ ڇيميءَ جيان بگيءَ جي چيٽ ۾ اچي وڃي ها.

وٺي ٻارن ڏانهن ڊوڙيس. عورتون درن ٻئيان بيهي ٻار ڪيڻ لڳيون. بگي هوا ٿي وٺي هئي- سون هڪ ڪڄ تي طارق کي کنيو: ٻيءَ تي ڇيميءَ کي. هڪ ٻار رڙ ڪري چيو:

"ادا! اها چهڙي اٿي. ڪڄ تي نہ کڻيس. لٿا ڪنداءِ!"

ٻيا ٻارڙا "آخ-آخ" ڪرڻ لڳا. هڪ ٻار منهنجي ويجهو آيو: "اوڙي، هاڻي ادا بہ چهڙو ٿي پوندو" — تنهن تي ٻيا ٻار، ان حادثي کي وساري، وٺي ڪلڻ لڳا!

چيمي بيهوش هئي. سندس ستي مان رت وهي رهيو هو. ڪاهن ۽ سيني تي سخت رهڙون آيون هيس- هن سيائپ ڪري طارق کي پرتي ڌڪي ڇڏيو هو، جنهن ڪري هن کي رڳو ٽنگن تي معمولي زخم رسيا هئا.

گهر ۾ گهڙيس ته امان ۽ پاڇائي طارق لاءِ وهلور ٿي ويئون. چيميءَ لاءِ ڪنهن ٻه نه پڇيو. ان ڪان اڳ جو مون تي ڪوئي نڪته چيني ڪري ته "ڇوڪريءَ کي جو ڪڇ تي ڪنيو اٿئي"، مان ٻاهر نڪري ويس.

( ٢ )

اڄ چيميءَ کي اسپتال کڻي ويس. جڏهن هن جا زخم صاف ڪرڻ لاءِ ڪيس ميز تي ليٽايو ويو، ته ڪجهه سڏ ير ٿي. زخم صاف ٿيڻ مهل جاڳي پئي ۽ درد ڪان دانهون ڪرڻ لڳي. هن کي مضبوطيءَ سان جهلي، سوگهو ڪري، زخم صاف ڪيا ويا، ۽ انهن ۾ دوائون ۽ پائوڊر وغيره پري پٽيون ٻڌيون ويئون.

مان هن کي ڪڇ ۾ کڻي، ٻاهر رستي تي اچي، ٽانگي لاءِ واجهائڻ لڳس. هوءَ، رت وهڻ سبب، ڪمزور ٿي وئي هئي ۽ ڏرڪندي ٿي وئي. جهڪي آواز ۾ پڇيائين :

"ڪاڏي؟" .

"گهر — چيمي! تنهنجي گهر پيا هلون— هلون نه؟"

"نين ۽ سينهو ته ڪٿون، نه ته دادي گهر اچڻ نه ڏيندي!"

"چڱو پلا منهنجي گهر هلندين— ڪين؟"

"نه — بي بي ماليندي. تالڪ (طارق) کي چنگهه ۾ ڌڪ جيو لڳا آهن!" هوءَ سڏڪا پرڻ لڳي.

"نه نه — نه ماريندءِ. مان جو ويٺو هوندس."

نه نه — نا نه...... بي بي ماليندي! ...... هل ته دادا ڏي هلون!"

پوءِ هوءَ رئڻ لڳي.

مان منجهي پيس.

---

لهندڙ سج جي 'ڳاڙهاڻ' نئين صبح جي آمد جي خوشخبري ٿي ٻڌائي! جو زياده روشن ۽ تابناڪ ٿئي ٿو. جنهن جي سونهري ڪرڻن سان دنيا منور نظر اچي ٿي. رات جي "ظلمت پاش" فوجن کي سر لڪائڻ جي جاءِ به ڪانه ٿي ملي سگهي! ۽ انهن کي پنهن جي موت مرڻو ٿو پوي! (ڪن ڏان — برمي شاعر)

غلام رباني (سنڌي)

# شيدو ڏاڙيل

سج ٻه ڪانا ڪن متي چڙهي آيو هو. اڱڻ ۾، چنل کٽ تي، ڦاٽل رلهيءَ ۾ ويڙهيو سيڙهيو، هو ستو پيو هو. کٽ جي چوڌاري اسڪولي ٻارن جو ٽنب مڙيو بيٺو هوس.

"شيدو، شيدو، سائين ٿو سڏيئي!"

"اڙي اٿين ڪونه اٿندو: هلو ته سائينءَ کي سڏي اچون،" ٻئي واڪو ڪيو.

پر شيدو اهوئي ستو پيو هو.

تنهن تي، ٽئين ڇوڪر وڏي سڌس منهن تان رلهيءَ جو پلئه لاٿو. ڇوڪر جو پلئه لاهڻ ۽ شيدوءَ جو واڪو ڪري اٿڻ، "وڃي پنهنجي بابي ماستر کي پڌايو! مان ڪونه ايندس، ڪونه ايندس" — ۽ ست ڏيئي رلهيءَ جو پلئه ڇڏائي، هو وري ويڙهجي سيڙهجي سمهي پيو.

ڇوڪرا چپ چاپ هليا ويا.

"غفور اصل ڪونه مڙندو — ضرور سائينءَ کي چوندو ته سائين، شيدوءَ هيئن ٿي چيو. ڦالو به ته ٿاهي جوڙي ڳالهه ۾ لوڻ مرچ گڏيندو. ڀلا ڪريم؟ نه نه، هو به حرامي آهي — اهو به چوندو ته سائين توهان کي گاريون ٿي ڏنائين" — اهي ويچار ويچاريندي شيدو اٿيو. رلهي ٻري ڦٽي ڪري، کٽ هيٺان پيل پاڻيءَ جي ٿٻي دلي مان جهڙو منهن ڌوئڻ لاءِ پاڻيءَ لپ کڏيائين، تهڙو پاڻي، ڀڳل گهانگهي مان ڇٽ تي وهي ويو.

"پيشان دلو به ڀڳل ...... ڀلا هجي ابو اوڙ ته ......" هن جون اکيون آليون ٿي ويئون. کٽ تان رلهي کڻي، منهن اگهي، جهڙوئي در ڏانهن وڌيو ته ڇٽ تي هاريل پاڻيءَ تان پير ترڪي ويس. ڌو منهن ڀر وڃي ڪريو. ڪاري ڪٻڙي جي پٺيءَ تائين گوڏ به ڪپ ۾ ڀرجي ويس. اڃان اٿيوئي مس ته در کڙڪيو ۽ اٿين ٽنب ٻارن جو گهر ۾ گهڙي آيو. در تان ماستر واڪو ڪيو، "اڙي ڪٿي اچوس"! ...... ۽ ڇوڪرا شيدوءَ کي چنبڙي ويا — ڪو ٽنگن کان ڪو ٻانهن کان، ٽنگوٽالي ڪري هو کيس اٿين ماستر ڏانهن کڻيو ٿي ويا جيئن ماڪوڙيون ڪنهن مئل ڏينوءَ کي پنهنجي ڏرڙ ڏانهن نينديون آهن.

”هل اسڪول!“ ماستر، شيدوءَ کي ڇوڪرن جي وچ ۾ ڪري اڳ ۾ ٿي هليو.

”سائين گپ ۾ ترڪي پيو آهيان - کهڙي ڪن ڇڏيو ته ڏاڏ تان وهنجي اچان.“

”وهنجي ڏو پٽ!“ ماستر، شيدوءَ جي اگهاڙيءَ ٻانهيءَ تي ٻير جو لڪڻ هڻندي ڇار وڇان ڇيو.

اسڪول ۾ پهچي ماستر رڙ ڪئي، ”حمزا!“

”جي سائين!“

”ٻاڻيءَ واري واڍ ڪٽي آ!“

حمزو ٻاڻيءَ واري واڍ ڪٽي آيو، ۽ ماستر جي حڪم سان شيدوءَ کي بينچ تي ٻڌيءَ ۾ سهاري ٻڌڻ لڳو.

”سائين سو ڪهو آهي،“ حمزي، شيدوءَ کي ڇڳيءَ طرح بينچ سان جڪڙي ٻڌڻ بعد چيو.

”ها، پوءِ؟ ڇاڻي ڇيئي ته وڃي پنهنجي بابي کي دانهن ڏيو!“

شيدوءَ ڪڇوئي ڪونه - بس، ڇهڙي پٽ!

اسڪول ۾ ڇپ چاپ ٿي ويئي. ۽ پوءِ ان خاموشيءَ ۾ ماستر جي گارين جي گجگوڙ بعد، جڏهين ٻير جو لڪڻ وچ ڇيان وراڪو ڏيئي، بينچ سان ٻڌل شيدو تي وسڻ لڳو ته شيدوءَ جون اکيون ساوڻ جي ڪڪرن ڇيان اوهيرا ڪري وسڻ لڳيون. اهي گارين جو گوڙيون، لڪڻ جا وچ ڇيان وراڪا ۽ اکين جو اوهيرا ڪري وسڻ - تيستين جاري رهيا جيستين ڏيڍ مڻ جي پڇري ڪنڌڙ ماستر جي ٻانهن ساٿي ٿي پيئي ۽ شيدوءَ جي اکين مان وهندڙ مهراڻ سڪي ويو.

( ٢ )

’هڪ ايڪو ٻه ڏهاڪا، ايڪيهه.‘

’ٻه ايڪا ٻه ڏهاڪا، ٻاويهه.

’ٽي ايڪا ٽي ڏهاڪا ......‘. ”اڙي بس ڪيو، ڪتي جا ٻچ!“-

ماستر صاحب اسڪول ۾ داخل ٿيندي چيو. ڇوڪري ڇپ ٿي ويئي. ماستر صاحب دستور موجب حاضريءَ جو ڪتاب ڪڍي حاضري وٺڻ لڳو.

”حمزو“ - ’حاضر سائين‘

”قالو“ - ’حاضر سائين‘

”غفور“ - ’حاضر سائين‘

”ڪريم“ ..................

”ڪريم!“ ماستر ٻيهر واڪو ڪيو.

”شيدو!“

"شيدو!!" ......

"سائين شيدو ۽ ڪريم ٻئي ڪونه آيا آهن،" حمزي اٿي چيو.

"ڪالهه ڳڙهه جيڏي مار ڄڃلي اٿائين، وري اڄ ڪٿي جو ٻٽ نه آيو! اڙي تو مان مان ڪنهن ڪيس ڏٺو؟"

بشير، ماستر ڏي نهاريندي، ٻاهون ٻڌي، چوڻ لڳو، "سائين صبح جو ٻئي ڄڻا ميري جي هٽ تان ڇاورن جي لائي ولي، مڪان واري ڪوهه ڏانهن ٻئي ويا. مون چيومان ته 'هلو اسڪول' - تنهن تي مون کي ٺڪ وهائي ڪڍيائون!"

"پيسا ڪاڏهون آندائون، جو لائي ورتائون!" ماستر عجب ۾ پنهنجي چيو.

بشير ڊڄي ڊڄي چوڻ لڳو، "سائين... سائين! مون کي نه مارجو... مان ڏسيانو؟"

"ڳالهه ڪر!"

"سائين، ڪالهه نوري جي گهران رائي چورائي هئي سين. هٽ تي وڪڻيون - ٻارنهن آنا مليا. ٻر سائين مون کي هڪ ڏوڪڙ به نه ڏنائون. ٻارنهن ئي آنا شيدو ۽ ڪريم کڻي ويا!"

"ها، ڪٿي جا ٻٽ چوري نه ڪندا ته ٻيو ڇا ڪندا. نه ماءُ نه پيءُ کو چوڻ آکڻ وارو ته اٿن ڪونه. اهي حرامي ٿر وڏي هوندي ڪات هڻندا. اهي پڙهيا! جيڪي هينئر ئي چوريون ٿا ڪن، سي وڏي هوندي کهڙا آڪ ڪارا ڪندا. پر مون کي ته عجب آ ته اهي ساني ڪٿون ٿا کائن؟" ماستر صاحب ڇوڪرن ڏانهن نهاريندي چيو.

"سائين ڪڏهين ڪڏهين اوبر سوبر اسان ڏيندا آهيون،" قاسم درزيءَ جي ٻٽ اٿي چيو.

"۽ سائين ڪڏهين ڪڏهين اسان،" وڏيري جي ٻٽ انور اٿي چيو.

"ها، ننڍي هوندي آڙين ٽڙين ٽڪرن تي پلبا، ته وڏي هوندي ضرور چوري ڪندا!" ماستر نفرت وچان چيو، ۽ ٻوءِ ڪلاس جي ڪم کي لڳي ويو.

( ٣ )

انهي ڳالهه کي سال گذري ويا. اڄ شيدوءَ جو سڄي ٿر ۾ ڏهڪاءُ هو. ٻارنهن ڪوهيءَ ۾ چڱا چڱا جوان مرد، شيدوءَ جو نالو ٻڌي ڏڪي ويندا هئا. هاڻي هن کي شيدو ڪير ڪونه ڪوٺيندو هو. ماستر جنهن شيدوءَ کي ننڍي هوندي موچڙن سان ڪٽي ٺوڊ جو ٽڪر بنائي ڇڏيو هو؛ قاسم درزي ۽ ڳوٺ جو وڏيرو عيدل خان ۽ ٻيا جن جي سڪلن ٽڪرن تي شيدو ننڍي هوندي پليو؛ اسڪولي ٻار، جي شيدوءَ جا ڪلاسي هئا، جن مان ڪي اڄ ڪڙمي هئا، ڪي مزور هئا، ڪي ٻڪرار ۽ خود شيدوءَ جو ننڍي هوندي جو يار، ڪريم، جو اڄ پنهنجي ٿر جو سڄو رازو هو- اهي سڀ ڪيس شيدو ڌاڙيل ڪوٺيندا هئا.

شيدو هو به ته پورو پورو ڊاڙيل. سندس شڪل به هوبهو ڊاڙيلن جهڙي هئي، ٽانڊن جيان ٻرندڙ ڳاڙهيون اکيون، جن مان ڇڻ ته باهه جون اولڙيون ٿي نڪتيون، جن مان شايد ڪڏهن به ڪا رحم پري نظر نه نڪتي هئي. رڳ جهڙيون ٻانهون، جن ۾ آسمان جي سيني مان تارن ڇني وٺڻ جي طاقت سمايل هئي. ڪلهي تي سدائين چانديءَ جيان چمڪندڙ ڪهاڙي. رات جي اونداهه ۾ شيدوءَ جي ڪاري چمڙيءَ جي ته سان ڊڪيل ڀيانڪ صورت ائين لڳندي هئي ڄڻ ته ڪنهن ڀوت جو پاڇو هجي. مطلب ته شيدو هيٺر پورو پورو ڊاڙيل هو، انسانيت جي جسم ۾ هميشه چڪندڙ هڪ ڦٽ.

شيدو، هيٺر ڇنيءَ ڇماهيءَ ڳوٺ ايندو هو. ڳوٺ هو صرف ٻن ماڻهن سانگي ايندو هو: هڪ ڪريم لاءِ، جو سندس ننڍي هوندي جو يار هو، ۽ ٻيو زيبيءَ لاءِ!

زيبي، شيدوءَ جي ڳوٺ جي هڪ رن زال هئي. عام هليل هو ته سوس کي زهر ڏيئي ماريو هئائين. شيدوءَ جي هوءَ يار هئي، سا به جڳ جهان کي ڪل هئي. شيدو، زيبيءَ تي اصل چريو هو. زيبي هئي به سورت. سڄي ڳوٺ جو نڪ هئي. ڪاريون ڪاريون اکيون جهڙا پونئر! سنهڙا چپ، سنهڙو نڪ. ڪپهه جي ڦڙن جهڙا اڇا ڳل، جن تي وقتي وقتي ٻکيهر جا ڦڙا ائين چمڪندا هئا جيئن گلابي گلن جي ورقن تي صبح جو ماڪ جا ڦڙا! سنهڙي چيله، ساوڻ جي درياءَ جيان اڀرندڙ ڇاتي! جنهن تي ڊگها ڪارا وار ائين لڳندا هئا جيئن ساوڻ جي درياءَ مٿان ڪا پورب کان ڪڪرن جي ڪارونڀار ڇانئجي وئي!

( ۴ )

شيدو اڄ پورن ڀنجن مهينن ڪانپوءِ ڳوٺ ۾ آيو هو. ڪريم جي گهران ماني کائي، هيٺر هو زيبيءَ جي گهر زيبيءَ سان گڏ هڪ ئي کٽ تي سمهيو پيو هو.

”ڏاڍا ڏينهن لاتئي!“

”تو ته ڪانگ ٿي اڏايا!“ شيدوءَ، زيبيءَ سان چرچو ڪندي چيو.

”نه ته وري ڇا! سڀ توجهڙا آهن ڇا! توکي ته سيني ۾ دل آهي ئي ڪانه. ٻڌ ائيني پٿر.“

”۽ توکي.........“ شيدوءَ ايجان پنهنجي ڳالهه پوري ئي نه ڪئي ته در کڙڪيو. شيدو، اٿي وڃي در لاٿو. در تي وڏيري جو ڪمدار بيٺو هو.

”شيدو راڄا، وڏيري ڪوٺايو اٿئي.“

”صبح ايندس،“ شيدو در ڀيڪوڙي، اچي زيبيءَ سان گڏ کٽ تي ليٽيو.

”ڪير هو؟“

”وڏيري جو ڪمدار.“

"ڇو آيو هو؟"

"وڏيري ڪوٺايو آهي- ڪو هوندس ڪو- صبح جو ويندس." انهن جي شيدو زبيدہ سان ڳالهه وري رهاڻ ۾ لڳي وئي. اڃان ويرم نه گذري ته وري در کڙڪيو. شيدو ڪاوڙ کائي اٿيو. در کوليائين در تي وڏيرو بيٺو هو.

"سائين، توهان تڪليف ڪئي!"

"ابا، سڀني خير- رئيس ڏاڳو خان آيو آهي. تنهنجي نالي پڇائين ته آيو آهين، سو توکي هينئر ئي سڏايو اٿس."

ڏاڳي خان جو نالو ٻڌي شيدو وٽان ڪان انڪار ڪري نه سگهيو ۽ وڏيري سان گڏ اٺي اوطاق ڏانهن هليو.

ڏاڳي خان جو نالو سڄي تر ۾ وچيل هو. هو وڏو ڳوٺنگ زميندار هو- چڱا ڀلا ماڻهو به سندس نالي کان ڪڙ کائيندا هئا. خود ضلعي پوليس جا عملدار به کيس "سائين" جي سلام ڪندا هئا. ڪل نه ڪو پوليس جو آفيسر سائس نهي نه هلي- ڏينهن بدلي ڪرائي، ٿر ۽ لاڙ جا وڻ ته ڏيکاري ڇڏيس! ٻري، ٻري، سڀ جي هلندي هئي.

ڏاڳو خان ظالم به ته هڪ ئي هو. ڪل نه تر ۾ ڪنهن سهڻي ڇوڪريءَ تي اک پئيس. ڏاڳي خان جي هٿان بچي نڪتي ته ٿئين ڇاني. پيو ته ڪيئن، پر ڏينهن ڏٺي جو راهه ويندڙ ماڻهوءَ کي خون ڪرائي ڇڏڻ به رئيس لاءِ ڪا وڏي ڳالهه نه هئي. وٽس وڏا وڏا نامي بدمعاش، ڌاڙيل، خوني ۽ وارنٽي ويٺل هئا. هو سڀ ڏاڳي خان جي راڄ ۾ الوليون ڪندا هئا. مجال هئي ڪنهن کي جو ڏانهن اک کڻي به نهاري. رئيس چوندو هو، "سان جوڳي آهيان. منهنجي گودڙيءَ ۾ ڪاريهر نانگ آهن. ٻيا جوڳي ڪاريهرن جا ڏند پٽي، انهن کي کير پياري، سولي وڄائي، ڏوڪڙ ڪمائيندا هوندا. پر مان؟ سونڪي ته گهرجن ئي ڪاريهر ڏندن وارا، زهريلا، زور ڏنگڻا. ڪيڏو نه مزو ايندو آهي سونڪي جڏهن ڪو ماڻهو منهنجي ڪاريهر جي ڏنگ کان ڏنگيو آهي. ويرم ئي ڪانه لڳي: بس هٿ، ۽ ڪٽ!"

۽ رئيس جي اها ڳالهه سورنهن آنا نه ته ارڙنهن آنا سچي هئي. ڪيئن؟ اجهو هيئن.

هڪ دفعي ڳوٺ جي ٻڌر تي رئيس ويٺي رچ ۽ ڪتن جي ويڙهه ڏٺي. اوچتو ڪو پرديسي پچائيندو پچائيندو آيو. رئيس کي ڏسي چيائين، "رئيس، ٻيرا ڪٿي تو تائين پهچايا اٿم! مينهڙي هيم سنا- ٻچڙن ٻني کير لپ پيتي- بس اها وئي اٿم ٻڌجي! هاڻي وراڻ نه وراڻ آهي تنهنجي هٿ ۾، رئيس!"

رئيس کي ڪاوڙ لڳي يا تماشو! حڪم ڪيائين، "اوي هن کي ٻڌي ڳوٺ ۾ سبوا ٻيرا ڪٿي آيو آهي رن پٽ مينهن وراڻ!"

رئيس جو حڪم الله جو حڪم. انهن ئي ٻن چئن ڇهن غريب ڪي ڏسي، ٻڌي ٿي ڳوٺ ۾ وڌو. ڳوٺ جو منهن سڀي اندانونس رئيس اڳيان. رئيس چيو ۽ ٻڌر تي ڦٽي ڪري، ڪتا ڇڏ ٻوس!

حڪم جي دير هئي - ڪتا ڇٽا ته ڪاري ڳوٺ ۾ ڦڪندڙ شيءِ مٿان چڙهي ويا. ۽ ٻوءِ پرديسيءَ جون دانهون ايستائين عرش جي مٿان ورنديون رهيون جيستائين ڪتن ٻانهي هٿي ٻاسو نه ڪيو!

سو شيدو اڄ انهي ڏڳاڻي خان اڳيان بيٺو هو. "ٻلي آئين شيدن!"

"خوش هوندين، بابل سائين!" شيدوءَ ٻئي ٻانهون ٻڌي، رئيس ڏانهن نهاريندي چيو. "ڪاٿي گذارين؟"

"سائين ملڪ مولا جو وڏو ويڪرو آهي."

"پرديس ڇڏي ڏي، بابا!" ۽ پوءِ رئيس راز واري لهجي ۾ شيدوءَ کي چوڻ لڳو، "چڱائي تو چوانءِ، ٻچا! ڇڏي ڏي پرديس جي پچار. اڄ، اچي مون وٽ رهه. پيا ٻه ته رهيا پيا آهن نه! ڪا مهل نه ڪنهن جهڙي. اچي وڃين ڪنهن مهل پوليس جي چنبي ۾ ته!" ۽ پوءِ رئيس ۽ شيدو ڳالهين ۾ لهي ويا.

( ٥ )

شيدو هاڻي رئيس ڏڳاڻي خان وٽ رهندو هو. رئيس جي حڪم تي هن رئيس جي ڪيترن ئي مخالفن کي سڌو ڪيو - غريبن جا جهڳا برباد ڪيا، خون ڪيا، ۽ انهيءَ ڪري هو رئيس کي ڏاڍو پيارو هوندو هو......

پر پوءِ، اوچتو شيدوءَ جي رئيس سان اڻبڻت ٿي پيئي. ۽ اها خبر ته جڳ جهان کي پنجي ويئي. ڪنهن ڪيئن ٿي چيو، ڪنهن ڪيئن. سچي ڳالهه جي خبر رڳو ڪريم کي هئي.

هڪ رات ڪريم، زال کي چيو، "رات اسر جو اٿي ماني پچائج."

"ڇو"

"شيدو ماني ڪاڏيءَ تي ويندو".

"ڪيڏانهن؟" زالس عجب ۾ چيو.

"مٿي پٽي هيٺ - لاڙ جي طرف"

"ڇو؟"

"رئيس ۽ شيدو ۾ اڻبڻت ٿي پيئي آهي."

"اهو وري ڪيئن."

"ڳالهه ڪج نہ ڪنهن سان ـ رئيس شيدوءَ جي يار زيبيءَ سان ڪرجي ويو آهي ـ هينئر تہ زيبي وڃي رئيس جي گهر ويٺي آهي. شيدو چئي ٿو 'رئيس کي خون ڪندس'. پر رئيس بہ ڏاهو آهي. هن بہ چاري چڙيا آهن. شيدو ٻن چئن ڏينهن لاءِ ڪرو رئيس جي منهن تي ٿي ڪوڙ چڙهيو آهي. ڪيس جان جو خطرو آهي. ڪالهہ پوليس جي صوبيدار مون ڪان شيدوءَ جو پڇو پڇو پر مون چيومانس تہ الائي ڪٿي آهي. شيدوءَ سان اها ڳالهہ ڪجانءِ سو جيائين تہ اڄ نڪران هتان تہ پيو ڏينهن ٿئي. سو رات ويندو هليو."

اسر جو شيدوءَ اچي ڪريم جو در ڪوڪايو. شيدو ۽ ڪريم اچي ويٺا ڪٽ تي ـ ڪريم جي زال ماني آڻي اڳيان رکين. اجان بہ گرهہ وڌائون تہ در ڪوڪيو. شيدوءَ جي دل ڌڙڪي اٿي، پر ڪريم همت ڪري وڃي در کوليو. اجان ڪريم جو در کولڻ ۽ صوبيدار جو پنجن پوليس وارن سان گڏ اندر اچڻ. مانيءَ تان اچي شيدوءَ کي اٿاريائين. چي، "تو تي وارنٽ آهي."

همراهہ ٻڌجي ويو.

(٦)

صبح جو، سڄي ڳوٺ ۾ نہ، پر سڄي تر ۾ ڳالهہ هلي ويئي: "نامي گرامي ڌاڙيل شيدو ٻڌجي ويو"ـ ۽ پوءِ هوريان هوريان شيدوءَ جو نالو ماڻهن جي زبان تان لهي ويو.

پورن پنجن مهينن بعد، اوچتو وري هڪڙي صبح جو ماڻهن جي زبان تي شيدوءَ جو نالو آيو.

سڄي ڳوٺ ۾، گهٽين ۾، موچيءَ جي دڪان تي، لوهر جي دوڪان تي ماڻهن جا ميڙ بيٺا شيدوءَ جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. اسڪول جي در تي ماستر صاحب هڪ ميڙ ڏي سنهن ڪيو اخبار پڙهي رهيو هو: "سنڌ جي نامي گرامي ڌاڙيل شيدوءَ کي ڦاسي ڏني ويئي. مٿس ڇهن خونن ۽ تيرهن ڌاڙن جا ڏوهہ ثابت ٿيا. شيدو ڪيترو وقت ڪان لڪيو هو، پوليس کيس پڪڙي نہ ٿي سگهي. مگر بعد ۾، رئيس ڏگاڻي خان جي مدد سان پوليس، شيدوءَ کي سندس هڪ دوست جي گهر مان گرفتار ڪيو. انهيءَ ڪري سرڪار نامدار طرفان رئيس ڏگاڻي خان کي ڏهن هزارن روپين جي ٿيلهي انعام طور ڏني ويندي."

---

سرمايہ داري جا بنياد، جنهن جي تعمير تمام مضبوط آهي، سا اڄڪلهہ انقلاب جي سامهون سرنگون آهي، ۽ لرزه براندام آهي. ڪائنات تي ڇانئجي ويندڙ اڪيلي وڏيل صدين جو گرجدار آواز ٻڌو! اهو ڇا آهي؟

اهو آهي، "انساني ارتقا" جو ڪڏ ٿيل غصو! هڪ انقلاب انگيز طوفان، جنهن ۾ بجليون چمڪي رهيون آهن، ۽ گويا بغاوت جا شعلا آهن، جن جو "انقلاب لاڳو" ٿئي ٿو.— (مائيڪاوسڪي)

علي احمد بروهي

# نئين زندگي

خيراتي اسپتال جي وچين وارڊ ۾، لوهي چارپائيءَ تي ليٽندي، ظفر سوچيندو رهيو. بيماريءَ کي اچي ٻه هفتا ڪن گذريا هئس. علاج معالجو ته ڪافي ڪجهه ڪيو ويو هو، ليڪن الاجي ڇو، ڪنهن به ٽڪيءَ فرق نه ٿي ڪيو. ڊاڪٽرن طرفان دوا سان گڏ دستوري دلداري ۽ ڏڍ به ڏنو ٿي ويو، ليڪن ظفر کي بخوبي ڄاڻ هئي ته سندس زندگي ۽ موت جي دنگل جو آخرين نتيجو ڪهڙو نڪرڻو هو ۽ آخرين فتح ڪنهن کي حاصل ٿيڻي هئي. ليڪن ان لاءِ کيس ڪا به ڳڻتي يا فڪر هرگز نه هو.

آخر موت ڪو مِٺو ته نه آهي، ۽ نه وري ظفر ڪو پهريون انسان هو جو موت جي منهن چڙهيو ٿي. ازان سواءِ، ظفر کي زياده جيئڻ جي به ڪا خاص خواهش نه هئي. هن ڏوڙ ۽ ڏڏڙ جي گولي تي ڪجهه عرصو گذاريو هئائين. گهڻو ڪجهه ڏٺو وائٺو، گهميو گهتيو ۽ کاڌو پيتو هئائين. عيش عشرت، ڏک ڏاکڙا، سرديون گرميون، خواهه دنيا جون لاهيون چاڙهيون، سڀ طئي ڪري چڪو هو. هاڻ چند گهڙين بعد سندس زندگيءَ جي ڊراما جي آخرين ڊراپ سين ٿيڻي هئي. 'ترت کيس موت جو منهن ڏسڻو پوندو' - اهو ڄاڻي کيس هڪ قسم جي مسرت محسوس ٿيڻ لڳي، جهڙي کيس ننڍپڻ ۾ ڪنهن نئين ملڪ ڏسڻ باعث حاصل ٿيندي هئي!

ظفر سوچيندو رهيو، ۽ سندس خيالات جي دنيا وسيع ٿيندي رهي. پنهنجي گذشته زندگيءَ جو جائزو وٺندي، ظفر ڏٺو ته سندس گذريل عمر، جا ستر سالن جي لڳ ڀڳ هئي، درجي بدرجي فلمي تصويرن جيان، تصور جي پردي تي نمودار ٿيندي رهي. ظفر نهايت متعجب ٿيو جڏهن ڏٺائين ته سندس زندگي هڪ ظفر جي مسلسل زندگي نه هئي، بلڪ هزارها 'ظفرن' جي مختلف عارضي زندگين جو مجموعو هئي.

ظفر ڏٺو ته سندس زندگيءَ جي شروعات هڪ اهڙي 'ظفر' سان ٿي جو فقط گوشت پوست جو لوٿڙو هو، ۽ جنهن کي نه سمجهه هئي ۽ نه ٻوجهه. هو فقط ماءُ جي ٿڃ تي پلندو رهيو ٿي. بعض اوقات مشڪيو ٿي يا رنو ٿي. کيس نه هو فڪر معاش، نه هو عشق بتان جو سوداءُ ۽ نه ياد خدا. ان بعد هڪ ٻيو ظفر نمودار ٿيو جو پنهنجن پيرن تي بيهي

سکيو ٿي. هن پنهنجن مٽن مائٽن کي سڃاڻڻ ۽ 'امان بابا' نقل ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، يا ڪڏهن ريڙهيون پائڻ ترڪ ڪري ڪٽ جي سهاري ٻير ٻير جي پرئڪٽس ٿي ڪئي. ظفر نمبر ٽيون، ڪڙو تڙو ۽ ڦوٽ ڇوڪرات هو، جو زندگيءَ جي نئين دور ۾ گامزن ٿيڻ لاءِ آتو ٿي ڏٺو. هي طفل مڪتب هو ۽ دنيا جي غم فڪر ۽ جهنجهٽن کان آزاد. هن جو اڪثر وقت راند ڪيڏڻ، هل بکيڙو ڪرڻ ۽ طوطي جيان سبق ياد ڪرڻ ۾ صرف ٿي ٿيو. ان بعد جنهن ظفر منهن ڪڍيو سو نهايت سهڻو ۽ شڪيل نوجوان هو ۽ هزارها خوبين خصلتن جو مجموعو. هن ظفر ۾ جواني هئي، جوش هو ۽ امنگ هئا. قسمت سانگي، جي سندس پلاند ڪنهن ٻئيءَ سان اٽڪي ٿي ويو، ته سندس سموري جسم ۾ سيسرائيون ايري ٿي ويون. هي ظفر دنيا جي چار ۾ چوڪنبو ڦاٿل هئڻ گڏ، هڪ نئين قسم جي بيماريءَ ۾ مبتلا نظر ٿي آيو، جنهن کي ڪن عشق ٿي سڏيو ۽ ڪن محبت. هي ڪڏهن هرڻ جيان رڃ جي ريب ۾ ڊوڙندو ٿي رهيو ۽ ڪڏهن سرد آهون ۽ شوڪارا ٿي ڀريائين. ليڪن هي ظفر به اڳين ٻين ظفرن جيان چند پلڪن جي جهلڪ بعد نظر کان غائب ٿي ويو، ۽ سندس جڳهه والارينڊڙ ظفر نهايت سنجيده مزاج ۽ بردبار ٿي ڏٺو. هن ظفر جو گردن دنيوي بوجهي سبب جهڪيل هو ۽ سندس قدم ۾ نه اها تيزي هئي ۽ نه گرمي. ڪيس اهل عيال، ٻار ٻچا، مٽ مائٽ ۽ سوين ٻيون جوابداريون هيون. هي ڪرڙوڏ ظفر زمانه ساز ۽ آزمودگار انسان هو. هرهڪ ڪم ٿڌي سيني ۽ سوچ ويچار سان ٿي ڪيائين.

آخرين ظفر هڪ عمر رسيده، ضعيف ۽ خدا ترس شخص هو، جنهن جو جسم هيڻائيءَ ۽ خوف خدا کان ڏڪندو ٿي رهيو. هي زاهد، متقي ۽ پارسا هو، جنهن جو سمورو وقت ٻين کي نصيحتن ڪرڻ ۽ سجدن ڏيڻ ۾ صرف ٿي ٿيو. هن جا وار سفيد، ڏند عدم پيدا، ۽ قدم نهايت سست ۽ ڪمزور هئڻ سبب ٿڙڪيا ٿي. هيءُ ظفر خيراتي اسپتال جي وارڊ ۾ لوهي چارپائيءَ تي ليٽندي ڪجهه سوچي رهيو هو.

ظفر سوچيندو رهيو، حالانڪ فلم جو عڪس سندس دماغي اسڪرين کان اوجهل ٿي چڪو هو. آخر اهي سڀ 'ظفر' ڪٿي هئا؟ هو ٻار ڪٿي هو، جنهن اڄ ٿي ٻچيءَ ٽنجڻن ۾ ٻڌل رهيو ٿي. هو ڇوڪرات ظفر ڪٿي هو، جنهن ٽيا ٽينگس ٿي ڏنا. هو نوجوان عاشق ڪيڏانهن ويو، جنهن عشق ٿي پچايا ۽ نڪر کي مٽو ٿي ڏنو؟ هو ڪرڙوڏ ظفر ڪٿي غرق ٿيو، جنهن سياست ٿي ڪيڏي ۽ آدم جو اولاد ٿي وڌايو؟ ۽ هي پيڙو قريب المرگ ظفر ڪير هو! هرهڪ ظفر کي پنهنجي زندگي هئي - ۽ هڪ ٻئي کان مختلف نوعيت جي! هرهڪ جي شڪل شبيهه، اٿڻي ويهڻي، خيالات ۽ خواهشون، علحده علحده هيون. ڇا هيءَ حقيقت هئي ته اهي سڀ ظفر مري چڪا هئا، ۽ سندن قبرستان لوهي چارپائيءَ تي ليٽيل ظفر جو بيمار جسم هو؟

ظفر انڌيري ۾ ڪجهه روشنائيءَ جا ڪرڻا ڀسي رهيو هئو هن محسوس ڪيو ته هر هڪ ظفر جي زندگي عارضي ۽ محدود هئي. هر هڪ پنهنجو وارو وڃايو. هر هڪ جي فطرت، وضع قطع ۽ عادت نرالي رنگ ڍنگ جي هئي. هر هڪ جي عمر ۽ سمجهه مختلف هئي. اهي سڀ ظفر موت جي زد ۾ اچي چڪا هئا ۽ هاڻ انهيءَ ظفر جو به انت اچڻو هو، جو لوهي چارپائيءَ تي ليٽي سوچي رهيو هو.

ظفر کي هي احساس ٿيڻ لڳو ته موت ۽ زندگي کي ٻه مختلف يا متضاد چيزون نه هيون بلڪ هڪ ساڳي وستو. ظفر کي هيءَ حقيقت روشن ٿيندي رهي ته موجوده دنيوي زندگي بذات خود هڪ موت جي زندگي هئي ۽ انسان هر گهڙي، هر ساعت، هر ڏينهن مرندو ٿي رهيو ۽ هر دفعي هڪ نئون انسان سندس خال پريندو ٿي رهيو- جئن ڪو انسان نديءَ جي ڪناري تي ويٺل هجي ۽ سندس پاڇو وهندڙ پاڻيءَ تي پوندو هجي ۽ هر ساعت سندس پاڇي هيٺان نئون پاڻي ايندڙ هجي!

ليڪن، انسان جي موت جي زندگي، مستقل نه هئي: ڇاڪاڻ ته ڪجهه وقت بعد، انسان جو جسم بيڪار ۽ بيجان ٿي زمين تي ڪريو ٿي، تڏهن اهو موت انسان جي موت واري زندگيءَ جو آخرين موت ٿيو ٿي، ۽ جنهن بعد انسان جي هر ڏينهن واري موت جو خاتمو آيو ٿي، ۽ انسان بعد ۾ خيالات ۽ احساس جي نئين زندگيءَ ۾ داخل ٿيو ٿي.

موت ڪو جن ڀوت يا ديو نه هو، جنهن کان خوف يا خطرو ڪيو وڃي. هرگز نه. موت هڪ فطري قانون هو، ۽ دنيوي زندگيءَ جو ضروري پهلو هو، ۽ اهڙوئي سلسلو جئن ٻج مان ٻوٽو، ٻوٽي مان مکڙي ۽ مکڙيءَ مان اُڏيل گل ٿئي ۽ بعد ۾ گل خوشبوءِ ۾ تبديل ٿي فضا ۾ جذب ٿي وڃي ۽ باقي گل جا مادي حصا بيڪار سڙده پٽن جي حالت ۾ هيٺ ڪري زمين دوز ٿي وڃن.

ظفر سوچيندو رهيو ۽ هاڻ هن پاڻ کي نهايت هلڪو محسوس ٿي ڪيو. سندس پيشانيءَ تي اڳ جي فڪرات جا اهڃاڻ هئا سي ميٽجي چڪا هئا. ظفر جي چپن تي مسڪراهٽ نمودار ٿي.

دو مري چڪو هو، ۽ ڪنهن اها خبر ئي نه هئي ----.

---

شايد "سعيد" کان پوءِ ڪجهه عرصي تائين، سفيد ڏاڙهيءَ جي ٿوري نشان سان زنده رهان! ۽ پوءِ انهن ڪراڙن وانگر، جي جنگ جي ميدان مان سلامت موٽيا آهن، ديوار جي پناهه ۽ سهاري ۾ هلندي، واڻان وڃائيندس، ۽ ٻڌائيندس. ان وقت منهنجي چوڌاري هڪ "سحر انگيز رات" هوندي، نون ماڻهن جي "قدمن جي آهٽ" هوندي، ۽ منهن زبان تي "نوان ترانا" هوندا - (ناظم حڪمت)

"اياز" قادري

# جوابدار ڪير

هن جي تقرير، تاڙين ۽ نعرن جي شور ۾ ختم ٿي. هن کي هار وڌا ويا، ايتري قدر جو سندس منهن به گلن جي وچ ۾ نظر نٿي آيو. اڄ هرڪنهن جي وات ۾ هن جي واکاڻ هئي. هو قوم جو صحيح ترجمان هو. اهوئي سبب هو جو ماڻهن جي دلين ۾ هن جي لاءِ بيحد عزت هئي، پيار هو. اڄ به سندس تقرير ٻڌڻ لاءِ هزارين ماڻهو اچي جمع ٿيا هئا. هڪ ٻئي مٿان ڳاهٽ پئي ٿيا. ميدان ۾ پير پائڻ جي به جاءِ نه هئي، پبلڪ پارڪ سڄو ماڻهن سان سٿيو پيو هو. اونهاري جي سخت گرميءَ ۾ ماڻهن جو دم پئي گهٽيو. ماڻهو پگهر ۾ شل ٿي ٿيا، مگر جيئن پوءِ تيئن پيڙ وڌي ٿي وڌندي. سندس تقرير شروع ٿيڻ کان اڳ ٻن چئن هنڌن ڌڪا مڪي به ٿي مگر وري سانت ٿي وئي.

اڄ هن ڳالهايو ۽ دل کولي ڳالهايو- سماج جي ان بدنما داغ لاءِ جنهن کي 'عصمت فروش' ڪوٺين ٿا، جا چند سڪن تي پنهنجو جسم ٻين جي حوالي ٿي ڪري! هن چيو ته پاڪ آستان ۾ اهڙي پليدي جا اڏا بند ڪيا وڃن، جنهن مان گناهه جي باهه ڀڙڪي ٿي اٿي، جن جي الن ۾ هزارين گهر سڙي خاڪ ٿي ويا آهن.

هن جي تقرير ختم ٿيڻ تي نعرا بلند ٿيا- هن جي "زنده باد" جا نعرا- "خرابيءَ جا اڏا مرده باد" جا نعرا! هن جي زبان جادوءَ جو اثر ٿي رکيو- ان کان سواءِ هن عوام جي ترجماني ٿي ڪئي- پليدي جا اڏا، جنهن مان ڪو به سلامت نه وريو. هڪ ٺهراءُ پاس ڪري سرڪار کان گهر ڪئي وئي ته 'يڪدم اهي اڏا بند ڪيا وڃن: جي اهي بند نه ڪيا ويا ته ان خرابيءَ جو سيلاب زياده واڌارو ڪندو.'

هو خوش هو- ڏاڍو خوش هو- پنهنجي تقرير کان، ماڻهن جي جوش کان، سندن تاڙين کان، انهن جي نعرن کان- سندس "زنده باد" جي نعرن کان، "پليديءَ جا اڏا مرده باد" جي نعرن کان. هن جي ڪنن ۾ اڃا به تاڙين جي ٺهڪن ۽ نعرن جو شور ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. هو ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. هن کي بيحد هار وڌا ويا، ايتري قدر جو سندس دم گهٽجي رهيو هو. ماڻهن کيس سندس نيڪ جذبي ۽ تحرڪ تي مبارڪون ٿي ڏنيون. آخر هو ملڪ جو وڏو ليڊر هو، عوام جو ليڊر هو- وڏو سياستدان هو.

ٻه ڄڻا هن گهر موٽيو، ۽ ٻيا دوست به کيس ’خدا حافظ‘ چئي، پنهنجي پنهنجي گهر روانا ٿي ويا، تڏهن چپراسيءَ کيس ٻڌايو، ”هڪ عورت اوهان سان ملڻ ٿي گهري.“ هن جي خيالن جي ڪڙي ٽٽي پئي. سندس خيالن ۾ رخنو پئجي ويو. هن خيال ڪيو ڪهڙي عورت ٿي سگهي ٿي؟ شايد سندس تقرير کان متاثر ٿي ڪا عورت کيس مبارڪ ڏيڻ آئي هجي. چپراسيءَ کي کيس اندر موڪلڻ لاءِ چيائين، ۽ پاڻ وري خيالن - شهرت جي خيالن، ليڊريءَ جي خيالن، سياست جي خيالن - ۾ گم ٿي ويو. اوچتو ”ڇم ڇم“ جي آواز سندس خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو ته هڪ جوانيءَ جون منزلون طي ڪيل عورت هار ڪنيون بيٺي آهي. هن جي دماغ تي ڪنهن هٿوڙو وهائي ڪڍيو. هو سوچڻ لڳو، سندس ذهن تي جهونو نقش جنهن تي وقت گرد و غبار چاڙهي ڇڏيو هو، تازو ٿيڻ لڳو. گذري ويل زمانو - رنگين زمانو، جوانيءَ جو زمانو، مستيءَ ڀريو زمانو - جنهن ۾ ڪيف ۽ سرور هو: سڀ جوان هئا - امنگ، جذبا - هوءَ ۽ هو! عورت اڳتي وڌي، آهستي آهستي چيو، ”آءٌ انهيءَ هنڌان آئي آهيان. جنهن کي پليديءَ جا اڏا ڪوٺيو وڃي ٿو. آءٌ اوهان کي مبارڪ ڏيڻ آئي آهيان. مون سان گڏ منهنجي ڌيءَ به آهي“. نوجوان ڇوڪري اڳتي وڌي. ساڻس هن ڌانهن مشڪي نهاريو. سندس انهيءَ مشڪڻ ۾ هزارين زخم پنهان هئا. ”اوهُ، هيءَ اسان جي قوم جو ليڊر آهي! هن جا سچي قوم تي ٿورا آهن! خاص طرح اسان تي سندس خاص مهربانيون آهن!“ اهو زهر جو ڍڪ جو سندس لبن تي پهچي ويو هو، هوءَ پي وئي ۽ سانت ٿي وئي. ڇوڪريءَ هن کي هار وڌو. ماءُ ۽ ڌي ٻاهر هليون ويون. ”اسان تي سندس خاص مهربانيون آهن!“ جا اکر سندس سيني ۾ چڀي ويا انهيءَ ڪنڊي وانگر جو لڳڻ کان پوءِ ڀڄي پئي ۽ سندس ڪجهه حصو اندر ئي رهجي وڃي. هن جي اکيان ماضيءَ جو ڪُل نقش آهستي آهستي چٽيءَ طرح اڀرڻ لڳو. اهو ڏينهن جنهن ڏينهن کان اهو ترقيءَ جي راهه تي گامزن ٿيو، اهو ڏينهن جنهن ڏينهن هن ڪنهن جي اميد کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو. هن کي اها رات جا سندس گناهن وانگر ڪاري هئي، ياد اچڻ لڳي - جنهن رات هوءَ پنهنجي ماڻن کي خيرباد چئي، هن سان وڃڻ لاءِ نڪري آئي هئي - جنهن رات هُن دنيا کي ڇڏيو مگر هو پاڻ دنيا کي ڇهڻي پيو - جنهن رات هن سماج جي ڪابه پرواهه نه ڪئي، مگر هن سماج کان ڊڄي ويو. جنهن رات هن عزت کي محبت مٿان قربان ڪيو، مگر هن ”عزت“ خاطر محبت ڇڏي ڏني - ڇو؟ ڇاڪاڻ ته هن دنيا ۾ ڪجهه ٿيڻ گهريو ٿي - ڇاڪاڻ ته هن ليڊر ٿيڻ ٿي گهريو. هن جون آهون ۽ دانهون به سندس پٿر جهڙي دل کي ارم نه ڪري سگهيون. سندس محبت جي واسطن به سندس دل تي اثر نه ڪيو. جڏهن هن هر هر گهر واپس وڃڻ لاءِ ٿي چيس، مگر هوءَ تڏهن گهر ڪيئن ٿي واپس وڃي سگهي! هوءَ ماڻن

کي چڙي آئي. ان کان سواءِ، هوءَ ماءُ ٿيڻ واري هئي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪيئن ڇوڪري ماڻهن لاءِ ڪارنهن جو ٽڪو بڻجي، زندگيءَ ڀر ٽانئن طعنا ۽ ٽنڪا سهندي رهي! هو سوچي رهيو هو - انهن ڏينهن ۾ هن جي ستاري چمڪڻ شروع ڪيو هو. هن ان ڪي اونداهيءَ جي ڪکرن هيٺ آڻڻ نه ٿي گهريو. هن جي عوام ۾ عزت وڌندي ٿي وئي، ۽ هن ڪي پنهنجي آئينده جو خيال هو. هن ڪي آخر رنڊو چڙي هليو ويو هو - "تون کهر وڃ، آءٌ توسان شادي ڪري نه ٿو سگهان. منهنجي عزت کي ڌڪ لڳندو - آءٌ زندگيءَ ۾ ڪٿان جو به ڪين رهندس."

اڄ وري گهڻيءَ مدت کان پوءِ - اٽڪل پندرهن ويهن ورهين کان پوءِ جڏهين سندس شهرت جو ستارو اوج تي هو، جڏهين سندس نالو هر ڪنهن جي وات ۾ هو، جڏهين هو ملڪ جو مشهور سياستدان ۽ قوم جو ليڊر هو، تڏهين هوءَ هن جي اکيان آئي - محبت جو اهو گل جنهن کي واس وٺڻ کان پوءِ پيرن هيٺ چيپاڻي ڇڏيو هئائين - شراب جي اها بوتل جنهن جي ورتائڻ کان پوءِ زمين سان ٽڪرائي پاش پاش ڪري ڇڏيو هئائين! مگر هوءَ اڄ نئين رنگ ۾ هئي - سماج جو هڪ بدنما داغ هئي! ۽ هن سان هن جي ڌيءَ به هئي! هو سوچيندو رهيو - هي دنيا ۽ سماج جا بدنما داغ، ڪارنهن جا ٽڪا - مگر......

سندس دل ٻيهجي وئي.

دنيا جي اخبارن ۾ وڏين سرخين سان سندس موت جي خبر شايع ٿيل هئي. سندس واڪاڻ ۽ تعريف ۾ خاص نمبر ڪڍيا ويا. هن جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي روشني وڌي وئي. هو قوم جو ليڊر هو. ملڪ جو وڏو سياستدان هو. هن خرابيءَ جي اڏن برخلاف هلچل هلائي، پاڻ کي ماڻهن ۾ مقبول بڻايو هو. ملڪ ۾ ماتم جي لهر ڇانيل هئي. هن جي لاش سان هزارين ماڻهو ساڻ هئا. پير پائڻ جي به جاءِ نه هئي. پيو جڻ پوءِ ٿئي وڌندي ٿي وئي. هن جي لاش مٿان بيحد گل وڌا ويا. هو گلن ۾ پورجي ويو. هو عوام جو ليڊر هو، جنهن عصمت فروشيءَ جي اڏن برخلاف هلچل هلائي هئي.

---

مان شاعر آهيان - گلن، ستارن ۽ بهارن جو نه! بلڪ مان شاعر آهيان، غريبن، مزدورن ۽ بيڪسن جو! منهنجا شعر "قوس ۽ قزح" جي خوشنما، نقوش تبسم جي نرمي ۽ بلبل جي نغمه سنجي کان بيگانه آهن. منهنجا شعر "ڳاڙهين چڻگن" جو سچ آهن. مون شراب جا "جام" ڀڃيا آهن. "رباب" ٽوڙيا آهن. ۽ "لباس" بدليا آهن.

منهن جي شعر ۾ "کهاڙين ۽ تلوارن" جي چمڪ هوندي،
مان نيم عريان، فاقه ڪش، پٺاڻن جو ترجمان آهيان
مان "اناج پيدا ڪندڙ" مظلوم ڪڙمين جو آواز ٿيندس!
مان خيبر جي عظمت کي زنده رکندس!
مون گهڻا لباس بدليا آهن - ۽ منهن جو هي لباس "آفاقي" آهي.

(قلندر - پشتو شاعر)

ع ـ ق ـ شيخ

# لڪيل جواب

„پرواهه ناهي، تو اڄ مون کي ڌڪاريو......
نفرت ڀريءَ نگاهه سان نهاريو،
شوخيءَ ۽ ڪاوڙ ۾ شوڪجي......
منهن ۾ گهنڊ وجهي،
تو مون سان ڳالهايو.

تون سمجهين ٿو،
آءٌ نوڪر آهيان،
مون کي پگهار ٿو ملي—
اهي چند سڪا،
جيڪي مون کي ملن ٿا،
تنهنجي عجيب صحيح سان
۽ تنهنجي معرفت،
سرڪار جي خزاني مان—
جنهن مان، نصيب ٿئي ٿو
مون کي منهنجي مانيءَ جو ٽڪرو،
جن تي پلجان ٿو آءٌ،
۽ منهنجا ٻار ٻچا؛
... اسانجي قسمت — آهي
تنهنجي قلم جي نوڪ تي!

هائو، برابر، بيشڪ؛
زيردستن جي محنت جو اجورو،
پورهئي ۽ پگهر جو عيوضو؛
— جيتوڻيڪ، جنهن مان
پورو بہ نٿو ٿئي،
هڪڙي مهني جو پيٽ ۽ ڪپڙو—
انهيءَ ڪري تہ آءٌ، خاموش
ٻڌندو رهيس،
ٻنهي ڪنن سان،
تنهنجا طعنا ۽ تنڪا؛
نوڊ وانگر،
جنهن مان سوئو ٽنبي ٽنبي،
وري ڪڍي ونجي،
تہ بہ اهڙي جو اهڙو!
... سو ڪهڙو اثر ڪندي،
مون جهڙي نوڊ تي،
اها تنهنجي گرما گرم گفتار!

آءٌ تہ برابر نوڪر آهيان،
سرڪار جو،
--- ۽ هو سرڪار جو،
بنهه بالا آفيسر اچٿو هون؛
جنهن سان آڌيءَ رات تائين،
تو رچائي هئي محفل:
«ڪالا ۽ پينا......»

ڏور هليا هئا جتي
پيالن جا،
۽ تو ٻڌا هئا عمدا گانا،
۽ تو ڏٺا هئا دلفريب ناچ،
جن جا نظارا... آهن اسانجي
خوابن جي دنيا کان دور
۽ پري:
ڇو نه پري ٿيندا،
اهي اسان کان!
توهين آهيو آفيسر،
۽ هو آهن
اوهان کان به وڏا آفيسر!
ڪهڙو نه عمدو ليشان،
ٻهرمر جهلڪي ٿو
اوهانجين پيشانين تي!
جنهن سان نڪرن ٿا
نوراني ڪرڻا،
۽ سچائپ جي روشنائي؛
جنهن جي وسيلي
اوهين هڪ ٻئي کي
ڄاڻي، سڃاڻي، ۽ ڪيڪاري
وهو ٿا ويجهو؛
۽ رمزن واريون ڏين ٿيون
رهاڻيون، مجلسون ۽ محفلون.
دنيا جي جهيڙن جهڳڙن
ڪرڪسن کان محفوظ؛
اوهين بي خبر ۽ بي خوف،
اڏايو ٿا عيش زندگيءَ جا،
ماڻيو ٿا مزا جوانين جا،
راتين جي پردي ۾
ڪيو ٿا جڏهن رانديون
ڪنهن 'پتي' سان،
ڏين ٿيون — 'مت ڪت' جون بازيون:
... ته اسين ڊهون ٿا،
غمن جي بستري تي؛
ڦٿڪندا رهون ٿا،
اسان جا خيال،
۽ ڪسڪندا رهن ٿا،
اسان جا خواب،
— هن حقيقت جي دنيا ۾:
اڄ پورو ڏۇ ڪري
به نه ڪاڏو اٿم،
هي ميرا ميرا ڪپڙا،
سڀاڻي ٿي ويندا
ليڙون ليڙون.
۽ سوديءَ کان
ونڌو اٿم سيڌو.
تنهن کان سواءِ،
سڀاڻي وري ڪرڻي اٿم
سرڪاري نوڪريءَ سان گڏ
اوهان جي چاڪري.
سڄو ڏينهن،
هوندي وٺ پڪڙ،
اوهان جي حڪمن جي.
انهن حڪن سان،
گڏ ٻيل هوندا،
اوهان جي
فرمائشن جا فرمان،
تيز، تڪڙا ۽ تز
ناراضگيءَ جا فقرا...
اڙي هيءَ ڇا ڪيئي؟

زبان ڪري وڌئي!
هيترو وقت!
هتين ڪٿي؟
وات تي تندون ڪري آيو آهين؟
ڪميڻا ۽ ڪم ڪوس!
حرام ڪري ٿو کائين!
نوڪري ڪرڻي اٿئي يا نه؟
توتي قياس ٿو اچيم؛
جهونو جو آهين،
نه ته هوند گهر اماڻي ڇڏيانءِ،
ماڻهن جي ڪا ڪمي؟
روزگار لاءِ ماڻهو
ڌڪا پيا کائين،
حرام تي هري ويو آهين!
نوڪريءَ کان جواب ڏيندو سانءِ!
خبر پئجي ويندئي ته
گهڻين ويهين سئو آهي؟
پيهر ڪندين وري اهڙي غلطي؟
وڃ، نڪر،
اکين کان پري ٿي!
وري متان اهڙي
بيوقوفي ڪئي اٿيئي!—،
اٿندي، وهندي،
اوهان جي بس اهائي ڪلڪل؛
۽ اهائي مهرباني!

انهيءَ طريقي تي، هري مري،
پڪيون ۽ پختيون،
ٿي ويون آهن؛
منهنجون، اسان جون
۽ توهان جون عادتون؛
مونکي مجبور ڪن ٿيون،
بهانن ڳاهڻ لاءِ،
نه هردم ائين چوندا رهون؛
—معاف ڪجو؛
حاضر سائين؛
سچ ٿا چئو؛
غلطي ٿي وئي؛
آئيندي ائين ڪونه ٿيندو؛
وري دير نه ٿيندي؛
هيءُ پهرو ڪريو درگذر؛
توهان ڪانسواءِ،
پيو ڪهڙو اوهي واهي؟
توهان ڪانسواءِ،
پيو ڪنهنجو اجهو آسرو؟
مون تي قياس ڪيو،
منهنجي ٻچڙن تي رحم ڪيو!
آءٌ دربدر ٿي ويندس؛
اوهان کي ڇڏي،
آءٌ ڪنهن جي در تي وڃان!
ڪاوڙ نه ڪيو؛
انسان خطا جو گهر آهي.
اوهين صاحب آهيو؛
اوهين مائٽ آهيو؛
آءٌ اوهان جو
نوڪر آهيان؛
آءٌ اوهان جو
خادم آهيان؛
آءٌ خدمتگار آهيان—
برابر آءٌ خدمتگار آهيان—
سرڪار جو.
انهيءَ سرڪار نامدار جو،
جنهن جي هٿ ۾ آهن

مهراڻ

اوهان جهڙا آفيسر، عهديدار ۽ عملدار،
جيڪي آهن
وڏا ماڻهو،
ايماندار،
اشراف،
دل ۾ درد رکندڙ،
قوم جا خادم،
ملڪ جو ڀلو ڪندڙ،
مهربان ۽ مخدوم.
آءٌ برابر آهيان،
انهن حاڪمن جو نوڪر؛
نوڪرن جو نوڪر،
۽ چاڪرن جو به چوڪر؛
جنهن کان وٺندا رهو ٿا،
اوهين نوڪري،
۽ اٿاريندا ويهاريندا،
رهو ٿا جنهن کي اشارن تي.

—اڙي! ڪيڏانهن؟
هيڏانهن - هيڏانهن،
بوٽ ڪٿي اٿ،
جوراب پارايو،
پالش جو ڪان ڪٿي اٿيئي؟
ڏس،
بوٽ ڪٿي ٿو چمڪي؟
ها؛
اهي صحيحن وارا
ڪاغذ ڪٿي آهن؟
مٿي ۾ سور اٿم،
پر ٿي زور ته ڏينم!

ڪلارڪ کي ٻڌائي ڇڏ موڪل،
تون ٻاهر ڊرو وٽ ويهه،
ڪو اچي،
ته کيس چئج:
خان صاحب،
واندو ڪونهي،
اندر ماڻهو ويٺا آهن،
سياڻي اچجو—
۽ ڊرائيور کي ٻڌاءِ:
موٽر تيار ڪري،
اسين گهمڻ ڦرڻ وينداسين.
تون ته جلدي موٽ،
توکي مون سان
ڪٿ هلڻو پوندو.
ڪو بداخلاق ٿو ڏسجين،
جهنگلي،
آفيسر سان ڪو ڪٿ هلبو آهي؟
پنهنجا ڪپڙا صاف رک،
۽ مون کان ڏهه قدم
پرتي هل!

شام جو ٻارڙا،
گهر ۾ گوڙ ٿا ڪن.
کين باغ ۾ گهمائيندو ڪر،
سمجهين ٿو، ڪونه ٿو سمجهين؟
تون منهنجو نائڪ آهين؛
مون کي جلد ئي
وڏو عهدو ملندو.
آءٌ، توکي به پاڻ سان،
وٺي ويندس
سياڻي وڏي صاحب وٽ،
ميوي جو ٽوڪرو

کٿي وڃج،
۽ وڏي ادب سان جهڪي
سلام ڪجانئنس.
پر هو وڏيرو! —
اڄ جو واعدو ڪري ويو هو؛
راڄ جو پربو مڙس آهي،
آيو تہ ڪونہ هو؟
۽ فلاڻو سيٺ! —
مس مس تہ ڦاٿو آهي،
ڏس!
ڪيئن نہ اچي ٿو ڪنڌ جهڪائي؟
۽ هن ليڪيدار! —
اڄان ڪميشن ڪانہ پهچائي آهي،
رڳو سوٽي ڏيئي هليو ويو آهي گهر!
بس سمجهي چا ٿو؟
ڏهن هزارن جو بلو اٿس!
خرچ؟ —
چا ڪيو هوندائين —
بس اهي ٿي چار هزار!
باقي هيترا هزار سچو فائدو!
حصو نہ ڏيندو،
تہ ڪيڏانهن ويندو.
خير وقت تي سڀئي
اچي سلام ڪندا:
آن جو منهن جنڊ ڏانهن.

پر اڄ ڪلهہ،
زمانو اهو نہ رهيو آهي،
جو اڳي پر هو.
هينئر وقت آهي اسانجو،

موقعا آهن هزارين؛
حڪومت......
تہ اسان جي آهي پنهنجي؛
پر خبرداري ۽ سان هلڻو آهي.
اسين نہ هجون
تہ هوند هي ۽ سچو
ڏينگوئي ڏيري ٿي پوي!
اسانکي،
هڏ ڏوکي، محنتي ۽
ايماندار ماڻهو کپن،
جي پنهنجي فرض ادائي
رات ڏينهن،
اٺ ئي پهر پوري ڪندا رهن.
رعيت جي هر هڪ انسان تي
فرض آهي
تہ هو پنهنجي ملڪ جي
مٿان سڀ ڪجهہ قربان ڪري،
خدمت ۽ خدمت ڪندو رهي،
محبت...،
يقين، پروسي، سچائي ۽
سان چا چا نہ ٿي سگهندو؟

اسان جي رهبرن، ليڊرن
۽ آقائن،
اسان کي، توهان کي،
هڪڙي امانت ڏني آهي.
سڀني جو فرض آهي،
تہ انهن فرمانن ۽ فرمودن
تي، ماٺ ميٺ پر،
عمل ڪندا رهون.
آزادي ڏيارينڌڙ انسان،

هزارها سالن کان پوءِ
پيدا ٿيندا آهن:
اسين ته بختن وارا آهيون.

پر هي ڏورڙا ماڻهو!
پنهنجن جي
گلا غيبت
ڇو ٿا ڪن؟
حڪومت!
حڪومت وڌڻ، ٿاهڻ ۽ هلائڻ
جو چرچو آهي؟
وقت جي نزاڪت ۽ ضرورت!
بنيادي حق!
شهري آزاديون!
ڪيڏي نه ناداني!
۽ ڪيڏي نه بيوقوفي آهي؟
اسان جو پهريون فرض ۽
اسان جي پهرين جوابداري آهي،
ق و مِ ي ح ف ا ظ ت:
وطن جي خاطر
رسمي ۽ رواجي ڳالهيون
ڏانهن اسان جو ڌيان،
ڇو وڃڻ گهرجي؟

اهڙيون ابتيون ڳالهيون ڪرڻ وارا،
دشمن آهن.
اهي سس ڦس ڪرڻ وارا،
غدار آهن؛
جيڪي رڳو ڳولي ڳولي،
گلائون ڪندا وتن ٿا؛
۽ نوسي نوسي،
پنيلا ٿيندا رهن ٿا؛
بي سمجهه، اڻوجهه ۽ جاهلن کي،
ته، "سرڪار اسان غريبن
لاءِ ڪجهه ڪين ٿي ڪري"!
اِن اسان ۽ زنده رهڻ لاءِ
ضروري شيون؟
اڳ ۾ ئي موجود آهن.
ڪاڏو، ڪپڙو ۽ اجهو؟
— سيني کي آهي.
وڌيڪ گهرڻ وارا
باغي آهن،
جي رڳو هر وقت،
ليهندا رهندا رهن ٿا خواب،
ته ملڪ ۾ ڀڙڪائي ڇڏجي
بغاوت جي باهه.

هيءَ اسان جي آزاد
۽ جمهوري حڪومت،
ڪيئن برداشت ڪندي،
اهڙن ناپاڪ ۽ ذليل،
ماڻهن جو وجود؟
هيءَ برابريءَ ۽ هڪ جهڙائيءَ جو دليل!
اميريءَ ۽ غريبيءَ جو ويڇو
ڪيئن ويندو؟
— ناممڪن ۽ غلط ڳالهيون.
قدرت،
طاقتور ۽ هيڻا،
ازل کان پيدا ڪري ڇڏيا آهن.
اهو فرق،

معلوم ٿيندو پيو وڃي.
پوءِ اهڙيءَ حالت ۾
او هين ڪيئن ۽ ڪٿي
لڪائيندا پاڻ کي؟
ڦاڙهو جتي ڪاٺيندو،
اتي اوس اوجهه ڏيندو.
پر جيڪڏهين،
ٻنيءَ جي مالڪ،
ڦاڙهي کي زبان ڪندي
اڳ ۾
ڏسي ورتو ته؟
ته پوءِ
ان جو نتيجو؟
ڪهڙو نڪرندو؟

ڪالهه جو تو مون کي
ڏيکاريو:
جيڪي سنهن ۾ آيئي،
سو چئي ويئين:
بنهه بالا عملدار،
جو اچڻو هو!
ڪنهن کي به خبر
ته ڪانه هئي:
هن جي اچڻ جو
ڪو پروگرام ته ڪونه هو:
مون ته ڪو،
خواب ڪونه لڌو هو،
ته او هين هلي ملي
وڃي ڪيس منٿ
ڪري ايندا-
پيرن گهمائڻ لاءِ.

پر هتي،
بالا آفيسرن جي اچڻ ڪري،
او هان جو دماغ،
چڙ...
سرت ۽ ساڃهه،
مان نڪريو ٿو وڃي؟
ايتري،
ناجائز ۽ لنڊي خوشامد،
چو ٿا ڪريو؟
ڇاجي لاءِ ٿا ڪريو؟
شايد، اهي صاحب،
اهڙائي آهن،
جي خالي چند ٽوڪ،
۽ سائين سائين،
جيءَ حضور-
تي آڪڙجيو
۽ آڦرجيو وڃن ٿا!
بناوٽي ۽ ملاوٽي،
ٽيپ ٽاپ تي،
راضي ٿيو وڃن!
پوءِ چو نه او هين،
اهي انڪلون
۽ سڪلون هلايو!
اهو هار سينگار،
اها معلمي سازي،
او هان کي،
واهه! واهه!
۽ شاباس!
جي لقبن سان
ضرور نوازيندي.
پوءِ ڪير ۾ جيتري
ڪنڌ وڃهي،
اوترو ئي مٺو ٿيندو.

اڄ جو آءٌ،
توکي ٻڌي سڀ،
خاموش ٿي ويس؛
توکي جيڪي چوڻو هو،
سو آکيون پوري
چپ ڏنئي؛
تنهنجي ڪاوڙ ۽ ڪاوڙ
جو پارو،
چوٽ چڙهي ويو:
آءٌ توکي ٻڌندو،
آءٌ توکي تڪيندو،
رهجي ويس.
دراصل آءٌ،
سوچي، ويچاري،
خيال ڪري رهيو هوس،
تہ اوهان ڪي واقعي
ناراض ٿيڻ جو
آخر ڪهڙو سبب هو؟
صبح جو،
تہ دستور موجب،
حاضر ٿيس!
منهنجي خطا؟
۽ منهنجو ڏوهہ؟
آخر تہ اسانکي بہ،
اوهان جهڙو ساهہ آهي.
نيڪ اسين بہ آهيون،
ڪي انسان!
اسين بہ نوڪر آهيون،
سرڪار جا،
نوڪري ڏيندا رهون ٿا،
توهان جي ۽ سرڪار جي.
۽ آهيون ٻئي،
پگهاردار نوڪر؛
۽ اهي بالا عملدار صاحب!
ڇا اهي ڪين آهن ڇا،
سرڪار جا ملازم،
ملڪ ۽ مالڪن
جا خادم؟
پوءِ ڇو هيءُ هيڏو
سارو ويڇو!
اهو تہ اسان جي
خاموشيءَ ۽ اڻ ڄاڻائيءَ
پيدا ڪيو آهي.
انهيءَ ڪري،
واجب سمجهيم،
تہ توکي لکيل جواب ڏيان،
پنهنجي توکي لکي ٻڌايان،
ٻين کي ٻڌايان؛
۽ اٿين انهيءَ،
بيداد جي ٻوٽيءَ تي، تنهن ڏيئي،
هميشہ هميشہ لاءِ،
اُن کي نابود ڪري ڇڏيان!"

سراج الحق

# زندگيءَ جي ڪنارن تائين.....!

دريا جي ڪناري تي، مٽيءَ ۽ ريتيءَ جون ڍڳيون لاهيندي، ٺاهيندي، هو سوچي رهيو هو: ’ڇا منهنجي لاءِ زندگيءَ جي جهولي ايتري خالي ٿي چڪي آهي، جو مون کي ڪجهه به نه ٿو ملي، — يا زندگي ايتري ڪوتاهه بين ٿي چڪي آهي، جو منهنجي هرڪنهن تقاضا، هرڪنهن ضرورت کي ڪا اهميت ئي نه ٿي ڏيئي سگهي؟‘ دريا جون لهرون ڪناري تائين اچي، وري موٽي وڃڻ لڳيون. هو سوچڻ لڳو: ’ڇا زندگيءَ جو اهوئي جواب آهي ته آءٌ به پنهنجي گذريل زندگيءَ ڏانهن موٽي وڃان!‘ — ۽ هو وري به انهن لهرن جي جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو. ڪئين لهرون آيون ۽ واپس موٽي ويون... هن جي ذهن ۾ به ڪئين سوال اڀريا ۽ واپس موٽي ويا!

سج جا آخري ڪرڻا، دريا جي پرڇٽن ۾ عجيب رنگ اڀاري رهيا هئا. شفق جي لالائي، لهرن جي نيلاهٽ ۾ گڏجي اهڙو منظر پيش ڪري رهي هئي، ڄڻ ته ڪائنات جي نيرين نيرين اکڙين ۾ ننڊ جي خمار جا ڳاڙها ڏورا اڀري رهيا هجن. ڪائنات جي انهيءَ خمار ۾ الائي ڪيڏيون گهرايون سمايل هيون، ڪهڙيون وسعتون لڪل هيون، جي ڪرڻن جي اوٽ ۾ چمڪندي نظر اچي رهيون هيون — ۽ هو سوچڻ لڳو: ’ڪائنات جو هي حسن منظر، زندگي ۽ حيات جا هي ڪرشما، انسان جي ذهن کي هن کان اڳ به ڪافي توجهائي، ٿڪائي چڪا آهن؛ هن کان پوءِ به هن کي ڀٽڪائيندا، ڀنيلائيندا رهندا — پر ڪيستائين؟...... جيسين هو زندگيءَ جو سمورو زهر پي، انهيءَ ڪائنات جي حسن کي، پنهنجي نگاهه جي حسن ۾ جذب نه ڪري — ۽ ڪائنات جي پاڪيزگيءَ کي پنهنجي فطري پاڪيزگيءَ جي تابع نه آڻي! ڇا مون ۾ اها فطري پاڪيزگي انهيءَ حد تائين موجود آهي، جا ڪائنات جي پاڪيزگيءَ کي پنهنجي جهوليءَ ۾ جاءِ ڏيئي سگهي؟ اهو سوال پنهنجي پاڻ کان پڇندي، هن کي ڄڻ ته ڪو صدمو رسيو — ۽ هو ائين سمجهڻ لڳو ته هن جو اهو ويچار به هڪ گناهه کان گهٽ نه هو......!

— ۽ هن کي پنهنجي پاڻ تي افسوس ٿيڻ لڳو ته هو اهو سڀ ڪجهه ڇو سوچڻ لڳو — جڏهن هو انهيءَ لائق ئي ڪونهي، تڏهن هن کي اهو حق ئي ڪونهي ته هو پاڪيزگيءَ

جي لفظ کي به پنهنجي ذهن ۾ آڻڻ ڏني. هو ته پاڪيزگيءَ جو قائل هو، حسن جو دشمن هو، زندگيءَ کي ذبح ڪندڙ هو... هن جي دماغ ۾ ڪيئي ڳالهيون وچڙ لڳيون. خيالن جي انهيءَ طوفان هن جي ذهن کي عجيب حالت تي پهچائي ڇڏيو. هن پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون- جيئن آس پاس کي ڏسي، وري به هن جو ذهن ڀٽڪڻ لڳي-!

پوءِ هن جي ذهن جي پردي تي ڪي سوال، ڪي جواب ۽ ڪي ڪردار ابرڻ لڳا. چنانچ، هو انهن کي جانچڻ لڳو: هي ته هن جوئي ڪردار آهي... هن جو پنهنجو، جو ڇني رهيو آهي ته ”آءٌ چور آهيان، آءٌ شرابي آهيان، آءٌ جواري آهيان- ۽ آءٌ زاني آهيان.“ هن کي اعتبار ته ڪرڻوئي پيو! فلم ڏسڻ کان پوءِ ماڻهو ائين سمجهندو آهي ته انهيءَ ۾ نوي في صدي ته ڪوڙ آهي- حقيقت کان هميشه پري- پر هيءَ ته هن جي پنهنجي ماضيءَ جي فلم هئي، گذريل زماني جي تصوير- جنهن ۾ هن جو هر قدم جرم هو، هر عمل ڏوهه هو، هر ڪم قانون شڪني هو... ڪاش، ڪو هن کي ٻڌائي ته ائين ڇو ٿيو؟ هو مجرم ڇو ٿيو، هن ڏوهن ۾ پاڻ کي ڇو ڦاسايو، قانون شڪنيءَ جو ذميوار هو ڇو ٿيو؟

ڇا انهيءَ جو سبب فقط هن جي الجهائي هئي، يا ٻيو ڪجهه؟ هن جي ذهن جي پراگندگي ڪهڙين ڳالهين جي ڪري پيدا ٿي؟ اها سوچ ۽ اهو احساس هن کي وري ماضيءَ جي ديارن ۾ گهلي وٺي ويو- ماضيءَ جي ڪجهه روشن ۽ ڪجهه تاريڪ خلائن ۾- ماضيءَ جي بيابانن ۾، جتي ڪي ٿورا خيابان، ٿوري ساوڪ به هن کي نظر آئي، جتي هو هڪ ٻار جي حيثيت ۾ دنيا کان بي پرواهه ۽ بي خبر ڊوڙون پائي رهيو هو.

هن ماضيءَ جي ڏندڪي ۾ ڏٺو ته هو هڪ ڪچي جاءِ جي اڱڻ ۾ راند ڪري رهيو آهي. وراڻي هٿ ۾ ڪٺي اڱڻ جي سٿي ڪوٺي رهيو آهي، ۽ سندس ماءُ، سندس ننڍي ڀاءُ کي ٿڃ ڏيئي رهي آهي. سندس پيءُ سامهون کٽ تي اخبار پڙهي رهيو هو- هن کي ياد آيو ته هي اهي ڏينهن هئا، جڏهن هن پڙهڻ شروع ڪئي هئي. هن کي اسڪول ۾ رڳو انهيءَ لاءِ اماڻيو ويو هو، جو هو گهر ۾ گهڻو گوڙ ڪندو هو. انهيءَ اسڪول جي ديوارين جي اندر هو وڏو ٿيڻ لڳو. هن ۾ ان وقت جي حالتن کي فقط لفظي طرح سمجهي وڃڻ جي قوت پيدا ٿيڻ لڳي هئي. هن کي ياد آيو ته جڏهن هو ٽئين درجي ۾ هو، تڏهن هڪ ڏينهن اسڪول ۾ هڪڙو زبردست جلسو ٿيو هو، جنهن ۾ سڄي اسڪول کي سينگاريو ويو هو: جهنڊيون، گل ڦل ۽ الاجي ڇا ڇا آلي گڏ ڪيو هئائون- وڏين وڏين تختين تي لکيل هو: ”اتحادي زنده باد،“ ”جرمن مرده باد“- هن کي ياد آيو ته هن کي اهي نعرا هڻڻ لاءِ چيو ويو هو- ۽ زور زور سان نعرا هڻندي هن جي نڙي ويهي رهي هئي. هن جي ماءُ، سندس نڙي ڪهڪهي ٿيڻ جي سبب پڇڻ کان سواءِ هن کي مارڻ شروع ڪيو هو: فقط انهيءَ ڳالهه تان جو اسڪول مان مليل جلسي جي مٺائي کائي هن پاڻي پيتو هو. هن کي

اهو بہ ياد آيو تہ اهو سندس خياليءَ ۾ ڀريون پيرو هو، جو هن مٺائي ڪاڍي هئي- ۽
ان ڪان پوءِ هو هميشہ مٺائي کائڻ جي تمنا دل ۾ رکي ماءُ کان پيسا گهرندو هو. پر
پيسن جي بدران هن کي چماٽون ۽ ٺوڏا ملندا هئا- ڇو؟ اهو هن کي ڪڏهن بہ سمجهہ ۾
نہ آيو، ۽ نہ ئي هن کي ڪڏهن سمجهايو ويو...... البتہ جڏهين سندس ماءُ ۽ پيءُ جي وچ ۾
ڪو جهيڙو ٿيندو هو تڏهن پيءُ کي اهي لفظ چوندو ٻڌندو هو تہ 'سون وٽ پئسو نہ هوندو
تہ آءٌ ڏاڙو هڻي ڪونہ اوهان کي کارائيندس'- اهي جهگڙا تہ گهر ۾ عام ۽ اڪثر ٿيندا
رهندا هئا؛ ۽ جڏهن بہ ڪو اهڙو جهيڙو مچندو هو تڏهن گهر جا بہ چار ٿانوَ اڇلايا ويندا
هئا، ۽ معصوم ٻارن تي موچڙا پوندا هئا- خواهہ مخواهہ ۽ بنا ڪنهن سبب جي!
هن کي ياد آيو تہ ڪيئن هن پهريون پيرو چوري ڪئي هئي. اسڪول ۾ رسيس ملڻ مهل
هن جي هڪ ساٿيءَ هن کي مٺائي کارائي. مٺائي واقعي ڏاڍي لذيذ هئي- ۽ هن جي ساٿيءَ
هن کي ٻڌايو تہ سندس پيءُ کيس روزانو اٺ آنا خرچي ڏيندو هو، جنهن مان هو مٺائي
وٺندو هو. هن کي بہ خيال آيو تہ اسان تہ پئسا هوندي ئي ڪانہ ڏيندي، بابي کان گهري
ڏسان. پيءُ کان هن رڳو بہ آنا گهريا هئا- ۽ هن کي ياد آيو تہ انهيءَ جي بدلي ۾ هن
کي سخت مار پيئي هئي. روئڻ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ هو وري پيءُ جي ڪوٺيءَ ڏي
ويو. هن ڏٺو تہ بابو ستو پيو آهي- سندس ڪوٽ ڪليءَ تي ٽنگيو پيو آهي. هن جي معصوم
دل ۾ هڪ معصوم گناهہ پيدا ٿيو ۽ هن هري هري ڪوٽ ۾ هٿ وڌو- ڪوٽ ۾ کل
سادا ٽي آنہ پيل هئا، ٻہ آنہ پنهنجي نڪر جي کيسي ۾ وڌائين ۽ ڇهہ پئسا وري ڪوٽ ۾
وجهي ڇڏيائين- ۽ اتان سڌو پيرو حلوائيءَ جي دڪان تي پهتو. هن کي محسوس ٿيو تہ
پنهنجي پسند جي مٺائي کائڻ ۾ ڪيڏو نہ لطف آهي. هن جي معصوم دل بار بار انهيءَ نتيجي
تي ٿي پهتي تہ مٺائي لذيذ آهي، انهيءَ ڪري هاڻ پئسا ضرور چوري ڪبا، پيو تہ ڪوبہ
وسيلو ڪونهي. گهر واپس اچڻ تي هن ڏٺو تہ هن جي پيءُ ٻارن ۾ ٻاڪر ڪئو وجهي ڏنو
هو. بہ آنا گم هئا ۽ هن جي پيءُ جي ڪاوڙ جو پارو چوٽ چڙهيل. هو سهمجي، سمجهي
ماءُ جي پاسي ۾ اچي ويهي رهيو. هن جي معصوم دل ۾ اهو خيال آيو تہ هيتري ڪوڙ جو
سبب فقط اهو ئي آهي. هن کي ان کان اڳئين ڏينهن تي ماستر جي پڙهايل سبق جي يادگيري
آئي، جنهن ۾ جارج واشنگٽن پنهنجي پيءُ کي سچ ٻڌايو هو تہ سندس پياري وڻ جا چوڏا
هن ئي لاٿا هئا- ۽ انهيءَ سچ ڳالهائڻ جي ڪري هو پنهنجي پيءُ وٽ وڌيڪ پيارو ٿي
ويو...... هن يڪدم چئي ڏنو: 'بابا، ڪوٽ مان بہ آنا ڪڍي، سون مٺائي وٺي کائي
ڇڏي.' هن کي اڄ تائين اهو ڏينهن ياد آهي. پوءِ هن کي پيار ڪرڻ جي بدران آيي کان
ٻاهر نڪري ويو. 'اٺ جا پٽ! پئهين بہ عمر مٺائي کاڌي آهي، جو مي پٽ سڄن سارن
ٻن آنن جي مٺائي ٿو کائي- ۽ وري سينو تاڻي ٿو چوي تہ بہ آنا سون ڪڍيا آهن!"- ۽

ان ڏينهن مون کي بيحد مار ملي، جنهن جو نشان اڄ تائين منهن جي نڪ جي چوٽيءَ تي موجود هو. هن جو هٿ، بي اختيار نڪ تائين پهچي ويو. هن جي دل مان هڪ هلڪي ٽهڪ نڪري چپن جي هلڪي جنبش تي ختم ٿي ويو. انهيءَ واقعي کان ٻنهن لاءِ هن جي خيال ۾ اٿل پٿل مچائي ڇڏي هئي. ان ڏينهن تہ هن جارج واشنگٽن کي ٻاراڻيون ڪاريون دل کولي ڏنيون هيون، جنهن جي مثال هن کي سچ ڳالهائڻ هيڏي مار ڏياري هئي. هن يا عمر سچ ڳالهائڻ کان پاڻ پري ڇڏي!

درياءَ مان هڪ لهر آئي ۽ ڪناري تي ٽيل اکين جهڪن جهڪن ليڪن ۽ نقشن کي پنهنجي دامن ۾ سميٽي وري موٽي وئي. هن جي ذهن تي وري ٻہ هڪ نظارو نمودار ٿيو، جتي هو اهو سڀڪجهہ ڪري رهيو هو، جنهن کي اوباش ڇوڪرن جو ڪردار سڏبو وڃي ٿو. هن کي ياد آيو تہ هڪ ڏينهن، جڏهن هو اسڪول مان گهر ڏي واپس اچي رهيو هو تہ ڪي ڇوڪرا هڪ هنڌ گڏجي ڪجهہ ڪري رهيا هئا. ويجهو ٿي ڏسڻ سان هن ڏٺو تہ هڪ ڇوڪرو آنڪ هٿ ۾ اڇلائي ٻين ڇوڪرن کان لڪائي، هٿ جي ميٺان، پٽ تي لڪائي پڇي رهيو هو: "اکر ڪي پورڪي"، ۽ هن ڏٺو تہ صحيح واڪ ڏيڻ واري کي پيڻا پئسا ٿي مليا. هن کي عجب ٿيو تہ هي ڇگو پئسن ميڙڻ جو رستو آهي، جيڪڏهن ائين هو پئسا ميڙي سگهي تہ شايد هو گهر ۾ روز روز جي کل کان ڇٽي پوي. هن پنهنجي آنڪ وچ تي اڇلائي واڪ ڏنو ۽ هن جو واڪ صحيح نڪتو، هن کي ٻہ آنڪ مليا. انهيءَ طرح سان هڪ ڪلاڪ ويهڻ کان پوءِ هن ڏٺو تہ هن وٽ ٻن آنن جي بدران چوڏهن آنا هئا ۽ ان کان پوءِ اسڪول مان موٽي اچي اها قسمت آزمائي ڪرڻ هن جو معمول ٿي ويو. رفتہ رفتہ هو "آگل ڇڪو" جو ماهر ٿيو، جنهن تي مشق ۽ محنت ڪرڻ سان پيسي مان ٽڪو، آنو، ۽ رپيو ٿيو ٿي پيو. جڏهن هن وٽ گهڻا پئسا گڏ ٿيندا هئا، تڏهن پهريون ڪم اهو ڪندو هو تہ پيرو حلوائيءَ جي دڪان تان مٺائي خريد ڪندو هو. ڪجهہ پاڻ کائيندو هو، ڪجهہ وري پنهنجي ننڍن ڀائرن ڀينرن لاءِ کڻي ويندو هو. جڏهن ڪانس پڇيو ويندو هو تہ هن پئسا ڪٿان آندا، تڏهن ٽلي، حرفت سان جواب ڏيندو هو تہ مون ڪمائڻ سکيو آهي. 27 ماڻهن جو ڪم ڪار ڪري انهن کان پئسا وٺندو آهيان. انهيءَ ڳوڙ مان ڳرڻ هن جي پنهنجي دل کي هڪ نامعلوم خوشي ٿيندي هئي، پر پئسن هن جي مٽي تي هٿ قيري ڇوندو هو تہ منهنجو هيءُ پٽ سڀني کان وڌيڪ هونهار آهي ـ تہ اهو سياڻو پٽ سڄو ڏينهن پنهنجن دوستن ۽ ساٿين سان طرح طرح جي مشغولين ۾ مصروف هوندو هو. ڪڏهن چڪي تي طبع آزمائي ڪندو هو، تہ ڪڏهن پتي سان نصيب لڙائيندو هو. هن کي ياد آيو تہ هن جي انهن ڳالهين جي ڪري هن جي پڙهائيءَ کي سخت نقصان پهتو ۽ نيٺ هڪ سال جڏهن هو پنهنجي انگريزيءَ

پر هو، هن کي نااهل ڪيو ويو. هن جي پيءُ کي سخت صدمو رسيو. هن کي خود به ڏورو ڏک هو، پر اهو ڏک جلدئي دوستن جي محفلن ميڙاين چڙهيو.

هاڻ ته هو ڪامياب جواري هو، جنهن کي پنهنجي جي پاونجاه پتن جهڙيون ئي زنڊيون ياد هيون. جهڙي ريت هن جي ناموس وڌڻ لڳي ۽ هن جي پيءُ کي به خبر پئي ته هن جي سياڻي پٽ ڪيڏو نه معقول ڌنڌو اختيار ڪيو هو. ان ڏينهن هن جي پيءُ هن تي چٽ سان نڪتي بيد جي لڪڻ سان اڌ مئو ڪري ڇڏيو، جيستائين هن توبه نه ڪري تڏهو آئينده جوا کي ويجهو به نه ويندو. انهيءَ مار کي ياد ڪري هن جي بدن مان سيسرات نڪري ويا، هن جو سمورو بدن ڪانڀارجي ويو. دريا جي لهرن ۾ نهاريندي هن کي پنهنجي پيءُ جو چهرو ياد آيو، جنهن جي نراڙ تي ان وقت پگهر جون بوندون وهي آيون ۽ بنجي رهيون هيون.

پر هن پنهنجي ڌنڌي کي نه ڇڏيو- مارون کائيندو رهيو، ڇڪا هڻندو رهيو، پتا اڇليندو رهيو- ۽ پتا اڇليندي اڇليندي هن کي هڪ ڏينهن جيل جي زيارت ڪرڻي پئي. شي نئون ماحول ۽ اجنبي حالتون ڏسي هن کي ڪجهه پريشاني، ڪجهه ندامت ٿي. هن ۾ ڪي احساس پيدا ٿيا، پر گلو مڪرانيءَ جي پهرينءَ گوليءَ سان هن جا احساس اڏامي ذهن جي ڪنڊ ۾ لڪجي ويا. آهستي آهستي ان ماحول سان هو مانوس ٿي ويو ۽ هن محسوس ڪيو ته جيل هن جي لاءِ بهترين درسگاهه آهي. هتي هو اهو سڀ ڪجهه سکي سگهي ٿو، جو هن کي پيٽ ڀرڻ جي قابل بنائي سگهي، ٿو، ۽ پنهنجي مدد ڪرڻ لائق ڪري سگهي ٿو- ۽ جڏهن گلو مڪراني سلفي هٿ ۾ جهلي هن کي چوندو هو: 'اڇي-!' تڏهن هو مرڪي چوندو هو: 'پلي پلي اڇي، سر سيد جو بچي.' سيد جو سر پچندو رهيو، سلفي ايندي رهي- پتا اڇلبا رهيا، ڇڪا ۽ ترڀون لڳنديون رهيون- تالا ٽٽندا رهيا، برڇون چمڪنديون رهيون- ۽ هو جيل بار بار ايندو رهيو.

هو دور افق ڏانهن نهاريو. رات ڪائنات کي پنهنجي هستيءَ ۾ گم ڪرڻ جي ڪوشش ۾، درياءَ جي لهرن تي ترندي، لڙهندي، هن ڪنارن ۾ آهي پهچي چڪي هئي. دور، درياءَ جي هن پار، ملاح پنهنجي ٻيڙين جا ونجهه ڪولي رهيا هئا- ۽ زندگي، رات واءُ ڪاري ۽ خاموش بنجي، هن جي ذهن ۾ چهنڊڙيون پائيندي رهي. هن کي اهو ڏينهن ياد آيو جڏهن آخري بار ننڍي سزا ڪاٽي، جيل مان ڇٽي آيو هو. هن پنهنجي گهر جي حالت ڏسي روئي ڏنو هو. سندس پيءُ لاڳيتين مصيبتن جو شڪار ٿي گذاري ويو هو. سندس ماءُ جي حالت، ٻارن جي پرگهور لهندي لهندي اڌوري ٿي وئي هئي، جو اول ته هو ٿيس سڃاڻي نه سگهيو- سندس ٻي پانڊ ۽ ڀينرون ڇيڙن ۾ ملبوس، ايترا ڏبرا ۽ ضعيف هئا، جو انهن تي محسوس ٿيو پئي ته هنن کي ڪن مهينن لاءِ ماني نصيب نه ٿي هئي. سندس ماءُ روئي روئي ٿيس ٻڌايو ته هن جي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ، هن تي ڇا ڇا نه ٿي گذريو هو. هن کي انهن

تي محسوس ٿيو، ڄڻ ته هن جي ذهن ۾ ڪو لڳا تار جهٽڪي وساڻي رهيو هو ۽ هن جهٽڪ
تي هن جي وات مان هلڪي دانهن نڪري ٿي وئي. هن اوڏي ويل ئي انجار ڪيو ته
هن پنهنجي ٻارن ۽ ضعيف ماءُ جي لاءِ پنهنجي رت جو آخري قطرو به وڪڻڻ لاءِ تيار ٿي
ويندو. هو اهي حرڪتون ڇڏي ڏيندو ۽ ايمانداريءَ سان پورهيو ڪري، پنهنجي ڪٽنب
جو پيٽ پاريندو. هن سماج جي بازار ۾ پنهنجو پگهر نيلام لاءِ پيش ڪيو، پر هن ڏٺو ته
هن جي محنت ۽ پگهر جا خريدار تمام ٿورا آهن، بلڪل ته هن جي برابر - ۽ جيڪي آهن،
سي به واڪ ايترو ٿا ڏين، جنهن مان هن جي پسيني جي بوءِ جي به قيمت ادا نه ٿئي. هن
ڪوشش ڪئي ته گهٽ ۾ گهٽ هن کي ڪو اهڙو پورهيو ملي وڃي، جنهن مان هن کي
ايترو ملي، جو هو رکي سکي کائي سگهن. انهيءَ جي بدلي ۾ جيڪڏهين هن کي
رات ڏينهن محنت ڪرڻي پئي، ته ڪندو. هن پنهنجي ضعيف ماءُ ۽ ڏيرن ٻارن ٻچن کي
وڌيڪ ضعيف ۽ بيمار ٿي ڏسڻ گهريو. هن کي اهو به احساس هو ته انهيءَ جي ڪوتاهيءَ
۾ هن کي اهي عادتون ڇڏڻيون پونديون، جيڪي قريب قريب هن جي فطرت بڻجي
چڪيون آهن. پر انسان جي حيات جي فطري پاڪيزگيءَ هن ۾ اها جرات پيدا ڪئي. هن
هر قسم جي محنت ڪئي. پنڻ کان سواءِ، ٻي جيڪا به محنت هن جي امڪان ۾ هئي، سا
هن ڪئي - پر ان هوندي به هن ڏٺو ته هن جي ماءُ وڌيڪ ضعيف ٿيندي وئي. هن جا
ٻار ٻچا وڌيڪ ڏٻرا ٿيندا ويا. هو بيمار ماءُ جي دوا نه ڪري سگهيو، پنهنجي ٻارن
ٻچن کي تعليم نه ڏئي سگهيو. هن ڪڏهين به ائين نه سوچيو هو ته ڪو هن جي ماءُ ڪا
نرم ۽ گداز بسترن تي آرام ڪري، نفيس ڪپڙا پائي ۽ ست رڇيون کائي - نه ئي ڪڏهن
هن ائين چاهيو ته هن جا ٻار ٻچا سندن پاڙي جي سيٺ طاهر جي ٻارن وانگر موٽرن ۾
چڙهي سڪول وڃن، ولائتي ڪپڙا پائين - هن ته فقط هن لاءِ زندگيءَ جون ضرورتون ئي
مهيا ڪرڻ گهريون، پر اهي به ته هو ميسر نه ڪري سگهيو.

هن ڪارخاني ۾ مزوري ڪرڻ شروع ڪئي. صبح جو پنجين بجي کان شام جو پنجين
بجي تائين باهه جي کوري اڳيان بيهي هن کي ڪم ڪرڻو پوندو هو. پر هن جو پگهار
مهيني جي ويهين تاريخ کان پوءِ چئلينج ڏيڻ لڳندو هو. هن سوچڻ شروع ڪيو ته آخر
ائين ڇو آهي؟ ٻارنهن ڪلاڪ باهه جي سامهون بيهي ڪم ڪرڻ کان پوءِ به هن کي زندگيءَ
جون ضرورتون پوريون نه ٿيون ملن. هن پنهنجي ساٿي مزورن جي حالت ڏٺي هئي.
انهن جي حالت به هن کان گهڻو مختلف نه هئي، سڀني جي قريب قريب ساڳي حالت هئي.
صبح جو پنجين بجي، جڏهن ڪارخاني جو ڪوڪو وڄندو هو، تڏهن سمورا مزور پنهنجي
ڪم تي چڙهڻ لڳندا هئا - ۽ هو ڏسندو هو ته سڀني جي منهن تي اهڙي ويراني ۽ مردني
ڇانيل هوندي هئي، ڄڻ ته زندهه لاش آهن، جي مرڻ کان پوءِ به، پيٽ جو تاثير ياد
ڪري، ڪفن ڦاڙي اچي مزوري ڪرڻ لڳا آهن. ائين ئي محسوس ٿيو ڄڻ ته زندگي

مزور لاءِ بدنصيبيءَ جو گهنج بنجي رهجي ويني آهي- ۽ اهو گهنج ايڏو وسيع آهي، جنهن ۾ ملڪ جا ڪروڙها مزور بکيا، اجايا، اگهاڙا ۽ بيمار مزور- تڙپي رهيا آهن، ڇڙپون هڻي رهيا آهن- ۽ انهن جي سٿان هي سماج هڪ ڪاريهر نانگ وانگر ڦوڪون ڏيئي رهيو آهي. انهي نانگ جي اها ڦوڪ، ڪارخاني جي گهگهوءَ ۾ تبديل ٿي، هن جي ذهن کي ايڏو ڇرڪ پرائيندي هئي، جو هو ائين سمجهندو هو ته واقعي ڪنهن نانگ تي هن جو پير اچي ويو هو- ۽ جڏهن هو، اهي ڳالهيون پنهنجي ساٿي مزورن کي ٻڌائيندو هو، تڏهن سندس حيرت جي حد نه رهندي هئي ته سڀني مزورن کي اهو احساس اڳئي آهي ته واقعي هنن جي زندگي ڪتي جي زندگيءَ کان به بدتر آهي. جيڪڏهن هو انهيءَ احساس کي عمل جو رنگ چاڙهين، ته اهو احساس ئي هڪ زهري خنجر بنجي، انهيءَ ڪاريهر کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏي.

هن کي ياد آيو ته انهيءَ احساس ئي هنن کي مجبور ڪيو ته هو ڪارخاني ۾ هڙتال ڪري پنهنجون پگهارون وڌائڻ لاءِ آواز اٿارين. هنن هڙتال ڪئي- ڪارخانو بند ٿي ويو. اخبارن هنن جي فائدي ۾ لکيو. حڪومت هڙتال کي بي قاعدي ٺهرايو- ۽ ڪاريهر نانگ جي زهر کي وڌيڪ خونريز بنائي ڇڏيائين مزدورن جون گرفتاريون ٿيڻ شروع ٿيون، پر مزور باز نه آيا ڪاريهر نانگ چپ ڪري ويهي رهيو. ڪارخانو بند رهيو- مزورن جي هڙتال جاري رهي- ڪاريهر فقط سرڪندو رهيو هن کي يقين هو ته هن جي ئي پيدا ڪيل ٻئي اصيل نانگ کان مجبور ٿي، مزور خود بخود ڪم تي ايندا. اهو اصيل نانگ انسان جي جسم جو رت چوسڻ لڳو، ۽ جڏهن مزورن جي گهرن مان، اناج جو آخري داڻو ختم ٿيڻ لڳو، تڏهين اصيل نانگ خوشيءَ ۾ ڦوڪون ڏيندو، پنهنجي آقا ۽ خالق کي اها خوشخبري ڏيڻ لاءِ پهتو- ۽ ان ڏينهن هري هري ٿي مزور ڪم تي اچڻ لڳا. هو به ڪم تي ويو، پر هن کي چيو ويو ته چاڪاڻ ته هن پنهنجي "رزاق" جي شان ۾ سڀني کان وڌيڪ گستاخي ڪئي هئي، ان ڪري هن جو روز بند آهي!

دريا تي مڪمل اوندهه، مڪمل خاموشي ڇانئجي ويئي هئي. هو ذهن جي اوندهه ۾ ڀٽڪڻ لڳو- انهيءَ اوندهه ۾ هن کي ڪي تروڙا به نظر آيا، جتي انسان جي پاڪيزگي پڪ جي باهه ۾ جلي رهي هئي- انسان جي فطرت سڙي رهي هئي- جتي مزورن جون هڏيون سڙي رهيون هيون ۽ انهن جي ڦلهيار مان ڪارخانن جون چمنيون، محلن جا گنبذ ۽ محراب اڀري رهيا هئا. هو اٿيو ۽ پنهنجي واپس ورتل نيڪيءَ ۽ پاڪيزگيءَ کي انهيءَ باهه جي نذر ڪري، تبرڪ طور ڦلهيار جي چپٽي کڻي، دريا جي اونداهين کي پنهنجي ذهن ۾ سميٽيندو ان طرف نڪري ويو— جتي انسان چور آهي— ڌاڙيل آهي— ۽ خوني آهي ......

مهراڻ

خواجه غلام علي ”ناشاد“

# درياهہ شاهہ

”سائين، درياهہ بادشاهہ جي ڳالهہ ٻري آهي!“... ٻڍي ڏ ٻندي، لٺ ٻٽ تي رکندي ۽ وهندي وراڻيو، ”جواني ديواني آهي... سون تي به زوري اجائي –سڄو ڳنڍيو پيو هوس. ڏيءَ (اشاري طور) چاتي – ۽ هٿ مس ڪرائيءَ تي ورن، ٻٽ جهڙو راڳيو پيو هوم. ڪپڙن ۾ لهيل؛ شين به شيني جتي جنهن جو رونگٽ ٻري ٿي ٻڌو. ڪانچ سورهن ٻوتي مرڪ جي، جنهن ۾ اناڳ چاريءَ وارو، جنهن جا چيڙا، مٿي پريل، لوڪيا ٻئي. ڏوري واري وانلي جي صدري، جنهن تي به ٻرت–– ۽ ٻڙي ٽني جي اجرڪ؛ لوڙهہ ٻرهہ ڪن، جنهن ۾ لرهہ ڪڙيون. ناٿو ڪهڙي وڃا– سا خبر ڪا خير: چاتر وانئي جي ڏاڙهي– اڄ هوندي صبح نه! دنيا چا– رتيءَ ماتر ڪل ڪانه هئم.

”رئيس جي مرياتي ٻيءَ جي پل پلائي هئي– نر مڙس هوا! پنهنجي هڪڙي جواني سانوڻ ۾ ٻيو زوري، ۽ آيون الله جا هٿ ۾ ان جا– بس پير ٻٽ تي نه ٿي ڪتو. ٻڪ مٽ ٻئي هئا: ٻوءِ نه وڻ گهوڙو ٻڌڻ ڪونه ٿي ڏنم. مڙس ڏهيسر هوس: راڻي گهڻي هئم؛ سو هڪ لڳا راڄ جي ميڙ سان ٽڪ جا پيرا ڪنياسين. ڳوٺ راڄ جو ڪم... مڙس جي خبر مهل تي، سو وڃي ڪڏيوسان. راڻي، مٿا ڏيئي، نيٺ درياهہ جي ريٽ ۾ پيرا وڃاياسين. ڪٿين سٿين مال جي ٽڙن جون چيهون، سو ٻئو ڪونه پيو– ۽ پيري سڄاڻ: ٽرشين مان سڀي ڪٿين نه نيڻ ٻرڙ اٿئي! ٻور ٻرجي ريو هو سو ماٺيڪار ترسئو پيو. ميرٻحر مڙس ماڻهو هئا، وڙي جو خبرون ٻڌنون سو سڀ نئي چڌنون– چيئين: ”آنجيون لنون اساڻيون اکيون... مر نڪرا!“ وچارا ٽڏا ڪئي آيا: ماني ڪاني ياڪيو، آڳ ۽ ٻيري ترسياسين؛ ٻن جي ڏنيسين مٽ: ”ميان! وڃو ڳوٺ پيڙا ٿيو... آئين چيئا!“ همراهن نه ننگ ٻئي چنايا، سي پيڙي رهيا؛ ڳرڙي به وڃي ڳوٺ چڌنون. چار پهر ترسياسين. ساجهر اٿي، چاندو ڪيوسين. ٻنڻ سڀهيو پيٺو هو: سوڪلاني چوڪلاني رڙهياسين. ٻلا درياهہ شاهہ! ڪوهن ۾ لانئي هئين... ٻور سانوڻ... ونيو جو

ڪنهن پٽ کي ڦيرو ڪڍي ، ڏو ... اندر ... شهڪو ٿي پيو. ڪهاڻو پئي ڀوريا: تڪ تڪيو
نه ڏين، پر به واهه جا وارا پئي ڪيئون. ڪي ماڻين مٿي ۽ ڪي سيٺاهون ڦوڪيو پئي ڏيا.
سوني ڏانهون نرت ٿي پئي ... ڳچ جيترا پلا هٿ هٿڪڙي پيا ڪيا. روز الستي هو پر به
وس وڏائي پئي ڪئون. لهرن لوڙي چڙيا هئا، پر ڪرت جا ٿي! پئي زور ڏئون. پاڪ
دان ڪنهن جي ريس ڪانهي. ڪي پلا ته ڪي ڏلها. چڙهندو ڪنهن کي به ڪوڏ؛ لهرو
پاڻهون پريو آهي: پر به حيلو واجبي آهي - حيلو ڪيو تڏهن وسيلو ٿيندو. ڪهڙا به ڪهڻي
هئا. ڪي مال تڪون ورايو پئي آيا، ته ڪي مون ڪنڌيءَ پئي ويا. سج ڪني ڪڍي؛
سندس سوجهري ۾ مڇين جا چلر چانديءَ وانگر پئي چلڪيا. روح پئي ريلا ڏنا ته پن
ڪا ڏر چڙهي، پر هلندي پيڙي، جنهن ۾ ٽڪا لڳي ڏئي، ٽڪو سونو- بس رنگ پئي ڏنوسين.
اِتي، وڻي جا ڏم ڏئي ته ڪڙي آپ چڙهي اچي سڻڪو ڪيو! الائي ڪي ڏريٽيون آهنس- بس هيڏي
ساري پيڙي ڪنپار جي چڪ وانگر پي ڦري! سڪو سڪي وياسين: پيڙياتا، تن وٽ پڪڙ لائي
ڏني. ڪي ڏس ته سنوان سڙهه لاڄن تان پيا ڏارين، ته ڪي ونجهه پيا سرهين: بس راڙو ڪاڙ
لڳي وئي! هر ڪنهن کي اچي سر سان لڳي. چيئون ته 'ڪن شاهوڙ آهي- الله ڊڪ ڪري،
نه ته ليکي لل ڪونهي'. پر ڪٿي مٿي تي رکياسين. ڪو ڳنڍ پيو ٻڌي، ته ڪو ٻڙ پيو ٻاسي:
بس سائين، سر جي بلا سرسين - هر ڪو پاڻ ليکي هو. موس هارجي ويا. سمجهيوسين چوٽا پورا
ٿي آيا. پر اڃا ڪي ڪٽا آڏا هئا. چوليءَ ڏمي ٻاهر ڪڍيوسين. لک شڪرانا ان مالڪ جا
جو ڪوٽ ٿيو، نه ته ڳالهه پري هئي. جان ڪٿي نهار ڪريون ته جيئن ڪٿي ڪن کي لٽ
هٿي چڙهي هجي، تيئن چڪري پي پيئي. ڏئيءَ پناهه ڏني، نه ته رقم آڳٽ هئي. ڏونٽو ۽
نوپر وارو ٻڌيو بيٺا هئا. پورهي مس ڪنڌ ڪڍي ته چونب ۾ ڪرڻو پئي پين!

"پرين پر کي باقي اچي چڙهيوسين. پريان ڪاٺ ڪنو وڻ کي لڳو پيو هو. وڻ آن جان تي
هو: درياءَ جي ريٽ تي، اڄ نه ڪري سڀاڻ ڪري. ونتا ... ونتا ڪنڌيءَ لڳاسين. آڙون ڏيئي
پيرا ڪڍياسين. ذات ڪوپلا- سنئين نه ڏين: وڻي ها ها ڪئيسين. اچي آچي تي مس ڪُريءَ
تي ويا. ڏيتو ڪيئون. پئي جمعي تي ڪاهڻ جو چيئون ورياسين - ڪم سولو ٿيو. پر
اِتي اچي اڳيون وچيون ٿيون ...... پنهن خير ڪو هو: اچي جهوري لڳيسين. پريان مال
ڏنوسين- ڳچ جهڙو هو: همراهه ذات جو شودو هو. چئين، 'سيٺاهون ساڻ آهن. مال ۾ واهرو
ٿيو ته پنهي سنئين ٿئي.' الله تو هار ڪري، ڪهڙا ٻڌي مولهاڻو ڪري، سيٺاهون ڦوڪي، ٽپي پياسين.
ٻنارين جي ٻچن ۾ ڪٿي هٿ وڌاسين. ڪوڪٽ پوندو ويو. سيرُ چڙهي، اڃا مس اوراڙ ٽڪياسين،
ته همراهه پيريءَ رڙ ڪئي 'ڪهوڙا بلا ٿي نڪر.' سمجهوسين ڪوريءَ ۾ واڳوءَ ڏاران پي

ڪهڙي ٻلا وڄهندي! جهٽ ٻلا ته هوس. ڪهڙو مال وارو ايمان وارو هو: جهٽ هيئان مٿو ڏئي واڳوءَ کي اڄ تي آندئين. مڙسيءَ جي مهل هئي. ايمان مڙمان آهي. موٺ ٻه هٿ ڦوڪي اچي وارو لائس. ڪهاڙين سان پوٽ ڪري ڇڏيوسينس. وٽ وٽ ۾ درياهه جي ٽڪ وٺي جا ڦيرو ڪيدي، ته ڏو...... سير ۾. همراهه ساٿو ٿي ويو هو... الائي ڪي وٽ ڇڏيئين. واڳو ٻه ٽلندو ٻي ويو! ڏونڏاڙي، ڏونڏاڙي مڙس سرت ۾ آندوسين...'متا دل لوڙي الئي... مڙس ٿي- اچي رسيا آهيون!' ڪلها ڏيئي ترڻ لڳاسين. ڦيري ۾ ڪوري ڇڏي وچي ڇيل ۾ پياسين. جهاڳ... جهاڳان...جهاڳ...جهاڳان... مس آڪتاسين. پريان سيسار سير ۾ ايو هو... وڻيو جو ٻلي کي ڏي اچل ته جهڙو پاريهو ڏڙو اچلي- ڏو...... وات ۾. چار هوا ۾ سوسٽ ڪندا ڏندن جي پاسن کان سڌو لڙ ۾...... سائينءَ جا رنگ..... واهه جو منڊل هو. جهڙو درياءشاهه دادلو، پروچ سير ۾ سنئين ڳات سيسارڪي رتي ماتر ٻه نه ٿي چوري سگهيو. جهڙو بند ڪٽو پيو هو. ٻلڻين جي ٽپ ٽپان- رڳو اڌل ۾ پچ ٿي ڏٺو، پيو سارو خير. پونئري جي ٽڪ ڏئي ته ٻلڻ ٻي ڪانهي. ڪميون ڪچان پئي اورنون پرنون ٿيا ڳانڍڻن کي ڳاڙيو ويٺا هئا. سيانئن جا چمنا حجامن متا پئي هليا. اچا اڄ ٿي ويهي مس، ته چمني ۾ لوهه لڳو پيو هو!

"سچ سنجهه پاهر هو، ته اچي ڪوريءَ تي رسياسين. ريتيءَ ۾ پکل پلا ڍوئي ڪاڏاسين. همراهه کي رڳو ڪير چکو ڏنوسين. وٽ ٻند ٿي ويو هوس. ڏاڏي اجرڪ چکي ڪٽي ٻڌيسينس. هائي ٻود ۾ هو. ٽڪ ڪري جهٽ ڪونڪهرا هڻڻ لڳو. اسين ٻه اڪ پوڙڻ لاءِ لٿي پياسين. پر مال وارو خبردار هو. ڍڪيءَ جو اٿي هنياسين جتيءَ کي ٿي ٽڪ: همراهه مال وارو ٻيلي جي منهن وٽ ڇڄي ويو. اسان ڪٿي پهو ورتو: چتونءَ جي تنوار، ڪارڪنچي جي جهونگار، ٽڏڙي هير: ڊڪ ڊوڙ ڊسپ، ڊڪ ڊوڙ ڊسپ، ٽڏل جو پنڌ: جاڻ رسياسين. وچات وڪرواتو ڪٿيو سيائين ڏاڻهن پئي وريا: ته ڪي ڪهوڙا ٻلن جا پريو، ڪي ٽنڪر مٿن تي ڪٿيو پئي موٽيا. سچ مس ڪني ڪيدي ته اچي پهتاسين. سڌو رئيس جي سلام تي وياسون. خبرون ڏنيونسينس. خوش ٿيو، جو منهن متي ڪري آيا هئاسينس. سائين، هوندي تي حرص آهي! اڄ ڏيل پيو ڏکي، پٽ پيو رڦي: ههچ موڪلائي وڃي: قبر ڪنڌيءَ تي، اڄ نه ته سڀان- الائي موت ڪڏهن نهوڙي نيندو! جواني ۾ ڪيئن سئين پيرا درياءَ اڪتاسين. هائي الله سال هيءَ دنيا روپي درياءَ لڄ پٽ سان اڪاري. پاڪ وارا آهيو: دعا ڪريو ته سڪرات سولي ٿئيم. ٿل مسلمان ڪري ماريم!"

اسان وراڻيس، "پريا مڙس، ڏئي ٿل موٽي تي مهر ڪري: نه ته آهي پري ڳري ۽ ٻنڌ اٿانڪو!"



اصل، مئڪسم گورڪيءَ جو، روسي زبان ۾ لکيل
انگريزي ترجمي تان سنڌيءَ ۾ آيندڙ:
جمال ابڙو

# پاشا

روز صبح ساڻ گگهوءَ جو ٻوائتو آواز لهرون هڻندو، رانبات ڪندو، مزورن جي بستيءَ تي چانئجي ويندو هو. ڳوٺ جي گريءَ ۽ تيل هاڻيءَ فضا کي جڻ تہ وڪوڙي ڪٺي مٺ ۾ ڪندو هو. سڄو ڏينهن هڏ هڻي، مزور ٻہ گودڙين ۾ اونڌا ابتا ٿيو، ڪدن ۾ ڪريا پيا هوندا هئا. ننڊ ئي تہ سندن ٿڪل لڱن جي خوراڪ هئي! گگهوءَ جو بي وقتو ۽ بي هودو حڪم کين اڌ ننڊ مان چڪي اٿاريندو هو. اکيون مهٽيندا، ٿيو ڪائيندا، ڦيريون پائيندا اٿندا هئا. بس جڻ تہ ڪنا ٻرن مان نڪتا. اونده، ٻوسلو ۽ ٿڌ- ڪرڪندا، گاريون ڏيندا، رئي اڏائيندا، کوٽيءَ مان کوڪندا ايندا هئا- پيا هڪ ٻئي جي مٿان ڍهندا ۽ ٿاٻڙ ندا هئا. ڪارخاني جون بي خوف پٿيون لاپرواهيءَ سان جبل ٻٺيون بيٺيون هونديون هيون. مزور ويندا هئا ڪڏ ٿيندا. ڪپ سندن پيرن هيٺان پئي چڪ چڪ ڪندي هئي. گوڙ ۽ شور ويندو هو وڌندو. ڦٽ لعنت ۽ گارين جو ڌوڙيو لڳايو پيئا هوندا هئا. لوهي ٻرزن جي کٽ کٽ ۽ ٻاڦ جو ڦرڙاٽ ويندو هو زور وٺندو. دونهي جا ڪڪر اٿندا، وڌندا، ديو وانگر سڄي ڳوٺ تي چانئجي ويندا هئا.

پاشا بہ اتيئي رهندو هو. سندس سڄو بدن شوخ گهنڊ ڀدار وارن سان ڀريو پيو هوندو هو. سندس ٿلهن وڏن ڀرن هيٺيان ننڍڙيون اکيون پيون چمڪنديون هيون. هن جي شڪي نگاهن مان نفرت پئي اڇلون ڏيندي هئي. اکيون اهڙيون تيز جو جڻ تہ ڪرٽا پيا نڪرندا هئس- ڪاڏي ۽ چپ مٿي ڪري، ٻوٿ بڇڙو بڻائي، حقارت مان ٿڪ ڪٺي اڇليندو هو ۽ چوندو، "ڪتي جو ڦر!"

هو رالوڙ لڳو پيو هو- ننگون جڻ تہ ٿنيا، ٻانهون وڏيون ۽ وار ٿلها. ڪاريگر بہ واه جو هو. سڄو ڏينهن پيو وهندو. شوخ ۽ ڪوڪ. سيني ڪان ڏاڍو هو. مالڪن کي بہ ڪتيون ٻڌائيندو هو. ٻٽ هڻندو، تہ ڪم ڪان جواب. پيسي جي وٺس جهٽ پاڙائي ٿيو وڃي. ٻوءِ خار ۾ هٿ پيو مهٽيندو ۽ پيو هيٺ مٿي ٿيندو.

ڪنهن کي ڪونہ وٺندو هو. سڀ ڪائنس ڇرڪندا هئا، جي ڪٺي ڪو خارباز جوان ساڻهون ٿيس، تہ عمر لاءِ سبق سکي ويندو هو. موڪلن ۾ تہ ضرور ڪنهن نہ ڪنهن سان

وڙهي وبهندو. هٿي هلّ گڏ پڇي رکندس. پڌي ڪري، ٿولا ٿامي سانس وڙهندا هئا. پاشا کي بہ جيڪي سٽ ۾ آيو، ڪٽي بيهي رهندو. وڏو شاهي پڙ يا لوهو ڏنڊو مٿي ڪري، ٽنڪون ڦاڙي، آيو ٿـي بيهي رهندو. وارن سان سٽيل، مروٽيل سروٽيل ٻانهون، ڏاڍي ٻي ٻولي ڏاڙهي، وڏو ايو سنهن: ڏکي وانگر ويڙهہ لاءِ تيار، ڦوڪون پيو ڏيندو. ڪٺ پيئي وهنديس. نظر اهڙي تيز جڻ تہ ڪات آهن. پڙي هٿي بيهي رهندو. ڪير جسو سانس نظر ملائي! هيبت وٺي ويندي. جڻ تہ ڪو جهنگلي جانور چتو ٿيو ڪاٽڻ لاءِ تيار بيٺو آهي. اوچتو وٺي رانپات ڪندو، ٽڪ اچليندو ۽ چوندو "ڪتي جـا ڦر!" سندس وڏا پيلا ڏند ڪرڪندا، ڏاڙهيءَ مان ظاهر ٿـي پوندا هئا. ازغيبي پڙ چانئجي ويندو. سپ وٺي پڇندا. پري بيهي ڪيس گاريون ڏيندا. سندس نڙيءَ مان گڙ گڙ جو آواز نڪرندو. زور سان ڪٽي ٽڪ ٿي ڪندو ۽ چوندو "ڪتي جا ڦر!" سندس اکيون پيون پرنديون هيون. ڏنڊو مٿي جهلي، اڳتي وڌندو ۽ ڪوڙيل چپن ۾ چوندو، "ڪير آهي جو اڄ مرندو؟" پلا ڪهڙو مر تان تتو هوندو! سپ نڙي پکڙي ويندا.

هو اصل ڪونہ ڳالهائيندو هو. پوليس لاءِ، ڪامورن لاءِ ڪارخاني وارن لاءِ- بس وٽس اهوئي هڪڙو جملو هو: "ڪتي جا ڦر". زال کي بہ چوندو هو تہ "ڪتي جي ڌيءَ! ڏسين ٿي، منهنجي سٽڻ ڦاٽي پئي آهي!"

ڪيس هڪڙو چوڏهن سالن جو پٽ هـو. وارن ڪان وٺي، ڪٽي مٿي ڪندو هوس. بس بہ هڪ ڏينهن سٽ ڏيئي، هٿوڙو ڪٽي بيهي رهيو. چـي، "اڳتي وڌندين تہ خير نہ هوندئي!" پاشا دنگ ٿي ويو. چپ پڪوڙي، اکيون چنجهيون ڪري، هوريان وک کنيائين. بس بہ هٿوڙو تيار ڪري چيو تہ "ستان آيو آهين، مون گهٽوئي ستو آهي. هاڻي نہ ڇڏيندو سانءَ". پاشا بيهي رهيو. رڇ جهڙا هٿ ڪٽي پنيان ڪيائين. ڀاسيريون اکيون ڪري پٽ کي ڏنائين. ساهہ روڪي بيهي رهيو. نرڙ ۾ گهنج وجهي ڪنڌ لوڏيائين، جڻ تہ ڪا ڳالهہ سمجهي ويو! وٺي ٺهڪ ڏنائين، چي، "واقعي تون ڪتي جو ڦر آهين!"

انهيءَ ڏينهن، زال کي چيائين تہ "مون ڪان هاڻي پاڻي بہ نہ گهرجانءِ. پٽهين توکي پاڻهي پاليندو."

جوٽس ويچاري چئي وئي تہ "باقي تون سو سيئي پنـا نٿي ۾ وجائيندين؟"
"ڪتي جي ڌيءَ، مان ڪٽي يار کي ڏيان، تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟"

پاشا ڪابہ يار ڪانہ رکي، پر پٽ جو ڪڏهين بہ اونو ڪونہ ڪيائين: مرڻ گهڙيءَ تائين نہ ڪانئس ڪجهہ پڇيائين، نہ سانس ڳالهايائين.

ڪيس هڪڙوئي دوست هـو. سندس وڏو ڪتو! پاشا جهڙوئي ٻي ٻولو ۽ شوخ. سانس گڏجي ڪارخاني ڏي ويندو هو ۽ سڄو ڏينهن در تي سندس انتظار ڪندو هو. شام جو آئي، ڪر پڇي، اکيون پيو مچڪائيندو، جيستائين پاشا ٻاهر نڪري. چپ چاپ پاشا جي پٺيان لڳي پوندو. پاشا نہ ڪڏهين ڪيس ڪار ڏني، نڪو ڏڪ هنيو ۽ نہ وري ڪڏهين مٿانئس پيار جو هٿ گهمايائين. ٻئي خاموش هئا ۽ هڪ ٻئي جي طبيعت کان چڱيءَ طرح واقف.

موڪل جي ڏينهن پاشا وتندو هو ڏڪا کائيندو. مٿان ميٽ ۾ هڪ ڪُتي ڪان ٽي تائين. پنهنجي ليڪي ايندڙ ويندڙ جي منهن ڪي پيو جاچيندو. جڏهن ته ڪنهن کي ڪولي پيو، ڪتو به سندس پيٺان ٽلهو وارن وارو پڇ لڙڪائيندو، سهڪندو، نوسيندو ايندو هو. ماڻهو ٺٺول مان چوندا هئا ته "پٽي ڪتا!"

پاشا، شام جو نشي ۾ ٽات ڏي، ٺڪجي ٺٺجي، اچي ماڻيءَ تي ڪرندو. ڪتي کي به پنهنجي ٿانو مان گڏ کارائيندو. ويندو هو ڪرهه ڳوڙڪائيندو. هٿي ڏاڙهي ميچون پري ڇڏيندو، جوئس، جي ذرو به دير ڪئي ته ٿانو ڪٽي اڇليندو. چري پري، سولو ٿي، ٿالهه سوٽ جي کيسي مان دارونءَ جي بوتل ڪڍي، ڪٽي اڳيان رکندو. ٽنگون نيڙي، پٽ کي ٽيڪ ڏيئي، اکيون بند ڪري، وٺي راڳ شروع ڪندو. سندس ٿلهو ۽ ڳڪهو آواز مٽي ۾ سوز وجهي ڇڏيندو. بي‌سرا ۽ بي‌وقتا آواز سندس سنجهيل ڏاڙهيءَ ۾ پيا اٽڪندا هئا. سندس ڳنيل ڏاڙهيءَ مان ماڻيءَ جا ڀور چنڊجي وڃي پري پوندا. ٿلهين ۽ کهرين آڱرين سان ڏاڙهيءَ کي چنڊڪو ڏيئي، وري ڪٽي راڳ شروع ڪندو. سندس راڳ جا اکر اصل سمجهه ۾ نه ايندا هئا. جڏهن ته سياري ۾ ڳدڙن جون اوناڻيون. ڪتو به سندس پرسان اکيون بند ڪيو پيو ڍڪر کائيندو هو. پاشا جي اوچتي ۽ ڏاڍي آواز تي وٺي زور سان پڇ لوڏيندو. بس جيستائين بوتل ۾ دارون هوندو هو، تيستائين سندس راڳ پيو هلندو، ۽ پوءِ ويندو هو ڍرڪندو. پٽي چٽا اتي ئي سمهي پوندا.

پاشا جو موت تري ڦاٽڻ جي ڪري ٿيو. سچا سارا پنج ڏينهن پٽي هنڌ ۾ لڇيو. منهن ڪارانجي ويس. اکيون بند، ڏند پيو ڪرٽيندو هو. ڪڏهن ته مٿيون ڀڪوڙي، زال کي چوندو هو ته "ڪجهه سنکيو ڏينم. زهر ڏينم، ڪتي جي ڏيءَ!"

ڊاڪٽر مٿانئس پلستر رکيو، چي، "آپريشن ٿيندي، ڪيس اڄ جو اڄ اسپتال ۾ آڻيو." پاشا پڌي ورتو. چيائين ته "اسپتال ۾ يا توسان گڏ جهنم ۾!" وٺي ڏند ڪرٽيائين، چي، "تون الڪو نه ڪر، مان پاڻهي مري ويندس". ڪنڌ ڦيرائي چيائين "ڪتي جو ڦر". ڊاڪٽر هليو ويو. جوئس کي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. ڪيس آپريشن لاءِ منٿ ڪيائين، پر پٽا هنڌ مان ئي ٺونشو ڪڍي ڏيکاريس. چي، "مان چڱو ڀلو ٿيس ته توسان وڏيڪ تعدي ٿيندي".

صبح جو پاشا مري ويو. ٺيڪ انهيءَ وقت ڇڏ هن ڳڪهو وڳو! هو سفيد ڪفن ۾ سڌو ستون پيو هو. سندس وات کليل هو ۽ نرڙ ۾ اڃان به بي‌آراميءَ وارو شور ۽ گهنج لڳا پيا هئا. سندس جنازو کنيو ويو. هن جي جنازي سان گڏ سندس زال هئي، پٽ، سندس ڪتو ۽ ڳوٺ جا ٻه چار پينو فقيو ۽ هڪ پراڻو چور ۽ شرابي جنهن کي ڪارخاني مان نيڪالي ملي هئي. سندس زال ماٺ هئي. پٽس اصل ڪونه رنو. جنهن جنازي کي ڏٺو، ٺهي رهيو. چي "جوئس جي جند ڇٽي". "جهڙو هو، اهڙو ڪتو ٿي مئو."

پاشا کي قبر داخل ڪيو ويو. سڀ هليا ويا. سندس ڪتو بيٺو رهيو. تازيءَ نڪتل مٽيءَ تي ويهي رهيو. خاموشيءَ سان قبر کي پٽي سنگهيائين. ڪنڌ مٿي ڪري ڪوڪر ڪيائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪتي کي به ڪنهن ماري وڌو!

دنيا جي، سال ۱۹۵۴ع وارن، بهترين مختصر افسانن ۾ شمار ٿيل

اصل، ڪ. ت. محمد جو ملايالم ٻوليءَ ۾ لکيل
انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪندڙ سشيلا مزرا
سنڌيڪار: الاهي بخش لاڙڪ

# اڪڙيون

جن ڪي به الله اڪيون ڏسڻ لاءِ ڏنيون آهن، سي مونکي ڏسي کلندا آهن، ۽ ڪي ته بنهه ليڪو لنگهي اچي ٺهڪن ۾ پوندا آهن. هنن جي ڏندن جي نمائش ۽ گڏهه وارين هينگن جو هڪ ئي به راز آهي، ته مون به هڪ دلبر سان نينهن انڪايو هو ۽ توڙ نباهي وچي شادي رچائي هيم. هو هن ڳالهه تي اچرج کائيندا آهن ته آءٌ ڪيئن عاشق ٿيس؟

جيڪڏهن اوهان هنن کان هن بي‌سوڦعي هينگڻ جو سبب پڇندا، ته هو يڪدم اوهان کي چوندا، 'ذرا ڪنڌ ورائي هوڏانهن ته نهاريو!' چگو هينئر مان اوهان جي اڳيان آهيان. اوهين امين ٿي فيصلو ڏيو ته مون ۾ آخر اها کهڙي ڳالهه آهي جنهن لاءِ مون تي کل جي ابتري ٺٺولي ڪئي ٻڌي اٿن! آخر آءٌ به ته الله جي پياريءَ اشرف المخلوقات جو هڪ فرد آهيان.

آءٌ قد جو مختصر آهيان،... رنگ جو ڪارو، جهڙو ريل جو ڪوئلو،... ٻيا عضوا ٻڻ ڏنگا ڦڏا، حصي رسيءَ جي حساب کان ٻاهر،... چوٽي قد تي حساب کان وڏو مٿو،... اڪيون ڳول، اونهن کوٻن ۾ لڪل،... نڪ سان جڻ جيپ جو حادثو ٿيل،... برساتي ڏيڏر جهڙو وات، ۽ ٻن هاٿيءَ جيڏن ڪنن وچ ۾ سوڙهي چپٽري پيشاني اٿم. ننڍي هوندي، ڪوئيءَ تان ڪرڻ سبب سڄيءَ ڄنگهه کان به لنگڙو آهيان. ٿورن لفظن ۾، مان بدصورتيءَ جو هڪ مجسمو آهيان. هو چوندا آهن ته ٻهرين نظر جنهن جي مون تي پوندي آهي، سو مونکي افريقي ڪارو باندر سمجهندو آهي. پر ڪو باندر ڏسي به ماڻهو کلندا آهن ڇا؟ هنن کي ته ڪل فقط پاڻ جهڙي هڪ باندر جهڙي انسان تي ايندي آهي! رستي تان ويندي، ڪيترائي ماڻهو مون تي ٽوڪبازي ڪندا آهن ۽ جهنگلي جانورن سان تشبيهه ڏيندا آهن. پر مون ڪڏهن به اهڙي پنهنجي توهين ٿيندي ڏسي، احتجاج بلند ڪين ڪيو، ۽ نڪي وري انهن جي وڏائن ۽ غلطبيانين تي خار کاڌم.

رستي تان ويندڙ رنگ برنگي پوشاڪ پهريل نوجوان نينگرين کي ڏسي، ڪنهن بوتيءَ وانگر بيهي ڏسندو رهندو آهيان؛ ڇا لاءِ ته هو پنهنجو مکڙو، مون کي ڏسي، انهن ڦيرائي وينديون آهن، جيئن ڪو برهمڻ رستي ويندي، چوڙهي کي ڏسي، بدشگوني سمجهي، پوٺ پلڙو ڪري، اتي جو اتي ڪٿي پويان پير ڪندو آهي. شايد اهو سڀ ان لاءِ آهي ته هو مونکي پاڻ مان هڪ سمجهڻ کان عاري ۽ انسان ذات مان تسليم ڪرڻ کان انڪاري آهن. هرشخص وانگر آءٌ به سونهن جا گڻ ڳائيندو آهيان؛ پر شايد اهي منهنجي حرڪت اوهان کي ناگوار گذرندي هجي ۽ منهنجي انهيءَ حسن پرستيءَ جي گناهه کي اوهان معافيءَ کان مٿي گناهه سمجهندا هجو.

آءٌ اڃان ننڍڙو ئي هوس ته پدري شفقت کان محروم ٿيس. صرف الله ۽ امڙ کان سواءِ، گهر ۾ ٻيو ڪو به ڪونه هو. ڪجهه عرصي کانپوءِ مونکي منهنجي بدصورتيءَ لاءِ ڀلا ڪير جوابدار ٿي سگهي ٿو؟ بابو؟...امان؟ ...انهن جو ڪهڙو قصور! بس، آءٌ ڄاڻان! ممڪن آهي ته هنن جي نه چاهنا هجي ته ڪو آءٌ ڄمان، ۽ نه ڪين ڪل هئي ته آءٌ ڪو ڄمندس.

جيئن ته هر ماءُ کي اها آس هوندي آهي ته پنهنجي پٽ جا هٿ مينديءَ رڱيا ڏسي: سو امڙ به هڪ ڏينهن مونکي ڏسي چيو ته "ٻچا گهر ۾ ڪنوار ڪڏهن ٿو آڻين"؟
"امان تمام جلد،" مون دل کي ڏاڍو ڪندي ورائيو.

امڙ پنهنجي پاڙيسري پوڙهين سان منهنجي شاديءَ بابت صلاح مصلحت شروع ڪري ڏني. ڪيترا ڏينهن ڳالهيون هلنديون رهيون ۽ هوءَ هر روز نااميد ٿي واپس گهر موٽي ايندي هئي. ان نراسائيءَ جو سبب ڪانئس پڇندو رهيس، مگر هوءَ "ڪجهه به نه" چئي، خاموش ٿي ويندي هئي. پر، ان "ڪجهه به نه" ۾ ماءُ جي ڏکندڙ دل جي بيوسيءَ جا آثار ڏسجي رهيا هئا. ٻه هفتا گذري ويا ـــ امڙ ٻاهر نڪرڻ بند ڪري ڇڏيو. جيڪي اڳ مون تي نه کلندا هئا، تن به هينئر کلڻ شروع ڪري ڏنو، هڪ پيرمرد ته مون ڏانهن نهاريندي، همدرديءَ جي لهجي ۾ چيو، "غريب ويچارو! ...... ماڻس ڪنوار هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيترو نه پاڻ پتوڙيو...... اي خدا! تون ههڙا ماڻهو زمين تي موڪلين ڇو ٿو؟"

پوءِ آءٌ، چپ چاپ، بت جي چڪ مڪ ۽ ٺاهه ٺوهه ڏانهن متوجه ٿيس، ۽ پنهنجي بدصورتيءَ کي عمدن ڪپڙن ۾ ڍڪڻ جي ڪوشش ڪيم: پر منهنجي هن ناданيءَ ماڻهن کي مذاق جو پاڻ وڌيڪ موقعو ڏنو. ڪاڻ وهنجڻ سان ڪو هنس ڪونه ٿيندو آهي.

ڪيتري عرصي کان آس هيم ته ڪنهن سان محبت ڪريان ۽ ڪو مون کي به پيار ڪري. نيٺ مون به پنهنجي لاءِ محبوب ڳولي هٿ ڪيو. منهنجي عشق جو داستان پڙهڻ جو اوهان کي يقينا اشتياق جاڳيو هوندو. واقعي هي هڪ عجيب داستان آهي، ـ جنهن ۾ هڪ

تنديءَ نينگر جو، جنهن سان ٻربر جا ٻيچ ٻاتر ۽ شادي رچايم، داستان ۾ شامل آهي. جنهن منهنجي ڏيهان تنديل شڪل شبيهه جي ڪا پرواهه نه ڪري، سون سان پنهنجي ٻوتر ٻربر جا ٻيچ ٻاتا ۽ شادي رچائي.

ڪنوار هٿ ڪرڻ لاءِ منهنجي ماءُ جون ڪوششون رائگان ويون. ڪنهن به عورت هڪ باندر جي زال ٿي رهڻ قبول نه ٿي ڪيو. هن ناڪاميءَ سبب آءٌ بيمار ٿي پيئي. هڪ اڳ ئي هئي ٻوڙهي، پيو وري هن سوداءَ ۽ پريشانيءَ ڪيس اهڙو جهليو جو وري نه اٿي. منهنجي مٺڙي امڙ، ...... منهنجي دل جو آٿت، ...... جا پنهنجي پيار جي مٺڙيءَ هير سان منهنجي دل جي آتندڙ آلن کي وسائيندي هئي، ...... آمڙ - منهنجي زندگي ...... منهنجي آس ۽ اميد، ...... جنهن منهنجي خطرناڪ بدصورتيءَ ۾ به سونهن جي جهلڪ ڏٺي هئي - مون کان موڪلائي ويئي، ...... مون کي هن دنيا ۾ اڪيلو ڇڏي ويئي. آءٌ مٿس ويهي رنندس ڪين: ڇا لاءِ ته وڏيڪ دک درد سهڻ جي سگهه منهنجي غريب امڙ ۾ باقي ڪانه بچي هئي.

- ۽ پوءِ جيڪو معجزو ٿيڻو هو، سو ٿي پيو. هڪ ڏينهن، اوچتو اوچتو، ڏاڪڻ پرسان ٺڪ جي ٺڪ ٺڪ ٿي. تنهن بعد هڪ صدا جو پڙلاءُ پيو! "سائين ڪجهه واسطي الله جي!" هيءَ هڪ گداگر جو آواز هو. "سائين آءٌ ڏسي نه ٿي سگهان!". هن ٻيهر آواز ڏنو. مون هن ڏانهن، ۽ پوءِ هن جي اکڙين ڏانهن نهاريو. پنهنجو پاڻ کي وساريندي، مون سوچيو "غريب ڇوڪري ...... نوجوان ...... مگر نابينا! هڪ جيئري جاڳندي زندگي جنهن ۾ صرف پڌڻ ۽ ڇهڻ ممڪن! ...... ڪا حسين ڪانه هئي، پر سندس اڀريل ڇاتي ۽ ڀيون جوانيءَ جون علامتون منجهس موجود هئڻ ڪري، ڀيرينءَ نظر سان دل ڏيئي ويٺس." "اندر آءِ ۽ اچي ويهه!" مان هن کي محبت ڀرئي انداز ۾ چيو. هوءَ دروازي گولڻ لاءِ هٿوراڙيون ڏيڻ لڳي، ۽ مون آئي سندس هٿ ورتو. عورت کي ڇهڻ جو زندگيءَ ۾ مون لاءِ هي پهريون واقعو هو. احساس ڀريل نگاهن سان هن ڏانهن نهاريم — نابينائيءَ جي باوجود به هن جي مک ۾ ڪافي رعنائي هئي. سندس ڀريل ڇاتي منهنجي ڇاتيءَ کان گهٽو ٻري ڪانه هئي. ان کان اڳ جو آءٌ ڪجهه سوچيان، مون کي سرءَ جي تپ وانگر اچي ڏڪڻيءَ ورايو. محسوس ڪيم ته منهنجا چپ خشڪ ٿي چڪا هئا ۽ دل جي رفتار تيز ٿي ويئي هئي. "تون اتي ويهه،" مون هن کي واندي جي ڀڄڙيءَ ۾ ڪرسيءَ تي ويهاريندي چيو. هڪ ريو ۽ جيڪا ڪجهه روٽي بچت هئي، سا سون کيس ڏني. هن پنهنجو نالو "ليلا" ٻڌايو، ۽ ٻڌائين ته هوءَ پنهنجي ماءُ سان شهر جي ٻاهران هڪ وڏي ڪارخاني لڳ ڪنهن جهوپڙيءَ ۾ رهندي هئي. موڪلائڻ وقت مون هن کي وري اچڻ لاءِ گذارش ڪئي.

ليلا هينئر اڪثر اچڻ لڳي. منهنجي ۽ هن جي ملاقات روزمره جو دستور ٿي پيو. اسان هر موضوع تي بحث ڪندا هئاسون، ۽ آءٌ دل جو بار هلڪو محسوس ڪرڻ لڳس.

زندگيءَ جون گوڙ يون منهنجي لاءِ دلچسپ ٿيڻ لڳيون. ڪنهن وقت سوچيندو هوس ته جيڪڏهن ليلا جي بينائي قائم هجي ها، ته يقينا هن جي سونهن ۾ اضافو ٿي وڃي ها! عورت جا ناز ۽ ريا خماري نيڻ ڪيڏو نه مدهوش بنائي ڇڏيندا آهن! جيتوڻيڪ انهيءَ باري ۾ ڪو ٻين کان ڳالهيون ٻڌيون هيم، پر اکوين جي انهن جادو ڀرين ادائن جو ذهني طور پاڻ به قائل هوس. خوب چاتم ٿي ته منهنجي اميد ڪيتري نه ڇريائپ واري هئي. جيڪڏهن ليلا کي اکيون هجن ها ته هوءَ دردرڪا کين جهلي ها! جي پينو به هجي ها، ته به خيرات کان وڌيڪ مون کان ڪجهه وٺڻ لاءِ تيار نه ٿئي ها ۽ نه وري هن جون اکيون ڪڏهن به ڪيس مون وٽ اچڻ لاءِ تيار ٿين ها، ۽ نه ئي وري ساڻس ڳالهائڻ جو موقعو ئي نصيب ٿئي ها.

ماڻهو اسان جي ملاقاتين کان واقف ٿي چڪا هئا، مگر ڪنهن به حسد ڪين ڪيو. "باندر" هئڻ ڪري هن جي مذاق جو مرڪز ته اڳ ئي هوس. هينئر وري آنڌيءَ جي عشق هڪواريءَ هنن کي کلڻ لاءِ وڌيڪ موقعو ڏنو. آنڌيءَ ۽ بدصورت جي ميلاپ تي ڀلا ڪير نه کلندو؟

هڪ ڏينهن مون ليلا کان پڇيو، "ليلا تون مون بابت ڇا سوچيندين هونديءَ؟" هوءَ شرمائجي ويئي ۽ هن جي چپن تي مرڪ اچي ويئي. آءٌ خوشيءَ ۾ ٻرجي ويس.

"ها! ٻڌاءِ ليلا"، مون هن کي پيار مان چيو.

"ڇا، مان ڪڏهن چيو آهي ته تون خراب ماڻهو آهين؟" هن مشڪندي ورائيو.

جيتوڻيڪ منهنجو ارادو ڪين هو پر احساسات جي غلبي سبب مون هن کان پڇيو، "ليلا! تون مون کي پسند ڪرين ٿي؟" هن شرم وچان ڪنڌ جهڪايو ۽ مون محسوس ڪيو ته حياتيءَ جو لطف اُن منظر ۾ اچي چڪو هو. ليلا موڪلائي ويئي. "ليلا!" "ليلا!" مان ڪيترو نه خوش نصيب هوس جو هن هيڏيءَ ساريءَ بيوفا دنيا ۾ آءٌ به ڪنهنجو نالو پيار مان پڪاري سگهيس ٿي. حياتي، جا مون لاءِ اڳ وبال هئي، سا هينئر بدلجي جنت ٿي پيئي.

جيڪي مون تي کلندا آهن، سي منهنجا دشمن آهن. سمجهو ڪٿي منهنجي بدصورتيءَ بابت هنن ليلا کي اڳ ئي ڪجهه ذهن نشين ڪرايو هجي! ڇا هنن ائين ڪيو ته ڪين آهي؟ ڪهڙو اعتبار! پر هن ويچاريءَ کي ڪهڙي خبر ته خوبصورتي ڇا ٿيندي آهي، جڏهن جو هن کي رات ڏينهن جي پروڙ پنجي ئي سگهي. آءٌ ائين ڪونه ٿو چوان ته هن جو ڄائي ڄم کان نابينا هجڻ، منهنجي خوش قسمتي هئي. پر ڇا، اها هن جي بدبختي به هئي ڪين؟

ليلا پئي ڏينهن آئي. آءٌ شاديءَ متعلق سوچي رهيو هوس: 'ڇا اسان جو نڪاح ڪو ملان پڙهڻ لاءِ تيار ٿيندو؟ هي خدا جا بندا ديني اصولن کي ٽوڙڻ لاءِ ڪيئن تيار ٿيندا! هنن جي شريعت موجب اسان جو ميلاپ ممڪن نه آهي. هو اسان جي مدد هرگز نه ڪندا!

حالانڪ هنن کي خبر آهي ته مون جهڙي بدشڪل کي ليلا کان سواءِ ٻي ڪا ملڻ محال آهي. هو ضرور چوندا ته مان مسلمان آهيان: پر ڇا اها حقيقت آهي؟' مون هن کان پڇيو، "ليلا، مون سان شادي ڪندينءَ؟" هوءَ گهري سوچ ۾ غلطان ٿي ويئي. شايد منهنجو مسلمان هجڻ ئي هن جي سوچ جو موضوع هجي. "ڇا ٿي چوين؟ ليلا، اهو ڪافي آهي جيڪڏهن تون صرف هي سمجهين ته آءٌ به هڪ انسان آهيان. الله تعاليٰ توکي منهنجي لاءِ پيدا ڪيو آهي. ذات پات ۽ هي مذهبي ڍونگ سڀ انسان جي دماغ جي پيدائش آهن."

هڪ عرضدار جي حيثيت ۾ مان هن جي جنبش ۾ آبل چپن ڏانهن نهاري رهيو هوس. پنهنجي حيثيت ان خونيءَ جهڙي سمجهي رهيو هوس، جو جج اڳيان فتويٰ ٻڌڻ لاءِ منتظر هوندو آهي. ها....... هي فيصلو ليلائي ڪري سگهي ٿي ته مون کي هن دنيا ۾ رهڻ گهرجي يا نه؟ ليلا خاموش رهي. مان پنهنجي تقرير جاري رکندي دهرايو، "ليلا! ڇو، ڪجهه ته چئو: آءٌ توکي پنهنجي حفاظت ۾ رکڻ گهرانٿو- وعدو ڪر ته مون کي خوش رکندينءَ." "آئون غور ڪنديس"- آخر هن وراڻيو. "جڏهن مان ڪٿان لنگهندي آهيان ته ڪيترائي ماڻهو چوندا آهن ته 'هو ڏانهن نهاريو- باندر جي محبوبه وڃي رهي آهي.' هنن جي هن اشاري مان ظاهر آهي ته تون سهڻو ڪين آهين".

"پر تون ڇا ٿي چاهين، ليلا؟" مون نهايت ئي بيقرار ٿي پڇيو. "آءٌ نٿي سمجهي سگهان ته حسن مان هنن جي ڇا مراد آهي، نه وري ڪو مان باندر ئي ڏٺو آهي. هو ڇا ٿا چون- مونکي ان جي پرواهه ڪانه آهي. جيڪڏهن هو چون ها ته هن دنيا جي تختي تي تون هڪ حسين ترين شخص آهين تڏهن به آءٌ آخر ڇا سمجهان ها! مون هيءَ دنيا اکين سان نه، پنهنجي دل سان ڏٺي ۽ سڃاتي آهي. مان حسن ۽ بدصورتي پنهنجي دل سان پرکيندي آهيان. تون مسلمان آهين ۽ مان هندو استري. جيڪڏهن توکي اعتراض نه آهي، ته مونکي به ڪينهي. مان سمجهو ٿي ته هن دنيا ۾ مونکي ڪنهن جي به محبت حاصل ٿيڻي ڪانه آهي. پر......." "ها... ها... 'پر' ڇا؟" مون انتظاريءَ سان ڪائنس پڇيو.

"هائو،...... پر...... 'پر' گهڻو ڪجهه آهي- خاص طرح هن ٻنهي جي زندگي جي حالت ۾ مون ۾ پاڪ عورت ڪانهي جا توکي پيش ڪريان. اگرچ انڌي آهيان، تڏهن به مون چاهيو ٿي ته مون سان به ڪو پيار ڪري. پر ساري ڏينهن جي ڏکن ۽ ڏاٻن کان پوءِ، منهنجو پيٽ وارو خالي ڪشڪول منهنجي ۽ منهنجي ماءُ جي خالي پيٽ ڏانهن تڪي، شيطاني ڪل ڪلندو رهيو. مونکي ڪيترن ئي شهوت پرست انسانن اڳيان چپ رهڻو پئي پيو آهي. ڪو به شخص هڪ نوجوان پينو فقير بائيءَ جي ڪشتي ۾ رکيو خيرات طور پئسو نٿو اڇلي! مون ٿي سمجهيو ته تنهنجي شروع ۾ همدردي به ساڳيءَ بنا تي آهي. مون کي معاف ڪج. اڄ سڀني انسانن کان وڌيڪ منهنجي دل ۾ تنهنجي لاءِ عزت پيدا ٿيل آهي!" منهنجا چهٽ پلڪ لاءِ ته تاڪ لڳي ويا. ڪجهه وقت خاموشي طاري رهي. آخر مون ان خاموشيءَ کي ختم

ڪندي چپ چوريا، ”ليلا! اها مائهن جي مطلب پرستي آهي. سون کي ان جي پرواهه ڪانه آهي.“ هوءَ خاموش رهي.

ڪجهه ڏينهن پڄاڻان، اهو وقت به اچي ويو، جنهن سموري ڳوٺ ۾ چڙ ۽ پول مچائي ڏنو. ٻنا ڪنهن ملان مولويءَ يا ٻانڀڻ برهمڻ جي ۽ ٻنا ڪنهن شاهد گواهه يا سفارش جي، هن ۽ مون ـــ ليلا ۽ عبدالله ـ خاموش وعدو ڪيوسون ته حياتيءَ جا باقي ڏينهن هڪ ٻئي جي سک ڏک جا ساٿي ٿي گذاريندا سون.

مائهن لاءِ تماشو وڌندو رهيو. هو ڪلندا رهيا. جڏهن ليلا ۽ مان مون سان اچي رهڻ لڳيون، تڏهن سماج جا نام نهاد ٺيڪيدار عجب جي نشانيءَ جهڙو حليو ٺاهي تڪيندا رهيا. آءٌ ليلا جي دل ڏاڍي پرچائيندو رهيس- ”ليلا، ڀل تہ مائهو کلن...... کلڻ ڏين...... هو چريا آهن.“

اسان هينئر باقاعدي زندگيءَ ۾ قدم رکيو. ليلا هينئر ساڳي ٺيڪ واري هئي. منهنجي بدشڪلي ۽ ليلا جي نابينائي پار جي پيدائش لاءِ ڪا روڪ ڪين هيون. هينئر مونکي اهي مسرتون حاصل هيون جن جو آءٌ زندگيءَ ۾ تصور ئي نه ٿي ڪري سگهيس. عاشق... شوهر- ۽ هينئر... ٻيءَ ٺيڪ وارو هوس. واهه خدا، تنهنجا لک شڪرانا! تون وڏو آهين!

ليلا، وير ڪان ٻه مهينا اڳ بيمار ٿي پيئي. ڊاڪٽر کي گهرايم ۽ هن کي التجا ڪيم ته ”مونکي ليلا بچائي ڏي.“ هن چيو ته ”تشويش جهڙي ڳالهه ڪانه آهي. اميد ته جلد ٺيڪ ٿي ويندي.“ ٿوري جهٽ رکي، ڊاڪٽر پڇيو ته ”ڇا هوءَ ڄائي ڄم کان نابينا آهي؟ مان هن جون اکيون آپريشن ڪري ٺيڪ ڪري سگهان ٿو. البت هينئر آپريشن ناممڪن آهي- وير کان بعد سولائي ٿيندي.“ ڊاڪٽر جي انهن لفظن منهنجي دل ۽ دماغ تي خوب وار ڪيو. ڇا هو چوي ٿو ته ’مان ليلا جون اکيون ٺيڪ ڪري سگهندس!‘ ڇا پوءِ هوءَ مون کان نفرت ڪندي! ان شخص کي...... جنهن کي هوءَ محبت جي لائق تصور ڪندي آهي. ڇا روشني ملڻ کان پوءِ هوءَ پنهنجو پيار ۽ مون لاءِ عزت قائم رکي سگهندي؟ مگر ڊاڪٽر کي آءٌ ڇا چوان! نه، ڀل ته هوءَ ائين ئي هجي! مون رڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ’ليلا، ڊاڪٽر ٿو چوي ته تنهنجيون اکيون ٺيڪ ٿي وينديون‘! مان مٿيون جملو بار بار دل ۾ دهرائيندو رهيس. مان هن کي ڪيئن سمجهايان تہ هن جون اکيون منهنجي تباهيءَ جو باعث بڻبيون. ليلا جنهن منهنجي دل کي ڇڳيءَ ۾ پرکيو هو، سا منهنجي جسماني ڪيفيت کان بلڪل ناواقف هئي. چيائين ته ”جيڪڏهن مان پنهنجي ديد واپس وٺي سگهان، ته ڏاڍي خوش نصيب ٿينديس. جڏهن مان تو کي پنهنجي اکين سان ڏسي سگهنديس ته تون پاڻ وڌيڪ مونکي پيار ڪندين.“ بيماريءَ جي باوجود به هن جو منهن خوشيءَ وچان ٻهڪيو ٿي. هي سڀ ان لاءِ ته هن کي نئين زندگي ملڻ واري هئي. ڊاڪٽر نسخو

ڏيندي چيو، ”جڏهن ليلا ٺيڪ ٿي وڃي ته پوءِ توهان سان وٽ اچي ته آپريشن متعلق وڌيڪ ڳالهائيندا سون.“

ليلا خاموش هئي، مگر منهنجي دل ۾ طوفان ٿي اٿيا. منهنجو دماغ ڪيترن ئي وهمن ۽ وسوسن جو مرڪز بڻجي چڪو هو.

مان وراڻدي جي ڪنڊ ۾ وڃي ويٺس. هيءَ گهر هو جتي منهنجي آرام جو وقت گذرندو هو- سو به هينئر ختم ٿيندو پئي نظر آيو. منهنجي دنيا تمام ننڍڙي هئي-- ”نه... نه، تون ليلا کي بينائي نٿو ڏيئي سگهين. اڙي ڊاڪٽر! تون منهنجن دشمن مان ساز باز ڪري مونکي تباهه ڪرڻ گهرين ٿو؟ پر ياد رک اڄ پهريائين توکي ختم ڪندس. تو اسان جي آرام واريءَ زندگيءَ ۾ چو خلل وڌو آهي؟ پر، نه... تنهنجو ته اهو فرض آهي. تنهنجو ان ۾ ڪهڙو قصور؟ پل ليلا جون اکيون ٺيڪ ٿين ۽ پل ته هوءَ غريب ان نعمت کي ماڻي، زندگيءَ جون چار گهڙيون خوش گذاري. اها نعمت ته انسان کي- غريب چاهي امير کي- بنا ڪنهن امتياز جي عطا ٿيل آهي. پر مان جيڪر، ان کان اڳ، جو هوءَ محسوس ڪري ته باندر چا ٿيندو آهي، هن دنيا جي تختي تان هوند سنجي وڃان. تڏهن ئي ته اڄ هن جي ياد گيريءَ ۾ هڪ انسان ۽ سچو محبوب ٿي گذاري سگهندس! چا هن جو پيار مون لاءِ پوءِ به ساڳيءَ طرح قائم رهي سگهندو؟“ هاءِ، منهنجي دل...... ڏکي رهي هئي!

آخر اسان کي پٽ چائو، سماج هن ناجائز پيار جي پيدائش تي ٺرٺلي ۾ اچي ويو! ڪيترا ته ڪڏهه وانگر هينگي هينگي ڪلڻ لڳا. ڪهڙي نه عجيب چيز آهي هيءَ دنيا! چا اها حقيقت نه هئي ته بدشڪل ٻيءَ ۽ نابينا ماءُ جو هيءَ ٻالڪ معصوم هو! هن ۾ ليلا جي رعنائي، ۽ منهنجون اکيون هيون.

ليلا هينئر تندرست ٿي چڪي هئي. هڪ دفعي هن مون کي اها ڳالهه ياد ڏياري جا مطلب پرستيءَ منهنجي ذهن مان آڏاني ڇڏي هئي: ”ماڻ ڊاڪٽر ڏانهن هلڻ نه گهرجي؟“ ٻس ڪهڙي چاڻ ته ٻنڌس انهن لفظن، منهنجي اندر ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون اندازيون ۽ طوفان پيدا ڪري ڇڏيا! مون ڪوڙ ڳالهيندي، ٻس دلداري ڏني ته ”مون ٿان ڳالهه وسري وئي هئي. اڄ وڃي ڊاڪٽر سان ضرور ملندس.“ مان ڪوڙا ڪاٿي رهيو هوس. ٻن ڪلاڪن جي ٻي مقصد چڪرن بعد اچي ليلا کي ٻڌايم ته ”ڊاڪٽر مري ويو آهي.“ ان کان وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهيس، مون ٻي ڀانيو ته شايد اهي لفظ به اڪري نه سگهان. ليلا خاطر ٿوري پل ماني ۽ ڪماڻي ڊاڪٽر جي موت تي جيڪو ڏک مون کي ٿيڻ گهربو هو، رڳو ان جو نلهو ڏيکاءُ به ڪين ڪيو. مون پنهنجي دل ۾ خود مطلبيءَ کي جهائي رکيو. هيءَ سڀ ڪجهه اڄ پنهنجي حفاظت ۽ دائمي آرام لاءِ ڪري رهيو هوس: مڃاڻ جو انهن ڪرڻ مان من کي هميشه لاءِ امانت ڪري رهيو هوس.

ڏکيا سکيا ڏينهڙا گذرندا رهيا. هڪ ڏينهن جيڪي ڪجهه سون گهر ڀيڄي ڏاڍي تنهن منهنجي دل کي ڳيا ڳيا ڪري ڇڏيو. ليلا جي ماءُ ڏاڍي جو ديگڙو ڪمري مان ڪڍي پاسي ڪري ڪونه رکيو هو. ليلا، پار جي رڌڻ تي جڏهين ٻنا لٽ جي ٻيڪيي ڏانهن ڊوڙ پاتي ته ٿاٻڙجي وڃي در جي ٽاڪ سان لڳي. رت زور سان وهي رهيو هوس. سون کيس ٻنا ڪنهن دير جي اسپتال پهچايو.

زندگيون جلي رهيون هيون. ڇا، هاڻي ڪلڻ تي دل ٽڪيو ٿي؟ آءٌ وڌيڪ شڪايت ڪونه ٿو ڪريان. ٻئي ڪندي منهنجي شڪايت جي پرواهه به ڪير ٿو ڪري؟

”ليلا! منهنجي زندگي! ...... منهنجي دنيا!“ ڊاڪٽر سون کي سڏ ڪري ٻڌايو ته ”سخت ڌڪ آيل ٿو ڏسجي، حالت خراب آهي.“ مان ليلا ڏانهن ڊوڙ پاتي. هن جو سور کان برو حال هو. مان سائس ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن سڏڪا ڀريندي چيو، ”اوهان اچي ويا؟ مان سوڪلايان ٿي. صرف هڪ حسرت دل ۾ ڪٿي ٿي وڃان ته اوهان کي ڏسي نه سگهيس.“ ليلا جي هيءَ آخري آميد منهنجي همت جو امتحان هئي. ڇا هوءَ ان لاءِ افسوس ڪري رهي هئي ته ڊاڪٽر مري ويو آهي؟ ”ليلا!“ مان هن کي چيو، ”سون کي اکين سان ڏسڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪانه آهي. ڇا تو سون کي پنهنجي ڪشاديءَ ۽ پاڪ دل جي اک سان نه ڏٺو هو؟ مان سمجهان ٿو ته توڻي سون کي هن دنيا ۾ چڱيءَ طرح ڏٺو آهي. ماڻهو هڪ ٻئي کي اکين سان ڏسي سگهن ٿا پر سچائي ٻنهي ڪين ٿا سگهن. پياري ...... غم نه ڪر. تون جلدئي ٺيڪ ٿي ويندينءَ.“

هن سون ڏانهن نهاريو ۽ چؤطرف خاموشي ڇانئجي وئي. چمڪندڙ سج اگهه ۾ ٿي غروب ٿي چڪو هو: ليلا ٿڌو ساهه ڀريو، ۽ اکڙين مان ڳوڙها ڳڙي هليس. منهنجي حالت خراب ٿيندي ٿي وئي. منهنجو ڳجهه ٻڌري ٿي پوڻ تي هو. مان وڌيڪ ٻيهي نه ٿي سگهيس. ليلا جي ماءُ آئي ۽ پار کي ماءُ جي پاسي ۾ ليٽايائين. ننڍڙي جيتامڙي، روئڻ شروع ڪيو. شايد ماءُ جي جدائي محسوس ڪري رهيو هو. ليلا جي ماءُ ٻڻ روڄ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. مان وائڙو بنيو چپ چاپ ٻيٺو رهيس. ليلا جو پاڪ روح پرواز ڪري ويو. ياد نه آهي ته سون ان وقت ڇا ڪيو. هڪڙي دل ٻيهجي وئي ۽ ٻيون دليون ڦسي پيون ...... سج رخصت ٿي چڪو هو، ۽ اونداهي ڪاري ٿي رهي هئي.

ماڻهو جيڪي منهنجي بدشڪليءَ ۾ جذبا ۽ احساس نه ٿا پروڙي سگهن سي اجان ڪلندا اٿم. آءٌ ڪڏهين سوچيندو آهيان ته جيڪڏهين آءٌ به انڌو هجان ها، ته منهنجي هيءَ آتم ڪهاڻي ڪهڙو رخ وٺي ها!

محمد عثمان ڏيپلائي

# شاهدي

(هڪ ايڪٽ جو ناٽڪ)

ڪردار

| | |
|---|---|
| رئيس محمد احسن خان | مدعي |
| قربان علي شاهه | شاهد |
| ايم - اي ماجد | مدعيءَ جو وڪيل |
| فيروز | مدعيءَ جي وڪيل جو منشي |
| شاهد علي خان | مدعاعليه |
| سرفراز حسين | مدعاعليه جو وڪيل |

ان کان سواءِ جج، ناظر، حاضرين وغيره

زمانو ۽ جڳهه:

انگريزن وارو ۽ پڻ هاڻوڪو - سنڌ ۾ جتي ڪٿي.

(ديواني ڪورٽ جي ورانڊي ۾ رئيس محمد احسن خان ۽ سندس وڪيل ويٺا ڳالهيون ڪن - اندران منشي فيروز گهٻرايل حالت ۾ اچي ٿو)

منشي - حضور! ظلم ٿي ويو!

وڪيل - ڪهڙو ظلم؟

منشي - حضور! جج صاحب ٻي شنوائي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. چوي ٿو ته "شاهد نه آيا هوندا ته دعوا ڊسمس ڪندس."

وڪيل - (کلي) اوهه! ڳالهه ڇا؟

رئيس - (گهٻرائجي) سائين! توهين ته کلو ٿا؛ هو ڏانهين دعوا جو ڊسمس ٿيندي؟

وڪيل - دعوا ڊسمس ٿيندي، جو اڳيان پار آهن!

رئيس - ٻر سائين! شاهد ته ڪوبه ڪونه آيو آهي!

وڪيل (مرڪي) ڪير ٿو چوي؟

رئيس - سائين مدعي ته آءٌ آهيان نه!

وڪيل - ۽ وڪيل به ته مان آهيان نه؟ (مرڪي) ڪڍو ويهه روپيا!

(رئيس حيرانيءَ مان ويهه روپيا ڪڍي ڏئيس ٿو)

وڪيل – (منشيءَ کي) شاهه صاحب کي
ته سڏي وٺ؟

(منشي، قربان علي شاهه کي وٺي اچي ٿو)

وڪيل – شاهه صاحب! (نوٽ ڏيئي) هي اٿو خرچي: بس سمجهي وڃو! (رئيس محمد احسن کي) رئيس، هي وٺو اوهان جو شاهد!

(نائڪ پڪاري ٿو)

نائڪ – رئيس محمد احسن خان مدعي حاضر آهي؟ (۳ دفعا پڪاري ٿو)

شاهد علي خان مدعاعليه حاضر آهي (۳ دفعا پڪاري ٿو)

(شاهد علي خان جو وڪيل، سرفراز حسين، خوش ٿيندو اندر وڃي ٿو. قربان علي شاهه به يڪدم وڃي اندر وڃي ڪورٽ کي سلام ڪري، شاهدن جي پڃري وٽ بيهي ٿو.)

رئيس – (نهايت گهبرايل حالت ۾) جناب! هن کي ڪجهه سمجهايو ته ها.

وڪيل – (مرڪي) سمجهائڻ جي ضرورت ئي ڪانهي.

رئيس – پر سائين! هن کي اکين ڏٺو شاهد بنائڻو هو– سو بنا سمجهائڻ جي ڪئن "شاهدي" ڏيندو؟

وڪيل – (مرڪي) رئيس صاحب! توهان اندر هلي رنگ ڏسو. هاڻي هلو اندر– دير ٿي ٿئي.

(ٻئي اندر وڃن ٿا– وڪيل ڪورٽ کي سلام ڪري اڳيان اچي ٿو بيهي.)

وڪيل – ڪورٽ سڳوريءَ کي معلوم آهي، ته هيءَ پنجن هزار رپين جي دعوا، رئيس احسان علي خان مرحوم تي، رئيس محمد احسن خان جي ڪيل آهي، ۽ جڏهن ته رئيس صاحب فوت ٿي ويل آهي، ان ڪري ان جو نابالغ پٽ شاهد علي خان سندس وارث جي حيثيت ۾ آهي...

جج – مگر انهيءَ ڏيکڻ جو ضرور ڪيئن؟ توهان پنهنجو شاهد پيش ڪريو.

وڪيل – حاضر جناب، اسان جو شاهد نمبر پهريون، سيد قربان علي شاهه، پڃري وٽ بيٺل آهي– پيش ٿيڻ جي اجازت ملي.

جج – اجازت آهي.

("شاهد نمبر پهريون" جي لفظن تي رئيس ڪجهه گهبرائجي، وڪيل ڏي ڏسي ٿو– مگر وڪيل کي ڪو به خيال ڪونهي– انهيءَ تي هو وري منشيءَ سان سرپر ڪري ٿو)

رئيس – منشي صاحب! پيو شاهد ڀلا ڪير آهي!

منشي – پيو ڇالاءِ؟

رئيس – هي جو وڪيل صاحب چيو ته "شاهد نمبر پهريون" سو؟

منشي – انهيءَ جي معنيٰ اها، ته ڪورٽ سڳوري کي جيترا شاهد کپن اوترا ڏبا.

رئيس – (وائڙو ٿي) پر اهي آهن ڪٿي؟

منشي – رئيس صاحب! ڪورٽ هن هڪڙي سان ئي بس منهن ڏيئي سگهندي، ٻئي ڪنهن جي ضرورت پوي ئي ڇو ٿي؟......

(انهيءَ وچ ۾ شاهه صاحب کنگهڪار ڪري، تمام اطمينان سان پڃري ۾ بيهي ٿو– مدعاعليه جو وڪيل خوش ٿي مرڪي ٿو)

ناظر – (شاهه کي) نالو ڇا اٿيئي؟

شاهه – قربان علي شاهه.

ناظر – ولد؟

شاهه – حضرت سيد سبحان علي شاهه وارثي، چشتي، قادري، قدس الله سره العزيز.

ناظر- هڪڙو اکر چؤ؟ ايڏو ڊگهو نالو
ڪنهن لکيو؟

شاھ- جناب! نالو ته هڪڙوئي آهي، بزرگن
جو احترام ڪرڻ هرڪنهن حلاليءَ جو اولين
فرض آهي.

ناظر- مگر سان ڇا لکان؟

شاھ- توهين نوان آهيو. نه ته هتي هرڪو
شخص سائين وڏي جي نام نامي اسمِ گراميءَ کان
واقف آهي.

جج- (ٽڪڙ سان) ميان! لک "سبحان علي شاھ".

ناظر- ڪلمو پڙھ!

(شاھ صاحب، نهايت مخرج سان ڪلمهٔ شهادت
پڙهي ٿو.)

ناظر- چؤ ته 'خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي سچ
چوندس'.

شاھ- آءٌ الله پاڪ جل جلاله عم نواله کي
حاضر ناظر سمجهان ٿو، ۽ بلڪل سچ چوندس.

ناظر- 'ڪوڙ نه ڳالهائيندس.'

شاھ- ڪوڙ کان الله تعاليٰ اسان جي خاندان
کي پناھ ڏني آهي.

(مدعيءَ جو وڪيل ساڻس مخاطب ٿئي ٿو)

وڪيل- شاھ صاحب! توهان مدعي رئيس
محمداحسن خان کي سڃاڻو؟

شاھ- ها معمولي طرح، هو اسان جي
مرحوم و مغفور دوست رئيس احسان علي خان-
خدا بخشيس، -جي واقفن مان هڪ آهي.

وڪيل- هونئن اوهان سان ذاتي دوستي
ڪانه اٿس؟

شاھ- نه سائين، اسين مولائي مڙس-وڏن
ماڻهن سان دوستي رکون ئي ڪونه!

وڪيل- پوءِ رئيس احسان علي خان سان
ڪئن دوستي هئي؟

شاھ- (کلي) رئيس مرحوم ته ڪو وڏو
ماڻهو هو؟ اڙي سائين، هو ته مسڪينن ۽ ايرن
جو يار هو، غريبن جو غمگسار هو؛ هن کي
مولا پاڪ ڏيندو هو ته هو ان کي غريبن جي
امانت سمجهندو هو.

وڪيل- چڱو، ته ڀلا هن رئيس محمد احسن
کان پنج هزار رپيا اڌارا ورتا هئا؟

شاھ- ها سائين، هو غريبن جي مدد لاءِ
ڪنهن کان به پيسا اڌاري طور وٺڻ ۾ عار
ڪونه سمجهندو هو.

وڪيل- توهان روبرو پيسا وٺندي ڏٺا؟

شاھ- ڳٺي ته رئيس محمد احسن رهيو هو-
هو مولائي مڙس اهڙن ڇچين مارڻ مان ڪونه
ڇانئندو هو- هن وٺي ڪٿي کيسي ۾ وڌا.

وڪيل- (جج کي) بس جناب! مون کي
ايترو ئي پيش ڪرڻو آهي.

جج- (مدعاعليه جي وڪيل کي) آڏي
پڇا اٿو؟

وڪيل- ها حضور!

جج- چڱو: پڇو!

وڪيل- (کنگهڪار ڪري، مرڪي)
شاھ صاحب! اوهان ڪڏهين جيل ڪاٽو آهي؟

شاھ- صاحب! اڄ ڪلهه ملڪ جو ڪهڙو
چڱو مڙس ۽ سڌاري جي چاهنا رکندڙ اهڙو آهي
جنهن جيل نه ڪاٽو هجي؟ هي ليڊر ڏسو، هي
مير ڏسو، هي وزير ڏسو، هي ليڊر ڏسو، هي
ديش ڀڳت ڏسو، هي محبان وطن ڏسو، هي
سيواڌاري ڏسو، هي خادمِ خلق ڏسو، سڀ پيا
جيل ۾ وڃن: منهنجي خيال موجب ته اهو شخص
قوم جي خدمت ۾ اڃا پڪوئي نه ٿيو آهي جنهن
جيل نه ڪاٽو هجي؛ ان ڪري ته حضرت

سيدالعارفين ڀٽائي گهوٽ رحمة الله عليه فرمايو آهي ته:

اڃا تو منجهائو، ڪک ڇتي رت نڪري...

ناظر- اڙي ميان بس ڪر! ڪورٽ ڪا ڀٽن ۾ ليڪچرن لاءِ نه آهي!

شاهه- حاضر سائين!

وڪيل- ڀلا توهان ڪهڙيءَ ملڪ جي خدمت ۾ جيل ڪاٽيو؟

شاهه- (فخر سان) آءٌ ته شاهديءَ جي قانون کي نهايت ناقص سمجهان ٿو؛ انهيءَ جي اصلاح جي ڪوشش ۾ جيل مليو هو، پر اپيل ۾ منهنجي ئي فتح ٿي.

وڪيل- (ڪورٽ کي) جناب! هي ڪوڙ ٿو ڳالهائي، هنکي ڪوڙيءَ شاهديءَ سبب جيل مليو هو، ان ڪري هن جي شاهدي وزنائتي ناهي.

جج- توهين انهيءَ ڪورٽ جا نقل وٺي پيش ڪريو ته ڪورٽ غور ڪندي، پر هينئر شاهدي ته رد ڪري ڪانه سگهبي.

وڪيل- چڱو، حضور! (شاهه کي) اوهين مرحوم احسان علي خان کي سڃاڻندا هئا؟

شاهه- واهه سائين، سڃاڻڻ جي ڀلا ڪا ڳالهه آهي؟ خدا مرحوم کي جنت نصيب ڪري، اسين ته بادام جي ٻن ڦارن وانگر هڪ جان ٻه جسم هئاسون. نه هن کي ڪڏهن مون کان سواءِ قرار هو، نه مونکي!

وڪيل- ڀلا سندس عمر ڪيتري هئي؟

شاهه- اهائي ٻه ٽي ويهون!

وڪيل- اهو 'ٻه ٽي ويهون' چوڻ سان ڪم نه هلندو- صاف ٻڌايو ته هو ڪيترن ورهين جو هو؟

شاهه- اها ورهين جي پوري خبر ته اسڪول ماستر يا آدمشماريءَ وارن کي هوندي؛ ٻهراڙيءَ ۾، ماڻهو پنهنجي عمر جي ئي داخلا ڪونه رکن، حضور!

وڪيل- ڀلا پوڙهو هو يا جوان؟

شاهه- عمر جي لحاظ کان ته پوڙهو ڪونه هو، پر اڪثر صحت خراب هجڻ سبب وڏو پيو معلوم ٿيندو هو.

وڪيل- وار اڇا هئس يا ڪارا؟

شاهه- نزلي سبب وار اڇا ٿيل هئس، پر جڏهين ڪيس لڳائيندو هو تڏهين جهڙو جوان!

وڪيل- رنگ ڳورو هوس يا ڪارو؟

شاهه- هو بلڪل عمدي ڳوري رنگ جو هو، پر پوين ڏينهن ۾ بيماريءَ جي دور سبب مٿس البت ڪارانجي ويو هو.

وڪيل- ڊگهو هو يا ٺندرو؟

شاهه- نڪي تمام ڊگهو ۽ نڪي تمام ٺندرو- بس پوري پني قد جو هو. بيماريءَ ڪان ڪمر ڪجهه جهڪيل هئس؛ سو جڏهن سنئون سڌو ٿي هلندو هو، تڏهن ڪجهه مڙيئي ڊگهو پيو ڏسبو هو: ۽ جي جهڪي هلندو هو ته ٺندرو پيو ڀانئبو هو.

وڪيل- (تکو ٿي) سوال جو جواب صفا چوڻا ڏيو! اهو چئو، 'پوڙهو به هو ته جوان به هو، ڳورو به سانورو به، ڊگهو به ٺندرو به، وار اڇا به هئس ته ڪارا به': ڀلا انهيءَ مان صورت جو ڪهڙو پتو پوندو؟

شاهه- (نهايت نرميءَ سان) خانصاحب! رنج ڇو ٿا ٿيو! ڪا هڪ ڏينهن جي ملاقات هجي ته انهيءَ ڏينهن جي خاص حالت جي خبر ٻڌايان؛ ورهين جا ورهه رات ڏينهن جي سنگت رهي؛

پوءِ جهڙين حالتن ۾ ڏٺم اهڙين ئي حالتن ۾ ٻڌايان ٿو: مون کي ڪورٽ سڳوريءَ جي احترام ۾ صاف سچ ڳالهائڻو آهي، ڪو ڪوڙ نه ڪوند ويهي ڳوڙيندس!

(ڪورٽ ۾ هلڪو ٽهڪڙو ٿيو ۽ جج صاحب ميز تي ٺڪو هڻي 'آرڊر' 'آرڊر' چوڻ ٿو فرمائي).

وڪيل- ڀلا رئيس مرحوم کي ڏاڙهي هئي؟

شاهد- هو هڪ قلندري طبيعت وارو مولائي ماڻهو هو: آيس پور ته سيڻي وار چٽ، وري ڪڏهن آئي موج ته ڏاڙهي خواه زلف اهڙين وڌائيندو هو جهڙو خضر صورت!

وڪيل- اجائي بڪواس جو ضرور ڪونهي؛ فقط هائو يا نه جو جواب ڏي؛ اسانکي ساريءَ دنيا جي قصن ۽ آکاڻين جي ڳورج ڪانهي.

مدعيءَ جو وڪيل- (ڪورٽ کي) حضور!

شاهد- حاضر جناب! اڳتي حڪم موجب انهن ٻن اکرن ۾ئي جواب عرض ڪندس.

وڪيل- احسان علي خان مرحوم ڪٿي رهندو هو؟

شاهد- جي ها.

وڪيل- اهو 'جي ها' ڪهڙو! آءٌ پڇان ٿو 'ڪٿي رهندو هو؟' ۽ 'جي ها' اهو به جواب آهي؟

شاهد- سائينءَ جن ئي فرمايو هو ته 'جواب ۾ فقط هائو يا نه چئج؛ فضول بڪواس نه ڪج' آخر سائينجن جو به حڪم ته ضرور مڃڻو آهي.

وڪيل- مون ڪو هي ڪنهن سوال لاءِ اٿي ٻه اکر ٿوروئي چيا هئا؛ خير هاڻي ٻڌاءِ ته ڪٿي رهندو هو؟

شاهد- ٻنهنجيءَ جاءِ ۾.

وڪيل- (چڙي) لاحول ولاقوت، اڙي ميان! شهر ۾ رهندو هو يا ٻهراڙيءَ ۾.

شاهد- ڪڏهين شهر ۾، ڪڏهين ٻهراڙيءَ ۾.

وڪيل- ٻهراڙيءَ ۾ سندس جاءِ ڪهڙي طرف ڪسي ساهمين هئي؟ اوهين ته اتي ٻه ويندا پيا هئا نه؟

شاهد- جي ها، حضور! سدائين پيو ويندو هوس.

وڪيل- اصل سوال ته اوهين ڪائي ويا؛ مون سدائين وڃڻ جو ڪونه پڇيو؛ پڇيم ته سندس ٻهراڙيءَ واري جاءِ ڪهڙي طرف کي ساهمين هئي؟

شاهد- (مرڪي) طرف؟ اي سائين! پاڻ شهرين جو مٿو ٻهراڙيءَ ۾ ڳهٽو ڪري ڦريل هوندو آهي، مون کي ته نڪو اتي ڪڏهين طرف جو پورو پتو پيو، نه ڪا ضرورت ٿيم جو ڪٿي ڪنهن کان پڇان يا ويهي غور ڪريان.

وڪيل- اهي رپيا هن ڇا لاءِ ورتا هئا؟

شاهد- ضرورت لاءِ پيو ڇا لاءِ؟

وڪيل- ڪهڙي ضرورت؟ اهڙي ڪا خاص ضرورت اچي پيئي هئس ڇا، جو قرض کان سواءِ ڪم نٿي هلي سگهيس!

شاهد- هو هڪ نهايت دلير مولائي ماڻهو هو، هن لاءِ خاص ۽ عام ضرورتون هڪ جهڙيون هونديون هيون؛ هو پاڻ وٽ ٻه چار هزار رپيا رکڻ به ضروري سمجهندو هو.

وڪيل- هن اهي پئسا ڪڏهين ورتا هئا؟

شاهد- جڏهين ضرورت پيس.

وڪيل- انهيءَ کي ڳهڻا ڏينهن ٿيا؟

شاهه — هڪ سال ۾ ٽي سو پنجهٺ ڏينهن ٿين ٿا، هاڻي حساب ڪرڻ ۾ سڀ ڏينهن جوڙ ڏيڻ — اهو ته ذرا مشڪل ڪم آهي.

وڪيل — اڄ اوهان کان ڏينهن ڪونه ٿو پڇان، سال ٿو پڇان.

شاهه — سال ته جيڪي دستاويز ڏسڻ موجب ٿيندا، سي هوندا.

وڪيل — ته صاف ڪٿي چئو ته مون کي ياد ناهي.

شاهه — خير ياد ته مون کي پنهنجون ته چيا، پر منهنجي عمر وارن سڀني صاحبن جي ننڍپڻ جون به ڳالهيون آهن، پر مطلب اهو آهي ته لکڻ پڙهڻ ڇڏئي ڪي ورهيه ٿيا. هاڻي اهي حساب ليکا ته ياد رکڻ واپارين جا ڪم آهن.

(گهڙيال جا ٺڪاءُ ٿين ٿا، وڪيل گهٻرائجي تڪڙ مان اهو سوال ڇڏي پيو سوال ٿو ڪري.)

وڪيل — (فخر مان) ڪيئن جناب! اوهين احسان علي خان مرحوم جا دلي دوست هئا، ورهين جا ورهيه گڏ رهندا هئا، تنهن ڪري سنڌس اکر ته ضرور چڱيءَ طرح سڃاڻندا هوندؤ؟

شاهه — (مرڪي) اهو ته مرحوم جو خاص ڪمال هو، جنهن تي هو بجا فخر ڪندو هو: جناب هو نهايت خوشخط ۽ قسمين قسمين طرز تحرير جو واقف هو: قلم تي ايترو ضابطو هوس جو هڪڙا اکر بين مان ملي ٿي نه سگهندا هئا.

جج — (ڪڪ ٿي) ڪيئن اجايا اٿو ڪر سوال، يا ڪريون رسيس؟

وڪيل — (گهٻرائجي) جي بس حضور! باقي صرف هڪ سوال — (شاهه کي) ها، شاهه صاحب، اهو ته ٻڌايو ته اوهان جي دلي دوست، مرحوم احسان علي خان وفات ڪهڙيءَ بيماريءَ ۾ ڪئي؟

شاهه — (اوچنگار ڏيئي) هاءِ هاءِ، وڪيل! اهوئي ته سور اسان محبن کي سدائين پيو کائي. جناب! مرحوم جي علاج ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪئي سون — حڪيم، ويد، ڊاڪٽر — سڀني جو علاج ڪيوسون؛ پر افسوس! اصل مرض جو پتو ڪنهن کي به ڪونه لڳو. بس، ڪنهن ڪهڙي بيماري پئي چئي ته ڪنهن ڪهڙي. هاءِ هاءِ! جڏهين قضا ٿي اچي تڏهين ويچ به وائڙا ٿيو وڃن. ڀلا ڏکيون ڪئن فرق ڪن، جي اسر نه ٿئي انهن کي؟ (اٽڪ اٽڪ اکيي) جناب وڪيل صاحب! سچ ته مرحوم کي موت جي بيماري هئي! هاءِ هاءِ، مرحوم!

(گهڙيال جو ٺڪاءُ ٿيو — ڪورٽ رسيس لاءِ اٿي ويئي — وڪيل وائڙن وانگر نهارڻ لڳي ٿو؛ رئيس ۽ سندس وڪيل مرڪندا ٻاهر نڪتا. قربان علي شاهه عجز ۽ نماڻائيءَ مان ڪنڌ جهڪائي، ٻاهر نڪري ٿو. رئيس کيس ٻاڪر پائي، ڏهن جو نوٽ پيو به ڏئي ٿو؛ هو سلام ڪري اطمينان سان وڃي ٿو — پردو ڪري ٿو.)

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي

# ضعيف انسان

(سنڌي ڳوٺاڻو ننڍو ناٽڪ)

## پردو پهريون

(جهرڪن جي ڳوٺ ٻاهران، رئيس بخش خان جي حويليءَ ۾ صحن، جنهن ۾ ڳوٺاڻو گهرو سامان پيو آهي. هڪ پاسي کان دروازو حويليءَ جي اندرين ڪوٺيءَ ڏانهن نئين ٿو. سامهينءَ ديوار ۾ ٻاهريون در رستي تي کليل ٿو. ٻئي پاسي دريءَ مان پريان سنڌو نديءَ جو نظارو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن جي اورئين ڪپ تي ڳوٺ جون جايون ۽ باغات آهي، ۽ پرئين ڪپ تي ٻڏڪو نڪر آيو آهي.

سج اڀرڻ وقت، رئيس جي ڀاڻيجي زينت، تڏي تي ويٺي، سب ۾ چانور صفا ڪري، ۽ هر هر آلڪي وچان دريءَ ڏانهن پئي نهاري. نيٺ اٿي دريءَ وٽ وڃي ٿي، ۽ آناوليءَ مان ٻاهر نهاري ٿي. گهر اندران سوٽس عثمان اچي ٿو ۽ ڏانهس وڌي ٿو.)

عثمان– چو زينت، دريءَ مان ڇا پئي ڏسين؟

زينت– ادا، سج اڀري ويو آهي، محمد اڃا گهر ڪونه وريو......

عثمان– سموري رات الائجي ڪٿي ڪاٽيائين. مدرسي مان موڪل تي ڳوٺ آيو آهي، ته هن جو مٿو مچي ويو آهي.

زينت– نه ادا، هو ته هميشه قاعدي آئي پورو آهي. رات جاني کي اتفاق ٿيو هوندس. وڃي چاچي کي چتاءَ ڪر، يا تون ئي ڪو پتو لڳاءِ.

عثمان– تون چوڻ سوٽ جو پاسو کڻندينءَ. ڪالهه سانجهن جو ڏٺي ڪين ته ميڙي تان دارون پي کهڙيءَ حالت ۾ موٽيو!

زينت– تنهن تان سون ٻڻ ڇيڻيومانس، جو مرڳوني ڪاوڙجي پيو.

عثمان– پر سڄ اٿيئي- تنهان پوءِ رات جو ڪيڏانهن هليو ويو؟

زينت– مٿو ڳوڙو سمجهو هوندائين، ويو هوندو ڪجهه هوا کائڻ.

عثمان– هوا کائڻ! هن قبرستان واري ٽڪري پٺيان، غلام ڪمدار جي گهر ڏانهن، برابر هو کائڻ پي ويو!

زينت – ٻر ادا، تون آنس جاسوسي ڇا لاءِ پيو ڪرين؟ تنهنجو مطلب؟

عثمان – مطلب ظاهر پيو آهي: غلام جي ڇوڪري حسينا ڪاڻ ٿي سمجهيئي، جنهن سان ڇگي لڙهه وڃو اٿس؟

زينت – نه نه، هوءَ ڀاڻ سندس ڀنيان ٻوندي آهي. ڀاڻ ته رخ ئي ڪونه ڏيندو اٿس.

عثمان – اهو توئي ڀنيلائڻ لاءِ. اندروني طرح اها به هن سان ڏيٺ رکندو اچي.

زينت – نه ادا، اها اجائي تهمت ٿو آنس رکين.

عثمان – هائي ”ادا، ادا“ ڪري مونکي وڏيڪ ڏنيءَ نه ڏي. توکي مون کان وڌيڪ اهو محمد پسند پيو، جو منهنجو سگ ريتي ڇڏيئي.

زينت – هان! تڏهن انهيءَ ڪري تو ساڻس ٻاٽي ڪنئي آهي؟

عثمان – پر سندس افعال به ڏسڻ ويٺي. مهنو مس توسان مڱڻي ٿيو اٿس، ته ڏارين ڇوڪرين ڀنيان ٻوڻ شروع ڪيو اٿس.

زينت – بس، هائي وهلور نه وڃ. مان برابر ڪيس سڀ ڪان سرس گهرندي آهيان. آبا جي گذرڻ پڄاڻا جئين چاچي مونکي پاليو، تئن اسان ٻنهي جون دليون ٻجهي ويون آهن.

عثمان – هائو، هوُني ڪراچي مدرسي جو سڏريل شاگرد آهي؛ آءٌ وري به ڳوٺاڻو ڪوُمي آهيان!

زينت – انهيءَ ڳوٺليءَ مان هائي ڇا وروندو؟ جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو.

عثمان – اهي چاچي بخشڻ خان جا ڪم آهن، جو ٻنهنجي ڀٽ ڪي ورسايائين. ڀانهن به وسن جهڙي وئي ڏنائينس، ته تنهنجي ابيءَ وارو ورثو به سيڙي ڀاڻ ڏانهن ڪيائين.

زينت – چاچو اهڙو آهيئي ڪونه. اهو تون آهين جو سڀ ڪنهن تي ڪوڙا الزام رکندو وتين.

عثمان – ٻر الزام رکڻ مان ڇا وٺندس؟ هائي ته محمد جي موڪلن جي ڀڄاڙيءَ ۾ توهان جي شادي به ٿي ويندي. ٻر مان ڪلي ڪهڙو به آهيان، توکي ثابت ڪري ڏيکاريندس ته انهيءَ محمد کي پسند ڪري تو ڀاري ڀل ڪئي آهي.

(نڪري وڃڻ تي آهي ته ٻاهرئين دروازي تي زور سان ڪڙو کڙڪي ٿو، ۽ آواز اچي ٿو ”رئيس بخشڻ خان!“)

زينت – ادا، در ته کولجانءِ.

(عثمان خارن مان وڃي در ٿو کولي، ته ٻاهران ڪمدار غلام ماڇي، محمد ۽ ٻنهنجي ڌيءَ حسينا کي اڳيان ڪيو اندر گهڙي ٿو. هنن ٻنهي جا ڪنڌ هيٺ آهن. زينت حيرانيءَ ۾ ٻوي ٿي.)

غلام (جوش ۾) – رئيس وڏو ڪٿي آهي؟

عثمان – سيان، خير ته آهي جو هيئن گجندو آيو آهين؟ ادو محمد توکي ڪٿي مليو؟

غلام – سائين، ڀلائي ڪري رئيس کي ڪوٺيو؛ آءٌ سموري ڳالهه ساڻس ڪندس.

(عثمان حرفت سان مشڪندو اندر وڃي ٿو. زينت، محمد ڏانهن وڌي ٿي.)

زينت – محمد، هي ڪهڙو قصو آهي؟ تون ساري رات ڪٿي هئين؟

غلام – ڪٿي هو؟ رئيس کي اچڻ ڏيو ته آءٌ ساڻس هڪ هڪائي ٿو ڪريان.

(رئيس بخشڻ خان ٻهچي ٿو، ٻٺيانئس عثمان.)

بخشڻ خان – ڪمدار، ڇا آهي؟

غلام – حضور، اسين توهان جا تابعدار نوڪر آهيون، ٻر عزت غريب کي به پياري آهي.

بخشڻ خان – آخر ڳالهه ڪهڙي آهي؟

مهراڻ

غلام – سائين، حضور جن جي فرزند ڪالهه رات اسان مسڪينن جي آبروءَ تي هٿ وڌو آهي؛ تنهن جو فرياد سائينءَ جن وٽ کڻي آيا آهيون.

بخشڻ خان – يعني؟ صاف ٻڌاءِ!

غلام – حضور، ڪهڙيءَ زبان سان ڳالهه ڪريان! رات، آءٌ ديهه تي ڪري تي سُتو پيو هوس. ڇوڪري جو گهر ويس ته ڇا ڏسان جو رئيس ننڍو، ڇپي مان ٻاهر پيو نڪري، ۽ هيءَ ڇوري (ڌيءَ ڏانهن اشارو ڪري) ڪيس آڇرائڻ لاءِ ايوان تي آئي آهي. بس، وڏيڪ ڇا چوان؟ سائينءَ جن داد ڪن!

بخشڻ خان (محمد کي) – هي سڀ سچ آهي؟

محمد (ڪنڌ هيٺ ڪري) – هائو، ابا.

بخشڻ – تون پڙهيل ڳڙهيل ڇوڪر، تازو مڱايو ٿي مانءِ، تو ڪئن اهڙو ڪڌو ڪم ڪيو؟

محمد – ابا، پيشين جو ميڙي تان ڪجهه دارون پي گهر موٽيس، جنهن تان زينت مون تي اچي مٿي.

بخشڻ خان – ڇو نه مٿي؟ تنهن تي هن جو هرڪو حق آهي. دارون پيئڻ به ڪا شاناني ڳالهه آهي؟

محمد – مون کيس سمجهايو هوس ته پيئڻ جي ڪا علت ڪانه اٿم. جهونن سنگتين جي سنگ ۾ پي ويٺو آهيان. پر زينت مون ڪسي نهايت سخت ضربيو!

بخشڻ – پلا، پوءِ وري گهر کان ٻاهر ڇو نڪتين؟

محمد – ابا، ڳالهه پوري ڪرڻ ڏيو: مون جيس مون پڇتايو آهي، تو ڪي سون ۾ ويساهه رکڻ گهرجي. پر مورڳو مون کي سگن تي کڻي ڏنائين: ڇي، 'وڏي شهر مان پيون به الاجي ڪهڙيون خصلتون پرائي آيو هوندين!'

بخشڻ خان – سو ڇا؟

محمد – بس، مون کي به شراب جي بيخوديءَ ۾ بخيلي وٺي ويئي ۽ گهر ڇڏي هليو ويس.

بخشڻ خان – پوءِ ڪمدار جي گهر پاسي ڪئن وڃي نڪتين؟

محمد – سڌ ناهي ڪهڙي هوا کڻي ويس، جو انهيءَ گهر سهندان اچي مٿيس. ننڍي هوندي کان آءٌ ۽ حسينا راند يون روند يون ڪندا هئاسون ۽ هوءَ مون کي گهڻو گهرندي هئي. پر مڱڻي کان پوءِ ڪونه مليو هوساس. ڪالهه رات چانڊوڪيءَ ۾ ڇپي ٻاهران بيٺي هئي ۽ مون کي ڪوٺيائين. بس، مان مدهوش ٿي ويس. ساري رات نبري ويئي، مون کي ڪو سماءُ ڪونه رهيو.

بخشڻ خان – پوءِ، هاڻي؟

محمد – جيڪو ڏنڊ ٺهرايو سو ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.

بخشڻ خان – ڪمدار، تون ڇا ٿو چوين.

غلام – حضور، آءٌ انصاف گهرڻ آيو آهيان. اسان جي پوتيءَ کي داغ لڳو آهي: تنهن کي مٽائڻ جو هڪڙو ئي علاج آهي.

بخشڻ – هاڻي ڏکيون ڳالهيون ڇڏيون ڪر ...... هيڏانهن اچ (غلام ويجهو وڃي ٿو.) تون اسان جو خادم آهين، تنهنجي عزت سا اسان جي عزت. اسين هيءَ اگري ڳالهه ٿي مٿي ڪري ٿا ڇڏيون، جئن ڳوٺ ۾ ڳالهه به ٻاهر نه نڪري. (ڳوٿريءَ مان هڪ سؤ رپئي جو نوٽ ڪڍي) اچي، هي تنهنجو اجورو.

غلام – ڇا، تو هان سمجهو ٿا ته آءٌ ڌيءَ جي بي عزتيءَ لاءِ رشوت وٺڻ آيو آهيان؟ رئيس، ڀلا آهيو. انهيءَ ترجانيءَ جو اجورو فقط نڪاح آهي: نه ته ڏک هٿي ٻنهه پورو ڪري ڇڏيندوساس – جڻ جاني ئي ڪانه هئي.

بخشڻ خان ـ نڪاح! تـو نوڪر جي ڌيءَ سان نڪاح! تنهنجو هوش تہ جاءِ آهي؟

غلام ـ غريب ڪمدار ٿيس تہ ڇا ٿيو؟ آءٌ بہ ڇڻن پائرن جو پريو مڙس آهيان. ماٽ ڪري ويهڻ وارو نہ آهيان.

بخشڻ خان ـ پر محمد جو مڱڻو ٿـي چڪو آهي. جي اهڙي بيهودي طلب ٿو ڪرين، تـہ نڪري وڃ هتان! جيڪا ڪـاهـٺي هجيئي سـا وڃي ڪاهہ!

غلام ـ رئيس، ياد رکجو: آءٌ ساري ڳوٺ ۾ ڳالهہ هلائيندس. بلڪ مولويءَ وٽ فرياد وجهڻ کان بہ ڪين گسندس. توهان جي ڇوڪري منهنجي ڌيءَ کي ڏنارہو آهي. سندس مڱڻو رد ڪرائيندس ۽ حسينا کي حق وٺي ڏيندس.

حسينا ـ نہ نہ، ابا، محمد مون کي ڪونہ ڏنارہو. مون ٿي کيس سڏ ڪيو، مان ٿي کيس ننڍپڻ کان پيار ڪندي هيس. هو تہ اصل کان زينت کي محبت ڪندو هو. آءٌ زينت جو حق ڪانہ ڪسينديس.

غلام ـ صبر ڪر، بي لڄي! تـون ڇـو پيٺي وچ ۾ ٿبي پوين؟ هاڻي هل تہ هينئر ئي مولويءَ وٽان انصاف وٺـي ڏيانءِ. (جڻن ڪيس پاڻهن کان وٺي نڪرڻ تي آهي تڻن محمد روڪيس ٿو.)

محمد ـ غلام، مونکي تنهنجو شرط منظور آهي. مـون زينت سان شاديءَ جي دعويٰ ڦٽي ڪئي. پنهنجي بدافعاليءَ جو بدلو پري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مـون کي حسينا سان شادي ڪرڻ قبول آهي.

بخشڻ خان ـ ڇـوڪرا، تـون صبر ڪـر. آءٌ پاڻيهي هن معاملي کي منهن ڏيندس.

محمد ـ نہ بابا، هن معاملي جو بار آءٌ پنهنجي مٿي تـي کڻندس. پنهنجي خـانـدان جي گهٽتائي ڪرڻ ڪانہ ڏيندس.

بخشڻ خان ـ گهٽ ذات سان شادي ڪرڻ ۾ توکي خاندان جي گهٽتائي ڪانہ ٿي لڳي؟ اهـو ڪـم ڪيو اٿيئي تـہ آءٌ لاوارث ڪري ڇڏيندوسانءِ!

محمد ـ اُن جي پـرواهہ ڪانهي. آءٌ ڪمائي پيٽ پاليندس، پر پنهنجو فرض بجاءِ ضرور آڻيندس.

بخشڻ خان ـ تـہ هينئر ئي منهنجي گهر سان نڪري وڃ! تون منهنجي خاندان تي ڪوڙهہ جو ٽڪو آهين!

محمد ـ مون لاءِ بہ هن گهر ۾ وڌيڪ گهارڻ بيڄائي آهي، پر مون کي فقط زينت جو خيال ٿو ماري، (ڏانهس وڌي) جنهن کي ٿي منهنجي بدڪاريءَ جو نتيجو سڀ کان سخت سهڻو ٿيو پـوي. زينت، مون کـي معاف ڪجانءِ، مان تنهنجي لائق ئي ڪين آهيان. پر منهنجي محبت ۾ مور نہ شڪ آڻجانءِ، اها سدائين قائم رهندي.

زينت ـ نہ محمد، حقيقت ۾ ڏوهہ مڙيوئي منهنجو آهي، جو توتي اجايو ڏمريس ۽ غيرواجبي شڪ شبها آندم، ۽ توکي پاڻيءَ کان ٻاهر ڪيم ...... برابر، هاڻي حسينا جو توتي وڌيڪ حق آهي؛ توکي پنهنجو فرض بجا آڻڻ کپي.

محمد ـ آفرين زينت! شڪر جو تون بہ انهيءَ قربانيءَ ڪرڻ ۾ مون سان شامل راءِ آهين. هاڻي ساري ڄمار جو وڇوڙو ڪي تـدر آسانيءَ سان سهي سگهبو ...... هاڻي آسرو الله جـو! (عثمان ڏانهن نهاري) ادو عثمان بہ توکي ننڍي هوندي کان گهرندو آهي، انهيءَ سان شال خوش گذارين.

(عثمان سرهو ٿئي ٿو ـ غلام کي) هاڻي هلو تہ هينئر ئي مسجد شريف ۾ هلي نڪاح وجهون. (غلام ۽ حسينا کـي وٺي نڪري وڃي ٿو. بخشڻ خان روڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر اجائي.)

(ڏيڍ سال کان پوءِ، ساڳيو رئيس بخش خان جي حويليءَ وارو صحن. ٻه پهر ٿي ويا آهن، ته به ساوڻ جي سخت برسات سبب ٻاهر اونڌو ڏنڌ آهي جو دريءَ مان ٻڏڪي ٽڪر واري نظاري جو احساس مس ٿو پوي. رڪي رڪي وچ ۾ چمڪاٽ ۽ گجگوڙ پيئي ٿئي.

زينت هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي آهي ۽ چوڙنڪ تي پرت جو ڪم بي دليءَ ڪري رهي آهي، ته عثمان مينهن ۾ پسندو اندر اچي ٿو.)

عثمان — اسان جو جهڳو جهڻ ٿي ويو آهي، توکي پنهنجو پرت مٺو لڳو آهي!

زينت (چوڙنڪ ڇڏي) — چو، خير ته آهي؟

عثمان — ڏسين ويٺي ته ديهه مان پڇي پت ٿي موٽيو آهيان، ته آئي ٽا ڪپڙا ته ڪڍي ڏي.

زينت (آئي) — ٻر مان آڻيس ٿي. (نئين قميص ڪڍي ڏنيس ٿي، جا هو بدلائي ٿو.) ديهه جو ڪهڙو حال آهي؟

عثمان — حال وري ڪهڙو آهي؟ برسات ڪالهه رات کان ٽڪ ٻڌي بيهي ويٺي آهي. ڪڙين ۾ گهارا پئجي ويا آهن؛ ديهه ۾ اڄ لڳي پيئي آهي. مٿان پوئي تان اوٽ جو پاڻي ٻه اچي بچاءَ بند سان ٽڪريو آهي. هاڻي تہ الله آهي جو فصل بچائي.

زينت — ويچارن مسڪينن ڪڙمين جو ڪهڙو حال ٿيندو!

عثمان — توکي ته انهن مسڪينن جو ئي اڃا ڪو لڳو پيو آهي. پنهنجي روزيءَ تي ٿي لت اچي؛ تنهن جو ڪو اونو ائيني؟

زينت — اسين ته وري به سهڻ جهڙا آهيون. پر ويچارا مسڪين، اڳيئي قرض ۾ ٻڏل، تن جي سال جي ڪمائي وئي ته ڇڻ بچو ڀلي ويندن... ڀلا دوياهه شاهه جو ڪهڙو حال آهي؟

عثمان — دوياهه ٻه اهڙو ڦوڪيو وڃي، جو اڳهئون ٻڌو ته پراڻ (دريءَ ڏانهن اشارو ڪري) هو ٻڏڪي ٽڪر وارو بند ڦاٽي پيو.

زينت (گهبرائجي) — تڏهين ته ويچارا مهاڻا ماڇي اڄ وڏي خطري ۾ هوندا.

عثمان (خار وچان) — ته پوءِ سچي چوند ٿي ڪرين ته توکي آلڪو فقط انهيءَ محمد ماڇيءَ جو آهي، جنهن توسان دغا ڪرڻ کان پوءِ وڃي ماڇڪو ڌنڌو اختيار ڪيو.

زينت — چو نه آلڪو ٿيندو؟ وري به پنهنجو سوٽ آهي. هن تہ پاڻ فراخدلي ڏيکاري جو ابائڻو ورثو ڏنو ڪري، پنهنجو فرض پاليائين. مدرسي ۾ وڏيڪ نه پڙهي سگهيو تہ وڃي اهو مسڪيني ڌنڌو ڪيائين.

عثمان — سوٽ ٿي چڱو ائيني! ڇڻ تہ آءٌ پاڻ اتي ڪان ٿي ڪوند ٿو. ارڙهن مهينا پرڻي ٿيا اٿئون تہ به اهو محمد دل تان لهڻي ٿو؟

زينت — مون ته توکي صاف ٻڌايو، ته منهنجي سچي دل اصل کان هن سان هئي. پر قسمت جڏهين منهن ڦيريو، تڏهين ٻي ڪا واهه نه ڏسي، چاچي ۽ تنهنجي دل وٺڻ لاءِ توسان نڪاح وجهڻ قبوليم. پر منهنجي دل ۾ هن لاءِ هميشه همدردي ۽ عزت آهي.

عثمان — همدردي ۽ عزت! چو نه ٿي چوين عشق ۽ محبت؟

زينت (تڏي سيني) — تون چائين ٿو، ته آءٌ عورتپڻي جا مڙيئي فرض توسان پورا ڪرڻ ۾ ڪانه ڪئي آهيان. وڌيڪ طلب ڪرڻ جو توکي ڪو حق ڪونهي، منهنجو توسان اهو شرط هو.

عثمان – بس، گهڻو ٿيو! بي شرم، مرڪي ٿي پنهنجي بي وفائي ظاهر ڪرين، تنهن زبان نه ڪي ڪيائيءَ!

(اوچتو وچ ۾ گجگوڙ جو ڪڙڪو ٿئي ٿو، جنهن جي روشنيءَ ۾ دريءَ مان ڏسجي ٿو ته حسينا برسات ۾ ڊوڙندي ٻاهرئين دروازي وٽ اچي ڪڙو ڪوڪائي ٿي. زينت وڃي در کولي اندر وٺي اچيس ٿي.)

زينت – ادي، خير ته آهي؟ جو هن برسات ۾ ڏوڪيندي آئي آهين؟

حسينا – نه ادي، خير ڪونهي: محمد کي ڪهڻوئي چيم ته هيڙي برسات ۾ اڄ درياهه تي نه وڃ، پر پڌو اڻ پڌو ڪري پيٽ قوت لاءِ هليو ويو. هاڻي مان پيشيون اچي ٿيون آهن، ته ۾ برسات هڪ ٽڪ وسندي اچي، ۽ سندس ڪو پتو ڪونهي! وري اڳهون پڌم ته پڌڪن وارو بند به لڙهي ويو، تڏهين ته منهنجو سڪ ٿي ڦٽي پيو. ابو به ديهه جي بچاءَ لاءِ نڪري ويو هو نڪريءَ پئيان. پيو ڪو پاڙيسري به ڪو نه ٿئون، تڏهين ششدر ٿي توهان وٽ واهر لاءِ ڊوڙندي آئي آهيان.

زينت – مون کي پڻ اهو الڪو ٿي پيو آهي. هاڻي تون هتي ترس ته اسين ٿا ڪو آدم ڪريون. (عثمان کي) پلاڻي ڪري تون نه ۾ چار واهي ساڻ ڪري محمد جي مدد ڪرين؟ ههڙيءَ برسات ۾، وچ سير ۾ ڪشتيءَ تي، ويچاري جو الائجي ڪهڙو حال هوندو.

عثمان – ڇا چيئي؟ آءٌ وڃي انهيءَ ماڇيءَ جي مدد ڪريان! سڀهون ٿڌجي ديهه تان ويو آهيان؛ واهي سڀ تڏا ٿونا ڪئي ويا ٻند جهاڻ؛ مان ڪي پيو ڪم ڪونهي جو وڃي تنهنجي محمد جي مدد ڪريون.

زينت – پر هڪ انسان جي جان جوکي ۾ آهي، ان کي بچائڻ تنهنجو فرض آهي.

عثمان – مون کي پنهنجي جان وڌيڪ عزيز آهي. توکي ڪهڪاءُ ٿو پوي ته وڃي ان پنهنجي عاشق جي جان بچاءِ.

زينت (جوش ۾) – بس، وڌيڪ بيهودو نه ڳالهاءِ. تون مڙسارو ٿي اهڙو بزدل آهين، ته آءٌ عورت پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي ان هن شريف انسان کي بچائينديس...... حياتيءَ مان اڳيئي ڪٽي ٿي پيئي آهيان، ويتر جان وڃي ته ڪهڙو ڏکر پوندو. (حسينا کي) ادي، هل ته اسين ٻئي ٻيڙي ڪري محمد جي واهر ڪريون. الله همت ڏيئي رکندس.

(حسينا کي ٻانهن کان وٺي وڃڻ ٿي آهي.)

عثمان – ڪيڏانهن هلي آهين؟ چپ ڪري هتي ويهي رهه، نه ته......

زينت – تنهنجو اڄ کان پوءِ مون تي ڪو اختيار ڪونهي. ڪير آهي جو مون کي روڪي سگهي؟ هلي آءُ، ادي! (حسينا کي وٺي نڪري وڃي ٿي.)

پردو ٿيون

(ساڳئي ڏينهن نماشام وقت پڌڪي ٽڪر جو هڪ حصو، پريان سنڌو نديءَ جون لهرون ڏوڪينديون اچن، ٻير ٽڪر جي اتاهينءَ سبب ڪنارو ڏسڻ ۾ نٿو اچي. مينهن ڄاڻ ٻند آهي، پر ڪجهه وقت کان وري طوفان اچي اٿيو آهي. ڪارا بادل آسمان ۾ پيا ڊوڙن، ۽ کنوڻ ۽ گجگوڙ لڳي پئي آهي.

آئي محمد پئيان ڪناري تان ٽڪر چڙهندو جوئيءَ تي پهچي ٿو. ڪپڙا ٻنهه پنا پيا ٽِس،

ٻک وچان سهڪي پيو ۽ ٻڪر تي ٻڌجي رهي ٿو ڪجهه مدت بعد آٿي آيو ساهه کڻي چوي ٿو "يا خدا!" پوءِ پٺ ڏيئي، هٿ ٽراڻ تي رکي درياهه ڏانهن نهاري ٿو...... اوچتو وچ جو چمڪاٽ ٿئي ٿو، ۽ اُن روشنيءَ ۾ هڪ ٻيڙيءَ جو سڙهه ٻڪر پليان ويجهو پوندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. نيٺ هڪ ڀيري ڏڏڪو ٿئي ٿو. سڙهه ٻڪر پليان ڪري پوي ٿو، جڏهن ٻيڙي ٻڪرائن ڪناري سان اچي لڳي ۽ ڀرزا ٿي پئي. زناني آواز ۾ هڪ چيخ ٻڌجي ٿي، ٿوري وقت بعد ٻي چيخ. جنهن تي محمد ٻڪرن تان ٽپندو موٽي ڪناري ڏانهن لهي وڃي ٿو. ڪجهه وقت هوا جي سوساٽن ڏاران ڪجهه ٻڌڻ ۾ نه ٿو اچي. آخر محمد زينت کي ٻانهن ۾ کڻندو چوٽيءَ تي پهچي ٿو ۽ هڪ ڇپ تي وهاريس ٿو. پاڻ به پرسان وهي ٿو ۽ ٻئي سهڪن پيا. نيٺ محمد چوي ٿو:)

محمد – سچ لڳئي، منهنجي ڪشتي ته وچ سير ۾ اٽڪي پيئي، ۽ آءٌ گهڻو وقت وهڪري جي اڏو ترندو، اڳهين اچي هن ٻڪر تي چڙهيس. پر زينت، توهين ٻئي ڄڻيون اڪيليون ڪٿي ٻيڙي هاڪاري هليون؟ ڪناري تان ڪو همراهه به ڪونه ڪنيو؟

زينت – ڪناري تي ڪا ٻوڙي ڪانه هئي، ماڻهو ويچارا ڪنهن پار بچاءُ ۾ رُڌا پيا هئا. پر اسان کي به ڪجهه مير بحر پٺ ۾ پيل آهي، سو جوش وچان هڪ ٻيڙي هاڪاري هليون سين. پر وچ سير ۾ پهچڻ سان سخت واءُ اچي ڪڙڪ ٿيو ۽ اسين ٻوڙهه لاهي ڪين سگهيون سين. ٻيڙي اسان جي قبضي کان نڪري ويئي ۽ ڏوڪيندي اچي ٻڪر سان لڳي ۽ چيهون چيهون ٿي پيئي.

محمد – ۽ حسينا......؟

زينت – ڏڪاءَ ۾ حسينا اڇلجي، ڪيڪ ڪندي، وڃي پرئين پاسي درياهه ۾ پيئي ۽ اک ڇنڀ ۾ وهڪري ۾ غائب ٿي ويئي. آءٌ به ڪيڪ ڪري اچي ڪناري پاسي ڪريس، پر منهنجو هٿ ٻڪر ۾ ڦٻجي ويو، ۽ مٿان تو اچي ڇڪي مٿي ڪيو.

محمد (افسوس ۾) – تڏهن ويچاري موٽ کي بچاءُ آئي هئي، پر منهنجين اکين اڳيان سير ۾ لڙهي ويئي ۽ مون کي سماءَ به ڪونه پيو!

زينت – هن کي بچاءُ ناممڪن هو، مرگهو پنهنجي جان به وڃائي هئي. بس، ويچاري توکي درياهه مان بچائڻ آئي ۽ پاڻ درياهه جو ٻک ٿي. (ماٺ ٿي وڃي ٿي.)

محمد – پر زينت، تو ڇو مون خاطر پنهنجي حياتي خطري ۾ وڌي؟ مبادا، تون به درياهه جو ٻک ٿي وڃين ها!

زينت – چڱو ٿئي ها جي آءٌ ئي هن ٻڏران توکي بچائڻ ۾ پنهنجي حياتي ڏيان ها. حياتيءَ ۾ هاڻي رهيو ئي ڇا آهي؟

محمد (ڪيس کلهن کان جهلي) – زينت، هي ڇا پيئي چوين؟ مون ته سمجهو ته تو عثمان سان خوشيءَ جو وقت گهاريو هوندو. مون کي پنهنجي دل جو حال کولي ٻڌاءِ.

زينت – محمد، ڇا ٻڌايانءِ. توکي سڌ ته هوندي، پر تو ڏاران مون نهايت ڏک ڀريو زمانو ڪاٽيو آهي. عثمان سان اڻ ٺهت به منهنجي حياتي زهر ڪري ڇڏي آهي.

محمد – تڏهن آءٌ به ٻڌايانءِ ته مون به تو سان دل ڏئي گذاريو آهي. جيتوڻيڪ حسينا مون کي سکي رکڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو، پر افسوس جو آءٌ کيس دل جي محبت ڏيئي نه سگهيس، ۽

وڃاري اهوئي رنج دل ۾ هاڻي هلي وڃي. ان لاءِ سنڌس پاڪ روح کان معافي طلب آهيان.

زينت- هاڻي اسان ٻن لاءِ باقي دنيا ۾ ڇا بچو آهي؟ توکي ته ٻڌائڻ ڪو ٻڌڻ ڪونهي، ۽ مان ته......

محمد- هائو، تون ته هن جي حق ۾ ڏاڍي زال آهين. هو ڄاڻي ٿو تنهنجو پتو لڳائيندو ۽ توکي پنهنجي گهر وٺي ويندو.

زينت (محڪم ارادي سان)- پر آءٌ انهيءَ دوزخ ۾ ورري وڃان ڇو ٿي؟ آءٌ ته توسان جنت ۾ هلندس. پڌاءِ، مون کي ساڻ وٺي هلندين؟

محمد (حيرانيءَ ۾)- آءٌ سمجهي نٿو سگهان. پر تون جنهن چوين ٿي، ان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

زينت- تڏهن هيڏانهن آءُ. (آڱاريس ٿي ۽ ٻئي دوڙندو ٿيا ڪنڌ تي بيٺا آهن.) ڏس، هيٺئر واڳ ڀـ ساڻو ٿي ويو آهي، آسمان مان غبار ڀـ هاڪو ٿيندو وڃي...... اچ ته قدرت جي ساڻئي ۾، هن اونهي عميق ڀرئي ٻنهي ۽ پنهنجي روحاني زندگي هڪ ٻئي سان گڏ بيون. قبول؟

محمد (سنڌس هٿ هٿ ۾ وٺي)- اڪسين سان. الله گهريو آهي ته قيامت ڏينهن ملنداسون، آخرت ۾ هڪ ٻئي جا ٿي رهنداسون ۽ وري ڪڏهن ڪين ڌار ٿينداسون.

زينت- آمين! تڏهن هلي آءُ.

(درياهه ڏانهن منهن ڪن ٿا، هوءَ پاڻ گلي ۾ وجهيس ٿي، ۽ ٻئي ٻئي آچانگ ماري درياهه ۾ ٽپي پون ٿا. هيٺان پاڻيءَ جي ڇنڪار جو آواز پڌجي ٿو ۽ ڪُچ پاڻي ڦوهاري وانگر ڪنڌ تي چڙهي اچي ٿو.)

[اشارو:- هيءُ ناٽڪ مصنف جي موڪل بنا ڪوبه اسٽيج تي نه آڻي. موڪل ملڻ ۾ تڪليف ڪانه ٿيندي.]

---

پيش رفتار مسافرو اڳتي وڌو، ۽ زندگيءَ جي جنگي ميدان ۾ عمل جا هٿيار سينگاري باهٿيار لهو! دوستو، ڪوچ جو گهنڊ وڄي رهيو آهي، دير نه ڪريو، اسان روشن چراغ جو 'نور' آهيون، ۽ نئين بهار زندگي جا باني ٿينداسون.

آئرلنڊ، عرب، مصر، ڪوريا، چين، ناروي، روس، (هر جڳهه) ۾ اسان جهڙي خون جا قطرا موجود آهن. اسان سڀ هڪ مسئلي کي کولڻ لاءِ پريشان آهيون. اسان کي شيرين خواب نه گهرجن، ۽ نه وقتي مسرت. اسان چند گهڙين لاءِ راحت، سڪون، مخمل ۽ قالين ۽ سهانگي شهرت نه ٿا گهرون. اهي ته سڙيل ۽ بدبودار چيزون آهن. دوستو اڳتي وڌو- اڳتي-

— قاضي نذرالاسلام

# هڪ ڏينهن جي ڳالھ آهي ته......

"دلبر"

- جهوڪ شريف جي ميلي جا ڏينهن هجن، ۽ گاڏيءَ ۾ ڏاڍي پيھ هجي. ماڻهن کي ويهڻ جي جاءِ به مشڪل ٿي ملي؛ اصل، ماڻهن جي مٿان ماڻهو مٿيا پيا هجن! ته چڙهڻ جي بہ جڳھ ڪانہ هجي. اسان سان خيرپور ميرس اسٽيشن تي، ڀراڙيءَ جو هڪ فقير، صاحبن ڪريمن جسو پانڌيڙو ۽ مريد، ساڻوڻ نالي، سهڪندي سهڪندي اچي گاڏيءَ ۾ ويٺو. فقير هڪ زنده دل ۽ ساده مزاج ماڻهو ٿي ڏٺو. واقف ماڻهن کان پتو پيو ته فقير ۾ هڪ عجب جهڙي عادت آهي، جنهن ڪري ماڻهو کيس درويش ڪري ڀا مڃين. ڀڏاپانون ته فقير صاحب هميشه ڪنڌ هيٺ ڪري، منهن دل ڏانهن ڦيرائي، پنهنجي ليکي ڳالهائيندو آهي، ۽ پنهنجي مخاطب کي سڏيندو آهي 'دلبر'!

ان 'دلبر' سان ائين پيو ڳالهائيندو آهي، جڻ ڪنهن جيئري جاڳندي ماڻهوءَ سان ڳا رهاڻ ڪجي. 'دلبر' سان عجيب غريب ڳالهيون ڪندو آهي، ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ کي جواب بہ پاڻ ئي ڏيندو آهي، پر نمونو اهڙو ڪندو آهي جو ڄڻ 'دلبر' ويٺو ڳالهائي. اسان ۾ چار سنگتي حيدرآباد وڃي رهيا هئاسين- ۽ ڊگهي مسافري تان موٽيا هئاسون- ۽ ڏاڍا ٿڪل هئاسون- ۾ فقير کي ڏسي خدا جو شڪر ڪيوسون. سمجهوسين ته مزيتي ڪا رهاڻ ٿيندي، فقير کي ڏٺوسين ته ڏاڍو پريشان ۽ ملول، جيءَ جي جنگ ۾ رڌل، ڪنڌ هيٺ ڪيو، ويٺو دلبر سان رهاڻ ڪري.

گاڏي اڳتي هلي، فقير جي عجيب غريب نموني ۽ ساده مزاجيءَ کي ڏسي، ساري گاڏي جا ماڻهو ڏانهس نهارڻ لڳا.

اسان بہ غور سان ويٺي رنگ ڏٺو، ۽ فقير صاحب کي جاچيو. ائين ڪندي، گاڏي اچي نوابشاه ۾ بيٺي- گاڏيءَ مان گهڻا ماڻهو لهي ويا، پر فقير صاحب ويٺو رهيو. اسان بہ ويٺا رهياسون. چا لاءِ ته هيٺ لهڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ هئي، پليٽ فارم تي اخبار فروش، ۽ ماني چانھ ۽ پان پيڙيءَ وارا آواز ڏيندا رهيا، اسان ماني ڪڍي کائڻ شروع ڪئي. فقير صاحب کي بہ صلاح ڪئيسون، پر فقير 'دلبر' جي جهيڙي ۾ مشغول هو. ائين ڪندي دروازي جي سامهون، ٽي. ٽي اچي لنگهيو. ٽي، ٽيءَ تي نظر پوڻ شرط فقير جو رنگ ئي بدلجي ويو! ڪنڌ هيٺ ڪري ۽ دل ڏي منهن ڪري، 'دلبر' جي پاران هن طرح ڳالهائڻ شروع ڪيائين:

دلبر– هو ڏسين ٿو؟

فقير– ڪير؟

دلبر– ٽڪيٽ وارو!

فقير– پوءِ ڇا آهي؟

دلبر– پوءِ ڇاهي؟ مان ٿو وڃي ٻڌايانس، ته فقير بنا ٽڪيٽ چڙهيو آهي!

اتي فقير نهايت عجز ۽ آزيءَ سان ”دلبر“ کي چيو:

فقير– ميان! مڙ! قسم ٿي الله جو! نه ڏوڪڙ نه پيسو! اجايو خوار خراب ٿينداسون!

دلبر– وري ڪوڙ!

فقير– ڪوڙ وري ڪيئن! اصل سچ ٿو چوان.

دلبر– ڇو ٿو ايمان پوڙين! هي فقير ٿيو آهين؟ آهين ته ڪو وڏو ٺڳ! پيسن هوندي سوندي ويٺو ڪوڙ هڻين ته پيسو ڪونهي!

فقير– دلبر قسم ٿئي مرشد جو! ميان جند ڇڏ، اجائي بيعزتي ٿيندي! سچ پچ مون وٽ ڏوڪڙ ڪين آهي. نه ته مان ٽڪيٽ ضرور وٺان ها! توکي خبر آهي ته مان بنا ٽڪيٽ گاڏيءَ ۾ اصل ڪونه چڙهندو آهيان، هن ڀيري بس لاچار چڙهيو آهيان، سچ پچ ڏوڪڙ ڪونهي.

دلبر (حيرت سان)– هي فقير ٿيو آهين......! ڪڍين ٿو ڏوڪڙ ٻاهر! يا وڃي ٿي. ٽيءَ کي سڏيان! ۽ ڪرايانءِ ڪا تعدي!... ڇگو فقير ٿيو آهين......

فقير– نه دلبر! الله جو ٿئي قسم!... ٻيهه ته سهي... او... او... ائين چئي فقير هيٺ لهي پيو ۽ ’دلبر‘ جي زبان سان وڃي، ٽي. ٽيءَ کي چيائين......

دلبر– صاحب! هن گاڏيءَ ۾ هڪ فقير بنا ٽڪيٽ ويٺو آهي!

ائين چئي، موٽي اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺو ۽ ٽي. ٽي مٿي چڙهي آيو.

ٽي.ٽي– هت ڪهڙو ماڻهو بنا ٽڪيٽ ويٺو آهي؟

فقير (دلبر جي زبان سان– پاڻ ڏانهن اشارو ڪري)– هيءُ...

ٽي.ٽي عجب ۾ پئجي ويو! ۽ لڳو فقير کي هيٺ مٿي ڏسڻ! ڏٺائين ته هيءُ اڪيلو ماڻهو آهي، جنهن پاڻ گاڏيءَ تان لهي اچي چيو هو ته هڪ فقير، بنا ٽڪيٽ ويٺو آهي! ٽي.ٽي حيرت جي دنيا ۾ غرق ٿي ويو. اسان پنهنجي دل کي روڪيو ويٺا تماشو ڏسون.

– ائين ڪندي ”فقير ۽ دلبر“ جي وري جهڳڙو شروع ٿي.

دلبر– فقير، اشرافت سان ڏوڪڙ ڪڍي ڪر ٻاهر...... نه ته......

فقير– دلبر الله کان ڊڄ، ڇرچو ڇڏ، مون وٽ ڏوڪڙ آهن ڪٿي؟ جو ڏيان!

دلبر– اهڙو ڪوڙ! تڏهن اڳٿ ۾ ڇا ٻڌل اٿئي؟

فقير ڪجهه شرمندگيءَ سان، آهستي ۽ رازدارانه انداز ۾ چوڻ لڳو:

فقير- دلبر، آهستي چئو، متان ٽي.ٽي نه ٻڌي وٺي- ڏوڪڙ برابر اڳٺ ۾ ٻڌل آهن ۾ انهن جي ته ماني کائيندا سون! حيدرآباد ۾ پلا ڇا کائيندا سون؟ ان کان پوءِ موٽر جو ڀاڙو گهرجي، ۽ ڪجهه ميلي تي خرچي کپي... ۽ پوءِ ......

دلبر (شوخ ٿي)- نه نه! اهي ڪوڙا بهانا ڇڏي ڏي! ڏوڪڙ ڪڍي ڪر ٻاهر! مانيءَ سان منهنجو واسطو ڪونهي! کائين يا بک مرين...... پلا ڏين ٿو ڏوڪڙ يا ڏسيان ٽي.ٽيءَ کي ته ڏوڪڙ اڳٺ ۾ اٿس......!

فقير نهايت ڪاوڙجي، نرڙ ۾ گهنج وجهي، هٿ اڳٺ ڏي وڌايا ۽ لڳو ڳنڍ ٻون چوڙڻ.

اسان ڪل کي روڪيو ويٺا ڏسون. ٽي.ٽي ويچارو ڪاڏيءَ تي هٿ رکيو بت بڻيو ويٺو 'دلبر ۽ فقير' جي لڙائي ڏسي. فقير ڏوڪڙ ڇوڙي، ڇڙ سان ڪڍي، ڪٽي ٽي.ٽيءَ جي هٿ تي رکيا ۽ پوءِ فقير وري "دلبر" سان ڳالهائڻ شروع ڪيو.

فقير- هاڻي ته ٺيڪي ڪارو منهن! ٿئين خوش! هاڻي حيدرآباد هلي منهنجو آڳوٺو کائجانءِ! هاڻي ميلي تي ٻه ڪونه هلنداسون. هن پيري ڪٽي ڳامو سچار نه ٿين ها، ته پوءِ ڇا ٿئي ها؟ هاڻي حيدرآباد ۾ بک ۾ مرنداسون ۽ ميلي تي ٻه ڪونه پهتاسون، تنهنجي گهيءَ ۽ اجائي ريڙهه پيڙهه نه هيڏي ڪيو نه هوڏي!

دلبر- بک مر ته سئو ڀيرا مر، ميلي تي نه هل ته نه هل- ڪو مون تي ٿورو ٿو ڪرين ڇا. هلين ٿو ڀڳڙ ٻڌي مرشدن جي سيڙي تي، ڏوڪڙ ٿو ٻڌين اڳٺ ۾... ۽ ٽڪٽ کان جواب!...... شرم نه ٿو اچيئي...... هي فقير ٿيو آهين ......... ڪوڙا ڪنهن جاءِ جا......

فقير (ڪاوڙجي، ڌڪل ڏني)- بند ڪر وات!...... اجايو سٺو نه هڻ!...... نه ته دلبر... ڳالهه وڃي ٻري پوندي!...... اڄ جيڪا ٻارائي ڪئي اٿئي...... ۽ مون تي راڄ کلايو اٿئي،... ان جو داد فرياد ته رب ڪندو... ميلي تي هلڻ لاءِ ٻه سنهن گهرجي ...... تو جهڙن جي سنگت مان اجهو اهو فائدو ٿو ٿئي...... اڳتي ڏسي رهنداسون.

اسان ڏوڪڙ وڃايا، پر ٻار ٻر ڪيا!

دلبر (فاتحانه انداز ۾ ۽ ڪجهه ڪاوڙ سان)- هل هل لڳ، تنهنجي ميلي جي آ مون کي پرواهه! توجهڙي ڪوڙي لڳ سان هلڻ مان ڪهڙو فائدو! سڏائين ٿو فقير ۽ هئين ٿو ڪوڙا! اندر وهاري ڪانءَ ۽ ٻاهر ٻولين هنجهه جان! راڄ تو کلايو آهي، يا مون!...... برابر...... ميلي تي هلڻ لاءِ ٻه مهانڊو گهرجي! تو جهڙن ڪوڙن جي آتي برابر گهرج ڪانهي!

فقير شڪست قبول ڪري، ڪٽي ماٺ ڪئي.

اونهارو ۱۹۵۵ع

ٿي. ٽيءَ اهو سارو تماشو ويٺي ڏٺو. سو چيائين، مسمتن تي ڪهڙي ميار! فقير کي خدا رسيدو ٿو ڏسجي، ۽ ويچارو ’جيءَ جي جنگ‘ ۾ مبتلا آهي. ان ڪان پاڙو چا وڃي! مڙس هو لائق ۽ سمجهو، سو ڏوڪڙ ورائي ڏنائين فقير کي.

فقير جو دلبر ڪان ڪاوڙيو، ڦوڪيو شوڪيو ويٺو هو، تنهن خوشيءَ ۽ رنج جي ڪاڙ ڪيفيت سان ٽي. ٽيءَ ڏانهن هٿ وڌايو.

فقير جو هٿ وڌائڻ ۽ ’دلبر‘ جي وري دانهن ڪرڻ.

دلبر— ... ڪلا ٿي ڪوڙا ...... ٺڳ. متان ڏوڪڙ وٺين ... ۽ ايمان وڃائين ! ...

فقير، دلبر جي دڙڪي تي هڪدم هٿ پوئتي موٽايو ...... ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري، ڪجهه ’پڙ پڙ‘ ڪندو رهيو. شايد ’دلبر‘ ڪسي ڪجهه رازداراڻي نموني ۾ پٺي نصيحت ۽ وصيت ڪيائين.

اسان اهو بنا ٽڪيٽ تماشو ڏسي حيرت ۾ پئجي وياسين! ڏسون ته ويچارو ٽي. ٽي بيٺو اکيون ٽمڪائي، ۽ حيرت جي نظرن سان ڏسي، ...... بيهي بيهي، مشڪندي، نيٺ هيٺ لٿو. فقير ۽ ’دلبر‘ جي رهاڻ جاري رهي، ۽ گاڏي هلندي رهي ......

— غلام محمد ”گرامي“

---

## ”اسپرنگ ٽٽي پوندا ......“

—حيدرآباد وڃڻو هوم. گاڏي پليٽ فارم تي بيٺي هئي. ٽڪيٽ وٺي، اندر ويس ته ڦريون ٿي سيڪنڊ ڪلاس گاڏو جيڪو منهن پيم، سو خالي ڏٺم— منجهس فقط هڪڙو صاحب ويٺل هو. گاڏيءَ ۾ چار گاديلا هئا— ٻه هيٺ ۽ ٻه مٿي. سامهونءَ واري هيٺين گاديلي تي، هيءُ صاحب بوٽ سميت، ڄنگهون ڊگهيون ڪيو، سگريٽ ڇڪڻ ۽ اخبار پڙهڻ ۾ مشغول، بالڪل ٿيو ليٽيو پيو هو. گرمي البت غيرمعمولي هئي— سو گاڏيءَ ۾ جيڪي ٻه بجلي پکا هئا، تن ٻنهي جو منهن هن صاحب پاڻ ڏانهن ڪري ڇڏيو هو، ۽ پنهنجي مٿان واري گاديلي کي مٿي ڪٽي ڇڏيو هئائين ته جيئن ٻنهي پکن جي سموري هوا سڌي سئين ڪيس ملي سگهي. پٺي مٿين گاديلي تي، صاحب جو سامان سٿيو پيو هو— ٻه وڏيون لوهي پيٽيون، چمڙي جي بئگ، نيٽ جي وڏي چلي، ٻه ڪاٺ جا کوکا، سيوي جو ٽوڪرو، هڪ انتهائي ڦوڪيل

بسترو! مون وٽ سامان خير ڪو هو- فقط هڪڙي ننڍڙي بئگ هٿ ۾ هيم: سا لاچار ڪئي هيٺ رکيم. اينديءَ ايندي، آمريڪي معتبر رسالو "ٽائيم" ورتو هوم- تنهن کي پڙهڻ ۾ لڳي ويس.

ڪوٽڙيءَ کان پوءِ هڪڙو ٻيو صاحب پنهنجي بيگم صاحبه سميت گاڏيءَ ۾ اچي چڙهيو. ڪافي سامان هو هن صاحب کي به: ٻه مزور ساڻ هئس- سو ڏٺائين جو ته هڪڙو مٿيون گاديلو اڳي ئي سامان سان ڏٽيو پيو آهي، ۽ ٻيو وري خالي مٿي ڪجهه پيو آهي، تڏهن لڳو ان ٻئي گاديلي کي هيٺ لاهڻ، ۽ مزور وڌيا ان تي سامان رکڻ لاءِ. هڪدم اڳوات ويٺل صاحب رڙ ڪئي: "جناب اهي سيڪنڊ ڪلاس جا گاديلا سامان رکڻ لاءِ نه بلڪ مسافرن جي سمهڻ لاءِ هوندا آهن. انهيءَ گاديلي تي سامان نه رکو: ان جا سپرنگ ٽٽي پوندا!" ويچارو ٽئون صاحب لڳو ٻئي مٿين گاديلي ڏانهن نهارڻ ۽ مون ڏانهن نهارڻ. مون هڪدم کيس تسلي ڏني ته اهو سامان منهنجو نه پر هن ٻئي صاحب جو هو! ٻئي صاحب اهڙي ڪن ٽار ڪئي جو ڄڻ اهو منهنجو گفتو هن ٻڌوئي ڪونه! ٽئين صاحب، ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، نيٺ پنهنجو سامان هيٺ رکائي ڇڏيو.

جنگشاهي سٽيشن تي لهي، آءٌ پاسي ۾ انٽر ڪلاس گاڏي ۾ هڪ دوست وٽ وڃي ويٺس، ۽ ڪوٽڙيءَ تائين اتي ويٺو رهيس. ڪوٽڙيءَ تي ٻئي دوست هيٺ لٿاسين. جهٽ رکي، پنهنجي گاڏي ۾ جهاتي پاتم: ڏٺم ته ٻيو صاحب ۽ سندس بيگم صاحبه لهي ويا هئا: ۽ هو پهريون صاحب منهنجي رسالي "ٽائيم" جي ورق گرداني ڪري رهيو هو. گاڏي چلي: ۽ آءٌ وري به وڃي دوست سان انٽر ڪلاس ۾ ويٺس. حيدرآباد جي سٽيشن آئي- بئگ کڻڻ لاءِ جو پنهنجي گاڏي ۾ آيس ته ڏٺم ته منهنجو همسفر صاحب به لهڻ جون تياريون ڪري رهيو هو. آءٌ بئگ هٿ ۾ کڻي لڳس رسالو "ٽائيم" ڳولڻ. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم- ڪٿي نظر ڪونه آيو. آخر هن صاحب کان پڇيم، "جناب، هتي منهنجو رسالو هو؟" جواب مليو، "هو صاحب ڪوٽڙيءَ تي لهي ويو، تنهن جي بيگم صاحبه جي هٿ ۾ هو- پڙهيائين ٿي: شايد پاڻ سان کڻي ويئي." کڻي جو صاحب جي هٿ ڏانهن نهاريان ته سندس اخبار جي وچ ۾ منهنجو رسالو ظاهر ظهور ويڙهيو پيو آهي! ڏسي اهڙي ته تپرس ۾ پئجي ويس جو حرف وات مان نه اڪليم. هو صاحب مزورن کان سامان کڻائي چپ چاپ گاڏي مان لهي هليو ويو: آءٌ ڏانهس ڏسندوئي رهجي ويس! — ر. ا. ج

# اديب

اڄوڪو اديب انقلاب جو خواب اهڙيءَ طرح ٿي ساندي ٿو، جئن هڪ عاشق پنهنجي معشوق جو تصور ڪري ٿو. هن لاءِ مزدور، هاري، سرمايه دار، طبقاتي ڪشمڪش ۽ انقلاب جي اهائي حيثيت آهي، جا غزل گو شاعرن وٽ گل، بلبل، هجر، وصال، ساقي، مئي، رقيب ۽ محتسب وغيره جي آهي.

ڪيترا اديب ۽ شاعر پراڻين ادبي روايتن کي ڇڏي ڪري، هڪ نئين ادبي روايت کي قبول ڪري چڪا آهن، تاهم سندن تخليقات ۾ سندن تجربي جو دخل گهٽ آهي. ان ڪيفيت جو ٻيو پهلو اهو آهي ته هو پنهنجي ڳالهه کي صاف طور بيان ڪري نه ٿا سگهن، هو ٻه تشبيهون، استعارا ۽ ڪنايا استعمال ڪن ٿا، پر ڪڏهين ڪڏهين انهن ۾ ٻه ٿي ٿو، جو انهن شعرن جو غالب ۽ مير وانگر ڪو صوفيانه تعبير ئي ڪرڻو پوي ٿو. ان ۾ انقلاب پسند ۽ اصلاحي تاثر گهٽ ٿو رهي.

’انقلاب‘ سان اها جذباتي وابستگي قابل قدر ته آهي؛ پر سماجي زندگيءَ جي عڪاسيءَ جي لاءِ رڳو جذبو ٻه ڪافي نه آهي. بلڪ وسيع مطالع ۽ ڪافي تجربي جي ضرورت آهي. ۽ ان جو امڪان تڏهين آهي جڏهين اديب، سماجي ڪشمڪش کان نه ڀڄي، بلڪ ان کي زندگيءَ جو حصو بنائي، ۽ سماج جي ڏک سک کي پنهنجو ڏک سک ڪري سمجهي ۽ جيئن ”جگ بيتيءَ“ کي ”آپ بيتي“ نه بنائي. ۽ زبان حال سان عينءَ نه چوي:-

خنجر لگے کسي کو تڑپتے هين هم ”امير“
سارے جهان کا درد همارے جگر مين هے

اها مٿين ڪيفيت جيستائين پيدا نه ٿي آهي، تيسين اهڙو ادب نه پيدا ٿي سگهندو، جنهن ۾ خلوص هجي، جو ٻين کي متاثر ڪري سگهي. عمل لاءِ تيار ڪري سگهي، ۽ اصلاح ۽ انقلاب لاءِ صحيح صلاحيتون پيدا ڪري سگهي!“

# مضمون

# اديبن جو فرض

"اسين هن وقت هڪ نهايت نازڪ دور مان لنگهي رهيا آهيون. اسان جي زبان، اسان جو ادب، اسان جي تهذيب بلڪ اسان جو وجود خطري ۾ آهي. ڪاتي چم ڇني هڏي کي ڪرڻي رهي آهي. چوڌاري نااميديءَ جا ڪارا ڪڪر آڳر ڪري آيا. اهڙي سمي ۾ به جيڪڏهن اکيون نه کوليونسين ته رهي کهي راند به هٿن مان هارجي ويندي، ۽ اڳي جا لک احسان، جو اسان جي اميدن جي ٻيڙيءَ جا ناکوا هاڻ قدري سجاڳ ٿيا آهن، لنگرن ۽ ناڙين کي سوگهو ڪري، سرهائي جي ساحل تي ناتاريون هٽي رهيا آهن. الله تعاليٰ شل کين بازن ۾ سگهه وجهي، جو اسان جي موجن ماريل مڪڙي ڇپلي ڇڪي ڪري، سندس سڙهه ساز سنواري، کيس اوڙاهه مان اڪاري منزل مقصود تي پهچائين.

اهڙي نازڪ وقت ۾ اسان سيني کي گهرجي ته يڪمشت ٿي وڃون ۽ پنهنجي باقي مانده اباڻي ورثي کي ڇهڻي پئون، بلڪ ان ۾ اضافو ڪري ۽ ان کي سنڀالي ۽ سهيڙي ڏيهه کي ڏيکاريون، ته اسين به ڪنهن شيءِ جا مالڪ آهيون. اسان کي به ڪنهن چيز تي ناز آهي. وچ ڪيري تي ڪڏندي آهي. اسان جو ڪيرو الڙيل هوندو ۽ وٿاڻ جا واهي سٽل هوندا ته چالاڪ چور وچ کي راتو ڏو اٿائي ويندا پوءِ ڪري هزار پنگ آڇين ته به وري پنهنجي وٿاڻ ڏي مشڪل ورندي. اڄ اردو ادب جا اداره‌دار اسان کي للڪاري رهيا آهن، ته جيڪڏهن ڪجهه هڙ ۾ اٿو ته ڪڍي ڪريو ٻاهر، پر اسان جي هڙ سڪڻي، لوڏ گهٽي، سي ڇا ظاهر ڪنداسين. جيڪي هٿن ۾ هوسين، تنهن کي بس ڏئي ولي ويهي رهياسين، هاڻي کهڙو منهن مٽي ڪٿون پر اڃا به هاج هٿن مان نه ويئي آهي. وڏن جي وٿ اڃا اسان وٽ موجود آهي. جيڪڏهن ان کي سيڱي ۽ سڌاري وري به واضح ڪريون، ۽ ان تي پنهنجي دماغ مان اصليت ۽ عبقريت جا انگ چاڙهيون، ته جيڪر اسانجو ادب به دنيا جي ادبن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سگهي. ان جي بدران اڄلو اسان جا ڪيترائي نوجوان اديب اڄ نقالي ۽ تقليد کي ڇنبڙي ويا آهن، ۽ پنهن جو خداداد دماغ ڦوڙائي، پنهن جي نثر ۽ نظم ۾ ڪوبه معقول واڌارو نٿا ڪن. آڳاٽو ادب نهايت دلپذير، ججهو ۽ جالارو آهي. اسان جي زبان نهايت وسيع ۽ تونگر آهي، دنيا جون ٽي قديم شاهوڪار ٻوليون سنسڪرت، عربي ۽ فارسي سندس ڀاڄگذار آهن، منجهس هرڪنهن قسم جي ادبي ۽ علمي خوبي ۽ صلاحيت آهي. پوءِ ڪيڏو نه انڌير ڇٻو جو اهڙي هٿيار هوندي به اسين اڌ رنڊ ر ۽ ايرا هجون ۽ اغيار اسان جي ٻوسيءَ تي کلون ڪن ۽ ٺونٺيون ڏوڪين." ـ ڊاڪٽر دائود پوٽو

اصل انگريزيءَ ۾ احمد بشير جو لکيل

سنڌيڪار:- عبدالرسول نظاماڻي

# ”سنڌو“

مان انهيءَ عظيم ماءُ، مانسرور ڍنڍ، جي ڄائي آهيان، جيڪا لافاني هماليه جي عظيم پهاڙن ۽ انهن جي آسماني چوٽين جي وچ ۾، آد ڪان وٺي، هڪ بي انت سوچ ۽ ويچار جي دنيا ۾ گم رهندي پئي آئي آهي. آهي شاهاڻا پهاڙ، منهنجي ان ماناڻيءَ ۽ مائيءَ ماءُ جي حفاظت ڪن ٿا؛ جتي هر شي خاموش آهي، جتي ڪنهن به قسم جي ڪا پڙڪ ڪانهي جتي حسن ۽ حيرت، اثر ۽ طاقت، پوترتا ۽ پاڪيزگيءَ جي هڪ گنڀير، دل ڏاريندڙ پيانڪ دنيا آهي- قدرت جي هڪ لاجواب ۽ لازوال چترڪاري آهي! ان جي نوراني نرملتا ايڏي ته آب تاب ۽ اثر واري آهي، جو خود مان، سنڌو، پڻ اتان ڪسڪي وڃان ٿي ته متان قدرت جي هن بيچون ۽ بي مثال نظاري جي بي عيب جوڙت ۽ بناوت کي ڦٽائي نه وجهان! پوءِ مان زندگيءَ جي روح کي پنهنجي ساه سان سانڍيندي، وستي جي هيٺانهين مٿانهين، جبلن ۽ ٽڪرن، چرن ۽ غارن مان ٽپا ڏيندي هٿندي، وڏيون وڏيون پرانگهون پريندي، ٽپندي ۽ ڪڏندي، نڪري ٻاهر ميدانن تي نروار ٿي ٿيان! برف جي ڇپن ۽ پهاڙن، جهنگن ۽ جهرن، ٻيلن ۽ چراگاهن، وڏراهن ۽ وڻڪارن جي وسيع ميدانن ۽ پٽن مان، آس ۽ چانڊ مان، ڪڏهين تيز ۽ تکو، ڪڏهين مائٽي ۽ آهستي، ڇپن کي ڇهندي، پٿرن کي لوڙهيندي، ڊاهيندي ۽ ڌاهيندي، نيست و نابود ڪندي ۽ وري جيئاريندي، لهرين ۾ ٻان لهريون هڻندي، ٻيڪڙي ۽ ملڪن کي پائيندي، موجون ماريندي، وڌندي وهندي وڃان ٿي! مان آهيان ”سنڌو“، جيون جي نشاني ۽ زندگيءَ جي علامت!

پنهنجي هن جوکائتي سفر ۾، مان پهلي پوشاڪ پهرڻ ڏرساتما لاماڻن کي هماليه تي، معصوم ۽ اپوجهه ڪشميري ڪنارين کي پنهنجا ڏڻ چاريندي، ماکيءَ کان مٺڙين هيرن کي پنهنجن رانجهڻن لاءِ ڏوهيڙا ڏيندي، صوفين ۽ سنتن کي وهوڙي جي ماريل سسئين جون بي شمار ڪافيون ڳائيندي، پڙندي ۽ ڏسندي آهيان. جڏهن ٿي راتيون پنهنجي ڪاراڻ جي چادر رتيءَ جي مٿان وڇائي ڇڏيندڀون آهن، ته تارن ڀريل آسمان هيٺ ڏيئا ماندا ڪوسي ۽ ڪاشتڪار منهنجي ڪناري تي آرام يا بندگي ڪندا آهن؛ ننڍڙا ٻارڙا سمهندا

يا ڪيڏندا آهن، ۽ ايرا ۽ ضعيف مانجهي ۽ مهانا مڇيون ۽ سرياريون ڪاٺيون ۽ گيت ڳائيندا آهن. آءٌ انهن سڀني کي پنهنجي سيني تي پالي نپائي وڏو ڪريان ٿي. هنن جو مون سان پيار آهي، هو مون کان ڊڄن به ٿا، ڇاڪاڻ ته مان "سنڌو" آهيان، انهن لئي وانگر مهربان ۽ دياوان به، ۽ چيڙاڪ ۽ مست پڻ!

مان ڪيترن ئي جڳن کان هنن جي واقف آهيان. مون کي اڃا تائين انهن جا بدلجندڙ چهرا، انهن جو ننڍپڻ، نينگرائپ، ڀوهه جواني، پيري ۽ نستائي ۽ ڏيرائپ سڀ ياد آهن. مان هنن سڀني کي سڃاڻان ٿي.

مان انهن جي باري ۾ توکي سڀ ڪجهه ٻڌائي سگهان ٿي. مان توکي اڳي اڳي جون ڪهاڻيون ۽ قديم زماني جا قصا ۽ بادشاهن ۽ راجائن، فاتحن ۽ حڪمرانن، - هنن جي زندگيءَ جي لاهن ۽ چاڙهن، ڏک ۽ سک جا سمورا داستان ٻڌائي سگهان ٿي - اهي قصا، اهي داستان، اهي افسانا جي تو اڳ ڪڏهن به شايد نه ٻڌا هوندا. مان توکي اهو سڀ ڪجهه ڏيکاري سگهان ٿي جيڪي مون ڏٺو!......... ڇگو، هاڻي هيڏانهن نهار! اجهو هو سامهون هنن جو شان ۽ هنن جي عظمت ڏس. اهو آهي مهن جو دڙو. مرد پنهنجن ٻنين ۾ هر ڏيئي کيتي ڪري رهيا آهن، زالون پنهنجن خوشحال گهرن جو ڪم ڪار ڪري رهيون آهن ۽ ٻارڙا راندين ۾ مشغول آهن. سڀ سکيا سهنجا خوش ۽ آباد. هنن جا گهر نهايت ئي سهڻا ۽ سلسليوار آهن. هنن جي بازارين جي ڊوڪ ڊوڪان، گوڙ ۽ غل کي ڏس! پوءِ وري هڪ وحشي قوم جو ڪٽڪ اچي ٿو. هي ڊاڍا ۽ خوبصورت ماڻهو آهن. هو اچن ٿا ۽ هنن اچڻ شرط بي رحميءَ سان قتل عام شروع ڪري ڏنو. مرد ڪري ۽ مري رهيا آهن؛ عورتون لڪڻ جي ڪري رهيون آهن ۽ ٻار ڦڙڦوت پوڻ ڪري ريهون ڪندا ڀڄي رهيا آهن، ۽ وري نماشام جي منهن اونداهيءَ کان اڳ سڀ ماٺ ٿي وڃي. نئون ڏينهن ابري ٿو. هڪ نئين تهذيب جنم ورتو آهي جو ته اهو قدرت جو قانون آهي! ......... هاڻي ٻڌ! پريان هو ڊڊڪيدار نغارن جو گجندڙ آواز ٻڌ. هنن جي صورت ۽ طاقت، جاهه و جلال کي جاچ. اهي سنڌ جي راجائن جون سنسناٽون آهن، جن کي مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ پانڊون خلاف ڪورون جي مدد لاءِ موڪليو ويو آهي. هنن جي عجيب غريب ويس وڳن، هٿيارن پنوهارن ۽ رٿن ڏانهن نهار. وري هنن کي غائب ٿيندو ڏس، جئن ڊوڙ پو مٽي آسمان ۾ گم ٿي ويندو آهي!......... ۽ هاڻي وري هو نوجوان جنگي جوڌو سڄيءَ دنيا کي فتح ڪرڻ جي خواهش دل ۾ کڻي نمودار ٿئي ٿو. هن خيبر کي فتح ڪري ورتو. هو هاڻي جهلم جي پورس راجا کي شڪست ڏئي اڳتي وڌي رهيو آهي. هن جي خوبصورت چهري ڏانهن نهار، ۽ هن جي مٿي تي زره جي رک واري چهرڪندڙ ڪلنگي ۽ هن جي ٻکڪي ٻن ڌارن واريءَ ترار کي جاچي ڏس. هو وڙهيو ۽ هن فتح حاصل ڪئي. مگر هن جو بي انداز لشڪر هاڻي گهڻي وقت تائين وڙهڻ ڪري، ٿڪجي ماندو ٿي پيو آهي. هتي هو پنهنجن خوابن کي ڪوڙڊ

ثابت ٿيندو ڏسي، مري وڃي ٿو، ۽ هن جا هٿ خالي ۽ اڪيون کليل رهجي وڃن ٿيون! هائي نهار........ سنڌس جرنيل نيروڪس واپس ورڻ جي سفر لاءِ آرماڙ کي گڏ ڪري رهيو آهي. هي پڻ هليا ويا!......... هائي وري سفيد چمڙيءَ وارا هوڻ لوڪ حملو ڪن ٿا......... بي‌رحم ۽ قاتل...... هو واچوڙي وانگر ٽڪرا اچن ٿا ۽ ملڪ کي ٻريندا ۽ ساڙيندا، چوڌاري پٽن تي پکڙبا وڃن ٿا، جيئن مان سوجون ماريندي ميدانن کي ٻوڙيندي ويندي آهيان. پر اهي سڀ ڪٿي آهن؟ هليا ويا...... سڀ هليا ويا اونده انڌوڪار ۾، موت جي اونداهيءَ واديءَ ۾. ٻوءِ ٿوريءَ مهل تائين سڀ ماٺ ٿي ويئي. هيءَ سر زمين مائيٺي آهي. آسمان تان گرد و غبار صاف ٿي ويو، ۽ ٻوءِ هڪ اجنبي مست وانھڙو اچي ٿو. هي هڪ چيني مسافر آهي، هيون تسيانگ،........ جيڪو علم ۽ سوجهري جي ڳولا ۾ رلي رهيو هو. هن کي سوجهرو ملي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته هتي جيڪو به ان جي ڳولا ڪري ٿو، ان کي ٻائي ٿو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي هيءَ سرزمين علم ۽ سوجهري جي کاڻ هئي. ڪيترائي ماڻهو پنهنجن ڏوراهن ماڳن تان علم جي تلاش ۾ هتي ايندا هئا........ جڳ لنگهي ويا سوجهرو ۽ اونداهي...... اونداهي ۽ سوجهرو...... سوجهرو ۽ اونداهي...... پر، زماني کان پوءِ وري ٻيا ماڻهو آيا جن هن زمين تي علم ۽ سوجهري جي نئين شمع آندي. هو عرب جي ريگستان مان اڀريا ۽ دنيا تي ڇانئجي ويا ۽ آفريڪا ۽ هندستان جي اونداهين ڪنڊن کي علم جي سوجهري سان روشن ڪري ڇڏيائون...... هن جوشيلي عرب محمد بن قاسم ڏانهن نهار! هن جي ڳجندڙ منجنيق ۽ طاقتور ڪانپائين کي جاچ. هن سڄي سر زمين کي فتح ڪري ورتو، ۽ هائي هو سڄي ملڪ تي حڪم هلائي رهيو آهي. ڏاڍو پيارو ۽ عزيز آهي، ڇو ته جنهن وقت هو موڪلائي وڃي ٿو، هن جا هي نوان دوست هن لاءِ رڙن ۽ روئين ٿا. هن کان پوءِ شوخ ترڪ، قداور تاتاري، مغل، پٺاڻ ۽ انگريز اچن ٿا...... هنن جي ٻڳل ترارين، ۽ ٽٽيل رت ڳاڙيندڙ دلين ڏانهن نهار!

سمن ۽ سومرن، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي بهادريءَ جي شان کي ڏس. پراچين ديبل، برهمڻ آباد ۽ قديم منصوره ۽ محفوظه ڏانهن نهار. اهي فنا ٿي ويا ۽ هن وقت سندن نشان به ڪونهي، پر مان اڃا تائين انهن جون پيهه پيهان واريون بازاريون، نون رنگن ۾ نون چهرن سان ڏسي رهي آهيان. مان اڃا تائين ٻنپور ڏانهن لوهندي، ننڍڙيءَ سسئي جو پنهنجو پنهنجي ڪناري تي لڏندو اچندو ڏسي سگهان ٿي. مان پنهونءَ کي ڪيچ جي جبلن ۾ ڏسي سگهان ٿي، جنهن کي سندس دغاباز ڀائر ڌوهه ڪيو، اٺ جي مهيءَ تي ٻڌيو چاڙهيو ونيو ٻيا وڃن. ۽ اجهو هو پريان عمرڪوٽ جون مغرور محلاتون نظر اچي رهيون آهن، جن مان وڇڙيل مارئيءَ جي آهن ۽ زارين جو پڙاڏو اچي رهيو آهي- مان اڃا تائين هنجي سوز ۽ فراق کي ٻڌي سگهان ٿي!...... هو پريان...... ڀٽ تي...... سهڻو سيد لال لطيف

پنهنجن مٺڙين لاتين ۽ روحاني راڳن ۾ مست ويٺو آهي. هن وقت هو ڪونجي ۾ مان هن جا درد ڀريا بيت ۽ مٺڙا ڪلام اڄ به ٻڌي سگهان ٿي. مان اڃا تائين ڪيس اهڙو ڄڻو ٻڌي رهي آهيان جهڙو هن کي جيئري ٻڌندي هيس. هو هڪ لاثاني روح، وسيع ۽ اعليٰ سخي ۽ ٻاجهارو، جذباتي ۽ مهربان آهي. هو خوبصورت قداور ۽ خوش اندام آهي. جيئن هو پنهنجون من موهيندڙ ڪافيون ڳائي ٿو، تيئن هن جون ڳول ڳول ڪاريون اکيون چمڪن پيون. جڏهين هو ڏکارن ڏوٿين کي دعائون ڪري ٿو، تڏهين هن جو چهرو ٻهڪي اٿي ٿو. هو مون سان مخاطب ٿي ڳالهائي ٿو، ڇاڪاڻ ته مان هن کي سمجهي سگهان ٿي. مان هن کي ڪڏهين به وساري نٿي سگهان. مون تهذيبون ۽ تمدن پيدا ٿيندي ۽ ختم ٿيندي ڏٺا، مون فاتحن جي سوارين کي ايندي ۽ ويندي ڏٺو، پر سنڌ جو فاتح فقط هو شاهه ئي آهي جيڪو ڪڏهين به فنا ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته ٻيا فاتح زمينون ۽ ملڪ فتح ڪن ٿا، پر هن ماڻهن جي دلين تي فتح حاصل ڪئي آهي، ۽ هن جي ٿيڻن جو نيايو هن جي سهڻي سگهنڊ ڀري سارونڻي اسر آهن.

هو مٺڙيءَ سنڌيءَ ۾ الاهي افضل ڳالهيون ڳائي ٿو. پنهنجي مٺي سوهيندڙ ڪلام سان هو ماڻهن جا رخ ڦيري، تقديرون ۽ قسمتون بدلائي ۽ روح کي دائمي راحت ڏيو ڇڏي.

هن جي ڏينهن ۾ ماڻهو نندڙين ڪکاين جهوپڙين ۽ چونئرن ۾ گذارين ٿا. سنجيائي جيڪي سکيا ۽ شاهوڪار آهن سي حوضن ۽ سچين جي تلائن سان سينگاريل اوچن گهرن ۾ رهن ٿا. پر مان انهن جي گهر ۾ قرب ۽ اتساهه گهٽ ڏسان ٿي. مان انهن غريب ماڻهن ماڻهن کي پسند ڪريان ٿي جيڪي واهڻ ۽ نندڙن ڳوٺڙن ۾ گذارين ٿا، جتي وچ ۾ هڪ نندڙي صاف سٿري مسيت آهي، جنهن جي نندڙن منارن تي موذن چڙهي عبادت گذار بندن کي پنهنجي مولا جي بندگي ڪرڻ لاءِ سڏيندو آهي؛ جتي هڪ سرهاڻ ڀکيڙيندڙ سهڻو مندر آهي، جنهن جي سريلن گهنڊن جي مڌر آوازن تي پوڄاري سوير گهرن کان پوڄا لاءِ ٻاهر نڪري ايندا آهن. جڏهين گهر جا وڏا ڪم ڪن ٿا يا عبادت ڪن ٿا تڏهين زالون ڪچهري لائو نهه نهه پيون ڪن ۽ ننڍڙا من موهيندڙ ٻارڙا وري لڪ لڪوٽي ۽ اٽي ڏڪر راند پيا رهن. هرڪنهن گهر کي پنهنجي مال لاءِ پنهنجو واڙو آهي ڇاڪاڻ ته سنڌي مال کي پيار ڪندا آهن.

هن ديس جا سپوت هميشه کل مک ۽ خوشمزاج طبيعت جا صاحب ٿي رهيا آهن- ڪم ڪاڄ، پيار ۽ محبت، کل ۽ خوشيءَ، لئي ۽ رس جا ڪوڏيا. ميڙن ۽ ملاکڙن لاءِ هن جو شوق ۽ پيار ملڪان ملڪ مشهور آهي. سنڌن عيدون ۽ هوليون گڏجي گذارن. انهن موقعن تي وڏيون وڏيون دعوتون ۽ مجلسون، گڏجاڻيون ۽ ڪچهريون ٿينديون آهن. زالون وري مٺايون ۽ گل ورهائينديون آهن. اهي پنهنجن ٻانهن ۾ عاج جون ٻانهيون ۽ وڏا چوڙا پائينديون آهن. هر چند واري مهني جو ٻهريون جمعو ۽ هر سهائو سومار نهايت ئي وڏي ڌام ڌوم ۽ مزي سان ملهايو ويندو آهي. جڏهن وسڪارا ۽ برساتيون

ڀوندڙيون آهن، تڏهين ڳوٺن کان ٻاهر مجلسون ۽ محفلون ڪيون ويندڙيون آهن جن
۾ ڪناري ۽ ڪچهري تي سريلا ڪلام ۽ ڪافيون ڳايون ويندڙيون آهن. هتي مان پنهنجن
اکين سان هنن جا رنگ برنگي ناچ ڏسي رهي آهيان. تنهن زماني ۾ به بلڪل اڄ وانگي،
سگهڙن ۽ شاعرن، هن پنهنجي ملڪ جي سونهن سوڀيا ۽ حسن و نزاڪت منجهان ئي پنهنجي
شاعريءَ جا مواد ۽ موضوع حاصل ڪيا. هنن منهنجي اٿلن ۽ سيلابن، مڇين ٻان، واڳن
۽ سيسرن، ۽ منهنجي ڀورالي طبيعت جي هر روپ رنگ کي پنهنجي شاعريءَ ۾
قلمبند ڪيو. هنن هن ديس جي اٺن ۽ اوٺيڙن، جتن ۽ جهانگيئڙن، لڏن ۽ قافلن، ڪارن
ڪکرن ۽ زرد رنگ بيابانن، سيهارن ۽ ريٻارن، ۽ ڇهڇ چراگاهن کي پنهنجي شاعريءَ
۾ آندو. هنن هن ديس جي اين ۽ لاٺن، ڪنڊن ۽ ڪانڊيرن، ڪرڙن ۽ ڪبڙن تي بيت
چيا. هنن هن سهڻي ديس جي انهن نارين کي ڳايو جن جي ڪونج جهڙين ڳچين ۽ ڳچين
۾ چانديءَ جون مالهائون ۽ هس ۽ سهڻين سنهڙين ڪارائين ۾ ڪنگڻ ۽ ننڍڙن نازڪ پيرن
۾ ڪڙيون ۽ بازيب ڀريل آهن؛ سندن مٿي تي واسينگ نانگ جهڙن ڪارن، پننور
جهڙن وارن جون پيچدار چڳون ۽ گهنڊيدار ڳتون نڪتل آهن ۽ سندن سرگهه جهڙيون
ڪجلدار ڪاريون اکڙيون مشعل وانگي ٻري رهيون آهن. شاعرن حسين نارين جي پيارن
مڙسن ۽ پريمين جي انهن پٽن ۽ ٻيڙين کي پڻ ڳايو جيڪي وڻجارن سنڌورڪين کي
ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ واپس ساڳي سونائي وڻي ئي آيون. هنن، گهر ڏياڻين جي گهرڙن،
چرخن ۽ آٽڻن کي پڻ ڳايو...... مطلب ته سنڌ جي هنن سدا حيات سگهڙن ۽ شاعرن پنهنجي
سباجهيءَ سونهن وندئءَ سنڌ جي هر ڳالهه ۽ هر ادا کي هردفعي ڳايو......

قدرتيءَ جي ڪيڙ پنڌڙ هارين پورهيو ڪيو ۽ ٻڳهر وهايو ۽ زميندار ۽ شاهوڪار انهن
جي ٻڳهر واريءَ خسيس ۽ ٿورڙيءَ ڪمائي کي به ڦهندا، ڳڙڪائيندا، مچندا ٿلها ٿيندا
ويا ۽ غريبن کي ٿونها هڻندا رهيا. مگر مفلسيءَ جي هر حال ۾ آسيسن ۽ دعائن حاصل
ڪرڻ لاءِ، هنن پيرن ۽ سيدن سگهورن جي رکيين ۽ لغار جي واڳن کي هروقت چمي
سيني سان لڳايو. سنڌ جي لافاني شاعر شاهه، هنن سيني کي پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو، جاڪاڻ
ته هو هنن جو هو. مان اڃا تائين هن جي روحاني ڪافين ۽ ڪلامن کي ٻڌي سگهان ٿي.

مان آهيان ٻلدان ۽ زور واري سنڌو...... مان پاڻ سان داڻ رکڻ واري کي اهلا ٻه
چڙيان. جن به مون سان شرط رکي، انهن هميشه راند هاراني. جن به مونسان سينو ساهيو، پاڻ
کي نيست و نابود ڪيائون. پر شاهه مونکي ماڻو ڪري ڇڏيو. مون هن جي آس پاس شانتي ۽
پيار حاصل ڪيو. مان هن جي دل جي گهرائپ ۽ شاعريءَ جي روانيءَ سان محبت ڪريان ٿي. مان
هن جي مٺي ڪلام تي قربان آهيان. هو ڪيترو نه مون جهڙو ۽ ڪيترو نه مون کان اعليٰ هو!

اوهان جي هن ملڪ ۽ اوهان جي ڪچي وارن ميدانن جي هن زمين ڪيترين ئي
صديون تائين پنهنجن ماڻهن کي لنگهڻ ۽ فاقا ڪڍارايا ڇو ته پاڻي ڪونه هو. منهنجو پاڻي

ڪيترن ئي ويران برن ۽ ساڙيندڙ ميدانن کي آباد ڪري سگهيو ٿي، هر وقت جي راجائن ۽ فاتح حڪمرانن ڪا خاص پرواهه ڪانه ڪئي. انهن مان ڪن ڏورڙن کي نئدا ۽ نمانا وار ڪٺايا. هر ڏوري ٿي عرصي ڪان پوءِ منهنجي لٽ ۽ ريت جي واريءَ انهن کي لٽي ڇڏيو. اڄ پوربون دفعو انهن ماڻهن لاءِ چاهه پرپل سچيءَ پچيءَ دل واري ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جيڪي منهنجي نالي پويان سڏجن ٿا. سکر وٽ هڪ زبردست بيراج منهنجي پيٽ ۾ سوگهو بيٺل آهي. اَڄ اوهان کي اوهان جي ڪم ۾ ساٿڙو ڏيئي رهي آهيان، چاڪاڻ ته منهنجو وهان سيني سان پرپر آهي ۽ اهو اوهان جسيئي فائدي لاءِ آهي. ڪونڙيءَ وٽ پڻ اوهين منهنجي ٻل واري گهوڙي تي سنج وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو. مون انهيءَ لاءِ اوهان کي اجازت ڏني آهي. پنهنجن زمينن ۽ ٻنين کي آباد ڪريو. مان چوانو ٿي. سونهري ڪڻڪ پيدا ڪريو. ڪپڙيو ۽ ڪاٺو، پيئو، پهريو، ۽ خوش گذاريو. مان اوهان کي نه روڪينديس. منهنجو پاڻي ڪٺي وڃو ۽ مون کي اهي قديم ۽ اڳي اڳي وارا خوشيءَ جا ناچ ۽ راڳ رنگ ڏيکاريو. مون کي اهي ٿڪ پڌايو جيڪي دلين مان اڌ ما ڏيئي نڪرندا هجن. مان اوهان کي سڀ ڪجهه ڏيئي ڇڏ يندس، جيڪي ڪجهه مون وٽ آهي...... ۽ مون وٽ ان ڪان تمام گهڻو آهي، جيتري جي اوهان کي گهرج آهي؛ چاڪاڻ ته مان آهيان پلدان ۽ طاقتور سندو...... مان آهيان اجيت ۽ امر سندو، مان آهيان اٽڪ، مان آهيان جهلم، مان آهيان چناب، مان آهيان راوي، مان آهيان بياس، مان آهيان ستلج؛ مان آهيان مهراڻ، انهن سيني جي اپت ۽ جوڙ ــ مان آهيان سندو...... مان آهيان مها پلوان، اجيت ۽ امر سندو......

---

اديب ـ تيسين ترقي نه ڪري سگهندو، جيسين "عوام" جو توجهه پاڻ ڏانهن نه ڇڪائي سگهيو آهي، ۽ جيسين منجهس اعليٰ درجي جي "سماجي مقصديت" نه پيدا ٿي آهي.

اديب "عظيم انساني قدرن" مان نور حاصل ڪري ٿو. امن سان محبت، جنگ کان نفرت، قومن ۾ دوستانه تعلقات پيدا ڪرڻ جي خواهش، سرمايه داري جي لٽ ڦر کي ختم ڪرڻ جو عزم "انساني دوستيءَ" مان ئي پيدا ٿي سگهن ٿا. ادب عظيم اخلاقي مقصد جو مطالبو ڪري ٿو. جڏهن سڀ اديب پنهنجي تحرير ۾ سنجيدگي پيدا ڪن، تاثر ۽ خلوص پيدا ڪن، ۽ ان کي مقبول ۽ خوبصورت بنائين. جڏهن انسان جي ڦور انهن سان محبت ڪري سگهي، انهن مان جوش حاصل ڪري سگهي ۽ انهن تي فخر ڪري سگهي.

عوامي ادب ۽ ڪلچر جو مستقبل اديبن سان ئي وابسته آهي. ۽ هي ثابت ڪرڻ به انهن جو ئي فرض آهي ته "مستقبل معتبر هٿن ۾ آهي يا نه؟"

گوورڌن محبوباڻي - اجمير

# منڇر جون موجون

سو سائين، نيٺ سفر جو سعيو ڪري، اسين آراضيءَ سان اسهياسين. سڀ ڄڻا هئاسين سائيڪلن جي شاهي سوڪ تان سرڙاٽ ڪري هلڻ لڳاسين. ساوڻ جو مهينو، من - مهٽو مهنو، سو پلا اسان 'چوڪر چٽيءَ ذات' کي ڪٿي ٽو سڪول اندر آرام اچي! الڪ دراهائي ٻئي التجا ڪئيسين ته "مولي! مينهن وساءِ ته ڪانئر چٽن ڪر ڪان!" نيٺ الله عرض اگهايو. منڊل منڊيا، وڄن وسڻ جا ويس ڪيا. ڪڪرن ڪيهون ڪيون، ته اسان به آزي نيزاري ڪئي. چي: "سائين! هلو ڪنهن سير سفر تي." ماسترن جي مهربانيءَ سان هيڊ ماستر صاحب به "ها" ڪئي. بس! پوءِ ته مڪتب ۾ مهيءَ - ولوڙ مچي ويو. فيصلو ٿيو ته منڇر جي موج وٺجي. منڇر آراضيءَ کان ٻه - ٽي ڪوهه پري ٻوبڪن پرسان وڏي ڍنڍ آهي. ٻئي ڏينهن ٽي قافلي ڪوچ ڪيو.

صبح جو سهانو سمو، آڪاس تي ابرن جي آڇ. رڪي رڪي بوندن جي برکا پئي ٿي. سارنگ جا ساز سرندا ۽ سائيڪلن جا سرڙاٽ پڌي، دل جي دهل به ڌمڪ ڌمڪ ڪرڻ شروع ڪئي. دل ازخود آلاپيو:

"اڄ پڻ اتر پار ڏي، تاڙي ڪي توار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا!"

پلا من تي هئي سستي چڙهيل، سو مني ڪلاڪ ۾ ٽي اچي ٻوبڪن جي بند تي ٽڪاءُ ڪيوسين. وڏي وڏيري شيرخان جي اوطاق تي آياسين. هو ملوڪ مڙس ان وقت اوطاق جي اڱڻ ۾ محفل مچايون ويٺو هو. اسان کي ڏسي اٿيو. کلي ڪيڪر ڪيائين. چي: "ڀلي آيا ڀلا را! اڄ ساجهر ٿي اوهان جو سنيهو مليو. اسان سڀ بندوبست ڪيو آهي." سائيڪلن کي هڪ هنڌ سٿي، اسين ٿوري آرام لاءِ اندر وياسين. خان جي خاصخيلين اسان جي خاصي خدمت ڪئي. شيرخان، هو به برابر شيردل. اسان لاءِ سڀ سامان ميسر ڪيو هئائين. ٻاهر ٽانگا به تيار بيٺا هئا. اسين ٿورو ٽڪ ڀيچي، ٻاهر آياسين. ٽانگا ڪل ٽي. ٻن ۾ ويٺا بزرگ ۽ هڪ ۾ سامان. باقي باندر سٺا - سائيڪلن تي. ٽڪ ٽڪ ڪري ٽانگا هليا. ٻوبڪن جي

ڀسگردائي پار ڪري اچي دانستر وٽ تسي ڊنگ ڪيوسين. اتي ليفٽيننٽن جون لاڳيون لڳيون پيون هيون، جن ۾ مڇين جا مڻ ۽ برف جا ڍير لڳا پيا هئا. اسان سامان لاهي، پيڙين ۾ رکيو ۽ پاڻ به تسي منجهن ويٺاسين. پيڙيون هليون. پاڻيءَ ۾ لهرون اٿيون، ته من ۾ امنگ. هيٺ چل چل ڪندڙ چوليون: مٿان برساتي ٻانولا بادل، نظارو عجيب هو! دانستر پار ڪري پيڙيون منڇر ۾ گهڙيون. سامهون نهار ته:

"ساندهه سڀ درياهه، ڪانهي ڪنڌي پار جي."

ساوڻ جي مند ۾ ته منڇر ميلن ۾ ڦهلجي ويندي آهي، پر پاڻيءَ جي گهرائي ڪٿي مڙسان نار ته ڪٿي فوٽ ٻه چار. اڃا ٿورو اڳتي وڌياسين ته ڀريان ٽالهين جي جهڻ جهڻاٽ جو پڙلاءُ ڪن تي پيو. سمجهيوسين ته مهاڻا مڇين مارڻ لاءِ اهو غلغلو مچائي رهيا هئا.

منڇر ۾ مهاڻن جي مڇي مارڻ جو نمونو به مزيدار آهي. جتي پاڻي ٿانگهو هجي اتي هڪ وڏي گول ۾ اڀا ونجهه کوڙي وجن. انهن ۾ هيٺ گول سهڻيل جاري لڳائين، ۽ ونجهن جي پاسن کان ٻه ٻه ٽي فوٽ اڀي جاري ويڙهي وجن. ان طرح گويا جاريءَ جو هڪ وڏو گول کوهه ٺهيو پوي، جنهن کي چون "پڻ" پوءِ ٻتيلن ۾ چڙهي، پڻ جي چوڌاري انڪل سڏ کن پنڌ پري کان ٽالهيون وڄائي، وڏي شور غل مچائين ۽ ڏيري ڏيري چڪر هڻندا وجن پڻ کي ويجهو پوندا. هيڏو هل هلاچو ٻڌي سوڙهل مڇيون ويچاريون ڊپ جون ماريون وڃي پڃن پڻ ڏانهن. جڏهين پڻ جي جاريءَ وٽ پهچن، تڏهين اڳتي وڌڻ جي وات نه ڏسي وڃي جو چوهه مان ٽپا ڏين ۽ ... اتي ... مڇين جا ... مالها ... پوءِ ته مهاڻا ڪين پڪڙي سندن منڊيءَ مان سٺو لنگهائي، وڃن هڪ سنهڙي رسيءَ ۾ پوئيندا ـ جڻ مڇين جي مالها ٺاهي اٿن.

منڇر ۾ مڇين تي مارو ته هر مند ٿئي، پر پکين جو شڪار رڳو سياري ۾. ڪيترائي آفيسر سياري ۾ سير ۽ پکين جي شڪار لاءِ منڇر تي ايندا آهن. هو گهڻو ڪري بندوق سان شڪار ڪن. پر پکين جي شڪار لاءِ مهاڻن جا طريقا تعجب‌خيز آهن.

عام طور منڇر ۾ آڙين ۽ ٻدڪن جو شڪار ٿئي. ٻدڪن ڦاسائڻ لاءِ مهاڻا ڏاڍي چالاڪي ڪن. هوبهو ٻدڪ جي شڪل جهڙو پوتو ٺاهين ۽ اهو ٺوپلي وانگر مٿي ۾ پائي، چپ چپ ڪري، وڃي ٻدڪن جي جهنڊ پرسان بيهن. نڪ کان هيٺ بدن پاڻيءَ اندر رکن، جئن بيوقوف ٻدڪون سمجهن ته ڪا سندن ئي ادي پيڙي پرسان بيٺي آهي. مهاڻا سياڻا: پوءِ خوب خبرداريءَ سان ٻدڪن کي ٽنگهن کان جهلي وجن اندر پاڻيءَ ۾ چڪيندا ۽ انهن جون ٽنگون ٺوڙي ڪين چيلهه ۾ ٻڌل رسيءَ سان ٻڌندا.

آڙين جو شڪار اڪثر اونداهين راتين ۾ ڪن. ڀڳ لٺيا ونجهه اپا ڪوڙي، ان ۾ ڄاري لٽڪائين، گويا پاڻيءَ جي وچ ۾ ڄاريءَ جي هڪ وڏي اوچي ديوار ٺهي پوي. پوءِ ان ڄاريءَ اڳيان ٻہ نندا لڪڙا کوڙي، ڄاريءَ جو هيٺيون پاسو انهن تي اهڙيءَ طرح اٽڪائين جو ڄاريءَ جي "جهول" ٺهيو پوي. ان کان پوءِ ڄاريءَ جي سامهون سڏ ڪن ۽ هٿ پري وڃي، دبا، ٽين ۽ ٿالهيون کڙڪائي وڏي گوڙ مچائين. آواز تي آڙيون وٺي سامهون اڏامن ۽ اونده سبب سڌو زور سان اچي ڄاريءَ سان ٽڪاءُ ڪن ۽ ڌڪو کري هيٺ "جهول" ۾ ڪري پون، جتي ڪيترا مهاڻا ويٺا هوندا آهن. اهي آڙين کي هڪدم پڪڙي وڃن سندن منڍ پون مروٽيندا.

سو سائين، ڳالهه ٿي ڪير ته پيڙ يون هاڪاري اسين ٻہ اچي پن پهڙا ٿياسين. مهاڻا ويچارا، بدن اگهاڙا، 'مال جنين جو مڪڙيون، ڀيا ڄارا ۽ ڪارا'، ڏاڍيءَ محنت سان مڇيون ماري رهيا هئا. ڪيڏي نہ غربت، ڪيڏي نہ جفاڪشي ۽ پريشاني! پهرڻ لاءِ گند پري گوڏ ۽ اجهي لاءِ ٻيڙيءَ ۾ چنل ڇپر يا ڪپر تي پراڻو پڪو. تہ ٻہ هو مست هئا. نڪو هون نڪر يا ڦرنو نڪا گهٽتي يا غم. ڪم سان ڳڏ ڪنڌ ڏوٽي پئي هونگارون ڪيائون. لاشڪ، سچي راحت نڪي آهي محلن ۾، نہ ماڙين ۾؛ نہ ڌن ۾، نہ دولت ۾؛ نہ اجائي مان وڏائيءَ ۾، نہ جوئي مرتبي ۾؛ پر جيڪڏهن آهي تہ آهي محنت ۾، سچ جي پورهئي ۾.

منجهند اچي ٿي هئي؛ سو مهاڻن کان مڇيون ۽ پوپرا خريد ڪياسين. پوءِ روٽيءَ جي تياري ٿيڻ لڳي. اسان واري ٻيڙي سيني کان وڏي هئي. هلائڻ وارو ٻہ هو سيربحرن جو مهندار. ساڻس ڳڏ سندس زال ۽ نندي ڌيءَ بہ ونجهه هلائي رهيون هيون. ٻيڙيءَ اندر چلهه ٺهيل هئي. اسان ان تي پوپرا پچائڻ شروع ڪيا. ترڀل مڇيءَ جي سڳنڌ سان اسان ماس- کائن کي تہ مزو ٿي آيو، پر وٺل هو ويچارن ويشنن سان. پوٽ پڌي، نڪ پوساتي وڃي ڪنڊن ۾ تابو ٿيا. پر واريءَ ٻيڙيءَ ۾ مڙلو مذاقي ويٺو هو. ساوڻ جي جهڙ ۽ صبح واريءَ ڦڙ ڦڙ هن جي دل ۾ دونها دکائي ڇڏيا هئا، جي هيئر طعامن جي طراوت تي پڙڪو کائي ٻاهر نڪري آيا. ڏاڍي امنگ مان هن سارنگ ڳائڻ شروع ڪيو:

"سينهان ۽ نينهان، ٻئي اکر هيڪڙي،
جي وسڻ جا ويس ڪري تہ ڪڪر ڪن ڪيهان،
بادل ٿي ٻيهان، جي آڪم اڇڻ جا ڪرين!"

چوندا آهن تہ سارنگ ڳائڻ سان سچ پچ بارش پوندي آهي. مولوءَ جي ڏڻ بہ اڻ ڏيکاريو، مگر آلٿو. ڪن پل ۾ آسمان صاف ٿي ويو ۽ سچ ساوڻ لڳو. پلا جهڙ جي اس کان الله بچائي. پر سچ جي ڪرڻن منجهہ مٿان عجيب رونق لائي ڏني. هوا جي علڪن

جهونن تي هيٺ مٿي ٽمندڙ پاڻي چانديءَ جي ورقن وانگر چمڪڻ لڳو. قدرت جا ڪيئا نه عجيب رنگ آهن!

اس نڪتي. گرمي ٿي. پيڙين مٿان ڪيڙي جو ڏڪ چاڙهيو ويو ۽ ٻين هڪ ٻئي وچ پاڻيءَ ۾ پيهاريو ويو. رونيءَ کان پوءِ گپ شپ شروع ٿي.

آخر سج لڙيو. شام آئي. منڇر مٿان نچندڙ چانديءَ جا ورق ٽڙي سونا ٿيا. مهاڻن ڪيوسين ته هاڻي "شاه حسن" جي گوٺ ڏي رخ رکون. پر مهندار منع ڪئي، چيئين: "سائين! گهٽ آهي. شايد واچ چڙهي. اڳتي هاڻ آهي خطرو گهڻو." پر سائين باندر ذات ڪٿان ٿي باز اچي. وٺي مهندار کي سمجهايوسين: "اصل ڪو ڏسڻ جو ڏيل آهين. ٻاهر بانڪو بير، اندر مڙيوئي اگهڙيون." مهندار وراڻيو "اسان کي ڇا هي؟ اسين جل جا جناور. اسان کي ڪو ڀؤ ڪو پولو؟"

پيڙيون شاه حسن ڏي وڌڻ لڳيون. اسان راڳ جي محفل مچائي. آخر ميان مهندار کي به منت ڪئي سون ته: 'يار ڪا ڦهرجي ڪافي ٻڌاءِ.' هڙ ٻڌس به دل وارو هو. چيائين "پيلي! مان ڇا ڳائيندس؟ توهان ڳائو، اسان ٻڌو. هاڻي منهنجي نينگري نازان ڳائيندي. ذرا اهو به ٻڌجو." سندس نينگريءَ جو نالو ته نازان هو پر 'مهاڻيءَ جي من ۾ ڳيرب نه گاءِ.' هن جو ناز هو هن جي نماڻائيءَ ۾. هن جي نزاڪت هئي هن جي نهٺائيءَ ۾. شڪل جي صفا سانوري تڏهن به سلوڻي. ونجهه ڇڏي وڃي پاڇل تي ويٺي. اکيون ميٽي ڳائڻ شروع ڪيائين. ڇوريءَ جو سر به ڪو سر هو. اصل ساڪيءَ جي ڌار ڦٽي ٿي نڪتي. سيني تي گويا جادوءَ جو اثر ٿي ويو. ونجهه بيهي ويا. پيڙيون ڍريون ٿي ويون ۽ امڙ مٺڙو سنهڙو آواز ڍيري ڍيري منڇر جي وسيع سطح تي ڦهلجي ويو:

"ڪاري رات ڪچو گهڙو، انڌيهه اونداهي،
چنڊ نالو ناه ڪو، درياه دڙ لائي،
ساهڙ ڪارڻ سوهڻي، آڌيءَ ٿي آئي،
ايءَ ڪم الاهي، نات ڪنن ۾ ڪير گهڙي!"

ڏوهڙو پورو ڪري، هن ڪافي شروع ڪئي:

سنکي ڪانه جهلي، سيڪا پاڻ پلي،
آئون وڏڙي نينهن اچلي."—

هيءَ سهڻيءَ جي سوز ڀري صدا هئي، جنهن اسان سڀني جون دليون ڏيهي وڌيون. راڳ بس هڪ انوکي ڪلا آهي، جادو آهي جو انسان کي کلائي به سگهي ٿو ته روئاري به سگهي ٿو. آلاپ بند ٿي ويو، پر ڪنهن ٻڙڪ نه ٻولي. سوز سبب سڀ ماٺ هئا. پر ان سوز ۾ به ڪيڏو نه آنند، ڪيڏو نه لطف هو. سچ! درد ۾ جو مٺاس آهي سو ڪل خوشيءَ ۾ ڪٿي؟

اوچتو پاسي واريءَ ٻيڙيءَ مان ملاح رڙ ڪئي، ”استاد! شايد اولهه آوالي!“ سڀني ڪان ڇرڪ نڪري ويو. سچ پچ اولهه ڪان تيز طوفان اچي رهيو هو، مانجهي مؤسن جا ٻ منهن لهي ويا. ونجهن جا وارا وڄائي ڏنائون، پر ڇوهو اچي ڪڙڪيو. ٻوءِ ته ڇوڏاريءَ ڇوٻول مچي ويو. دليون دهشت ۾ ڌڙڪڻ لڳيون. هيٺيان هپانجي ويا. مانيءَ منجهه جن مانڊاڻي ٻڌي ويٺي. ڇولين جي ڇوهه سبب ٻيڙيون انين لڏڻ لڳيون ڄڻ ڪويا اجهي ٽيون اونڌيون ٿيون. مصيبت ۾ ڀڳوان ياد ايندو آهي. سڀ رام ۽ رحيم لاءِ رڙيون ڪرڻ لڳا. سمجهه پرٺي نه پيو اچي ته هاڻ ڪجي ڇا؟ اوچتو مهندار جي مغز ۾ تجويز تري آئي. رڙ ڪري چيائين، ”ٻچڙو اڙو ته مؤسي ڪريو. سڀ جوان ٻيڙين کي جهلي لڱڪي پئو پاڻيءَ ۾!“ سندس چوڻ جي دير هئي؛ عمل ۾ ويرم ڪين لڳي. اسين سڀ وڏا ڇوڪرا ۽ ماستر ڪپڙا لاهي ڇوڏاري ٻيڙين کي جهلي لهي پياسين پاڻيءَ ۾. بس! ٻوءِ ته ڪا جٽ ۽ جٽ ٿي. لهرن جي لوڏن تي هر هر پوٽ وجي ٻيڙين سان ٽڪرجن پر تڏهين ٻ هٿ وجهيو لنگورن وانگر لٽڪيا پيا هئاسين. برابر اڌ ڪلاڪ اهڙا جبري جٽ سٺيسين، پر ٻيڙيون ٻڏڻ کان بچي ويون.

واچوڙو لنگهي ويو، هڙ مڙ ٽريو. ٽپي آياسين ٻيڙين ۾. ان مهل تڏ ۾ تـه ڪجهه پئو ڪونه پيو پر جڏهين موٽندي دانستر تان سامان سوڌيون سائيڪلون، ڪپ پريل رستي تان گهلي، ٿڌ ۾ ڏڪندا ٿڙڪندا، اڌ يءَ رات جو اچي وڏيري شيرخان جي اوطاق تي پهتاسين، تڏهين لڱ لڱ ساڻو ٿي چڪو هو. پر وري ب شڪر! جان ته بچي! رستي تان ايندي، آءٌ اهوئي سوچي رهيو هوس ته: ”واهه ڙي منچر تنهنجون سوجون! تنهنجي مائيين لهرن جا مزا ورتاسين، ته ڇتين ڇولين جا لوڏا ب سٺاسين. هڪ شيءِ جا ٻـ روپ، هڪ ۾ راحت، ٻئي ۾ آفت! ساڳي آهي من جي حالت!!“

---

”ادب“ ماضيءَ جي ڪلچر ۽ ادب جو صحيح وارث آهي. ۽ هو ”انساني تهذيب“ جي بهترين، آزادي بخش، صحت مند ۽ زنده روايات کي ڪٺي اڳتي وڌي ٿو.

سماج جي ”تاريخي ارتقا“ جي پس منظر ۾، هو پنهنجي تهذيبي ورثي کي تنقيدي نظر سان پرکي ٿو، ۽ ڪلچر کي قومي تعصب ۽ تاريڪ انديشي جي هر معنيٰ نٿو سمجهي؛ بلڪ هو ان طرح جي سڀني پردن کي چاڪ ٿو ڪري. اهڙو اديب ان کي هڪ ادبي فرض ٿو سمجهي ته هو پنهنجي ادبي تخليق کي ب اهڙن مٺن زهرن کان بچائيندو رهي.“

شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو

# ياد گيريون

هينئر منهنجي چمار اٺونجاهه ورهين کان به مٿي آهي. اگرچ ٻالاپڻ جو ڀوڪ دل تان لهي ويو آهي، ليڪن گذريل پنجاهه سالن جي پوري ساڃر اٿم. انهيءَ زماني جا تجربا ۽ مشاهدا، سک ۽ سور، چڱيءَ طرح سن تي اڪريل اٿم، ۽ اڄ بہ جيڪڏهن پنهنجي آتم ڪهاڻي لکڻ وهان تہ هوند ذهن جي تختيءَ تان اتارجي قلم سان فرفر ڪري، ڪاغذ جي سطح تي نکري نروار ٿين. هڪ ڪوميءَ جي ٻار جي نازڪ ۽ نرم دل تان ننڍڙائيءَ جا نقش ڀلا ڪيئن اتري سگهندا؟

آهه! کهڙو نہ پرلطف ۽ مزيدار زمانو هو. سڀ شيءِ سهانگي هئي، آن پاڻي ججهو جالارو هو، ۽ ڪنهن کي ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍڻي ڪانہ پوندي هئي. هر هڪ جي گهر اڳيان ان جون پريل گنديون نظر اينديون هيون. گويا دنيا ۽ ماسوا جون سڀئي نعمتون وٽن موجود هيون. پئسي ڏکو سکڻ جو، ۽ اٺين آني نبار گيهه جو سير ملندو هو. هينئر پنجين روپئين بہ صاف گيهه جو سير ملي نٿو سگهي. افسوس جو ڳوٺاڻا بہ شهرين جون عادتون ۽ چالاڪيون سکي پوڙهي پيا آهن! ملاوت کان سواءِ انهن جو بہ روح نٿو رهي. اڳي جوئر روپئي ۾ ادائي ڪاسا ۽ ڪڻڪ ڪاسو ملندي هئي، جي پاڻ پنهنجي ڪنڌ تي ڏوئي گهر آڻيندو هوس. اڄ ٻارهين ۽ پندرهين روپئين ڪڻڪ جو مڻ ملي، سا بہ ڀٽ ۾ ٻري. کهڻي ۽ رڙيءَ جو تہ نالوئي نہ بچ. سڳداسي چانور جن جو سڳنڌ ٻري کان ايندو هو، سي اڄ اڻ لڀ آهن، ۽ سڻو يا چار سير بہ نہ ٿا ملن. غريب غربو سائو ستابو هوندو هو. زمينداري کي پنهنجن ٻچن جهڙو پالئيندا هئا. اگرچ واڻيا وڪال قرض خاطر غريب ڪڙمين کي گاهه ڳاهي ڪورڻ جو منهن ڏيکاريندا هئا، ۽ سندن مال لهڻي جي عوض ۾ ڪاهي، سندن پاڻ پينگيا ڪري ويندا هئا، تہ بہ اهي ڪراڙ هر وپرو محبت ۽ ماڻهپي کان خالي ڪونہ هئا. منجهن مرم، شرم ۽ پرم جا ماڻ پريل هئا. ڪنهن بہ ويلي منجهن ڪم پوندو هو تہ مهل نہ وڃائيندا هئا. اڄ اها حالت آهي جو پاڻ پاڻ جو چڪين ماس کائين ٿا. نفسا نفسي لڳي پيئي آهي. سڳ ۽ سياءَ جو سانگ ڪونهي. لوڀ ۽ لالچ جو پوت سڀني

ڪي گهيري ويو آهي. شرم حياء، لڄ ۽ پت سڀ لوڪ مان اڏي ويا آهن، ديا ۽ ڌرم جا دروازا بند ٿي ويا آهن. چوڌاري اوندهه ۽ اونداهه ڪار ڇانئجي وئي آهي:

سچائيءَ وفائيءَ سنڌو ڏيهه پر، پيو ڏڪر قهري متو ڏس مهانگ.

نوين ڏينهن سڀڪو جوڙيءَ جو ڪپڙو پائي خوش رهندو هو. هاري ماڻهو ان ڪي نيروٽيءَ ڪان رنگائي، صدرين ۽ سٿڻن گهران سبرائي پائيندا هئا. درزي ڪو ورلي لڀندو هو. زالون وري سوسين جو ڪپڙو اوڍينديون هيون. سٽ سستو ملندو هو. بافتو، ٻٽيو، ڏوريو ۽ ململ پڻ اڻيا ملندا هئا. هرڪو پنهنجي هوند آهر انهيءَ نعمت ڪان محروم نه هوندو هو. اڄ سٽ ملڻ مشڪل ٿي پيو آهي. ڪورين جي آڏاڻن جو آواز بيهي ويو آهي. مرد ۽ ڇوڪرا ٻاهر ليڙون لوڏيندا وتن؛ زالون ۽ نياڻيون اڌ اگهاڙيون پنهنجي جهڳي اندر ويٺيون آهن.

اگرچ شاهوڪار غريبن جو رت چوسي، پٽ پٽيهر ڀري، موٽرن ۾ موجون پيا ماڻين ۽ برقي پکن هيٺان ويهي، برفي پاڻي پي ۽ ملائم ڪاڌا کائي، وسرام پيا وٺن، پر غريبن جي ڪير به سار ڪونه ٿو لهي، ڄڻ ته اهي مسڪين ساڳئي خالق ۽ مالڪ جا خلقيل نه آهن، جنهن سائين ۽ سڀن کي هڪ جهڙو ساهه ڏنو آهي. حديث موجب "سڀ مومن پاڻ ۾ هڪ جهڙا آهن"، پر سماجي فرق ايتري قدر وڌي ويو آهي جو وڏيان ولهن کي حقارت جي نظر سان ڏسن ٿا ۽ انهن کي پاڻ جهڙو نٿا سمجهن، گويا هو آسمان تان لهي آيا آهن، ۽ هي ويچارا زمين جي سرٽن سمان آهن.

سکيو ۽ ٻي بس سنڌ کي ته ڪو چٽو لڳو آهي. اڳي واهه ۽ نيائون اگرچ ٿورا هوندا هئا ۽ مهراڻ پنهنجي مستيءَ ۾ وچي ڪاري درياهه ۾ داخل ٿيندو هو، ته به سنڌ آبادي ڪافي ٿيندي هئي. ملڪ سرسبز ۽ آباد هو ۽ پيداوار ماڻهن جي حاجت ڪان وڌيڪ هئي. مينهن به منڊ تي وسندا هئا، ۽ جتي ڪٿي سڪار هو. هيئنر ته اهڙي ڪا ملڪ تي ڪمهري ڪئي آهي، جو باوجود براج، وڏن واهن، شاخن ۽ سنهڙن جي، جي ملڪ جي پاڳي پاڳي ۾ جاري ۽ ساري آهن، غريب هارين کي پورو پاڻي نٿو ملي. انجنير ۽ داروغا سڀئي ڪوراڙ ٻلا وانگر وات ڦاڙيو ويٺا آهن، ۽ جيستائين ڪيٽوڻي ڪجهه ملين ٿو ته به سنڌن شڪم پرجڻ جو ناهي. "ڪين" دريا وانگر وٽن هميشه ڪين لڳي پئي آهي. "هل من مزيد" جو نعرو هرجا بلند آهي. روينيو کاتي جا چاڙتا ۽ پوليس جا پرمار ڳجهن وانگر ڳاهه تي ڳارو ڪيو ويٺا هن. ڪوبه وسوڙل هٿ آين ته خوب راڳا ڪندا ۽ سندس الهو تلهو چٽ ڪري ڇڏيندا. چگن مڙسن جو ڪنڌ هيٺ آهي. بدمعاش ۽ پاڙيدار زور آهن. "صلح جي عادل" جو لقب به انهن لچن کي ملي ٿو، جي پوليس جي ڪارپردازن ۽ ٻين ڪامورن جو پيٽ ڀرين ٿا. اشرافن کي اڄ ڪوبه ڪونه پڇي:

دغا بازن جي اڄ بازي، چغل خورن سان سڀ راضي،
ٺڳن جي آبرو تازي، عجب هي دور آيو آهه!

رشوت جي بازار گرم آهي. ڪوڙو ۽ خسيس ڪم سواءِ ڏني جي نٿو ٿئي. بيشڪ ڏنو ٻنو آهي، پر اهڙو انڌير ڪڏهين ۽ ڪونه ڏٺوسون. تحقيق اڳي ۾ انسان ڪي فرشتا ڪونه هئا. ٻئي جي چوس ڏاڍي پڇڙي آهي. ڪي ڳاڻ ڳڻيا فرد هوندا جي انهيءَ عيب کان آجا هجن، نه ته سڀ ڪنهن ڪي جوفي ۽ جيفي جي لوري لڳي پئي آهي. ٻه هي سمو ته سيني سمن کان آڳ ڪٺي ويو آهي. روپئي جي راند آهي. ايمان ۽ شرافت الوداع چئي ويا آهن. ياالله! ڪڏهين اهي سچائيءَ ۽ ديانت جا ڏينهن ورندا، جو ماڻهو انهيءَ چٽڪائيءَ کان ڇٽي پون، ۽ صفائيءَ ۽ سٺائيءَ سان زندگي بسر ڪن؟

سنڌ آزاد ٿي، ۽ گورنر جو علائقو بني، پر سچا سنڌ واسي آزاد نه ٿيا. اڳي فقط چند ضلعا هوندا هئا ۽ ڇهن ڪليڪٽرن سان هڪڙو ڪمشنر راج ڪندو هو. تنهن هوندي ۾ ملڪ جو انتظام تحسين جوڳو هوندو هو. ڪيڏانهن ۾ دانهن ڪوڪ ڪانه هئي. چوريءَ چڪاريءَ کان امن هو. ڪامورا ڪڙا برجستا ۽ پنهنجن فرض تي محڪم هئا. حڪومت جي سرشتي جو خرچ ڪاٻار پڻ واجبي هو. انصاف ستت پلءِ پوندو هو. گورنري راڄ شروع ٿيو، ته ان سان گڏ گورنر جو اٿالو ۽ طوفان ۾ آيو. خرچ وڌي ويا. ماڻهن سان ڍلن جا بار ڏينهون ڏينهن ڍرندا ويا، ۽ غريب پيڙبا ويا. هوا ۽ پاڻيءَ تي ۾ راڻو پئجي ويو؛ ۽ قدرت جون مفت نعمتون مهانگيون ٿي ويون. پر اڃا ٻـ ڪجهه ساڃاءِ باقي رهي. گورنر صاحب کي اٿالي هوندي ۾ شروعات ۾ فقط ۲ صلاحڪار هئا، جي هڪ ورهيه جي قليل عرصي بعد ڦري پنج ڇهه وزير ٿي پيا. هاڻ ته ماشاءالله سنڌ جي نظام شمسيءَ جا ٻارنهن برج پورا آهن انهن کان سواءِ سندن سيڪريٽري ۽ صلاحڪار ۽ ميمبر سيٺي پنهنجي حيثيت آهر پگهاردار آهن. اسيمبلي ڪوئجي يا نه ڪوئجي، پر ميمبرن کي هر ماهه اڍائي سؤ روپيا ضرور جيب ۾ پون. اهڙي اسراف اسان جو ڏونگهو ڏر ۾ وجهي ڇڏيو آهي. وري دعويٰ ته ”اسين پنهنجي ديس جي خالص خدمت ٿا ڪريون. ليڪن چونڊن تي جو ايڏا خرچ ڪيا اٿئون، تنهن جو ۾ ته ڪجهه معاوضو ملڻ گهرجي يا نه؟“ حقيقت ۾ ديش جي ڪابه شيوا ڪانه ٿي ٿئي. سڀ ڪو پنهنجي پيٽ جو مريد ۽ سڀ ڪو پنهنجن ڪمن ڪارڻ ۾ مشغول آهي. باقي ملڪ جو واهي الله. ماڻهو ڦرجي وڃن ته پل ڦرجن، پڻ تي ظلم ٿئي ته پل ٿئي، پر ميمبر صاحبن جا ڪارج ضرور سر ٿين. ويچارا وزير هـي سارو وقت انهن ڦرندڙ گهرندڙ ميمبرن جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ آتا آهن، تن کي وطن جي خدمت ڪرڻ جو وجهه ڪٿان ملندو؟ ڪوبه تعميري پروگرام پيش نظر ڪونهي، جنهن تي عمل پيرا ٿين. انڌيءَ گهوڙيءَ جيان وتن ڪل ۾ الغاروں ڪندا. رڳو زور اٿن سڪيءَ اشتهاربازيءَ تي. خدا ٿل انهن ”چونڊن“

جو خانو خراب ڪري، جنهن اسان جي سونهاريءَ سنڌ کي ڏولائي ۾ وجهي ڇڏيو آهي! انهيءَ هوندي به ڪُل اتحاد ۽ اتفاق جي ڏوري هٿان نه ڇڏيون، نه ته اسان جا هوشيار حريف بي ٿارا ڏاڍيو ويٺا آهن، سي سنڌڙيءَ کي ساڻ سلهاڙي اُجهيءَ سوڙ ۾ اڙڪائي ويندا. پوءِ نڪا وزيري رهندي نڪا مشيري. سنڌ وئي ته سڀ ويو! اسين جيڏا ئي تڏهين آهيون جڏهين سنڌ جيئري آهي. اسين ڀل مرون، پر سنڌ جيئري رهي:-

هوءِ مر موت حيات، آءٌ ميائي ڪوريي.

*　　　*　　　*

من و دل گر فدا شديم چه باڪ، غرض اندر ميان سلامت اوست.

وقت آيو آهي جو پنهنجيون عبرت جون اکيون کولين، ۽ ماضيءَ کي وساري، حال کي سڌاري پنهنجو استقبال اجارين. پر جيستائين شخصي طمعن ۽ انفرادي غرض اڳئين وانگر قائم رهيا، ته پوءِ خير جي اميد رکڻ اجائي آهي.

مطلب ته اڳيان پويان ظلمات آهي. ڏٺي آهي جو پنهنجو رحم فرمائي ۽ ڪرامت جو ڪڪر وسائي. مهڙو ڏڪارءَ مهڙي اڻ هوند گذريل پنجاهه سالن ۾ ڪٿي ڪانه پڌي سين. سڀڪا شي چوٽي پنجوٽي مهانگي ٿي وئي آهي. اڳي هندو واڻيا ۽ واپاري روپئي تي ٽڪو آنو وياج وٺندا هئا، پر نوان مسلمان مارواڙي جيڪي پارت ڇڏي پاڪستان ۾ آيا آهن، سي هڪ روپئي جي راس المال تي پنج ڇهه روپيا فائدو وٺن ٿا. ڇا اهو منافعو وياج کان ابتر ناهي؟ ڇا اسلام پاڪ جو فرمودو آهي ته ايترو ڪميو کائو؟ جتي ڪٿي مشتريءَ تي مار آهي: نتيجي ۾، اسفل ۽ اوسط طبقي جا ماڻهو ڏينهون ڏينهن زبون ٿيندا، ۽ رڳو ڪي ٿورا اعليٰ طبقي جا ماڻهو پيا الوليون ڪن، جن ۾ ڪو به ايثار ۽ خود قربانيءَ جو انگ ڪونهي. پوءِ به اونديءَ کوپريءَ وارا سياستدان چون ته زندگيءَ جو معيار بلڪل مٿاهون ٿي ويو آهي! زندگيءَ جو صحيح معيار ته هي آهي ته سڀئي ماڻهو، شاهوڪار توڙي غريب، سکيا ستابا ۽ آسودا هجن، ۽ انهن کي ڪنهن به قسم جي توڻ نه هجي. شال رب تعاليٰ ڪين سنئين سمجهه بخشي، جو چڱي مٺي جو امتياز ڪن! شل پاڪستان جي پاڪ زمين تي عنايت جي ابرن جي اوريڪ ٿئي، ۽ اڻ ساندي ڪلي سونهاري سنڌ به سرسبز ۽ شاداب رهي.

سائين سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

ڪراچي
۱۴، آگسٽ ۱۹۵۳ع

---

كريمڏنو راڄپر

# گداگري!

مئي جو مهينو - ٽيهرون سومر هو، ڪراچيءَ جي صدر واري حصي ۾، ڪوريءَ اسٽريٽ ۾، هڪ فقير ڪنهن رستي جي پاسي ۾ آنهون ۽ ڏانهون ڪندي ڏٺم! ٻڪڙ ۾ جهل، وار پنهنجي منهن تي پيا هئس، ٻئي ٻانهن کي ٽيڪ ڏئي، مَئيءَ ۾ پيوت، گهڻ تان گوڙهو نه سگهي، سڏڪا ٻه پيو ڀري ۽ چوي پيو ته "آهي ڪو، جو الله جي نالي منهنجي ٻڪين ٻچن جو پيٽ ڀري؟ آهي ڪو الله جو ٻندو جو منهنجي حال تي رحم ڪري؟ يا الله! يا الله!! تو کي معلوم آهي ته منهنجا ٻچا به تنهنجي ٻندا آهن، ٽن ڏينهن کان اَن اکين نه ڏٺو اٿن!"

اهي ۽ ٻيا اهڙي قسم جا گهائيندڙ جملا، هن جي واتان ٻڌي، لونءَ لونءَ ڪانڊارجي ويم، ۽ دل ڀرجي آيم. ٻچڻ لاءِ فقير پيڙو ڏيس ته هڪ پوليس واري سائيڪل تان لهي سڏ ڪري چيو ته "حضرت! هن بدمعاش جي مڪر ۾ نه ڦاسو. انهيءَ طريقي سان هيءُ ڪيٽن کي پيو ٺڳي. اڄ هن رستي تي پيو آهي ته سڀاڻي ٻيءَ ڪو پيو گهٽ ڳوليندو."
عجب ۾ لڳو ۽ ڏک ٿيو. سوچ ۽ ويچار ۾ پئجي ويس.

هن حقيقت کان ته ڪو به انڪار ڪري نٿو سگهي، ته مسجد يا مندر، دائرو يا قبر، واهڻ يا شهر، پنهن سان ڀر آهي. فقير کي ته مان ڏٺو ڪري، ڪراچيءَ کان ڪيڏو ڪيو. پر انهيءَ فڪر موٽڪي ڏٺو نه ڪيو. جيڪو به گداگر منهنجي سامهون آيو ٿي، ته اُن جي صدا منهنجي اندر ۾ پئي گونجي! اهڙا مرد ۽ عورتون مشڪل لڀندا، جي ڪنهن به وقت سائل جي سڏ تي لبيڪ نه چون. ڇا هي سڀ فقير، جيڪي ڦري رهيا آهن، سي "فقيري" ڦند نه ته ڦسورو ڪند" جو ثبوت ٿا ڏين؟ يا انهن ۾ ڪي اهڙا به آهن جيڪي انگ اُگهاڙا ۽ پيٽ بکيا آهن، ۽ لاچار ٿا پنن اڳيان هٿ ٽنگين! ڇا هنن لاءِ سوال منهن جي ترار نه آهي؟ يا پئي گنهي ٻڪا ٿي ويا آهن. اُٿين به ٿي سگهي ٿو ته عري مري حس وڃايو اٿن، ۽ هاڻي عادت کان مجبور آهن.

فقير ڪو انڌو آهي ته ڪو منڊو، ڪو لولو ڪو لنڱڙو، ڪو ضعيف ڪو زخمي، ڪو عرب ڪو عجمي، ڪو مقيم ڪو مسافر، ڪو ڇوڙ ڇوڪِل ته ڪنهن سان ڪو شامل- آخر

ڪيئن حاجتمند گروهه جو ٻئي گروهه کان امتياز ڪجي! قرآن ۽ حديث ۾ خيرات ۽ صدقات جو تاڪيد سيڪنهن کي معلوم آهي. پلا جنهن نموني سان هينئر خيرات ڏيئي رهيا آهيون، ڏبو اچجي، يا ان ۾ ڪي اوڻايون آهن ۽ ڪو ٻيو حل ڳولجي؟ اهي خيال ٻئي دماغ ۾ آيا ۽ ويا. فقير سوال ئي اهڙي نموني ٿا ڪن جو انڪار جي گنجائش ئي نه رهي- مثلاً: "آ صبح جا سائين، ٻيڙا ٻني لائين، ڪنهن جو ڪين وڃائين! آ، رئيس جا ٻچا جيئن! ڪا نانگي ڪي خدا جي نانءُ تي ڪانچڙي ڏيار! پيج قلندر، ٻتائي گهوٽ، شاهه گودڙيا، حق حق! رئيس انهيءَ ٻچڙي سان ڪيچ ٿيندءِ! ڪو تري ڪونه ٻمينديءِ! ڏنو ٻنو آهي سائين—" رئيس سمجهي ٿو ته صبح جي سهل آهي، نه آن لڳو آهي نه پائي- ڪير فقير کي موٽائي!

ٻڏلا شاهه جو چوهو، ڪن وڏا ۽ مٿو ننڍو، بدن ٿلهو ۽ آواز سنهو، در تي اچي ويهي ۽ ان سان گڏ هڪ سلنگ، پنهنجو معاملو شروع ڪيو ڏئي: "درويش جي هنئين ڪير موٽائي؟ هن ڪي جنهن موٽايو سو سئينءَ نه هوندو! اما، ۾ ٿالهي آن جي، جيجل درويش در تي آيا اٿيئي؛ آڏجي ويئينءَ؛ سڀ ڏک درد دفعي، هيءَ درويش سڪا ساوا ڪيو چڏي!"

جتي سانجهي مردن جا پير نڪري ٿا وڃن، اتي پلا ويچاري وسوڙل عورت ڪيئن ويهي سگهندي؟ سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته جيڪڏهين ڪو ماڻهو پنهنجي فڪر ۾ مدهوش هجي، ۽ اوچتو پاسي کان دانهن ٿئي، "او سائين! او سائين!! تنهنجا دستگير بادشاهه پير، ٻتائي گهوٽ، پنج تن پاڪ، دل جا مطلب پورا ڪندو- جاڏي پير تاڏي خير؛ سخين جا پيڙائي پار— سخي، هڪڙو آنو رب جي نانءُ تي ڏيو وڃ!"- ته ڀوءِ في الحال ماڻهو لرزجي نه ويندو؟ جنهن وڪيلن کي ڪئين ويهون ڏنيون آهن، شاهدن جي فقط مانيءَ تي ساوا نوٽ خرچ ڪيا آهن، سو دل ۾ خيال ڪرڻ شروع ٿو ڪري، ته آنو ڪٽي ڏجيس؛ ڪهڙي خبر، هن غريب جون دعائون مصيبت ٽارڻ ۾ ڪم ڏين؟

آس ۾ ڪانءُ جي اک ٻيئي نڪري؛ ۽ فقير، ڦاٽل رلهيءَ ۾ ويڙهيل، ڪنڌ هيٺ ۽ هٿ مٿي ڪيو، صابرين ٿيو ويٺو هجي. ۾ سان لنگهڻ وارن اهل دل جي دل، پاش پاش ٿيو پوي ۽ کيسي ۾ هٿ هڻي آنو ٻنو ڏيو پيا وڃن. هاڻي، سوال آهي ته فقط هن ملڪ جا باشندا جذبات جو شڪار ٿا ٿين، يا سڄيءَ دنيا جو اهو حال آهي؟ ڪير اهڙو ڪٺور دل هوندو جو ٻئي کي تڪليف ۾ مبتلا ڏسي، خوش ٿئي ۽ پنجرئي نه پريس- مگر، مغربي ملڪن هن ڏس ۾ به تفتيش ڪئي آهي. جڏهين ٻين جو آمريڪا ۾ آزار مچي ويو، ته سياڻن سوچڻ شروع ڪيو، ۽ انگ اکر ڪٺا ڪيائون. حقيقتن جي تهه ۾ ويا، هن لاءِ ته معلوم ٿئين ته جن ٻڌڻ کي پيشو ڪري اختيار ڪيو آهي، سي واقعي مجبور به آهن، يا عوام جي جذبات تي ڪيڏي، ناٽو ڪٺو ڪري رهيا آهن! جيڪڏهين هنن کي پيسو ڏيڻ بند ڪيو ويو، ته

هؤ فاقہ ڪشي ڪندا ها؟ ڇا ٻارڪني هنن لاءِ سمهڻ جي سيج آهي؟ پنجاهہ هزار فقيرن جا انگ اکر ڪڍا ڪيا ٿون، جن مان معلوم ٿين ٿا تہ سچ پچ خيرات ونڊڻ خواهہ خيرات ڏيندڙ، ٻنهي کي، هڪڙيڪ ساري سماج کي هن مان نقصان آهي.

جن ماهرن هي انگ اکر ڪڍا ڪيا تن فقيرن کي ٽن گروهن ۾ تقسيم ڪيو. هڪڙا آهي جن کي نہ گهر نہ گهاٽ، نہ ٻار نہ ٻچو - پنهنجو من گهڙت دردناڪ واقعو ٻڌائي ٻيا خالق خدا کي ڦرين. ۽ ٻيا اهي جيڪي باقاعدي عيالدار، گهر گهاٽ وارا آهن، ۽ ٻئي ڌنڌي ڪرڻ بدران ٻنهي کي پنهنجو پيشو ڪري اختيار ڪيو اٿن. ٽيهرين ٽوليءَ ۾ آهي فقير اچي ٿا وڃن، جن کي يا تہ انگور جي مچايل رس يا آفيم سان الفت آهي. يا تہ هو عمل جا عامل آهي. هنن کي آني ٻات کاڌ خوراڪ جي آچ ڪبي، تہ ڦيرو ڪائي روڪڻ لاءِ رڙ ڪندا. ضرورت تہ پوري ٿيڻ جي ٿي ڪانهي. ڪو چار پيسا ڏيئي پاسو وٺي بيهي لقاءُ ڏسي- ساڳيو داستان سڀ ڪنهن اڳيان پيو دهرائيو ۽ ساڳئي طريقي سان.

ٻئي گروهہ جو تہ چڱ ابي ڏاڏي جو ورثو آهي. شهر ۾ باقاعدي گهر گهاٽ ۽ شهريت جا حق حاصل - فقط روزگار لاءِ هؤ ٻاهر نڪري وڃن ٿا، ۽ مهل يا ڪمهل اچي گير پيڙا ٿين ٿا. اکين جي چهرن کي ڪونئر سان قابو ڪرڻ يا منبڪائي هلڻ تہ ماڻهو رحم کائي ڪجهہ ڏين - آني جي فقيرن ۾ ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. جيڪڏهين ڪا هڙاڌو ٽنگ اٿس، تہ پيچ ڪيڏي ٿو چڙي. نہ فقط ايترو، پر مزوريءَ تي ماڻهو رکي، ڦيٽن واريءَ ڪرسيءَ تي پاڻ ڪڍايو پيو هلي. عجيب عجيب طريقن اختيار ڪرڻ ۾ فقيرن بہ ڪافي فڪر ڪيو آهي، ۽ دماغ هلايو آهي. اهڙي نموني سان جنگهہ ۽ ٻانهن بنائڻ، جو هلڻ سان ائين معلوم ٿئي تہ هن کي اڌ رنگ آهي، هنن جي ڏائي هٿ جسو ڪيل آهي - ٻانهن ڪلهي کان نڪتل لڳي، ۽ هٿ جون آڱريون مڙيون پيون هجن، اهڙا بہ پينو آني پيا آهن!

پينو عورتون، هڪ بوٽ جي ڪڙي ڏکهي تہ ٻئي جسي چوٽي رکي، منبڪائي هلڻ سان ماڻهن جي همدردانہ طبيعت تي سهڻو وار ڪن ٿيون. ٽاليڊو ائني (Toledo Annie) نالي هڪ عورت جي صورت ۾، آمريڪا جي پوليس کي هن نموني جو هڪ بهترين مثال دستياب ٿيو. هن جي عمر ٽيهن سالن کان بہ هيٺ هئي؛ سونهري فريم واري عينڪ پهري جا هلندي هئي، تہ ائين پيو معلوم ٿيندو هو تہ ڪنهن سڪول جي ماستربائي آهي، ۽ ميتري هلڻ چالڻ ۾ تڪليف جي باوجود قوم جي خدمت ۾ مصروف آهي- نہ فقط ايترو پر ٽنگ کي ڏڍ کان ٻاهر ڪڍي هلڻ جي اهڙيءَ تہ استعمالي هيس جو ڪير بہ سمجهي نہ سگهندو هو تہ هيءَ سڀ هٺ جي هنئين آهي.

ڪي فقير وري اهڙي طريقي سان رستي تي ويهي ٿا رهن. ڄڻڪ هنن کي هڪ ٻا ٻئي ٽنگون ڪونهن. خاموشيءَ سان هڪ هنڌ، ٻنا رلڻ جي ٻئي ڪمائي ٿئي. مسٽر چيسٽر ارونگ

جي چوڻ مطابق ڪي نه آسناد اهڙا آهن، جو بغان هيئان کهوڙيون پاسي تي آجاي، اهڙيءَ طرح ٽلي ٿا پاڻ آجاڻين، جو هيڪندر ماڻهو هئن جي ٽڪن جو اهڙو ضعيف حال ڏسي، رحم ڪائي پئسن جو مينهن وسائين ٿا.

نيو يارڪ جي پوليس ڪي هڪ ڏنو متو مجن ونيل، ۽ سيني آپريل پهلوان هٿ آيو، جو ڪنڊريل وڏيءَ لڙائيءَ جو زخمي ٿيل سپاهي هو. هن ڪي لڙائيءَ ۾ مٿي جي پوئين حصي ۾ چوٽ لڳي هئي، جنهن ڪي ڊاڪٽرن هڪ چانديءَ جي پٽ سان حفاظت ۾ رکيو هو. جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن چانديءَ جي پٽ تي ڪل به ٿورو پاسن سان ڪنهن حد تائين چڙهي آئي. هيءَ چا ڪندو هو جو رستي تي هلندي هلندي، پر وارا ماڻهو جاچي اوچتو دانهن ڪري ڪٽي پاڻ ڦٽو ڪندو هو. تان جو ڪيراٽي فرش تي وڃي اهڙيءَ طرح لڳندي هئس، جو اهو پٽ وڃڻ لڳندو هو! بس پوءِ بلڪل بيهوشيءَ وانگر مڪر ڪري بنا چرڻ پرڻ جي ڪو وقت پيو هوندو هو، تان جو سندس رازدان چاڙتا اچي ڪيس کڻندا هئا، ۽ پر فريب همدردي ڪندا هئا. جي ڪو پڇندو هو ته ڪيئن ڪرئين؟ ته ڪيپرادت سان چوندو هو ته شايد بڪ جو اورٽ اچي ويو، ته ماڻهو سمجهڻ لڳن ته ويچاري ڪي ڪجهه کائڻ لاءِ به ڪونهي. اهڙي ڦند ۾ گهڻيئي ڦاسن ٿا، مگر ڳنڍ جا ڳوڙها مٽ جا موڙها ته جهولي حاضر رکن ٿا. هن پوليس سان سچي ڪئي ته اهو پٽ هن ڪي ڏاڍو ڪم ڏيندو هو.

اِرونگ ته ايستائين به وڃي ٿو ته جڏهين اوهان اهو گمان ڪرڻ لڳو، ته ڪم از ڪم هيءَ ماڻهو ته امداد جو مستحق آهي، تڏهين به توهان کي يقين سان گذشته تجربي مان پڌائي سگهبو ته گهڻي قدر اوهان غلط آهيو. ممڪن آهي ته جنهن ڪي اوهان مسڪين سمجهيو آهي، سو اوهان کان به روزانو زياده ڪمائيندو هجي. نيويارڪ ۾ هڪ فقير عدالت ۾ پيش ٿيو، جنهن ڪي پنجاسي هزار ۽ ڪي رپيا بئنڪ ۾ موجودات هئي. هڪ ٻاويهن سالن جو فقير هو، تنهن ڪي هوٽل جي نوڪر، هوٽل ۾ اندر اچي پنڻ نه ڏنو. هن غصي ۾ اچي نوڪر ڪي ڪجهه زخمي ڪري وڌو. پوليس هن ڪي پڪڙيو، ۽ هن جي باري ۾ معلوم ٿيو ته هن کي شاهوڪارن جي محلي ۾ پنهنجي رهائش جو مڪان آهي، ۽ بئنڪ ۾ ٻه ٽيهه هزار ڪن روپيه جمع اٿس. لاس اينجلس (Los Angeles) ۾ هڪ فقير وٽان پاس بڪ هٿ آيو جنهن ۾ هن جا ٢٥ هزار رپيه جمع ٿيل نظر آيا. حتيٰ ڪ آمريڪا جي پوليس کي هڪ ته اهڙو فقير هٿ آيو، جنهن کي هڪ لک پنڌرهن هزار رپيا هئا. آتي ويهه رپيا في ڪلاڪ فقير جي ڪمائي ته رواجي ڳالهه آهي. پر، اهڙا هوشيار ۽ چالاڪ فقير به هٿ آيا آهن، جن کي ڪلاڪ ۾ ٻه سؤ رپيا ڪن مليا آهن.

مسٽر گيٽس (Mr: Gates)، جو پئن ۽ انهن جهڙي مڪرن کي سمجهڻ ۾، دنيا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، خود فقير ٿي ڪو وقت هليو. هو صاحب فرمائي ٿو ته ڏهن ۾ فقط

هڪ ۾ مشڪل سان ٿو هٿ اچي، جو پنهنجي صحيح حقيقت ۽ حڪايت پيش ڪري. هڪ فقير جي ڳالهه ٿا ڪن ته هن پيسا ۽ ڳهڻي ڏئي اختيار ڪيا، پر پنهنجو جهڙو سٺو ڏنو پيو ڪونه ڏٺائين. هڪڙي سائينءَ جي سنواريل سانئل ڪي، ته ڪئين وڏا وڏا شراب جا ڳڙ نيويارڪ جهڙي شهر ۾ آهن.

هيءَ ڳالهه قبول ڪرڻ کان بعد ڪانهي ته، ڪئين فقير پڇ چڪو آهن، جو اڄ ملير سو اڄ هضم. مگر اها ڳالهه يقيني آهي ته ملي بيشڪ چار ٿو. هتان جو فقير جيترو ڪ امريڪ جي فقيرن جيترو نٿو ڪمائي، مگر هتان جي حالتن مطابق منهنجي قياس موجب، ڪو گهٽ انگ ڪونه هوندو. هيءَ ته امريڪا جهڙي ملڪ جا ”مشت از نمونه خروار“ واقعات آهن. جيڪڏهين سڀ يا قريب قريب سڀ واقعا بيان ڪجن ته جيڪر هڪ مستقل ڪتاب لکجي پوي. مون کي هن شاهوڪار ملڪ امريڪا ۾ سنه ۱۹۵۳ع ۾، ڇهه مهينا رهڻ جو موقعو مليو، ۽ اوهان کي هيءَ ڳالهه پڙهي تعجب لڳندو ته سواءِ هڪ ٻن سائين جهڙن مون کان ڪنهن به پيسو نه گهريو، ۽ نه ڪو نظر چڙهيو. اٿين ته چئي ڪونه سگهبو، ته ڪو هن ملڪ ۾ گداگري آهي ئي ڪانه، مگر ايترو ته چئي سگهبو ته گهٽ ۾ گهٽ آهي. هن نحوست کان، نه انگلنڊ نه هالنڊ، نه ايران نه افغانستان، نه هندستان نه پاڪستان آجا آهن. فرق شايد ايترو هجي ته ڪٿي گهٽ ڪٿي وڌ. پنهنجي ملڪ پاڪستان جا فقير جيڪي رنگ ۽ ڍنگ اختيار ٿا ڪن سي دهرائڻ به مصلحت کان خالي ڪين آهن.

”سائين! پاڙي ۾ فقط چار آنه ڪٿي پيا آهن. روڪ نه ڏيو ٽڪيٽ وٺي ڏيو. اسان نوان ماڻهو، رات هڪ دليچو منهنجا پيسا ڪڍي ويو“ ــ نه سچ ڪٿي نه پچ ڪٿي ــ هن درويش جي اها هر روز جي تنوار آهي.

”سائين پلي سونهاري پڙهڻ جو رات ڏينهن شوق آهي، پيا پيسا هٿ ڪيا اٿم، سنائيءَ ۾ هڪ رهيو ڪٿي پيو آهي ــ“ ماڻهو دل ۾ خيال ٿو ڪري ته مون کان ته پڙهڻ ٿئي، ڪم از ڪم جو پڙهي ٿو آن جي ته مدد ڪيان.

”السلام عليڪم! حضرت پاڙي ۾ هڪ لاوارث شخص فوت ٿي ويو آهي، هن جي ڪفن دفن لاءِ ڀڪ ڀوڙ ڪئي اٿم. اوهان کان به جيڪي سري سگهي رهيو ته ڏيو.“

”سادات آهيان ــ بابا! خيرڙو ڏيار ــ ۽ پنهنجي وٽان به گوٺ مان خير وٺيو اڄ!“

”مؤمن مولاني! ٿيندني سٺاني، ڏني وڃ نالي الله جي!“

”آهي ڪو هن ڪچهريءَ ۾ مرد مولا، جو سائينءَ جي نالي تي هڪ رپيو ڏئي. فقط هڪ رپئي جو سوال آهي. ڪاڻيندي خوار ڪٿي ويا ــ ڪٿين سڪندر ۽ دارا هليا ويا ــ ڏهه دنيا ستر آخرت، ڏنو پنو آهي بابا!“

الفي ڪنڌ ۾ ــ زنجير چنگهه ۾، هڪ طرف پيو ڏسجي ــ ته مرلي ۽ نانگ، باندر ۽ ڏانگ ٻئي طرف ــ هڪ طرف ڊاڪٽر مس ڪلير (Dr: Miss Keller) جا اکين کان معذور،

ڪن ڪان ٻوڙي ۽ زبان ڪان گونگي آهي. انڌن ٻوڙن ۽ گونگن کي دنيا ۾ رهڻ لائق بنائڻ لاءِ دنيا جي ڏوري تي نڪتي: ته ٻئي طرف فقير، جيڪي جمال جهڙو بدن رکن ٿا، ريٽي جيڏيون مهرون هٿايو ٻيا ملڪ ڦرين! هڪڙا سفيد پوش نوجوان نوان نوان واقعا بيان ڪري، ٻيا شڪار ڦاسائين: ته ٻيا پينشن وٺڻ بعد، ڪل ناز شاهه بادشاهه سڏائي، مٺي تي گل ٻڌي ٻيا ملڪ لٽين.

ان ۾ ته شڪ ڪونهي ته حاجتمندن جي حاجت روائي ڪرڻ لازمي آهي. ٻر ڇا انهيءَ نموني تي، جو هميشه جي واسطي هو هن دنيا جي تختي تي بيڪار پرزا ثابت ٿين! پنهنجي غيرت ۽ خودداري، حلم ۽ بردباري، سمجهه ۽ سڌو ٻرائي وڃائي ويهن- ڪم ڪان عار ڪن، ۽ ٻين مٿان بار ٿين- قدرت جي ذات ۽ امانت جهڙي قدرشناسي ۽ صحيح مصرف نٿي نه رهي- هن ڪي جڏهين پنهنجي حال تي ڇڏيو ٿو وڃي ته نه فقط قوم جي پيداوار ۾ اضافو ٿا ڪري سگهن، ٻر قوم جي ڪمائيءَ تي هڪ قسم جو بار ثابت ٿا ٿين. آهي فرد بلڪل ٿورا آهن، جيڪي ڪم ڪرڻ جهڙائي نه آهن. جيڪي ڪم ڪرڻ جهڙائي نه آهن، انهن لاءِ ته قوم تي واجب آهي، ته هنن جي واسطي هڪ انسان وانگر رهڻ لاءِ خوراڪ، پوشاڪ، رهائش و تعليم جو مڪمل انتظام ڪري! ٻر جيڪي قوم کي جور وانگر لڳي، چوسي چٽ ٿا ڪن، انهن کي راهه راست تي آڻڻ جو انتظام ڪرڻ گهرجي.

هن وقت اسان وٽ منهنجي خيال ۾ ڪي ٻه انگ اکر موجود ڪونهن، جن کي مدنظر رکي، اقتصادي لحاظ سان سمجهي ۽ سوچي ڪو جوڳو بندوبست ڪجي. هن ملڪ ۾ فقيرن جا ڪيترا قسم آهن، سا ڳالهه به قابل تفتيش آهي. مگر جيڪڏهين گهريءَ نظر سان هن مسئلي جو مطالعو ڪبو ته، هيءُ معلوم ضرور ٿيندو ته. ڪنهن به ملڪ جي سماجي زندگيءَ ۾، ڪا ضرور اهڙي ڪمي آهي جا ڪن فردن کي پنڻ تي مجبور ٿي ڪري- ۽ اهو ممڪن لڳي ٿو ته جيڪڏهن انهن ڪمين جي دور ڪرڻ ۾ صحيح قدم کنيا وڃن، ته ممڪن آهي ته پنڻ جيڪڏهين بند نه ٿئي ته به ڪافي حد تائين گهٽ ضرور ٿي وڃي.

ٽيڪساس انگريڪلچرل ڪاليج ۾ هڪ پوسٽ آفيس جي ڪنڊ ۾، هڪ مرد ۽ هڪ عورت ڏٺم، جي ٻئي نابين هئا. مگر رسالا وڪڻي روزي ڪمائي رهيا هئا: ان جي معنيٰ ته عوام کي ان درجي تائين ڪنهن طريقي سان آڻدو ويو آهي، جو انڌن کي به ڏنڌو ڪرڻ لاءِ ميدان خوشگوار آهي.

جيڪڏهين هن گروهه کي، جنهن حال ۾ مست آهن، ڏکيو رسو ڏيئي، ڇڏيو ويندو ته انهن مان جيڪي سڌو دماغ رکن ٿا، اهي پنهنجي دماغ کي بيڪار معاملن ۾ استعمال ڪري، پاڻ کي به اخلاقي نقصان هيٺ آڻيندا رهندا، ۽ قوم کي به انهن جي خداداد لياقت مان ڪوبه فيض حاصل نه ٿيندو. هوند، ڪي مرد مجاهد عملي ميدان ۾ اچي پوڻ ۽ اجتماعي طريقي تي سائلن جي سڄڻائيءَ وارا ڪم شروع ڪري ڏين.

محمد اسماعيل عرساڻي

# ملوڪيت

زبان حال سے کھتي هے يه تاريخ انساني
ستمراني مهذب هو تو بن جاتي هے سلطاني۔

”ملوڪيت“ يا ”شهنشاهي“ درحقيقت انهيءَ ملعون نظام حڪومت جو نالو آهي، جنهن ماتحت ڪمزورن جي آزادي ناس ڪئي ٿي وڃي، ۽ پراون ملڪن تي قبضو ڄمائي، انهن کي ذاتي غرض خاطر غلام بنايو ٿو وڃي. دنيا جي تاريخ ۾ اهڙن متعدد ظالم شهنشاهن، جابر فاتحن، ۽ جنگجو حاڪمن، جا مثال ملندا، جن صرف پنهنجي اقتدار قائم رکڻ لاءِ، لکن بلڪ ڪروڙن بيگناهن جي خون سان، بر ۽ بحر کي لالہ زار ڪري ڇڏيو هوندو، ۽ معصوم عورتن ۽ ٻارن کي پنهنجي نيزن جي نوڪن سان چيرڻ ۽ ڦاڙڻ ۾ هڪ قسم جي لذت محسوس ڪئي هوندي. اهڙن ظالمن پنهنجي خوني ڪارنامن سان ايتري ته دهشت پکيڙي هوندي جو اڄ به انهن جي شيطاني ڪارگذارين تي نظر وجهڻ سان جسم جا وار ڪانڊارجي وڃن ٿا.

## ملوڪيت جي ابتدا

ملوڪيت جي شروعات ڪڏهن کان ٿي؟ انهيءَ مسئلي تي جيڪڏهن اسين تاريخ جو مطالعو ڪنداسين، ته اسان کي معلوم ٿيندو ته انساني اجتماعي زندگي واقعي نهايت عجيب غريب مختلف دؤرن مان گذاري آهي! ابتدا ۾ انسان جو گذارو فقط جانورن جي شڪار ۽ ڦل ڦول تي هوندو هو. تاهم جنهن کي جتان جهٽ لڳندو هو، آتان کونہ گسندو هو. ان کان پوءِ انسان جانورن کي پالڻ شروع ڪيو، ۽ هر شخص پنهنجي ڌڻ کي پنهنجي ملڪيت تصور ڪندو هو. ان ذاتي ملڪيت هڪ اهم صورت اختيار ڪئي. ڌنار ويچارا موسمن جي حالتن موجب چراگاهن جي جستجو ۾ پنهنجي سر هتي هتي ڀٽڪندا رهندا هئا. انهن مان ورئي ڪن آرام طلب ڌنارن پنهنجي لاءِ سهولت انهيءَ ڳالهه ۾ ڏٺي جو هنن پنهنجو ڌڻ پاڻ سنڀالڻ جي بدران ڪنهن ٻئي کان ڪمزور ۽ ضعيف ڌنار جي زوريءَ حوالي ڪري ڇڏيو، ته اهو سندس ڌڻ کي چاري پياري. اهڙيءَ طرح ٻين دفعو غلام بنائڻ جو رواج شروع ٿيو.

ان بعد جڏهن زرعي دؤر آيو ۽ انسان صحرائي ۽ وحشاڻي زندگيءَ کي خيرباد چئي ۽ فصلن جي انتظار ۾ هڪ جاءِ تي رهڻ جو نمونو سکيو، تڏهن افراد ڦري خاندانن ۽ قبيلن جي صورت ۾ ورهائجي ويا، ۽ هر هڪ قبيلي پنهنجي بود و باش لاءِ جدا جدا ملڪ جو ڀاڱو چونڊيو ۽ اهڙيءَ طرح ذاتي ملڪيت جو تصور وسيع ٿيندو ويو. ۽ جيئن ته زمين کي آباد ڪرڻ جو ڪم بلڪل محنت طلب هو، تنهنڪري مزدورن ۽ ڪمين ڪاسبين جي ضرورت پيش آئي ۽ طاقتور ماڻهن بي ٻَچ ماڻهن کي زوريءَ جهلي پنهنجو غلام بڻائڻ شروع ڪيو ۽ ڪاشتڪاريءَ جو ڪم انهن جي حوالي ڪيو. قدرت جا مظاهر ڇاڪاڻ ته هميشه مختلف آهن، ۽ ڪڏهن ڪا ڪا زمين زرخيزيءَ جي لحاظ سان ٻيءَ زمين کان بهتر هوندي آهي، تنهن ڪري قدرتي طرح ڇڪ ڇڪ، حق غصبي ۽ دست درازيءَ جو سلسلو به وڌيو وڃندو، ۽ قبيلا هڪٻئي جي ملڪيت تي قبضو ڪندا، پنهنجي طاقت ۾ اضافو ڪندا رهيا. ٻئي طرف وري بود و باش جا ڪيترائي اهڙا مسئلا پيدا ٿي پيا، جن کي صاف ڪرڻ ڪنهن به هڪ فرد جي طاقت کان ٻاهر هو. مثلاً خانداني جهيڙن جا فيصلا ۽ ٻين قبيلن سان تعلقات قائم ڪرڻ جا مسئلا، اهڙيون ڳالهيون هيون جو هر هڪ قبيلي پاڻ منجهان سڀ کان وڏيءَ عمر واري شخص کي جنهن جي بصيرت ۽ تجربي ۾ ڪنهن کي به شڪ نه هو، تنهن کي ڪٺي پنهنجو امير ۽ روحاني پيءُ تسليم ڪيو. اهڙيءَ طرح ننڍي پيماني تي "حڪومت" جي تخيل پهريون دفعو عملي صورت اختيار ڪئي. وري جڏهن قبيلن ۽ خاندانن جو تعداد وڌي ويو، تڏهن هڪ حڪمران يا امير جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي، جو جماعتي ۽ قومي مفاد جي نگرانيءَ کان سواءِ هنن جي قوت ۽ طاقت ۾ به واڌارو ڪري سگهي. اهڙيءَ طرح جڏهن محدود دائري ۾ حڪمرانيءَ جو بنياد پيو، تڏهن اهڙا اصول ۽ قانون پڻ ٺهيا جي اجتماعي حياتيءَ جو توازن برقرار رکڻ لاءِ بلڪل ضروري هئا.

ان وقت انسان لاءِ اهي سماجي پابنديون بلڪل هڪ نئين ڳالهه هئي، ۽ ڪي انسان انجي مخالفت ڪرڻ تي پڻ ڪمربسته ٿيا، جيئن اڄ سوڌو "آئين" ۽ "خلاف آئين" جي درميان اختلاف رهندو ٿو اچي. مگر "مملڪت جي استحڪام" لاءِ، زور وارن حاڪمن، افراد کي پنهنجو آلهءِ ڪار بڻايو، ۽ حڪومت کي پنهنجي ميراث ۽ ڏاڏاڻو حق سمجهيو، ۽ اڳتي هلي پاڻ کي پنهنجيءَ ئي ٺاهيل آئين ۽ دستور کان آزاد ۽ خودمختار بادشاهه سڏايو. اهيئي پهريان شخص هئا جن ملوڪيت يا شهنشاهيءَ جو بنياد رکيو.

## ملوڪيت جا شروعاتي مرڪز

هاڻي اسان کي ڏسڻو آهي ته ملوڪيت ڪهڙن ملڪن ۾ پرورش پاتي ۽ اُهي ڪهڙا مطلق العنان شهنشاهه هئا جن جا خونريز ڪارناما پڙهندي، اڄ به اسانجي بدن کي ڏڪڻي وٺي ٿي وڃي. هونءَ ته دنيا جي تاريخ اهڙن قهار حڪمرانن جي داستانن سان ڀري پئي آهي، ليڪن هتي اسان فقط مختصر طرح ذڪر ڪنداسين.

## مصر

ملوڪيت جو پهريون مرڪز مصر جو ملڪ معلوم ٿئي ٿو، جو ته مصرين جو اعتقاد هو ته انهن جي قوم ازل کان ولي هلندي ٿي اچي جنهن تي پهريائين ديوتائن، پوءِ نيم ديوتائن ۽ ان کان پوءِ فرعون حڪومت ڪندا ٿي آيا. چوڻ ۾ اچي ٿو ته جڏهن بابل جو برج ڊاهيو ويو ۽ نوح عليه السلام جا پٽ هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا، تڏهن سندس ٻيو نمبر پٽ آفريقا جي ملڪ ۾ وڃي نڪتو جتي پيترابمن ديو جي نالي سان سندس پوجا ٿيڻ لڳي، هن جا چار پٽ هئا، جن مان مرزيم مصر جو ملڪ آباد ڪيو ۽ ان جو پٽ مصر جو سڀ کان پهريون بادشاهه ڪوٺيو ويو. انهيءَ کان ٢١٥٨ ورهيه پوءِ مصر ۾ فرعونن جي ملوڪيت ٿي. مصر ۾ بادشاهه سدائين موروثي ۽ خودمختيار ٿيندا هئا ۽ مطلق العنان هئڻ جي باوجود به اڳين جي اصولن ۽ قانونن جي هڪ وار جيتري به ڀڃڪڙي نه ڪندا هئا.

بادشاهن جي رعونت جي اها حالت هئي، جو فقط تربيت يافته ماڻهو سندن خدمت ۾ حاضر ٿي سگهندا هئا. عوام يا اجنبي ماڻهن کي روبرو اچڻ جي اجازت نه هوندي هئي، ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، ته ملوڪيت ڪيتري قدر نه بدترين ۽ قابل نفرت چيز هوندي هئي. مصر جي فرعونن پنهنجي رعيت تي ۽ خصوصاً بني اسرائيلن تي جيڪي ظلم ڪيا انهن جي تفصيل بيان ڪرڻ جي هتي جڳهه ڪانهي، تاهم ان جي شدت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو، جو خدا تعاليٰ هزارن نبين کي انهن ملوڪيت پسند فرعونن جي غرور کي ناس ڪرڻ لاءِ سرزمين مصر ۾ پيدا ڪيو، ۽ آخر حضرت موسيٰ عليه السلام اچي فرعونن جي تابوت ۾ پڇاڙيءَ جي ڪلي ٺوڪي، جنهن بعد فرعونن جو رعب ۽ دٻدٻي جو ستارو غروب ٿي ويو. انهن کان پوءِ جيڪي به بادشاهي طاقتون مصر ۾ برسراقتدار آيون، انهن جي زوال جو سبب اسلامي فتوحات آهي. مسلمانن اتي اچي جيڪو نظام قائم ڪيو، ان هڪ قسم جي آئيني ملوڪيت جي شڪل اختيار ڪئي، ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي.

## بابل

حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڄمڻ کان اڳ، بابل پڻ ملوڪيت جو هڪ وڏو مرڪز هو، جتي نمرود ۽ بخت نصر جون تشدد آميز ڪارروايون ايترو ته مشهور آهن جن کان گهٽ ڪري ڪو به تعليم يافته انسان ناواقف نه هوندو. نمرود خدائيءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ آخر حضرت ابراهيم عليه السلام سندس طلسم کي اچي ڀاش ڀاش ڪيو. ان کان پوءِ بخت نصر جاڳيو جنهن بابل جي ڪنڊرن تي ملوڪيت جي ماڙي اچي اڏي، ۽ يهودين سان دشمنيءَ جو ثبوت ڏيندي، هزارين يهودين کي تهه تيغ ڪري ڇڏيو. يهودين جون عبادتگاهون باهه جو نذرانو ڪيائين ۽ هزارين يهودين کي غلام بنايائين. اهڙي ظلم ۽ ستم کان تنگ اچي بني اسرائيلن بغاوت

ڪئي، جنهن ڪري هن جي انتقال جي بعد ويتر زياده پڙڪي، ۽ هن فلسطين تي حملو ڪري يهودي آباد ين کي ساڙائي، تريبا ڏهه هزار يهودين کي غلام ڪري، پنهنجي ملڪ ۾ وٺي ويو.

## ايران

سائرس اعظم، هتي پنجين صدي ق-م ۾ بادشاهت جو بنياد وڌو، ۽ ميڊيا سيريا، بابل ۽ هندوستان جي ڪن حصن، عرب ۽ ايشيا ڪوچڪ کي تاراج ڪري پنهنجي سلطنت سان ملائي ڇڏيو. آخر ان کي قتل ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ ٽن دارائن، ايران تي شهنشاهانه حڪومت ڪئي. ۽ آخري دارا کي سڪندر اعظم شڪست ڏيئي قتل ڪرائي ڇڏيو. ان کان سواءِ ساساني، سلجوقي ۽ قاچاري خاندانن پڻ ايران ۾ شهنشاهانه نظام قائم ڪيو، ۽ خسرو پني، جمشيد ۽ پرويز وغيره بادشاهن ڏاڍي رعب تاب ۽ دٻدٻي سان حڪومتون ڪيون، ليڪن چنگيزي، يوناني ۽ رومي حملن انهن جي ملوڪيت جي ماڙيءَ کي ڊاهي خاڪ ڪري ڇڏيو، ۽ پنهنجي شهنشاهي قائم ڪئي.

## يونان

يونان ۾ فلپ پني ۽ سڪندر اعظم جي ملوڪيت خاص طور تي نمايان نظر اچي ٿي. فلپ پني ايران کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر اها حسرت هو سيني ۾ سانڍي قبر جي آغوش ۾ وڃي سڪيو ٿيو. ان کان پوءِ سڪندر اعظم سنه ٣٥٦ ق-م کان ٣٢٣ ق-م تائين سڄي دنيا جي فتح ڪرڻ جا خواب ڏٺا ۽ ڪيتريءَ حد تائين انهن جو تعبير ڏسڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن ايران کي برباد ڪرڻ سان گڏ شام، اتر اولهه هندوستان ۽ مصر کي به تلف تاراج ڪيو. آخر بابل ۾ وڃي وفات ڪيائين.

## چين

هيءُ ملڪ جنهن کي پڻ ازلي ۽ ابدي هجڻ جي دعويٰ آهي ۽ جنهن جا بادشاهه پاڻ کي ظل الله تصور ڪندا رهيا آهن، اهو چين آهي. هن ملڪ ۾ پهريائين ڊوڊ مائن جي حڪومت هئي جنهن کي هڪ محدود ملوڪيت جو نالو ڏيئي سگهجي ٿو. انهيءَ نظام جي ماتحت، مختلف خاندان برسر اقتدار ايندا رهيا، جن پنهنجي قوت ۽ طاقت سان چين جي طول و عرض تي حڪومت ڪئي، مثلاً هسيا جو خاندان- شنگ جو خاندان- چؤ جو خاندان. هان جو خاندان- وي جو خاندان- تانگ ۽ منگ وغيره جا خاندان، اهي خاندان آهن جن ٢٤٦٨ ق-م کان وٺي ١٦١٢ عيسوي سنه تائين حڪومتون ڪيون. هان خاندان جي دور کان پوءِ چين ۾ طوائف الملوڪي ڦهلجي ويئي، ليڪن وي ۽ تانگ خاندانن وري اچي امن قائم ڪيو ۽ چين جي سلطنت کي زياده وسيع ڪيو. جيستائين چين ۾ ٻڌ ڌرم ۽ اسلام جو مذهب اچان داخل نه ٿيا هئا تيستائين اتي سڄ جي پوڄا مروج هئي. آخر چنگيز خان

قبلائي خان جي هڪ ٻئي پٽيان حملن سبب انهن بادشاهن جو زوال آيو، ۽ جڏهن مغرب ۾ جمهوريت ۽ آزاديءَ جا خيالات پکڙڻ لڳا، تڏهن ڊاڪٽر سن يات سين چين کي ملوڪيت جي چنبي مان ۱۹۱۲ع ۾ آزاد ڪرائڻ جي تحريڪ شروع ڪئي ـــ ۽ آخر ۾ مائوزي تنگ عوامي جمهوريت جو نظام قائم ڪيو.

## روم

روم ٻئي هڪ بدترين ملوڪيت جو مرڪز هو. ملوڪيت کي عروج تي پهچائڻ وارو جوليس سيزر سنه ۱۰۰ ق-م کان سنه ۴۴ ق-م تائين زنده رهيو. هن گال ۽ برطانيه تي حملو ڪيو؛ پومپيءَ کي هڪ گهرو لڙائيءَ ۾ شڪست ڏنائين، ۽ سڪندريه جي جنگ ۾ قلوپطره سان مليو، جنهن جي حسن ۽ عشق جي داستان ملڪان ملڪ مشهور آهي. آفريقا کان موٽڻ بعد، سيزر کي تاج شاهي پيش ڪيو ويو، جا ڳالهه اميرن جي برافروختگيءَ جو باعث بڻي ۽ هن کي قتل ڪيو ويو. جوليس کان پوءِ نيرون ڪنڌ ڪڍيو جنهن پنهنجي چوڏهن سالن جي عرصي ۾ قتل غارت جو رڪارڊ مات ڪري ڇڏيو. ان بعد روما الڪبريٰ جي واڳ ڏور آگسٽس جي هٿ ۾ آئي، جنهن سڄي يورپ ۽ شمالي آفريقا ۾ ملوڪيت جي بنياد کي پڪو ڪيو سڀ کان پوءِ هرقل بادشاهه فلسطين تي حملي ڪري ايراني سطوت جي کنڊرن تي رومي ملوڪيت جو ايوان تعمير ڪرايو. ليڪن هن جو ستارو بلڪل جلد غروب ٿي ويو ڇاڪاڻ ته هن طرف اسلام جو آفتاب طلوع ٿي ويو.

## مرڪزي ايشيا

تيرهينءَ صديءَ ۾ مرڪزي ايشيا کان هڪ ملوڪانه فتنو پيدا ٿيو جو ڏسندي ڏسندي ايشيا جي وڏي حصي تي ڇانئجي ويو. ان کي تاتار جو فتنو چيو وڃي ٿو، جنهن جو باني چنگيز خان هو، جو منگوليا ۾ پيدا ٿيو. سنه ۱۲۲۸ع ۾ تاتارين ايران فتح ڪيو. ان بعد چنگيز خان مصرين جي مدد سان شام جي طرف وڌيو ۽ اتان فلسطين ۾ اچي خون جون نديون وهايائين، پر ترڪن جي مقابلي ۾ ان کي ذلت آميز شڪست آئي. چنگيز خان کان سواءِ هلاڪو خان ٻئي آباد بستين کي ويران ۽ انساني لاشن جي ڍيرن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. اتان پوءِ هو بغداد ڏانهن وڌيو، ۽ هن عظيم الشان شهر کي آتش زده ڪري قريبا ڏيڍ ڪروڙ انسانن جو نهايت بي دردي سان خون وهايو. ان کان پوءِ قبلائي خان جاڳيو. هن چين تي حملو ڪيو ۽ پنهنجي سلطنت، ملاڪاسا کان ولي بحر منجمد تائين وڌائي، ۽ سنه ۱۲۸۰ع ۾ شهنشاهه جو لقب اختيار ڪيائين.

## هندستان

هندستان ۾ ملوڪيت جو آغاز آرين جي حملي سان ڪل ٿيو ۽ چندرگپت ۽ اشوڪ اعظم ان کي فروغ ڏنو. تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ امير تيمور، جو چنگيز خان جي اولاد مان هو، پنهنجي

مهم شروع ڪئي ۽ ايشيا جي وڏي حصي تي ڇانئجي ويو. ان کان پوءِ بابر هندوستان
۾ پنهنجا قدم ڄمايا ۽ سندس پوٽي اڪبراعظم فتوحات جو سلسلو وسيع ڪري ملوڪيت
جو ايوان کڙو ڪيو. اڪبر کان پوءِ جيڪي مغل شهنشاهه آيا تن جي حڪومت اگرچه شخصي
هئي تڏهن به اها استبداد کان اڪثر پري هئي.

## انگلنڊ

نائين صديءَ تائين انگلنڊ ۾ قبائلي جاگيردارن جي عليحده عليحده حڪومتون هيون. ان
کان پوءِ سارو انگلنڊ هڪ بادشاهه جي ماتحت ٿي ويو. سنه ١٢١٥ع ۾ عوام بادشاهه جان
جي مطلق العنانيءَ جي برخلاف احتجاج بلند ڪيو ۽ کانئس "آزاديءَ جو پروانو" لکايائون.
ان بعد بادشاهه جا اختيار محدود رهيا ۽ پارليامينٽري حڪومت آهستي آهستي ترقي ڪندي
رهي. ليڪن اسٽوئرٽ گهراڻي استبداد ۽ سامراج کي وري به تازو ڪيو. انهن جي دعويٰ
هوندي هئي ته بادشاهت خدا جي طرف کان ملندي آهي. پر جمهوريت پرستن جي آخر فتح
ٿي، ۽ سترهين صديءَ ۾ نيٺ پارليامينٽ کي ڪافي طاقت حاصل ٿي. ان کان پوءِ انگلنڊ
۾ مطلق العنانيءَ جو خاتمو آيو. ليڪن جمهوريت جي پس پرده اميرن ۽ ڪارخانيدارن جي
حڪومت ٿي رهندي آئي، ۽ انگريزن پنهنجي بيٺڪن ۽ غلام بنايل ملڪن ۾ ملوڪانه
اقتدار قائم رکيو.

## فرانس

سنه ١٧٨٩ع کان اول فرانس ۾ بادشاهت قائم هئي، ليڪن بربن خاندان جي زبردستين کان
ملڪ جي وچولي ڪلاس جو متمول درجو مطمئن نه هو. هوڏانهن جمهوريت پسندانه خيالات
پکڙي چڪا هئا، تنهن ڪري سال ١٧٨٩ع ۾ آهو هلاڪت پرور طوفان کڙو ٿيو، جنهن
لوئي سورهين کي ختم ڪري ڇڏيو، ۽ سنه ١٧٩٩ع ۾ نيپولين بونا پارٽ هڪ اهڙو دستور
مرتب ڪيو جنهن جي مطابقت ۾ دنيا جا پوءِ پيدا ٿيندڙ سڀ دستور گهڙندا رهيا. هن
آسٽريا، شام ۽ مصر جي خلاف فوج ڪشي ڪرڻ کان سواءِ، روس ۽ انگلنڊ سان ٻه هٿ
ڳنڍيا. دراصل هن سڄيءَ دنيا کي پنهنجي قدمن ۾ سرنگون ڪري هرهنڌ فرانسي انقلاب
جا نعرا "اخوت، مساوات ۽ آزادي" پکيڙڻ ٿي گهريا، ليڪن انهيءَ ۾ ڪامياب نه ٿيو.

## جرمني

نيپولين جي حملي کان پهرين، جرمني سلطنت ذري گهٽ ساڍن ٽن سون
رياستن ۾ ورهايل هئي، جن مان پروشيا کي، فريڊرڪ اعظم جي زماني ۾ سنه ١٧٤٠ع کان
سنه ١٧٨٨ع تائين، گهڻوئي اقتدار حاصل هو. فريڊرڪ، جرمن کي متحد ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي ۽ پروشيا کي يورپ ۾ اول درجي جي طاقت بنايو. فريڊرڪ گهڻو ڪري

روم ۽ اسپين جي اڳ هيٺ هو. انکري "شهنشاهه روم" جو لقب اختيار ڪيائين. فريڊرڪ وليم ٽئين جي وقت ۾ نيپولين پروشيا تي حملو ڪيو، ۽ ان کي نهايت ڪمزور بڻائي ڇڏيو. هوڏانهن ماڻهن ۾ فريڊرڪ جي برخلاف بغاوت جا جذبات پرورش پائي رهيا هئا، ڇاڪاڻ جو هو استبداد ۽ آمريت جو قائل هو، ۽ هن جو خيال هو ته بادشاهت خدا جي طرفان ملي آهي. سنه ١٨٦١ع ۾ وليم پهرئين پروشيا جي حڪومت جي واڳ سنڀالي. سندس وزير جو نالو بسمارڪ هو جو قريبا ٢٨ ورهين تائين يورپ جي قسمت جو مالڪ ٿي رهيو. هن جو عقيدو هو ته فوجي طاقت ۽ جنگ کان سواءِ جرمني ڪڏهن به عروج حاصل ڪري نه سگهندي، تنهن ڪري هن پنهنجي فوج ۾ اضافو ڪيو، ۽ "عالمگير سلطنت" جا خواب ڏسڻ لڳو. اوڻيهين صديءَ جي آخر ۾ جڏهن تقسيم آفريقا جو تنازع پيدا ٿيو تڏهين جرمني به ان ۾ ٽپي پيئي ۽ ٽوگولئنڊ، ڪامرون، جنوب مغربي ۽ مشرقي آفريقا جا چند علائقا حاصل ڪري ورتائين. وليم پهرئين کان پوءِ وليم ٻيو تخت تي ويٺو، جنهن قيصر جرمني سڏايو ۽ بسمارڪ کي استعفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو. پر تنهن هوندي به هن جي پروگرام کي جاري رکندو آيو. آخر ۾ هٽلر به بسمارڪ، فريڊرڪ ۽ قيصر جرمنيءَ جي خوابن جو تعبير ڏسڻ ٿي گهريو پر ڏسي نه سگهيو!

## روس

سنه ١٦٤٢ع تائين روس مختلف جاگيرن ۾ ورهايل هو. ان کان پوءِ پيٽر اعظم رشيا ۾ مرڪزيت قائم ڪئي، ۽ ١٦٩٦ع ۾ "زار روس" جو خطاب اختيار ڪيائين. پوءِ پنهنجي فوج ۽ بحري طاقت ۾ اضافو ڪيائين ۽ لي وونيا، فنلينڊ ۽ پومرنيا کي فتح ڪيائين. پلٽوا جي جنگ ۾ هن هڪ سويڊش عورت ڪئٿرائين سان شادي ڪئي جا سندس طاقت ۽ قوت جي استحڪام جو سبب بڻجي هئي. پيٽر اعظم کان پوءِ نڪولس پهريون تخت نشين ٿيو جنهن ڪن مفيد اصلاحات جو نفاذ ڪيو. بعد ۾ زار نڪولس ٻئي جو دور حڪومت آيو جنهن جي آمرانه اقتدار کان تنگ ٿي ماڻهن بغاوت ڪئي ۽ زار کي قتل ڪري سنه ١٩١٨ع ۾ اتي اشتراڪيت جو نظام قائم ڪيو.

## مطلق ملوڪيت جو زوال

زار روس جي قتل سان گڏ انهيءَ ملوڪيت جو آخري نشان به ميٽجي ويو جنهن حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي ان وقت تائين جنگ و جدال، قتل و خون، غارتگري، قزاقي، جهانگيري ۽ جهانبانيءَ جي روح فرسا ياد کان سواءِ ٻيو ڪو به يادگار دنيا ۾ نه ڇڏيو هو.

ملوکيت کرے غسل آب لطف و رحم سے ليکن
نهين مٹنے کا اس کے ناصيہ سے داغ خونريزي.

مطلق ملوڪيت جي زوال جو سبب دراصل اها ارتقا هئي جا انسان جي سياسي نظريي ۾ آهستي آهستي ٿيندي ٿي رهي. انهيءَ نظريي جو بنياد وري اهو صحيح مذهب هو جنهن

تي خدا جي نبين ۽ پين انسان ذات جي خيرخواه مفڪرن ۽ مصلحن مختلف وقتن ۾ دنيا کي هلائڻ گهريو ٿي: جيئن ته دنيا جي تاريخ شاهد آهي ته جڏهن به ڪنهن شخص طاقت جي نشي ۾ مخمور ٿي پين قومن جي حقن تي دست درازي ڪئي هوندي ته خدا جي طوفان ڪوند ڪو اهڙو "مرد مومن" ضرور مبعوث ٿيو هوندو جنهن انهيءَ طاغوتي طاقت جي خلاف بغاوت جو علم بلند ڪيو هوندو ۽ پنهنجي قوم کي آزادي وٺي ڏني هوندي: جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته صحيح فطرت جي مالڪ انسان ڪڏهن به غلاميءَ ۽ محڪوميءَ کي برداشت نه ڪيو آهي.

سياسي تاريخ جي نقطي نظر کان يوناني ماڻهو سڀ کان پهريان هئا جن دنيا کي "عموميت" سان روشناس ڪيو. يونانين جي سياست جو فلسفو اصل کان اهو هو ته حاڪم کي سندس اقتدار آسمان کان مليل ٿو. ٻين لفظن ۾ بادشاهه کي زمين تي خدا جو ناچو تسليم ڪيو ويو. يوناني فلسفين اڳتي هلي مذهب ۽ حڪومت جون علحديون علحديون حدون مقرر ڪيون. ان کان پوءِ سوفسطائين جو دور آيو جن مذهب تان بلڪل گهٽي قدر چڙهي ڪئي، ايتري قدر جو نظام بلڪل درهم برهم ٿي ويو، مگر سقراط ميدان ۾ اچي ويو ۽ هن سوفسطائين جي نظريي جي خلاف پڌايو تہ فرد جي مقابلي ۾ قوم زياده اهميت رکي ٿي: ان ڪري انسان جو فرض آهي ته قومي نظام کي انفرادي حقوق تي ترجيح ڏيون. افلاطون، جو سقراط جو شاگرد هو، تنهن وري هن نظريي کي وڌيڪ بهتر صورت ۾ پيش ڪيو، ۽ هڪ طرف افراد کي تلقين ڪئي ته هو قوم جا مفيد ۽ نيڪ فرد بڻجڻ جي ڪوشش ڪن، ته ٻئي طرف حڪومت تي نڪته چيني ڪري ان کي پنهنجي فرض ڏي متوجه ڪيو: تنهن ڪري سندس سياسي فلسفي جو ملڪ جي سياست تي گهاٽو اثر پيو جو اڄ تائين هلندو ٿو اچي. سسرو، آگسٽين، سر ٿامس مور، روسو، ڪانٽ ۽ هيگل وغيره جي تصانيف ۾ ان جي ئي افڪار ۽ خلاف جو روح موجزن آهي.

افلاطون کان پوءِ، ارسطوءَ پنهنجا خيالات پيش ڪيا جن جو مرڪزي نقطو اهو هو ته بهترين حڪومت اها آهي جا افراد جي ڀلائي مدنظر رکي. جڏهن سڪندر اعظم پنهنجي سلطنت وڌائي ته سياسيات جي نقطي نظر ۾ به ڦير گهير ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي: جنهن ڪري ايپڪورس، عيش ۽ آرام جو فلسفو پيش ڪيو جنهن جي مقابلي ۾ رواقين جي تحريڪ شروع ٿي. ايتري ۾ عيسائي مذهب نمودار ٿيو، جنهن جي ڪري بادشاهه ۽ پوپ ۾ گهڻو وقت مقابلو رهيو. آخر آفتاب اسلام طلوع ٿيو جنهن ملوڪيت ۽ استعمار جي مقابلي ۾ "آزادي، مساوات ۽ اخوت" جو نعرو هڪ سياسي نعري جي حيثيت ۾ سڀ کان پهريائين بلند ڪيو ۽ ان جو آواز سڀني ملڪن ۾ پهتو ۽ ايو، جنهن ڪري شهنشاهيءَ جو ستارو غروب ٿيڻ لڳو.

لاڪ ۽ منٽسڪو "محدود بادشاهت" ۽ "دستوري حڪومت" جا نظريا پيش ڪيا. روسو، شخصي آزاديءَ جو سوال پيدا ڪيو. هيگل، وري فرد جي آزاديءَ جو راز مملڪت

۾ گهڻي وقت کان پوءِ قرار ڏنو ۽ انهيءَ نظريي تي ڪارل مارڪس، پنهنجي نظريي جو بنياد رکيو ۽ دنيا کي اشتراڪيت جو سبق ڏنو. لينن، وري ان کي عملي جامو پهرائي شهنشاهي نظام کي ختم ڪيو. الغرض شهنشاهيءَ جي زوال جو باعث دراصل اهو سياسي نظريو آهي جنهن ۾ افلاطون کان وٺي ڪارل مارڪس تائين ارتقا پيدا ٿيندو رهيو آهي.

## معاشي ملوڪيت

هن طرف مطلق ملوڪيت جو ستارو غروب ٿي رهيو هو، ته هن طرف وري حريت ۽ انسانيت کي تباهه ڪندڙ ٻيا مهلڪ سامان تيار ٿي رهيا هئا. اها نئين مصيبت ۽ لعنت، جا بني نوع انسان تي نازل ٿي، اها هئي "معاشي ملوڪيت". ارڙهين صديءَ جي ختم ٿيڻ تي انسان هڪ نئين دور ۾ قدم رکيو، جنهن کي "صنعت ڪاري" يا "مشينن جو دؤر" چئجي. هن زماني ۾ جديد انڪشافن ۽ سائنس جي ايجادن، انساني اجتماعي حيات جي ڪايا پلٽي وڌي. اهو ڪم جنهن لاءِ پهريائين سون هٿن جي ضرورت هئي، اڄ ان کي ڪلن جي ذريعي سرانجام ڪرڻ آسان ٿي پيو، ۽ جنهن مفاصلي کي طي ڪرڻ ۾ اڳي مهينا لڳي ويندا هئا، هاڻي اهي ڏينهن يا ڪلاڪن ۾ طي ٿيڻ لڳا. جتي جتي مشينن جو رواج پيو اتي انساني جماعت ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وئي. هڪ طرف سرمايدار هئا ۽ ٻئي طرف مزدور. سرمايدارن پنهنجي پئسن جي زور تي نه فقط مزدورن جو خون چوسيو بلڪ انهن کي ذهني ۽ دماغي آزاديءَ کان به محروم رکيو. ان جو نتيجو اهو ٿيو جو سرمايدار اڳي کان به وڌيڪ طاقتمند ٿي ويا ۽ هنن پنهنجون حريصانه نگاهون ٻين ملڪن ۾ ٻڌ وڌيون ۽ دنيا جي هر حصي ۾ تجارتي ۽ وياج جي ڄار پکيڙي ۽ ماڻهن کي محڪوم ۽ غلام بنائڻ شروع ڪيو. ان جو هڪ طريقو اهو هو ته سرمايدارن پنهنجو مال ڏيساور ۾ وڪيو ۽ اهڙيءَ طرح خريدار ملڪ سندن دست نگر ٿي پيا. ٻيو طريقو جو هنن اختيار ڪيو، اهو هو ته هنن پنهنجو مال سستو وڪڻي، محڪوم ملڪن جي مڪاني صنعت ۽ دستڪاريءَ کي تباهه ڪري ڇڏيو. ٽيون طريقو اهو هو ته شاهي ملڪن ۾ جتي ٻڌ سرمايدارن جي حڪومت هئي، اتي شرح مبادله اهڙي ته قائم ڪيائون جو، ٺهيل مال جي حالت ۾، خريد ڪندڙ ملڪ جي نسبت وڪڻندڙ ملڪ کي زياده فائدو پهچي ٿي سگهيو. ان کان پوءِ ڪمزور ملڪن ۾ اهڙيون متعدد نوآباديون قائم ڪيائون جن جو مقصد فقط شاهي ملڪن کي ڪچو مال مهيا ڪري ڏيڻ ۽ ان جي مصنوعات کي خريد ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪين هو. تنهن ڪري شاهي سرمايدارانه نظام جو سڀ کان بدترين نتيجو اهو ظاهر ٿيو جو "معاشي ملوڪيت" ترقي ڪرڻ لڳي ۽ ملوڪيت جو بنياد پاڙ وڌيڪ پڪو ٿيڻ لڳو.

معاشي ملوڪيت جي برخلاف سڀ کان اول جنهن صدائي احتجاج بلند ڪئي، اهو "ڪارل مارڪس" هو. هو لکي ٿو ته انساني تاريخ کي لاهڻ ۾ انسان جي مادي احتياجن

کي سڀ کان زياده دخل آهي؛ باقي سڀني اثرن جي ثانوي حيثيت آهي. تنهن ڪري انسان جو مذهب، انسان جي سوسائٽي، انسان جو آرٽ مطلب ته انسان جي زندگيءَ جو هر شعبو گذريل معاشي حالتن جو هڪ قسم جو پاڇو آهي؛ انهيءَ نظريي کي "تاريخ جو مادي نظريو" چيو وڃي ٿو. مارڪس اهو به ثابت ڪيو ته سڀڪا پيداوار محنت ۽ مزوريءَ جو نتيجو آهي ۽ سرمايدار، مزورن جو ناجائز فائدو وٺي رهيا آهن، جنهن ڪري "جماعتي ڪشمڪش" پيدا ٿئي ٿي. انهيءَ ڪشمڪش کي دور ڪرڻ جو هڪڙوئي طريقو اهو آهي ته پيداوار جا سمورا ذريعا عوام جي ملڪيت بڻايا وڃن. ڪارل مارڪس کان پوءِ لينن پڻ پنهنجي ڪتاب "امپيريلزم" ۾ سمجهايو آهي ته شهنشاهي پين ملڪن ۾ ڪهڙيءَ طرح قبضو ٿي ڄمائي. هن جو چوڻ آهي ته شهنشاهيءَ ۾ هميشه سرمايداريءَ جو وڏو دخل هوندو آهي. اهڙي سرمايدار آهن جي پوئتي پيل ملڪن کي اقتصادي قانونن جي ڦندي ۾ ڦاسائي سوکهو ڪندا آهن ۽ "شاهي حڪومت" کي اهڙي طريقي اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪندا آهن جو محڪوم ملڪن ۽ نو آبادين کي ابدي غلاميءَ ۽ محڪوميءَ جي لعنت ۾ گرفتار ڪري وٺي ۽ جڏهن ماتحت ملڪن جا مزور پنهنجي حقن جو مطالبو ڪن تڏهن سياسي قوت کان ڪم وٺي انهن جي تحريڪ کي دٻائي سگهي.

## عهد حاضر جون سلوڪانه تحريڪون

عهد حاضر ۾ دنيا جي قومن جي دعويٰ آهي ته هو تهذيب ۽ تمدن جي ڪماليت کي پهچي چڪيون آهن، تنهن جي باوجود اهو ڏسندي عجب ٿو وٺي ته هرجاءِ جو نفسي نفسي جو شور متل آهي سو ڇا جي ڪري؟ مشينن ۽ سائنس جي ذريعي بحروبر کي فتح ڪرڻ جون ڪوششون جاري آهن ۽ پنهنجي پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي زور وٺائڻ لاءِ انساني فڪر کي نئين سانچي ۾ وڌو پيو وڃي. پين تي غلبي ڪرڻ ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ فسطائيت، نازيت ۽ "جمهوريت" جهڙا فلسفا وضع ڪيا ويا آهن، جن جو مقصد فقط ضعيف قومن ۽ ملڪن کي پيرن ۾ لتاڙڻ ۽ انهن کي محڪوم بنائڻ کان سواءِ پيو ڪي به ڪينهي.

هاڻي اسين ڏسون ته عهد حاضر جون سياسي تحريڪون ڪهڙيءَ طرح ملوڪيت ۽ شهنشاهيءَ جي راهه تي گامزن آهن.

### جمهوريت

اوڻيهين صديءَ کي "عموميت جي صدي" سڏيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته هن زماني ۾ جن نون خيالن جو چرچو اٿيو، اهي "عموميت" يا جمهوريت متعلق هئا. موجوده جمهوريت جي دعويٰ آهي ته اها دنيا جي قومن کي ملوڪيت جي لعنت کان نجات ڏيارڻ لاءِ وجود ۾ آئي آهي. ان ۾

ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ جمهوري حڪومتن ۾ ووٽ ڏيڻ جو حق سڀني باشندن کي حاصل آهي؛ ان ۾ شڪ ڪونهي تہ حڪومت جا رڪن ۽ مشيرڪار عوام جا نمائندا هوندا آهن، ۽ عوام کي آخرين اختيار آهي تہ جيڪڏهن هي حڪومت چڱيءَ طرح نہ هلائين تہ انهن کي برخاست ڪري سگهن ٿا؛ ليڪن اهي اختيارات صرف برائي نام هوندا آهن. اصل اختيار صرف انهن سرمايدارن جي هٿن ۾ هوندا آهن جي ووٽن کي پنهنجي سون ۽ چانديءَ سان خريد ڪندا آهن. پيا جيڪي بہ نمائنديءَ جا اصول آهن تن کي بہ ڪنهن لحاظ سان خاطر خواہ چئي نہ ٿو سگهجي؛ جيئن تہ ايچ - جي - ويلس لکي ٿو تہ "جمهوريا عوام ۾ اجتماعي ارادي جي قوت موجود هوندي آهي. هڪ وچولي درجي جي شهريءَ ۾ انتهائي بي پرواهي ۽ ذهني ڍليائيءَ کان سواءِ ٻيو ڪي بہ ڪين هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو حقيقي اختيار دراصل فقط ڪن ٿورن هٿن ۾ هوندو آهي، جي پنهنجي ذاتي مقصدن کي تڪميل تي پهچائڻ خاطر عوام جي خوشحاليءَ کي بہ پس پشت رکڻ کان دريغ نہ ڪندا آهن."

ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ اگرچ جمهوريت ۾ نالي تہ ڪوبہ بادشاهہ ڪونہ هوندو آهي، ليڪن در اصل، خواہ اهو ڏسڻ ۾ اچي يا نہ اچي، ڪيترائي بادشاہ موجود هوندا آهن، جي بعض اوقات خودمختيار بادشاهن کان بہ وڌيڪ ظالم ۽ مستبد هوندا آهن.

## فسطائيت

اٽليءَ ۾ جيڪو نظام حڪومت قائم هو ان کي فسطائيت چيو وڃي ٿو. فسطائيت هڪ سرمايدارانہ تحريڪ هئي جنهن جي ڪري فردن جي آزاديءَ کي تسليم ڪيو نہ ٿي ويو ۽ ڪل اختيار سنگيت يا حڪومت کي سپرد ڪيا ويا ٿي. فسطائيت ۾ حڪومت جو روح ۽ عقل هڪ جدا شيءِ هوندي آهي، جا افراد جي روح ۽ عقل جو مجموعو نہ هوندي آهي، مگر هڪ علحدي ۽ منفرد حقيقت سمجهي ويندي آهي. فسطائي نظام انهيءَ روح جي تحفظ جو دعويدار هو. فسطائيت جو نظام "معاشي مسرت" يا عوام جي بهبوديءَ جو قائل نہ هو ۽ نہ عوام ۾ معاشي مساوات پيدا ڪرڻ ٿي گهري. فسطائيت ان ڳالهہ کان بہ انڪاري هئي تہ ڪو جماعتي زندگيءَ ۾ سرمايدارن ۽ مزورن جي وچ ۾ جنگ لازمي ۽ اڻ ٽر آهي، اهوئي سبب هو جو فسطائيت، طبقاتي فرق کي مٽائڻ نہ ٿي گهريو، بلڪ قائم رکڻ ٿي چاهيو. مسوليني، جو هن تحريڪ جو علمبردار هو سو نہ تہ عالمگير امن جو قائل هو ۽ نہ امن عامہ جا فائدا هن جي سمجهہ ۾ ٿي آيا. ظاهر آهي تہ جنهن تحريڪ جو فلسفوئي مزور کي ختم ڪرڻ، ضعيف قومن سان جنگ ڪرڻ، ۽ فردن جي راءِ کي حڪومت جي حوالي ڪرڻ تي مبني هجي، سا اگر ملوڪيت جي بدترين شڪل نہ هوندي تہ ٻيو ڇا هوندي! تنهن ڪري جيڪو نظام حڪومت مسوليني جي وقت ۾ اٽليءَ منجهہ قائم هو، اهو بہ ملوڪيت ۽ شهنشاهت جو آئيندار هو. اٽليءَ جي دستور اساسيءَ جو سڀ کان پهريون جزو بادشاهہ هو، جنهن کي ڪوبہ سياسي اختيار حاصل نہ هو. اهو صرف برائي نام وزير اعظم جي چونڊ ڪندو هو. جڏهن

مهراڻ

کان فسطائي حڪومت برسراقتدار آئي، ان وقت کان وٺي مسوليني انهيءَ عهدي تي قائم رهيو ۽ عملي طرح اهو ئي ملڪ جي سياه سفيد جو مالڪ هو. اٽليءَ ۾ قانون سازيءَ جا ٻه ايوان هئا: هڪ ”سينيٽ“ ۽ ٻيو ”چيمبر آف ڊپيوٽيز“. ليڪن اهي عوام جي اڳيان جوابدار نه هئا، بلڪ انهن جو مقصد صرف مسوليني جا هٿ مضبوط ڪرڻ هو. فسطائيت پڻ پنهنجي مقصد جي لحاظ سان ملوڪيت پسند هئي، جو ته ان جي حامين جي مراد اها ئي هئي ته يا سڀئي ملڪ سندن ماتحت رهن ۽ هو روم جي شهنشاهه وانگر مرڪزي طور تي سڀني مٿان راڄ ڪن. انهيءَ جذبي جي ماتحت اول حبش کي پامال ڪيو ويو ۽ پوءِ نازيت جي دوش بدوش شمالي آفريقا ۽ يونان تي ڪاهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

## نازيت

نازيت جو باني هٽلر هو، جو ان وقت ساري مهذب دنيا سان برسرپيڪار هو ۽ پنهنجي وحشي اعمالن سان ملوڪيت جي بدترين دؤر جي ياد تازي ڪئي ڪيائين. نازيت ۾ فردن تي ايتريون ته پابنديون لڳايون ويون هيون جو انهن کي انساني فطرت ڪڏهن به برداشت ڪري نه ٿي سگهي. درحقيقت نازيت جو بنياد ئي ان ڳالهه تي هو ته انفرادي مفاد کي ملي مفاد تي قربان ڪري ڇڏڻ گهرجي، ۽ ملي مفاد مان هٽلر جي مراد سڪندر ۽ چنگيز وانگر انسانيت جي قبا کي چاڪ ڪري ڇڏڻ کان سواءِ ٻي ڪا به ڪانه هئي. ڪي ماڻهو ائين سمجهن ٿا ته هٽلر ٿيل عهدنامي جي ماتحت پنهنجا وڃايل علائقا واپس وٺڻ ٿي گهريا ليڪن هن جا عمل شاهد آهن ته هن به نيپولين ۽ سڪندراعظم وانگر ”تسخير عالم“ جا خواب پئي ڏٺا، ۽ سندس تحريڪ بسمارڪ، وليم قيصر ۽ فريڊرڪ جي شهنشاهيءَ کان ڪنهن به حالت ۾ گهٽ نه هئي. عالمگير اقتدار جي خواب کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ هٽلر پهريائين اهي علائقا واپس وٺڻ شروع ڪيا جي ڪنهن زماني ۾ جرمن سلطنت ۾ شامل هئا ۽ جن ۾ جرمني ٻولي سمجهي يا ڳالهائي ويندي هئي. انهن کان پوءِ ٻين ملڪن تي دست درازي شروع ڪيائين؛ چنانچه سار، رائينس لئنڊ، آسٽريا، سوڊائين لئنڊ، بوسيميا، پولنڊ، ناروي، ڊينمارڪ، بيلجم، هالنڊ، فرانس، رومانيا ۽ بلگريا کان پوءِ هو يوگوسلاويا ۽ انگلنڊ ۾ پيڙ اکيون وجهڻ لڳو. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته نازيت جو بنياد سڄو عالمگير اقتدار جي تخيل تي ٻڌل هو ۽ اهائي حقيقت هئي جا هن تحريڪ کي ملوڪانه سڏڻ لاءِ ڪافي آهي. انهيءَ کان سواءِ هٽلر جو تشدد ۽ طرز حڪمراني پڻ اهڙي نه هئي جنهن جي پيشانيءَ تان ملوڪيت جو داغ مٽجي سگهي. ”ملوڪاني فوج“ جي ذريعي، قتل ۽ غارتگريءَ کان سواءِ، جڏهن هٽلر آمريت جي تخت تي ويٺو، تڏهن جيڪو حڪومت جو آئين هن تجويز ڪيو انهيءَ کيس زماني ماضيءَ جي ڪنهن به بادشاهت کان گهٽ اختيار ڪين ٿي ڏنا.

جپان ۾ ”محدود ملوڪيت“ قائم هئي ۽ جپان جمهوريت پسند هئڻ جي باوجود هنر ۽ مسواتي جو هر نوالو ۽ هر پيالو ثابت ٿي پيو، جنهن ڪري ان جو جدا ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. سنه ١٨٦٠ع کان اڳ جپان ۾ ”اقطاعي نظام“ قائم هو ۽ پوءِ اتي جمهوريت جي لهر لڳي، ليڪن بادشاهي بدستور قائم آهي. جپان جي دعويٰ آهي ته سندن بادشاهه سورج ديوتا جي بوٽي جو اولاد آهي ۽ هن کي سڄي دنيا جي مٿان حڪمراني ڪرڻ جو اختيار آهي. ان ڪري جپانين مشرق بعيد ۾ هڪ ’نئون نظام‘ قائم ڪرڻ ٿي گهريو جنهن جو مقصد خاص طرح ڏکڻ ايشيا تي قبضي ڪرڻ جو هو، اهوئي سبب هوجو ان زماني ۾ جپان جي وزير خارجه صاف صاف چئي ڏنو هو ته جپان مشرق بعيد جي معاملات ۾ ڪنهن به غير ملڪي طاقت جي مداخلت کي برداشت نه ڪندو. پهريائين جپان، صنعت ڪاريءَ جي ذريعي ٻين ملڪن تي قبضو ڄمائڻ گهريو ٿي ۽ پوءِ هن طاقت ۽ قوت جي زور تي انهن کي پنهنجي نوآبادين ۾ تبديل ڪرڻ جي خواهش رکي ٿي، ۽ اهائي ڳالهه سندس ملوڪيت پرست هئڻ جو سڀ کان وڏو ثبوت آهي.

الغرض دنيا جي قومن جي تاريخ جو مطالع ڪيو ويندو ته معلوم ٿيندو ته جڏهن کان سرمايدار وجود ۾ آيا آهن ۽ جڏهن کان وٽي انهيءَ سرمايي تي انسانن جي ڪنهن خاص گروهه قبضو ڪيو آهي، ته انهن تي قوت جو نشو ضرور غالب پيو آهي ۽ هو جهانگيري ۽ جهانبانيءَ جا خواب ڏسي، پنهنجي وطن کان ٻاهر نڪري، ضعيف قومن کي برباد ڪندا ۽ ملڪن کي تاراج ڪندا رهيا آهن. اهوئي سبب آهي جو علامه اقبال فرمايو آهي ته

اسڪندر و چنگيز ڪے هاتهون سے جهان مين، سو بار هوئي حضرت انسان کي قبا چاڪ؛
تاريخ امم ڪا يه پيام ازلي هے: صاحب نظران نشهٔ قوت هے خطرناڪ.

ڪاش! سرمايي کي جيڪر هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ کان روڪيو وڃي؛ حڪومت جي تشڪيل ۾ عام راءِ کي خيال ۾ رکيو وڃي؛ تجارت آزاد هجي؛ ٻين ملڪن ڏي حريصانه نگاهون رکڻ ڇڏي ڏجن؛ ۽ هر قوم، تهذيب ۽ ثقافت جي امداد سان، ترقي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري؛ ورنه هن نظام جي جيڪا حالت ٿئي ٿي ان جي بيان ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ڪانهي.

هم ملوڪيت بدن را فربهي است، سينهٔ بے نور او از دل تهي است؛
مثل زنبوري ڪه بر گل مي چرد، برگ او بگذارد و شهدش برد؛
از طلسم رنگ و بوئي او گذر، ترڪ صورت گن در معنيٰ نگر؛

برگ باطن گرچه ديدن مشڪل است،
گل مخوان اورا ڪه در معني گل است.

ٻمبئي جي سنڌي هفتيوار «هندواسيءَ» تان شڪريي سان، ورتل

"دڪايل"

# ڪڇ جي عوامي شاعر «ڪاراڻيءَ» جو ڪلام

ڪڇي شاعريءَ جو سنڌي شاعريءَ سان گهاٽو تعلق آهي. سنڌي شاعريءَ جو اثر هر نقطي نظر سان ڪڇي شاعريءَ ۾ موجود آهي؛ ۽ آن ۾ خاص طرح شاه لطيف جي بيتن ۽ واين جو رنگ نمايان آهي. موجوده زنده شاعرن مان *شري ڪاراڻي ڪڇ جي تعليم کاتي ۾ وڏو آفيسر هو. هو هن وقت پيرسن آهي. سنڌس ڪڇي، گجراتي ۽ هنديءَ ۾ شاعريءَ تي چڱا ڪتاب لکيل آهن.

ڪڇي ٻوليءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪو بنيادي فرق ڪونهي. انهن برابر آهي ته جيترو فرق لاڙيءَ، اپي جي سنڌيءَ ۽ وچولي جي سنڌيءَ ۾ آهي، آن کان جيڪي سو وڌيڪ فرق ڪڇيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ آهي؛ پر اها حقيقت آهي ته اهي "ٻئي" ٻوليون اهڙيون ته هڪ ٻئي جي ويجهو آهن، جو جيڪڏهن انهن چنجي ته هڪ ڪڇ جي «سنڌي» ۽ ٻي سنڌ جي سنڌي آهي، ته غلط نه ٿيندو. هتي اسان انهيءَ ڪڇي ٻوليءَ ۾ شري ڪاراڻيءَ جي شعر جو نمونو (هڪ ڪافي، ڪجهه بيت، هڪ ڀڄن ۽ گيت) پيش ڪري رهيا آهيون. ڪڇيءَ ۽ سنڌيءَ جي لفظن ۾ ٿي مختصر فرق سان گڏ، اچارن جو به فرق آهي: انهيءَ ڪري، ڪڇيءَ جي ڪن ضروري اچارن جي سنڌيءَ سان ڀيٽ ۽ لفظن جي معنيٰ به ڏني ويئي آهي، ته جيئن پڙهندڙن لاءِ شعر جي معنيٰ سمجهڻ ۽ ان مان حظ حاصل ڪرڻ آسان ٿئي. (-ادارو)

## هوڙي ڪي هڪار (ڪافي)

* ننگر ڪئي ني نا ڪيا! هوڙي ڪي هنڪار،
هوڙي ڪي هنڪار، اسان ڪي ٻجنو ٻرلي ٻار- ننگر...
وير لڳي ني وا وريا، اهڙيا نير اپار،
ڏريا ڏڏ ڪارا ڪري، لهرين جي للڪار- ننگر...

* ننگر- لنگر؛ هوڙي- ٻيڙي؛ هنڪار- هاڪار؛ ڪي- ڪي؛ وا- واءُ؛ اهڙيا- هليا؛ ڏريا- درياهه.

* لِکَ ۾ آچاڙا لڳا، نيڻ ڪَٽي ني نيار،
سڄ تان سونهانا ڪرڻ، سو ڪَانُ ڪي منيار- ننگر...
سات چڙي ني ساٿيڙا آيڙا ٻا اپر نيار،
ڀڳا وڃين تان پانورا، ڀري وٺا پار- ننگر...
" ڪاراٽي " چين چان ڪُرو؟ ويرم ڪر تون وار،
مڙا منجا ماڻهي، ڀرين ڀگو آپار-ننگر...

## ڏکي دل جي ڏان (بيت)

† روندي ڪٽي راتڙي، ڪٽا هيين جا هير،
سڀڻ منهنجا سڙ ڪٽا، نيڻن ڪٽا نه نير.

آنسوڙا اکيين ڪٽا، ڪٽي رات ڀرپات،
تن مان توجي تات، ڪٽي لٽي ڪونٽين سين.

آنسوڙا اکيين ڪٽا، تنجي ڪٽي تٽار،
ڀرين توجا پار، ڪامل! ڪٽين نه ڪين ڪنڌي.

آنسوڙا اکيين ڪٽا، رتڙي ڪٽي رات،
ڪٽي نٽي ڪنڪي وٽي، ڀرين ري ڀرپات.

ڪٽ رٺان ڪين وٽ رٺان؟ ڪاران سنڌو ڪير،
آنيل ٽٽي اوير، سونبات پيو سنسار ۾.

ڪٽ رٺان ڪين وٽ رٺان؟ سنڌڙ ريٺا سمي،
گهر گهر گهمر گهمي، سچ ڏٺي سنسار ۾.

---

* لِکَ - جهٽ پٽ؛ آچاڙا - لوڏا؛ نيار - نهار؛ سڄ - سوڄ هه؛ سوڪَانُ - سڪان؛ اپر نيار - ٽن نار؛ ڀڳا - هليا؛ پانورا - پيارا؛ پار - بار؛ ڪرو - ڪيئن يا ڇا؟ منجا - منهنجا؛ ڀگو - ڀڳُهه.
† ڏکي - دکي؛ ڏان - دانهن؛ هيين - دل؛ سڀڻ - سبندي؛ سڙ - سڙهه؛ ميان - اندر ۾؛ توجي - تنهنجي؛ نٽي - نه ٿي؛ ڪونٽين - ڪَٽڻ؛ تٽار - تنوار؛ ڪنڪي - اوسيڙي؛ وٽي - وٺي؛ ڪين وٽ - ڪنهن وٽ؛ ڪاران - دانهون؛ سونبات - اوندهه؛ سمي - سهي؛ گهمر - پڙ هو، سنادي،

†ڪٿ رڻان ڪين وٽ رڻان؟ ماڙي ڏسان نہ ماڪ،
اندر آجي نہ آڳ، باٽ نہ ٺڪري ٻار ڪين.

ڪٿ رڻان ڪين وٽ رڻان؟ رونڊڙ ٻلين رڻين،
هينڙي ۾ نہ هئين، رونگا جيڪي رت جا.

## رام جو نانءُ (ڀڄن)

∴ من تون رام جو نانءُ رٽ،
رام جو نانءُ رٽ منوا! رام جو نانءُ رٽ.
تو جا ڪرم ٻنڌن ڪٽ – من تون......
جني ٻيڙي جاجري ني، وات آہ وڪٽ
مست هن مهيراڻ جي، ڪين سڻ جهليندا سٽ – من تون......
چئن ڏينن جي چمڪ توجي، چئن ڏينن ۾ چٽ
آڇت ۾ وينن آڙي تون! پاڙ آہ نہ پٽ – من تون...
ٻار جيون تون ٻڙڇ اڪيون، اندر جين آہٽ
اندر جو اواج سڻ تون، ڳنجي سنجھ گهمٽ – من تون...
ڪٽهہ ڪڻ ۾ منو من ۾، گهڻو گهٽ ۾ گٽ
"ڪارائي" چين وڻو وهالم وڻو وٽ نؤ وٽ – من تون...

## آجيان (گيت)

†. اسان جا من مٺا مهمان جي.
من مٺا مهمان اوان کي ڪچ ڏي توسان – اسان جا...
اڄ اوان جي سات آوئي، سنڌ سڄي جي شان جي،
ڪراچي جي ڪرم نصيبي، ڪچ ٿيو ٻلوان – اسان جا...
مٺا ماڻون مٺي من سان مٺا ڏيندا مان جي،
مٺپ ۾ ويندا ملي آئين مٺپ جا مهمان – اسان جا...
تو لکي ڪٿ سنڌ اوانجي، ڪٿ مٺو مهراڻ جي،
ٻلين آيا پاور مونجا، ڪچ قسمت ساڻ – اسان جا...
مٺي ڌرتي ڪچ جي ني، مٺا آئين مهمان جي،
"ڪارائي" چين ڪچڙو، ٿيندو مٺو مهراڻ – اسان جا...

---

† آجي – آجهي؛ باٽ – ٻاڦ؛ ٻار – ٻاهر؛ ڪين – ڪيئن؛ رونڊڙ – رنڊڙ.
∴ نان – نانءُ؛ توجا – تنهنجا؛ جني – جهوني؛ آي – آهہ؛ وڪٽ – اوکي؛ سڻ – سڙهہ؛
ڏينن – ڏينهن؛ وينن – ويندين؛ ٻار – ٻاهر؛ جيون – جيئن؛ ٻوڇ – ٻوڇ؛ انڌر – اندر؛
آواج – آواز.
†. اوان کي – اوهان کي؛ آوئي – آئي؛ آئين – آهن؛ پاور – پاڻر؛ مونجا – منهنجا؛ آئين – اوهين.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو

(آخري قسط)

## ۶- سنڌي شاعريءَ جو فن 'سينگار'

هن مضمون جي گذريل قسط جي آخر ۾، اسان نتيجي طور هيءَ راءِ قائم ڪئي هئي تہ غالباً ڪلهوڙن کان اڳ ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ سنڌ جي سگهڙ شاعرن هندي شاعريءَ جي "سنگار رس" وارن مضمونن ۽ عنوانن ۾ پنهنجي سنڌي تخيل جي آميزش سان نوان نوان نقطا پيدا ڪيا؛ البتہ انهيءَ اوائلي دؤر ۾ هنن پنهنجن خيالن کي هندي زبان جي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. اندازاً، ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ايامڪاريءَ کان سنڌ جي پختہ مشق شاعرن، حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي ٺيٺ سنڌي اسلوب بيان ۾ نباهيو، ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ مستقل طور فن "سينگار" جو بنياد رکيائون.

اسان جي مٿين نظريہ جو مدار هن حقيقت تي آهي، تہ تاريخي لحاظ سان 'سنڌي سينگار' شاعري اسان کي اول اول ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ پوري اوڄ ۽ ڪمال تي نظر اچي ٿي، جنهن ڪري ان جي شروعات يقيني طور ڪافي عرصو اڳ ٿي چڪي هوندي. هن مضمون ۾ اسين پهريائين تاريخي لحاظ سان سنڌ جي انهن نامور شاعرن جو ذڪر ڪنداسون جي 'سنڌي سينگار' شاعريءَ جي ميدان جا شهسوار بنيا ۽ ان فن ۾ گوءِ کنيائون. ان بعد سنڌي شاعريءَ جي فن 'سينگار' جو مجموعي طور جائزو وٺي، ان جي خاص خصوصيات مثلاً گوڙهي اسلوب بيان، بلند تخيل، انوکين ادائن ۽ دلچسپ عنوانن تي قدري روشني وجهنداسون.

### (الف) سنڌي سينگار شاعريءَ جا نامور شاعر

سنڌي سينگار شاعريءَ جو اوڄ ۽ ڪمال اسان کي سڀ کان پهريائين حضرت جلال رنگريز جي بي بها بيتن ۾ نظر اچي ٿو. جلال غالبا پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان "سنڌي سينگار" کي اوڄ تي پهچايو ۽ ان کي سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ هڪ مستقل فن جي حيثيت ڏني. جنهن تہ هيٺ ذڪر ايندو، جلال،



چترڪار: ٽ. مينگھراج

نرتي تنند نياز سين، ٻيجل ٻرائي؛
راجا رتولن ۾، ورنائي وائي؛
ڪونايائين ڪوٽ ۾، پارٽ پاجهائي؛
راجا راڳائي، هردوئي هيڪ ٿيا! —شاھ.

ميان نورمحمد جي عهد جو شاعر هو ۽ غالباً ڀٽائي صاحب جو وڏو معاصر يا هم عمر هو. ان وقت جي عام سنڌي شاعري تصوف جي رنگ ۾ رڱيل هئي ۽ مجاز کان زياده حقيقت ڏي مائل هئي: جئن ته ان جو خاص مقصد اصلاح نفس هو ۽ ان جو خطاب عام ماڻهن ڏي هو، انهيءَ ڪري ان کي نهايت مؤثر مگر عام فهم زبان ۾ ادا ڪرڻ ضروري هو. ان جي ڀيٽ ۾ 'سنڌي سينگار' شاعري پنهنجي پس منظر جي لحاظ سان هڪ خاص 'فن' هو جنهن ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي موضوع کي هڪ خاص انوکي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ لازمي هو. سينگار شاعريءَ جي هن 'فني حيثيت' سبب، ان کي نباهڻ لاءِ شاعرانه طبع سان گڏ هنرمندي ۽ سگهڙ پائيءَ جي به ضرورت هئي. انهيءَ لحاظ سان 'سينگار' شاعريءَ جا استاد شاعر ساڳئي وقت هنرمند شاعر به هئا: البته هن سلسلي جا ڪافي اهڙا شاعر ٿي گذريا آهن جن جي شاعرانه طبع سندن 'هنرمنديءَ' تي غالب هئي؛ وري ڀيا ڪي اهڙا آهن جن جي ڪلام ۾ 'هنرمندي' يا سگهڙ پائي زياده نمايان آهي.

بحيثيت هڪ 'فن' جي، سينگار شاعري نسبتاً هڪ مشڪل موضوع آهي، انهيءَ ڪري هن ميدان ۾ هر شاعر يا هر هنرمند جو ڪُڏي پوڻ مشڪل هو. اهوئي شايد هڪ مکيه سبب آهي جو هن سلسلي جي سڄاڻ شاعرن جو تعداد ڪنهن حد تائين محدود نظر اچي ٿو، حالانڪ هي سلسلو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر جي شروعات کان وٺي ويندي اڄ کان پنجاهه ورهيه اڳ تائين، يعني ته تقريباً پوڻا ٻه سؤ ورهيه، لاڳيتو نظر اچي ٿو. مگر هن تعداد جي ڪمي جا ٻيا ڪي خاص سبب پڻ نظر اچن ٿا. پهريون ته سينگار شاعريءَ جو خاص الخاص موضوع 'مجاز' هو يعني ته محبوب جي ظاهري حسن ۽ سينگار جي تعريف. مگر سنڌ جي سرزمين عالمن، درويشن ۽ صوفين جي اصلاح نفس واري مسلسل تبليغ سبب 'حقيقت' کي هميشه 'مجاز' تي ترجيح ڏني، ۽ 'صورت' جي بدلي 'سيرت' جي قائل رهي، انهيءَ ڪري سينگار شاعري عالمن ۽ صوفي درويشن جي خاص طبقي ۾ عام رائج نه ٿي. جئن ته ان وقت لکيل پڙهيل طبقو به اهوئي هو، انهيءَ ڪري اهو شعر جنهن جو تعلق فن 'سينگار' سان هو قلمبند ڪونه ٿيو، ۽ محض سگهڙن جي سينن ۾ ئي محفوظ رهيو. ٻيو ته، ڀٽائي صاحب يا ٻين صوفي شاعرن جا بيت عام فهم زبان ۾ چيل هئا ۽ انهيءَ ڪري زبان زد عام ٿي ويا؛ مگر 'سينگار شاعري' بحيثيت هڪ فن جي، ڳوڙهي زبان ۽ انوکي اسلوب بيان ۾ ادا ڪيل هئي، انهيءَ ڪري ان جو ذوق خاص طرح ان فن جي ماهرن جي مجلسن جو ورد وظيفو بڻيو. جيتوڻيڪ عوام ۾ ان کي ڪافي مقبوليت حاصل ٿي مگر اها مقبوليت خاص طرح عوام جي سڄاڻ سگهڙن ذريعي پيدا ٿي ۽ انهن ئي اشعار جي روايت به گهڻو ڪري انهن سگهڙن جي سينن تائين محدود رهي. ٽيون ته تقريباً گذريل ۱۰۰ سالن کان وٺي سنڌي ادب جي نئين دؤر جي سنڌي خواه انگريزي پڙهيل اديبن جو توجهه به اڪثر ڪتابي ذخيري تائين محدود

رهيو ۽ هو سنڌ جي سگهڙن جي مجلسن کان يا ته بي بهره رهيا، يا ته انهن سگهڙن جي صدري خزانن جو ڪماحقه قدر ڪونه ڪيائون، جنهن ڪري اهي قيمتي ذخيرا قلمبند ڪين ٿيا ۽ آهستي آهستي جيئن انهن سگهڙن هن دنيا کي ڇڏيو ته اهي صدري خزانا به پاڻ سان کڻي ويا. اهڙيءَ طرح، سنڌي شعر جي هن ذخيري سان گڏ سينگار شاعريءَ جو سرمايو به تباهه ٿي ويو ۽ اڳين استاد شاعرن جي نالن جو به ڪو نشان باقي نه رهيو.

انهن ناسازگار حالتن، ذوق جي ڪمي ۽ پڙهيان جي ڪوتاهيءَ سبب هن وڏي 'سينگار شاعري' جي سرمايي مان صرف ٻڏل ٻيڙيءَ واريون هريڙون وڃي باقي بچيون آهن جن جي تحقيق ۽ تلاش اسان تقريباً ۱۹۴۰ع کان شروع ڪئي آهي. مگر موجوده سگهڙن وٽ اهڙا جنس اڪثر ناياب ٿي چڪي آهي. اسان سنڌ جي سگهڙن جي مشهور ماڳن ۽ دڪانن جي ڪنڌرن تي وڃي ڏوڙ ڏوبن وانگر رک ۽ مٽيءَ جا ڍير واڙيا آهن ته من ڪي هن مٽيءَ مان سون جا ذرڙا هٿ لڳن! انهيءَ محنت ۽ مشقت سان جو ڪجهه ذخيرو حاصل ٿيو آهي ان ۾ 'سينگار شاعري' جي چاليهن کان وڌيڪ نامور شاعرن جا ٿورا ڪي گهڻا بي بها بيت، سالم يا ناقص حالت ۾ مليا آهن، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جي سرزمين دراصل نه معلوم هن فن جا ڪيترا استاد شاعر پيدا ڪيا هوندا! اهي چاليهه ڪن نالا ته محض خوش قسمتيءَ سان اتفاق طور هٿ آيا آهن، ۽ تنهن هوندي به هندي 'سينگار رس' شاعريءَ جي شهسوارن جي مقابلي ۾ اهو ٿورو عدد به گهٽ ۽ وزندار آهي.

حضرت جلال رنگريز:- اسان مٿي چئي آيا آهيون ته حضرت جلال پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان 'سنڌي سينگار' کي اوج تي پهچايو ۽ سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ ان کي هڪ مستقل فن جي حيثيت ڏني. افسوس جو هن باڪمال شاعر ۽ درويش جي سوانح توڙي ڪلام تي پوڻي ٻن سون سالن جي عرصي پنهنجو لٽ وجهي ڇڏيو آهي. اسان کي ڏهه سال کن اڳ سندس هڪ ٻه بيت مليا جن وڌيڪ تلاش جو جذبو جاڳايو. رسالي 'نئين زندگي'، ماه جنوري ۽ فيبروري ۱۹۵۳ع، ۾ 'سنڌ جا سگهڙ' جي عنوان سان ٻن قسطن ۾ ڏنل مضمون ذريعي، ٻئي پهريون دفعو حضرت جلال کي اهل سنڌ سان روشناس ڪرايو ته من ذوق وارن کي وڌيڪ شوق جاڳي ۽ سنڌ جي هن بادشاهه سگهڙ شاعر جو ڪماحقه قدر ٿئي. ان ابتدائي مضمون بعد به جستجو جاري رهي جنهن ڪري حضرت جلال جي سوانح جا ڪي گوشا وڌيڪ روشن ٿيا آهن ۽ سندس شعر جو به ڪجهه وڌيڪ ذخيرو هٿ آيو آهي، جنهن جي بناء تي اسان حضرت جلال تي هڪ جدا ڪتاب لکي رهيا آهيون جنهن ۾ سندس سوانح ۽ ڪلام تي تفصيل سان روشني وڌي ويندي. البته جلال

مهراڻ

ڪٿي جو هو، ۽ ڪڏهن هو، ان باري ۾ ڪي تحقيقي نتيجا پيش ڪيا وڃن ٿا انهيءَ لاءِ ته سنڌي سينگار شاعريءَ جي هن پهرئين استاد شاعر بابت ڪي ضروري معلومات ناظرين ڪرام جي سامهون رهن.

حضرت جلال جي جاءِ سڪونت بابت لس ٻيلي، ڪراچي ۽ ٺٽي ضلعي جي اڪثر موجوده سگهڙن جي متفق راءِ آهي ته هو ٺٽي ضلعي جو ويٺل هو؛ منجهانئن ڪن خاص معتبر راوين جي خيال ۾، هو تعلقي ميرپور ساڪري جي قديم ڳوٺ 'گروڙا' جو ويٺل هو. دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن جي سگهڙن جي متفقه راءِ آهي ته جلال دادو ضلعي جو رهاڪو هو؛ منجهانئن اڪثر جي راءِ آهي ته هو دادو تعلقي جي ڳوٺ 'موندر' جو ويٺل هو، ۽ ڪن جو خيال آهي، ته هو جوهي تعلقي ۾ 'ڏکڻ بالا' جو رهاڪو هو. جيتوڻيڪ هن سلسلي ۾ اڃا تائين ڪا يقيني راءِ قائم ڪري نه ٿي سگهجي، ته به هيٺين دليلن جي بناءَ تي في الحال هن نتيجي تي پهچي ٿو ته، غالبا جلال دادو ضلع جي ڳوٺ موندر (۱) جو رهاڪو هو:-

پهريون ته ميان نور محمد ڪلهوڙي جي سپه سالار شاهه بهاري جهنجهڻ ۽ قلات جي امير عبدالله خان بروهي جي جنگ بابت جلال ۽ جمن چارڻ هڪ ٻئي ڪي آمهون سامهون بيت چيا آهن (۲). جتي ته ميان نور محمد جي گاديءَ جو شهر خدا آباد هو جو دادو تعلقي ۾ واقع آهي. جمن چارڻ جا مٽ ۽ مائٽ عزيز به دادو ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ رهندڙ هئا، ۽ خود شاهه بهارو به لاڙڪاڻي جو ويٺل هو جتي سندس مقبرو موجود آهي، انهيءَ ڪري جلال جي سڪونت به دادو ضلعي ۾ زياده قرين قياس نظر اچي ٿي. ٻيو ته جلال جو هڪ بيت حضرت مخدوم بلاول رحه جي مدح ۾ مليو ٿو، جنهن ۾ چيو اٿس ته:

"بلاولي بحرين مان جن پيتا جُوديءَ جام"

جتي ته حضرت مخدوم بلاول رحه جي درگاهه شهر دادو کان ۲ ميل ڪن اتر طرف قديم شهر 'باغبان' ۾ آهي ۽ ڳوٺ موندر ڪي به ايتروئي ويجهي آهي، انهيءَ ڪري جلال جي حضرت مخدوم بلاول سان هي عقيدت پڻ موندر ۾ سندس جاءِ سڪونت هجڻ جي تائيد ڪري ٿي. ٽيون ته، دادو تعلقي ۾ هي روايت عام آهي ته جلال، 'پير طرهي'(۳) جي مقام ۾ دفن ٿيل آهي، جو دادو شهر کان ۷ ميل ڪن اتر ۽ ڳوٺ موندر کان اٽڪل ميل ڏيڍ اتر اولهه، موجوده دادو ڪئنال جي لڳو لڳ الهندي طرف واقع آهي. 'پير طرهي' جي

---

(۱) هي ڪاني جهونو ڳوٺ، دادو شهر کان اٽڪل ۲-۷ ميل ڪن اتر، موجوده دادو ڪئنال جي ويجهو اوپر طرف واقع آهي. (۲) ڏسو اسان جو مضمون "سنڌ جا سگهڙ" قسط - ۲ رسالہ "نئين زندگي" ماه فيبروري ۱۹۰۳ع. (۳) مقامي روايت موجب پير جو اصل نالو "ابو طّره" آهي.

سجاده نشينن قريشي پيرن، پين عام ماڻهن، ۽ خاص طرح اتي جي هڪ عمر رسيده شخص فاضل فقير شيخ توڙي پر واري 'ملڪن' جي ڳوٺ جي پاڙي سڳهڙ سليمان فقير ماڪ (عمر ٨٠ ورهيه) پنهي متفقه طور خبر ڪئي تہ: "اسان وڏن کان ٻڌندا ٿا اچون تہ جلال موندر جو ويٺل هو ۽ سندس قبر پيرطرهي تي آهي جا اسان ننڍي هوندي صحيح سلامت ڏٺي هئي ۽ ماڻهو اچي ختمو پڙهندا هئا؛ البتہ درويش پيرطرهي جي ٿالي سببان سندس شهرت گهٽ ٿي. هن وقت سندس قبر واريءَ جاءِ تي فقط هڪ پٿر جو نشان باقي آهي" ا. هـ. اسان سر زمين تي روبرو وڃي ڏٺو تہ اهو نشان پير طرهي جي مقبري جي اڏ و وڏي صحن ۾ ڏکڻ اوڀر طرف بيٺل وڻن جي هيٺ هڪ جهوني پير جي وڻ جي پاڙ ۾ آهي. جيتوڻيڪ سواءِ هڪ پٿر جي نشان جي ٻيو ڪوبہ ڪتبو موجود ڪونهي، تہ بہ هن مقامي روايت کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

انهن مٿين ٻن قرين قياس دليلن جي بناء تي چئي سگهجي ٿو تہ غالبا جلال موندر جو ويٺل هو ۽ سندس مرقد پيرطرهي جي مقام ۾ آهي.

جلال جي حياتيءَ واري عرصي جي باري ۾ نسبتا پڪا اهڃاڻ موجود آهن. جلال ۽ جمن چارڻ جيڪي بيت هڪ ٻئي کي سوال جواب ۾ چيا آهن تن جو تعلق انهيءَ جنگ سان آهي جا ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي لشڪر ۽ مير عبدالله خان قلات جي واليءَ جي وچ ۾ لڳي جنهن ۾ مير عبدالله خان شهيد ٿي ويو. ميان نورمحمد طرفان شاه بهارو جهنجهڻ سپہ سالار هو جنهن جي تعريف ڪندي جلال پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو تہ:

"بازي بهارو شاه، ڪئي ويو شير ڪون"

اها جنگ سنہ ١١٤٣ هـ (١٧٣١ع) ۾ لڳي (١) ۽ ان بابت چيل بيتن مان ظاهر آهي تہ جلال ان وقت هڪ بالڪل پختہ مشق شاعر هو. جمن چارڻ بہ پنهنجي وقت جو چوٽيءَ جو شاعر هو جنهن جلال جي بيتن جو جواب ڏنو (٢). انهيءَ مان ظاهر آهي تہ جمن ۽ جلال هڪ ٻئي جا سائياري ۽ همعصر هئا. درويش جمن چارڻ سنہ ١١٥٠هـ (١٧٣٩ع) ۾ وفات ڪئي، يعني تہ شاه عبداللطيف کان ١٤-١٥ سال کن اڳ، ۽ انهيءَ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو تہ جمن توڙي جلال، شاه صاحب جا وڏا معاصر هئا.

جلال جي زندگيءَ جي حالات جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. سندس باري ۾ روايتون مشهور آهن تہ هو پنهنجو موروثي ڌنڌو ڪندو هو ۽ ڪپڙا ڌوئيندو هو. پنهنجن بيتن ۾ 'ڪئي' توڙي 'رنگريز' جو تخلص آندو اٿس جنهن مان سمجهجي ٿو تہ غالبا جلال

(١) مرزا قليچ بيگ: تاريخ سنڌ (انگريزي)، ڪراچي ١٩٠٢، جلد ٢ صفحو ١٤٧.

(٢) ڏسو "پيلاڻين جا ٻول" ص ص ٩٣-٩٥، ۽ رسالہ "نئين زندگي"- ماه فيبروري ١٩٥٣ع ۾ ڏنل مضمون 'سنڌ جا سگهڙ'.

دڪان تي ڪپڙن رڱڻ جو ڪم به ڪندو هو، ڇاڪاڻ ته ڪن بيتن ۾ خاص طرح 'دڪان' جو نالو وري وري آندو اٿس مثلاً:

"دوڙي ونءُ دڪان تي، ڪُهه ۾ ڪاريگر."

"دوڙي ونءُ دڪان تي، هٿ پڌي ڪر حال."

"دل اُجار دڪان تي، ديک وڃي داناءُ."

جت قبيلن جا ماڻهو آسپاس رهندڙ هئا جن سان جلال جي تمام گهڻي پريت هئي. پنهنجي هڪ بيت ۾ انهن نيڪ، سادن ۽ سارو ماڻهن کي ساراهيو اٿس ته:

جَت بلوچان بابڙا، آهن حلمي هُنوڪا؛

کَنڌين رهن ڪانئيلا هي بَر جا بَتوڪا؛

بوريا بافڻ جن جو، رکڻ دانا دلوڪا؛

ڪنون ڏائن ڪنج جون، پائن پَتوڪا؛

ڏاچيون چارن ڏيهه جون، ڪن توُن تي توڪا؛

گهگهيرين گهر جائيا، سي جسماني جوڪا؛

آهن آريءَ جام جا، اديون آنوڪا؛

پنهونءَ ڪي پرتل ڏيا هي گنگا گوڪا؛

جسي اهڙا آلوڪا، تن جَتُن جيءُ جلال ڇني.

جتن سان جلال جي والهانه محبت هئي مگر مخالفن اهو هلايو ته جلال جتڻين مائن مان ڪنهن تي عاشق آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي جڏهن ڪاڻ تي ڪپڙا ڏوئڻ ٿو وڃي ته هميشه جتن جي ڳوٺ ڏانهن منهن ڪري بيهي ٿو ڪپڙا ڌوئي. حقيقت ۾ جلال تي نبي صلعم جو عشق غالب هو ۽ انهيءَ ڪري هميشه الهندي منهن ڪري بيهي ڪپڙا ڌئندو هو. جتن ته جلال جي سندس پنهنجي همعصر شاعر صابر موچيءَ سان دوستي هئي، ۽ صابر موچيءَ ۽ سيد محسن شاه ٻاڻ ۾ ڪين لهندا هئا، انهيءَ ڪري سيد محسن شاه کي شڪ جاڳيو ته شايد جلال جتن مان ڪنهن مائيءَ تي عاشق آهي. چون ٿا ته هڪ دفعي محسن شاه انهيءَ ڪاڻ تي آيو جتي جلال بيٺي ڪپڙا سنيا. ڪيس ڪلهي تي هٿ هڻي چيائين ته 'جلال! جت ڪٿي!' جلال سندس اشارو سمجهي ويو، سو جواب ۾ هيٺيون بيت چيائين، جنهن ۾ عمداً جتڻين مائن جي تعريف ڪيائين ته:

بيهي ڏس ٻکن ۾ الٽي سون ڇڙيون،

آربيون اڱڻ تي، ڪيڏن انگ اڙيون،

رَنيءِ رتيون، رنگريز چئي، تن پوتيون نينهن نوڙيون،
باٽي پرن پتوهه جان، اچن ڪار ڪوڙيون،
گهڪهيريون ڪڻ ۾ آهن اگر اوڙيون،
مَهر اڻن منهن تي، بهر بهر ماموڙيون،
هوتَني ڪَل ڪوڙيون†، هوتِني جت جلال چئي.

چون ٿا ته آخري مصرع چوڻ وقت، محسن شاهه ڪي ٻانهن سان جهلي الهندي طرف اشارو ڪيائين ۽ محسن شاهه جي نظر وجي نبي صلعم جي روضي تي پئي.

جلال کي حضرت نبي صلعم جي حقيقي عشق جي چوٽ لڳل هئي. انهيءَ نقطي کي اسان پنهنجي مضمون "سنڌ جا سگهڙ - قسط ٢"، رساله نئين زندگي، فبروري ١٩٥٣ع، ۾ قدري تفصيل سان واضح ڪيو آهي. نموني طور نبي صلعم جي مدح ۾ چيل سنڌس ٻه بيت هيٺ ڏجن ٿا جن ۾ فڪر جي بلندي توڙي زبان جو ميٺاج ۽ پختگي قابل تعريف آهن:

روشن ٿي سڀ رات، جڏ سوڙ چار سرجيو،
آيو داڙوَن دين جو، پيئي وائي سڀ ڪنهن وات،
سخي چار سخاوت جي پلٽ ڪئي پرِيات،
ڏئي تو جنگ، جلال چئي، ڏيهن ڪي نت ڏات،
سير وئيو ميراث، اپو سواليين سڌ ڪري.

..........

قسمني مٿي قُل، سونهي سر سردار جي،
جَنگ ساسائي جَڪري، لٿو هيبت هل،
سيد جو سڀ ديس ۾، تور نه آهي تُل،
اچن در عجيب جي ڪيرت وارا ڪَل،
جنين مال نه مل، تن ڏئي جنهوار جلال چئي.

بيشڪ جلال جي ذاتي طور نبي صلعم سان لنءُ لڳل هئي ۽ انهيءَ حقيقي محبت کيس آخر نيئي عارفانه منزل تي پهچايو. مگر سندس شگفته طبع، تيز ذهن، سنڌي زبان تي عبور،

† ر: "هوتَني ڪيچ ڪوڙيون - الخ".

۽ ٻين ٻولين جي لغت کان واقفيت شروع ڪان ٿي ڪيس سنڌي شاعريءَ جي مختلف مضمونن ۽ عنوانن ڏانهن متوجهه ڪيو، جن مان هرهڪ ۾ هن پنهنجا جوهر ڏيکاريا. مطلب ته جلال نـ فقط هڪ اعليٰ شاعر هـو مگر پنهنجي وقت جـي هنرمند شاعرن جـو سرواڻ ۽ سرتاج هو ۽ علم سکڻ جو سر مهرو ۽ سالار هو. سنڌي زبان ۾ ”فن سکڻ ٻاني“ جو ته جڻ باني مباني هو: فن ”هنر“ به ڪانئس هليو ته ”ڏهسنامه“ جي ڏاهپ به وٽانئس شروع ٿـي جنهن جي پوءِ هـر ڏس ۾ ڏاهه پنجي وئـي. ان ”ڏهسنامه“ جي ڏاهپ سان هـن سنڌي شاعريءَ جـي فن ”سينگار“ کـي وڌيڪ سينگاري اوڄ ۽ ڪمال تـي پهچايو، جنن اڳتي هلي واضح ٿيندو.

ٻيا شاعر:ــ ٻين شاعرن جـن حضرت جلال واري وات ورتي، ۽ خاص طرح سنڌي شاعريءَ جي فن ’سينگار‘ ۾ پاڻ موکيو، تن مان پهريون گروه خود جلال جي همعصر شاعرن جو هو. ڏاتو، خضر ۽ خالو ٿيئي ڪئي هئا ۽ غالبا جلال جا عزيز ۽ همعصر هئا. صابر سوچي پڻ جلال جو دوست ۽ همعصر هو. انهن کان سواءِ نه معلوم ٻيا به ڪيترائي استاد شاعر ان وقت هئا جن جا نالا اسان تائين نه پهتا آهن. لس ٻيلي ۽ لاڙ طرف به ’سينگار‘ شاعريءَ جو چرچو هو، ۽ انهن اراضين مان پوءِ جلد ئي فن ’سينگار‘ جا وڏا استاد شاعر پيدا ٿيا. بهرحال ميان نورمحمد ڪلهوڙي واري دؤر ۾ ’سينگار‘ شاعري اهڙي ته اوڄ کي پهتي جو وڏا درويش صوفي شاعر پڻ ان کـان متاثر ٿيا. سيد ميون شاهه عنايت رضوي ۽ شاهه عبداللطيف ان وقت صوفي شاعريءَ جا امام ۽ اڳواڻ هئا ۽ سندن ٿي رسالن ۾ اسان کي پهريون دفعو حقيقت سان گڏ خالص مجازي شاعريءَ جـي جهلڪ پڻ نظر اچي ٿـي، جنهن ۾ محبوب جي ناز ۽ انداز ۽ عورت جي ظاهري حسن ۽ سينگار کي سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. اهو رنـگ ڪانئن اڳين بزرگن جي ڪلام ۾ اڪثر ناپيد آهي، ۽ جي آهي ته به نسبتا بالڪل گهٽ آهي. اسان جي خيال ۾ اهو سندن همعصر شاعرن (جلال ۽ ٻيا جن فن ’سينگار‘ ذريعي محبوب جي ظاهري حسن ۽ سينگار جي عنوانن کي چمڪايو) جو اثر هو جنهن هنن بزرگن جي ڪلام ۾ به محبوب جي مجازي حسن ۽ سينگار جي جهلڪ پيدا ڪئي. شاهه عبداللطيف محبوب جي حسن ۽ ناز کـي پنهنجي هيٺين بيت ۾ نهايت ئـي پاڪيزه ۽ بلند مقام کـان حقيقي رنـگ ۾ بيان ڪيو هي ته:

نـاز منجهارا نڪري، جـڏهه ٻرين ڪري ٿو پنڌ،
پـونءِ پـڻ ’بسم الله‘ چئي، راهه چمي ٿي رند؛
اڳيون ڪهڻي ادب سين، ولي حورون حيرت هند؛
سائينءَ جو سوڳنڌ، منهنجو سـاجن سـپنان سوهڻو!
(سر بروو سنڌي)

سيد ميين شاه عنايت رضويءَ غالبا پهريون دفعو، سر مومل راڻي ۾، مومل ۽ سندس سهيلين جي حسن جي مجازي تعريف زياده کليل الفاظ ۾ ڪئي ته:

گلبدن جون گجريون، ارم اوڏيائون،
چونا تيل ڦليل سان واسينگ ويڙهيائون،
انهيءَ پر، عنات چئي، راتو رانيائون،
سو موني ڪيئن پاهون، جو گل گجر ڪي گڏ ئو!

ڀٽائي صاحب انهيءَ مضمون ۾ اڃا به اڳتي قدم وڌايو، ۽ 'سر مومل راڻي'(۱) ۾ عن رنگ جا ٽي بيت چيائين جي پنهنجو مٽ پاڻ آهن:-

۱- جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿن ويس،
چونا تيل چنبيلئا، ها ها، هو، هيس،
پسو سونهن، سيد چئي، نينهن اچن ٿا نيس،
لالڻ جي لبيس، آتڻ اڪر نه اچهي.

۲- جهڙا پانن پن، تهڙيون سالون مٿن سائيون،
عطر ۽ عبير سان، تازا ڪئائون تن،
مڙهيائون مشڪ سين، چونا ساڻ چندن،
سونهن رڳي سون سين، سندا ڪامڻ ڪن،
ڪيائين لال، لطيف چئي، وڏا ويس ورن،
منجهه مرڪنس مٿن، 'سوڍي سين سگ ٿئو'.

۳- سون ورنيون سوڍيون، رڳي رانديون ڪن،
اگر اوطاقن ۾، ڪٿوريون ڪمن،
اوتيائون عبير جا، متي طاق تون،
پانن پيلون پڌيون، پسو سونهن سڙن،
ٿيا لاهوتي، لطيف چئي، پسڻ لئه پرين،
اجهي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪورڻا ڪاهڙي.

انهن ظاهري سانن سينگارن ڪانسواءِ مجازي حسن جي حملي ڪي پسڻ ڀٽائي صاحب واضح لفظن ۾ بيان ڪيو ته، "مومل ڪي مجاز جا اکين ۾ الماس" ۽ پڻ "مومل ٽي

(۱) رسالي جي اڳين ڇاپن جي داستان-۲ ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي جي داستان-۳ جي شروع ۾.

مجاز جون تارن ۾ تيرون". مجموعي طور 'سينگار' شاعريءَ جي انهيءَ جهاڪ کان سواءِ، خصوصا 'فن سينگار' جي مضمون توڙي اسلوب بيان جو اثر پڻ سيد ميين شاه عنايت توڙي ڀٽائي صاحب جي ڪن بيتن ۾ چٽيءَ طرح نظر اچي ٿو، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

جلال ۽ سندس همعصر گروه بعد، سنڌي 'سينگار' شاعريءَ جي نامور شاعرن ۾ هڪ طرف جلال جا پاڙيسري ۽ جمن چارڻ جا عزيز، جان محمد، صدرالدين ۽ گلاب چارڻ هئا ته ٻئي طرف وري سيد ڪبير شاه، شيخ ابراهيم ۽ سندن ساٿي هئا جن لس ٻيلي ۽ مليو طرف هن شاعرانه فن جو چرچو پيدا ڪيو. سليمان ٽالپر 'فن سينگار' جو استاد شاعر ۽ غالبا هن ٻئي گروه منجهان هو. ان بعد هن طبقي جي ٽئين گروه ۾ هڪ طرف دادو طرف جا سڳهو شاعر ڪنڀار (نالو نا معلوم)، لونگ، وڏو، مانجهي ڏڪڻ، ڪمڻ چارڻ ۽ چاڪر خان رستماڻي هئا، ته لس ٻيلي ۽ مليو طرف وري ڄام مراد علي، غلام الله جوکيو، قيصر خان ڀنڊ، دوس محمد راڄڻ شاه، ۽ شيخ سائينداد جهڙا اعليٰ هنرمند استاد شاعر هئا. نواب شاه ضلع مان حمل فقير لغاري اڪيلو هن پوئين گروه جي ساٿيارن مان هو جنهن هن فن ۾ طبع آزمائي ڪئي. سيٺين وسايو مگڻهار تازو پوئين وقت جو ڪوهستاني شاعر هو. انهن ٽن گروهن کان سواءِ سنڌ ۾ ٻيا به ڪيترائي شاعر هن ميدان جا شهسوار هئا جن جي محض نالن ۽ چند بيتن کان سواءِ هن وقت تائين ٻي ڪا به معلومات حاصل نه ٿي سگهي آهي. هيٺيان شاعر هن گمنام طبقي ۾ داخل آهن: ملار، يوسف، غلام، قادربخش (يا، ۽) قادو، شيرخان، سعيد، نواز، ڏيڻ، ملان خوشحال، هوندن، بلوچ (نالو نا معلوم)، انڙ (نالو نا معلوم) ۽ ٻيا.

## (ب) سنڌي سينگار شاعريءَ جون خصوصيتون

سنڌي سينگار شاعريءَ جي مٿين تاريخي پس منظر ۽ هن فن جي سڃاڻ شاعرن جي مختصر واقفيت بعد، اسان 'سنڌي سينگار' شاعريءَ جي انهن خاص خصوصيات جو ذڪر ڪنداسون جي ان کي هندي 'سينگار رس' کان اسلوب بيان خواه عنوانن ۾ بي نياز ڪري، سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ بطور هڪ فن جي جداگانه ۽ مستقل حيثيت ڏين ٿيون.

**۱. لغت جي وسعت ۽ بيان جي ڳوڙهائي:-** "سنگار رس" شاعريءَ جا عنوان ۽ مضمون هندي ٻوليءَ يا ان جي ٻين ويجهن محاورن ۾ رچيل هئا. سنڌي سگهڙن ۽ شاعرن لاءِ اهي ٻوليون غير سنڌي ۽ نيون هيون. انهيءَ ڪري، غالبا هيءُ خيال پيدا ٿيو ته عورت جي حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي انو کي لغت ۾ ادا ڪرڻ ضروري آهي. جڏهين سنڌ جي استاد شاعرن، پنهنجي ٿئين 'سنڌي سينگار' جي فن کي هندي ٻوليءَ ۽ ان جي محاورن جي بدلي سنڌي ٻوليءَ جي قالب ۾ سمويو، تڏهين اهو لازمي ڄاتائون ته ان ۾ اهڙا انوکا الفاظ استعمال ڪن جو سندن زبان جي ڳوڙهائي، 'سنگار رس' جي هندي ٻوليءَ واري انوکائيءَ جو مقابلو ڪري ان جي مٽ ۽ برابر ٿئي، بلڪ ان کان اتم ۽ اعليٰ ٿئي.

'سنگار رس' لاءِ استعمال ٿيل هندي ٻوليءَ جي لغت محض سنسڪرت ۽ هندي محاورن تائين محدود هئي. سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن پنهنجي "سنڌي سينگار" فن لاءِ هڪ طرف پنهنجا انوکا سنڌي الفاظ اختيار ڪيا، ٻئي طرف 'سنگار رس' شاعريءَ ۾ عام استعمال ٿيل سنسڪرت ۽ هندي اسمن کي پنهنجو ڪيو ۽ ٽئين طرف وري عربي، فارسي بلوچي وغيره ٻولين مان انوکن اسمن جو هڪ وڏو سرمايو هٿ ڪيو. اهڙيءَ طرح 'سنڌي سينگار' شاعريءَ کي انوکي ۽ ڳوڙهي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ لاءِ پنهنجي لغت ۾ هڪ وڏي وسعت پيدا ڪيائون: بلڪ ائين چئجي ته خاص 'سنڌي سينگار' فن لاءِ ڄڻ هڪ نئين لغت تيار ڪيائون جنهن ۾ سنڌي، هندي، سنسڪرت، عربي، فارسي، بلوچي، براهوئي سرائڪي، ٿري، ڍاٽڪي ٻولين جي انوکن اسمن جو سرمايو شامل هو. مختلف ٻولين جي مطلوب اسمن جي واقفيت ۽ ڄاڻ کي سنڌ جي سگهڙن هڪ خاص 'سگهڙ ٻوليءَ جو فن' قرار ڏنو جنهن کي 'ڏهسنامو' ڪري سڏيائون.

ڏهسنامو:- سنڌ جي موجوده سڄاڻ سگهڙن جي متفق نظريي موجب 'ڏهسنامو' سنڌي سگهڙ ٻولي جو آڳاٽو فن آهي، جنهن جو مطلب آهي: لفظن جي اها ڄاڻ ۽ بيان جو اهو نمونو جنهن ۾ "ڏهه ٻوليون ۽ ڏهه معنائون هجن." سندن متواتر روايت موجب "ڪني ڏهسنامي جا ٻهريان استاد هئا"- يعني ته جلال ڪني ۽ سندس قريب ساٿي ڏهسنامي جي فن جا ٻهريان ڄاڻو ۽ ماهر هئا. سنڌ جي هن سيني-به-سيني هلندڙ روايت مان ظاهر آهي ته ڏهسنامي جي فن جي شهرت جلال جي ڏينهن کان ٿي، ۽ سنڌي سينگار شاعريءَ جو فن به ان وقت اوج تي پهتو، انهيءَ ڪري سمجهجي ٿو ته ڏهسنامي جو فن، جنهن جي ذريعي مختلف ٻولين جي انوکن اسمن جي ڄاڻ پيدا ٿي، سنڌيءَ سينگار شاعريءَ جي عروج لاءِ بنيادي ڏاڪو هو.

غالبا سنڌ جي سگهڙن "ڏهسنامي" جو نالو ان وقت جي فارسي تعليم جي اصطلاحن کان متاثر ٿي اختيار ڪيو. فارسي سکڻ لاءِ 'دووايو'، 'ڏهوايو' ۽ 'آمدنامو' مشهور اصطلاحي نالا هئا. سنڌ جي سگهڙن جو معياري نظريو هو ته گهٽين ٻولين جا انوکا الفاظ سکڻ؛ انهيءَ ڪري 'ٻن' يا 'ٽن' جي بدلي 'ڏهن' جو عدد نظر ۾ رکيائون، ۽ 'آمدنامي' جي لحاظ سان پنهنجو نئون اصطلاح "ڏهسنامو" ايجاد ڪيائون.

سگهڙن جي ذريعي 'ڏهسنامي' جا جيڪي مثال اسان تائين پهتا آهن، انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ڏهسنامي' جي ڄاڻ خصوصاً 'سنڌي سينگار' شاعريءَ جي خدمت واسطي پيدا ٿي. سنڌ جي سگهڙن خاص طرح انهن اسمن جا هم معنيٰ الفاظ ٻين ٻولين مان ڳولي هٿ ڪيا جن جو تعلق محبوب جي سهڻن عضون ۽ اندامن سان يا انهن جي مشابهات سان هو. مثلاً محبوب جا وار، اکيون، ڏند، چپ، نڪ، چيلهه، پير خاص طرح تعريف جي لائق هوندا آهن، انهيءَ ڪري انهن اسمن جا هم معنيٰ الفاظ ٻين ٻولين مان هٿ ڪيائون. تشبيهات

مهراڻ

جي دنيا ۾ محبوب جي حسن، چهري جي رونق ۽ بدن جي منائيءَ جي ڀيٽ سج، چنڊ، ڪنول، سون وغيره سان ٿي سگهي ٿي؛ وارن جي ڀيٽ ڪاري رات ۽ ڪارن نانگن سان ٿي سگهي ٿي؛ اکين جي ڀيٽ هرڻ جي اکين سان ٿي سگهي ٿي؛ ڏندن جي ڀيٽ موتين سان ٿي سگهي ٿي؛ لبن جي لالائي جي ڀيٽ 'مينهن وساڙي' جيت ۽ لعل وغيره سان ٿي سگهي ٿي؛ سندس سهڻي هلڻي جي ڀيٽ هاٿي، هنجهه ۽ مور وغيره جي سهڻي لوڏ ۽ نور سان ٿي سگهي ٿي؛ سندس سنهي چيلهه جي ڀيٽ شينهن جي سنهي چيلهه سان ٿي سگهي ٿي. انهيءَ لحاظ سان سج، چنڊ، ڪنول، سون، مينهن وساڙي جيت، رات، نانگ، موتي، هرڻ، هاٿي، هنج، مور ۽ شينهن جي اسمن جا هم معنيٰ الفاظ مختلف ٻولين مان ڳولي هٿ ڪيائون، انهيءَ لاءِ ته انهن انوکن لفظن جي مؤثر ۽ موزون استعمال سان سنڌي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان ۾ اها ساڳي انوکائي ۽ ڳوڙهائي پيدا ڪري سگهن، جا ڪين هنديءَ جهڙي ڏاري ٻوليءَ ۾ نظر ٿي آئي.

اسان هت 'ڏهسنامي' جا ڪي مثال قلمبند ڪيون ٿا انهيءَ لاءِ ته لغت جو هي مخصوص فن، جنهن تي سنڌي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان جو دارو مدار آهي، ان جي ماهيت قدري معلوم ٿئي. 'ڏهسنامي' جي چاڻ ۽ رهاڻ جا عملي مثال اسانجا سگهڙ سيني به سيني سانديندا پئي آيا آهن. اڳاٽي ۾ اڳاٽا سگهڙ جن جي ذريعي هي مثال اسان تائين پهتا آهن، سي هي آهن: (۱) لس ٻيلي جي سڄاڻ سگهڙ ۽ شاعر نم فقير منگنهار (۱۷۵۰/۱۸۰۰-۱۸۹۳/۹۶) جي روايت، جا سندس عزيز صالح محمد کان معلوم ٿي؛ (۲) لس ٻيلي ۽ ڪراچي طرف جا گذريل صديءَ جي نصف جا سگهڙ جن جي زباني ڪي چند مثال آخوند عبدالرحيم "وفا" سنه ۱۲۷۳ هه ۾ سندس هڪ هٿ لکيل قلمي ڪتاب ۾ ڏنا آهن، ۽ (۳) حمل فقير لغاري جنهن پنهنجي عرصه حيات (۱۲۲۵-۱۲۹۶) ۾ ڏهسنامي جا مثال مختلف سگهڙن وٽان ٻڌا، جن ڪي هن پنهنجي شعر جي قلمي بياض جي چئن پنجن صفحن ۾ تفصيل سان قلمبند ڪيو آهي. غالباً اوائلي روايتن ۾ هر هڪ اسم جي هم معنيٰ لفظن کي هڪ منظوم مصرع ۾ پوتو ويو، انهيءَ لاءِ ته اهي نالا آساني سان ياد ڪري سگهجن- البته زماني جي گذرڻ سبب ڪن اسمن جون منظوم مصراعون سلامت نه رهيون آهن. هيٺيان مثال عضون جي هم نام نالن جا آهن:-

وار = اڳ، رڏان، ڪيس، ڪچ، ترنگ، چڪر، وار(۱)

شعر، سوهه، ڦست، زلف، ساجن سر سينگار.

اکيون = آنک، اکيان، نيڪ ڪنول، چاه، چشم، ٻن، زين

ڀپ، ڪنجن، چپ، نن، اک، ٻي، لوچڻ، دوئين.

---

(۱) ٻيءَ روايت ۾ 'رڏان' جي بدران 'ريڌا' آهي. حمل جي روايت ۾ 'چڪر' جي بدران لکيل لفظ صاف ناهي، مگر اندازا 'چين'(؟) معلوم ٿئي ٿو.

آنک، آکيان، نيتڪ، ڪنول، نيتر، چاه، چشم،

چتر، چکس (؟)، ٻيڻ، درڪ، لوچن (؟)، ڪنجن، چر.

نڪ = نڪ، ٻيني، ڦونڻ، ناس، انف

چپ = هونٺ، لب، شفت، چپ

هيٺيان مثال تشبيهات وارن اسمن جي هم نام نالن جا آهن:-

(الف) ڪاري رات ۽ ڪارا نانگ جن سان محبوب جي ڪارن وارن کي تشبيهه ڏني سگهجي ٿي:-

رات = تڪري، تهاري، تامني، تمهر، تار، تمس،

رات، رجني، رئن، ليل، ٻهپ، چنبهر، نس،

شب، شار، شف، تامسر، تاڪي، ٻهنب، آنس.

نانگ = ڦڻ، ڀنگ، پنوڳ، آزگر،

ڪرشن، بدويس، نانگ، وسيهر،

سار، ثعبان، آليهر، تليهر.

(ب) سج، چنڊ، سون، ۽ کنوڻ جن سان محبوب جي حسين منهن جي رونق کي تشبيهه ڏني سگهجي ٿي:-

سج = شارق، شمس، وجون، ويدا، سجبرن، ڏي سرخي، ڏيتاب،

آڏت ورن، سج، رئن، خورشيد، بانا، باتر (يا بانسر؟)، آرن، آفتاب،

چنڊ = سونو، ٻانو، پنرو، ٻونر، چاند، چنڊورو، چنڊ،

ڏرڳ، سونو، ڏچراج، هورب، سيس، مڪرند (۱)

نوخ، قمر، ماهتاب، بدر، ماه، هلال، همنڊ.

سون = ذهب، سوسن (؟)، سهرو (؟)، ڪنچن، سون، ڪندن،

قيم، وتاقر، ٿهنڪو، رچي، طلا، رتن.

کنوڻ = برق، دامني، ٻج، سٽ (؟)، جهانڪ (؟)، جي، ڪنڪور،

کنوڻ، وج، بجلي، ڪروخ، ملارڳهن، چچور.

---

(۱) ٻي روايت ۾ 'درڳ' جي بدران 'برڳ'، ۽ 'مڪرند' جي بدران 'ڪرنت' آهي.

(ج) هرڻ جنهن جي اکين سان محبوب جي اکين کي مشابهت ڏني سگهجي ٿي:-

آدکڙ، آهُو، کرڊبدن(؟)، هرن، ڪَرنگهان، چِيل (١)

جهوڪا(؟)، مرگهه، غزال، آنڪ، آسهان، اسهول، نِيل.

(د) طوطو جنهن جي ڪنڍي چهنب سان محبوب جي ڪنڍي نڪ کي تشبيهه ڏني سگهجي ٿي:

ڪِيل، آنگ، تيمر، ٻدر، سوندل.

(هه) موتي جن سان سهڻن ڏندن کي ڀيٽي سگهجي ٿو:

تنگن، پدماوت، مرواريد، دوڏر(٢)،

تاهل، سندر، در، موتي احمر.

(و) هاٿي جنهن جي سهڻي رفتار سان محبوب جي سهڻي هلڻي ۽ لوڏ کي ڀيٽ ڏني سگهجي ٿي:

ڪنجل، ڪُنجن، هنوت، هاٿي، گَج، سنڪر، غيدان،

هستي، چنچل، هرنو، فيل، ڪنير گٽ گيان.

(ز) شينهن جنهن جي سنهي چيلهه سان محبوب جي باريڪ ڪمر کي تشبيهه ڏني سگهجي ٿي:-

سنگ، ڪنير، ڪارڏو، قيصر، ليث، مزار(٣)،

اسد، چيتا، شير، شينهن، آينئر نانءُ نروار.

هن وقت اٽڪل ٻن سون ورهين کان پوءِ به ڏهسنامي جي لغت جي انهن مثالن ۽ مصراعن جو باقي رهڻ ثابت ڪري ٿو ته جلال ۽ سندس سائين جي وقت ۾ هن فن جو ڪافي چرچو هوندو ـ لغت جي هن ذوق ۽ چاهه ذريعي سنڌ جي سچاڻ سگهڙن ۽ شاعرن اهي انوکا الفاظ چڱي ٻنهنجا ڪري ڇڏيا، ۽ انهن جي موزون ۽ موثر استعمال سان پنهنجي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ اها گهوڙهاڻي پيدا ڪيائون جو ان جي ڀيٽ ۾ سنڌن اهل وطن واسطي "سنگار رس" جي هندي ٻوليءَ واري انوکائي هيچ ٻنجي وڃي، ۽ هو هندي 'سنگار رس' جي بدران، هاڻي ڪلي طور 'سنڌي سينگار' ڏانهن متوجهه ٿيا.

---

(١) ڏهسنامي جي هن روايت موجب لفظ 'چيل' آهي، مگر عام طرح سينگار شاعريءَ ۾ 'چيهل' استعمال ٿيو آهي. (٢) حمل فقير 'دوڏر' لکيو آهي مگر عام طرح سينگار شاعريءَ ۾ 'ڏوڏر' استعمال ٿيل آهي. (٣) ڪن ٻين روايتن ۾ 'ڪارڏو' جي بدران 'سارڏو' ۽ 'قيصر' جي بدران 'ڪنئر' يا 'ڪنئل' آهن.

هن ڪاميابيءَ جو سهرو يقيني طور حضرت جلال جي سر تي سونهي، جنهن پهريون دفعو 'فن سينگار' کي نهايت مؤثر ۽ گوڙهي اسلوب بيان ۾ بهترين نموني سان نباهيو، جنهن ڪري انوکو ۽ گوڙهو اسلوب بيان سنڌي سينگار شاعريءَ جي هڪ خاص خصوصيت بنجي ويو. اها حقيقت اڳتي آندل بيتن سان پوريءَ طرح واضح ٿيندي، مگر اسلوب بيان جي گوڙهائيءَ کي هت ابتدائي طور سمجهڻ لاءِ، جلال جو هڪ بيت مثال طور ڏجي ٿو:†

١ تَمْهَرْ رُوپْ تَرْنْگ، آهن ڪَنْوَلْ ڪيس قريب جا(٢)،

٢ سهه گڇي، قد سروِ سٺون، ڪَنُونَتَرْ نيف نسنگ،

٣ ڦوگَرْ ڦوگَ پربائَنَ جا، مژگانْ ڪيس خَدنگ،

٤ لڪ ليثي، ڏهَرَ ڪپور، پروان پوُنر پَونگ،

٥ تُنهن سسايا سارنگ، جُلوي ساڻ جلال چئي.

ظاهر آهي ته لغت جي وسيع ڄاڻ کان سواءِ هن بيت جي گوڙهائيءَ کي سمجهڻ مشڪل آهي. قابل هنرمند شاعر محبوب جي حسن جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته:

١- ڪاري اونداهي رات (تمهر) مثل، محض محبوب جا ڪارا ڊگها وار (ترنگ) ڪنول گل جهڙا نرم وار (ڪيس) آهن. ٢- سندس سهڻي گڇي ڪونج (سهه) جهڙي، قد سنئون سروَ جهڙو، ۽ نڪ (نيف = ع. انف) طوطي (ڪنونتر) جي چهنب مثل نروار ڪيل آهي. ٣- پربنءَ جا گل (ڦوگر) سينهن وساري جيت (ڦوگ) جهڙا ڳاڙها لال، ۽ سندس پنبڻين (مژگان) جا وار (ڪيس) تيرن (خدنگ) مثل آهن. ٤- سندس ڪمر (لڪ) شينهن (ليث) جي چيله جهڙي سنهي، ڏند (ڏهر) اڇا ڪافور (ڪپور) جهڙا، ۽ پرون اهڙا ڪارا آهن جهڙا پونئر ۽ نانگ. ٦- بقول جلال، (هن سڀني صفتن سڻي سجڻ) سندس حسن جي جلوه ساڻ سانوڻ (سارنگ) جي سهڻين رنگ سونهن کي به جهڪو ڪري ڇڏيو آهي!

جلال جي هن بيت ۾ عربي، فارسي، سنسڪرت، هندي ۽ سنڌي زبانن جي لغت سمايل آهي، ۽ غالبا سندس ئي هن مٿا ذريعي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ انوکن لفظن جو استعمال هڪ مڃيل معيار بنجي ويو. نه فقط ايترو مگر هن انوکي اسلوب بيان کان همعصر صوفي شاعر به متاثر ٿيا. ڀٽائي صاحب، جو جلال ۽ سندس ساٿين جو همعصر هو، ۽ جنهن

---

† ر (يعني ٻي روايت): ١. 'تمهر روپ ترنگ، وڌ سورج کان سهڻا پرين' ٢- ر: 'ڪنول نيڪ نسنگ' يعني اکيون (= ڪنول نيڪ) سهڻيون نروار آهن. ٣- ر: 'ڀونگر سر ڀراءِ جي، مژگان ڪيس خدنگ'.

پنهنجي ذاتي فڪر ۽ طبع زاد بيان جي علاوه، ضرورت آهر هر ڪل مان واس وٺي پنهنجي فڪر کي عالمگير ۽ بيان کي جامع البيان بڻايو، تنهن ۾ پنهنجي همعصر شاعرن جي هن نئين شاعراڻ فن ۽ انوکي اسلوب بيان کي قدري پنهنجي زباني ڳايو ۽ چمڪايو.

مثلا سر ڪوهياري جا هيٺيان ٻه بيت جن ۾ عمداً انوکن عربي لفظن کي استعمال ڪيو اٿس، سي هن معاصرانه سينگار شاعريءَ جي ڳوڙهي اسلوب بيان جو عڪس ڏيکارين ٿا:-

۱- 'ليل' نه جاڳئين لک سين، ڪلي 'نور' ڪياءِ،
'قمر' ٿي پهچ قريب کي، 'اجلس' تو نه جڳاءِ،
سٺي! مهمانن سين وڃهي رات وهاءِ،
جيلانه ننڊ ڪياءِ، تيلانه روز رئين ٿي راه ۾.

۲- 'اجلس' ڪري اٿيا، تنواريو توڏن،
'نور' نوازي ان کي، سرحبا موڏن،
روڙهي رس روڏن، 'آلسور سيڙوا' سسئي!

نه فقط ايترو پر خود معاصرانه سينگار شاعريءَ جي دلچسپ مضمونن کان متاثر ٿي، ڀٽائي صاحب هيٺيون بيت بالڪل انهيءَ رنگ ۾ چيو ته:

ڳنيرَ ڳت سکن، چاڙهَ جي چاه ٻڻي،
هنڌوا حيرت ۾ پيا، لالي کي لبنَ،
چمڪن چوڏس چنڊ جئن وچڙيون وهن،
لوچن ڏيون لطيف چئي، ٻسڻ لئي ٻرڻ،
ڪيسر قريبن، سٻاهي ساڻ ڪيا. (سر سارنگ: ۵-۳)

هن بيت ۾ 'ڳنير ڪت' (هاٿيءَ جي چال)، هنڌوا (ڳاڙها ميڻهن وسارڻا جيت) ۽ ڪيسر (زعفران جنهن جي ڳاڙهي رنگ ۽ خوشبوءِ سان محبوب جي بدن جي لال ڀڪندڙ رنگ ۽ مهڪار کي مشابهت ڏجي ٿي) خاص طرح ڏهسامي جي لغت جا الفاظ آهن جي سينگار شاعريءَ ۾ عام استعمال ٿيل آهن. ساڳيءَ طرح ميين شاه عنايت رضويءَ ۾ معاصرانه سينگار شاعريءَ کان متاثر ٿي ان جي هڪ خاص عنوان تي بيت چيو آهي جنهن جو ذڪر اڳتي (ص ۲۰۰) ايندو.

مطلب ته انوکي لغت ذريعي ڳوڙهو اسلوب بيان 'سينگار شاعريءَ' جي هڪ امتيازي خصوصيت بڻجي ويو ۽ ان جو اثر هن فن جي علمبردارن کان سواءِ ٻين شاعرن تائين ڀڻ پهتو. ازانسواءِ عام فهم اسلوب بيان ۾ مجازي حسن جي تعريف ۾ 'سينگار شاعري' جي

زير اثر شروع ٿي، جنهن تہ هن کان اڳ بيان ڪيو ويو آهي. مِيون شاه عنايت رضوي ۽ ڀٽائي صاحب، غالباً پهريان بلند صوفي شاعر هئا جن مجازي حسن کي ابتدائي طور صاف سنڌي زبان ۾ ڳايو. انهيءَ عام فهم اسلوب بيان ۾ محبوب جي مجازي حسن جي موضوع کي ان وقت کان وٺي وينديء موجوده دور تائين مختلف شاعرن مسلسل طور پنهنجي بيتن ۽ ڪلامن ۾ ڳايو آهي، مگر اهو مجازي حسن جي تعريف جو موضوع عام فهم اسلوب بيان سبب 'سينگار شاعريءَ' جي مخصوص فن جو جز بڻجي نہ سگهيو. بيشڪ، ڪبير شاه، حمل ۽ راڇن شاه جهڙا استاد شاعر، جي 'سينگار شاعريءَ' جي فن ۾ ڀڻ ممتاز هئا، تن عام فهم اسلوب بيان ۾ مجازي حسن جي موضوع کي واه جو نباهيو، مگر عموماً مجازي حسن جي موضوع تي چيل شعر خاص امتيازي صورت وٺي سنڌي شاعريءَ جي جمهوري ذخيري ۾ ڪا جداگانہ حيثيت پيدا نہ ڪري سگهيو. اسان هن مسئلہ تي ڪافي جستجو ڪئي تہ آيا 'سينگار شاعري' جي فن کي ڪن شاعرن عام فهم اسلوب بيان ۾ ڀڻ نباهيو يا نہ؟ مگر اهڙا خاص مثال معلوم ٿي نہ سگهيا. البتہ ميين شاه عنايت رضوي، موسل ۽ سنڌس مجيجن جي مجازي حسن جي بيان ۾ هڪ دلچسپ عنوان "گلبدن جون گجريون – الخ" قائم ڪري بيت چيا جن جي پران ڀٽائي صاحب بہ پنهنجي فصيح ۽ عام فهم اسلوب بيان ۾ بي نظير بيت چيا. انهيءَ عنوان کان متاثر ٿي پوئين دور جي هڪ شاعر، مير دوست نالي، هيٺيون بيت چيو جنهن جو اسلوب بيان ڀڻ عام فهم آهي مگر ان جون تشبيهون خاص طرح "سينگار شاعريءَ" واريون آهن :–

گل بدن جون گجريون، ڪهڙي ڙوش ڙڻن!
ڏند اڇا، سيند سٿين، وار ڪٿوريءَ ڙن،
ڏاڍن چوڙي چڏيا سنهن تي معشوقن،
ڪنڌ و تڪ نراڙ ۾، ڀهہ ڀهہ نيڻ ڀرن،
منهن پوپٽ ڪڙن پڏرو، لاتي لاس لڳن،
آره آلي چنڊ جان، ٽوٽر ناه ٽٽن (١)،
سينو ڪشادو ساول جو، آ سنهي ڪمر قربن؛
ٻاهريون ٻربن جون، ڪانجهي جان ڪرڪن،
ڀو ڀو تنهن نار تي سٿون آگرين،
ڇلا منڊيون مانجي بار جا، ٿا ڳوليا ڳوٺ لهن؛
ملڙا، موريون، منڪليون، جهومڪ جهالر جن،
هلڻ جن جو هستيءَ جو، آ ڳهي ڪونج ڪرن (٢)،
ڪرڪن ڪيل پکيءَ جان، لات لطيف لنون (٣)،

(١) ر : آره ڪڙي ٽو چنڊ جان – الخ. (٢) هستي = هاٿي (٣) ڪيل = طوطو

آهيسني ڪان آجرا، وڃن جهڙي ون،
هرڻ ڏسي حيران ٿيا، مٿاڪ لڪي سر ڪيهن،
انهيءَ آرسن بارسن سرين، چني نه چڏجن،
من وجهي ويا مامري، ڏٺي اوجاڳا به اکين،
مانجهو بند نه اچهي، بنا دلبرن،
لهي منجهه لڪن، من محب ملي مير دوست چني (١).

سنڌي سينگار شاعريءَ جي ٻن بنيادي ۽ امتيازي خصوصيتن، يعني نه لغت جي وسعت ۽ اسلوب بيان جي ڳوڙهائيءَ، جي مٿين مختصر وضاحت بعد، اسين هن فن جي مخصوص عنوانن ۽ مضمونن، خيال جي جدت ۽ تشبيهات جي وسعت وغيره خوبين تي قدري روشني وجهنداسون، جي 'سنڌي سينگار' کي هندي 'سنگاررس' جي ڀيٽ ۾ نه فقط هڪ مستقل امتيازي حيثيت ڏين ٿيون بلڪ ان کي هر نقطه نظر کان امتيازي فوقيت ڏين ٿيون.

**٢- ڳوريءَ جا سورهن - ٻارهن سينگار:-** هن مضمون جي اڳئين قسط ۾ تفصيل سان بيان ڪيو ويو هو نه هنديءَ ۾ جيتوڻيڪ 'سولهه سنگار باره آبرن' (يعني سورهن سينگار ۽ ٻارهن زيور) جو تصور موجود هو، مگر ان جي وڌيڪ تشريح يا تعريف ناپيد هئي. سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن انهيءَ نظريي کي پنهنجي انوکي تخيل جي قالب ۾ سموهي "سورهن ۽ ٻارهن سينگارن" جو هڪ نئون نظريو قائم ڪيو جنهن موجب 'سورهن سينگار' عورت جي فطري حسن سان مخصوص ڪيائون ۽ باقي 'ٻارهن سينگار' عورت جي جڙتو جنسارن سان لاڳو ڪيائون، ۽ ٻڻ پنهي قسمن جي وڌيڪ تشريح ڪري سورهن ۽ ٻارهن سينگارن مان هر هڪ جي سڃاڻپ جا اصول مقرر ڪيائون نه:

چار چلنت، چار آڏنت، چار ڦول، ڦل چار،
اهي سورهن ئي سينگار: آبرنوي، اٺ چار.

يعني نه سهڻو محبوب جن سورهن فطري وصفن سان سينگاريل هجي، تن مان چار وصفون ڪهندڙ جاندارن (چلنت) واريون هجن، چار اڏامندڙن (اڏنت) واريون، چار گلن (ڦول) واريون، ۽ چار ميون (ڦل) واريون هجن. ساڳيءَ طرح 'آبرنوي' يعني عورتن جي ٻارهن بناوتي سينگارن جي ٻڻ سڃاڻپ مقرر ڪيائون. سندن انهيءَ تحقيق ذريعي 'سورهن ۽ ٻارهن' سينگارن جو چرچو عام ٿي ويو ۽ انهن جي معنيٰ ۽ ماهيت مڙني کي معلوم ٿي وئي. انهيءَ ڪري سنڌ جا هنرمند شاعر انهيءَ ڳالهه جا محتاج نه رهيا نه هو پنهنجي 'سينگار شاعري' ۾ وري 'سورهن ۽ ٻارهن سينگارن' جو تفصيل بيان ڪن. جهڙيءَ طرح صوفي شاعرن، مثلا ميين شاهه عنايت ۽ ٻنائيءَ صاحب، سمجهيو نه سندن مخاطب سنڌ جي ڪهن قصن (عمر مارئي،

(١) ر: لهي منجهه لڪن، محب ڳڏبو مير دوست چني.

سسئي پنهون وغيره) جي تفصيل کان اڳيئي واقف آهن، اهڙيءَ طرح 'سينگار شاعريءَ' جي استاد شاعرن کي ٻه خاطري هئي ته سندن سامعين 'سورهن ۽ ٻارهن سينگارن' جي معنيٰ ۽ ماهيت کان اڳيئي واقف آهن. هندي شاعر پنهنجي 'سنگار رس' شاعريءَ ۾ اجا محض ابتدائي منزل طئي ڪري رهيا هئا ۽ انهيءَ ڪري محبوب جي حسن بابت سندن تخيل توڙي بيان محض مختلف تشبيهن تائين محدود هئا، مگر سنڌي شاعرن جي تخيل جو پرواز عالي ٿي وڃي پهتو: هنن هي نقطو واضح ڪيو ته جو سچ سڀني پرين سهڻو آهي سو سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جو ته يقيني طور حامل آهي: يعني ته جاندارن، اڻامندڙن، گلن توڙي ميڙن واريون قطري سهڻيون وصفون، توڙي لباس ۽ ڳهڻن جا جملي جنسار سندس حسن ۽ سينگار جا ادنيٰ ڪرشما آهن، انهيءَ ڪري انهن کي ڪهڙو شمار ۾ آڻبو! سهڻو محبوب جنهن جي حسن جو معيار گهڻو بلند ۽ بالا آهي سو انهن ڳاڻ ڳڻين وصفن کان اڃا ڪي افضل ۽ اعليٰ آهي. بقول هن سٽ جي هڪ شاعر جي:-

ودي ودي وٺراه، آءٌ ڪوڙين قلم جوڙيان،
ڏرتي ڏر ڪاغذ ڪري لکان لعلڻ لاءِ،
مس جو، مراد علي چئي، سمنڊ ڀانئي پاءِ،
ته به ساجن ڳڻ سنداءِ، آءٌ قلم چاڙهيان ڪيترا!

دراصل سنڌ جي سڄاڻ شاعرن جي فڪر تي تصوف جو رنگ چڙهيل هو، ۽ جيتوڻيڪ هنن مجازي شاعريءَ جي ميدان ۾ پئي ڪمونتل ڪڏيا، ته به سندن ذهن، فڪر ۽ طبع حقيقت ڏانهن مائل هئا. انهيءَ ڪري جڏهين پنهنجي سينگار شاعريءَ ۾ سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جي مضمون کي پيش ڪيائون تڏهين مجموعي طور 'سورهن ۽ ٻارهن' سينگارن جو اهڃاڻ ڏيئي، نموني طور چند تشبيهون بيان ڪري، آخر ۾ نتيجي طور هن حقيقت کي واضح ڪيائون ته حقيقي محبوب جو حسن جملي ظاهري وصفن کان بالاتر آهي. درويش جلال رنگريز پهريون دفعو سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جي مجازي رنگ ۾ حقيقي حسن جو اهو بلند تخيل پيش ڪيو، ۽ انهيءَ معنيٰ ۾ سندس هيٺيون بيت پوين شاعرن لاءِ پڻ مشعل راه بنيو.

جلال: ١- جب گوري گهنا ڪري 'اٺ ڏوٺا' اغماز،
٢- 'ده دو' دائم درس رکي ڪل ڪامڻ وِس قواز،
٣- ان جي چرنن ڪيسر چريا ڪيا، پس وتن پرواز،
٤- آهو، مين مشاهدي، ڪن طائوس تواض،

١- ر: جب گوري گڙنا ڪري ٢- ر: ڏه ڏون ڏينهائي ڪري ڪامڻ ساڻ قواز ٤- ر: آهو مير مشاهدي تي تاهو ڪن تواض.

۵- تَرنگَن طرح تپاسيا، ڪن نَيڻون نانگ نياز،

٦- سروَ، صنوبر سر زمين، ڪم ڪنچن ماه ڪماز،

٧- اِنهيءَ ان دُور دراز، منهنجا جانب وڌ جلال چئي.

يعني- ١. جڏهن اها گوري حسين صورت فطري حسن جي سورهن (اٺ ڏونا) عدن کي پنهنجو گهه ۽ زيور بناڻي ٿي، ۽ ٢. ٻارهن (ڏه + ٻه) قسمن جي ويس وڳن ۽ سينگارن کي پڻ اها ڪامڻ عجب هنر (قواز = قراعد) سان هميشه قائم رکي ٿي، ٣. (تڏهين سندس حسن ۽ سينگار، ناز ۽ انداز اهو اثر رکي ٿو جو:) سندس قدمن (چرنن) جي سهڻي نُور (هنجهه، مور، ٻاريهر ۽ ڪبوتر وغيره) پکي (طير) چريا ڪري ڇڏيا، جي ڏس ته (انهيءَ ديوانگيءَ ۾ سرگردان ٿيا) اڏامندا وتن؛ ٤. هرڻ (آهو) توڙي مچي (پڻ سندس سهڻين اکين ۽ ٻي سندس ننڍڙي سهڻي گول وات جي) مشاهدي ۾ (حيران) آهن، ۽ (سندس سهڻي رفتار سببان) مور (طائوس) پڻ تواضع ڪري رهيا آهن؛ ۵. ڍڳون ڪارن وارن (ترنگن) کين تعجب ۾ حيران ڪيو (تپاسيا) جو ڪارا واسينگ نانگ پڻ نياز ۾ نمي رهيا آهن؛ ٦. (سندس سنڌين قد جي ڀيٽ ۾) روءِ زمين جي سرو ۽ صنوبر وڻن جي سڏائي گهٽ آهي، ۽ (سندس چهري جي سهڻي رنگ ۽ رونق جي آڏو) سون (ڪنچن) توڙي چنڊ جو جلوه ڪم آهي. ٧. پر ان (ايڏي حسن ۽ ناز واري سهڻي عورت) ڪان ٻه، جلال ٿو چوي ته، منهنجا پرين اجا ڪي گهڻو وڏ ڪ آهن.

جلال جي هن بيت ۾ اسلوب بيان جي لحاظ سان هيءُ نقطو قابل غور آهي، ته جلال غالبا پهريون بلند شاعر هو جنهن هندي "سنگار رس" شاعريءَ جي بدران سنڌي "سينگار شاعريءَ" کي فروغ ڏنو. جنهن ته "سورهن يا ٻارهن سينگار" جي مضمون جي ابتدا هندي "سنگار رس" کان ٿي، جلال پڻ ان تاريخي تسلسل جي لحاظ سان پنهنجي بيت جو پهريون فقرو، "جب گوري گهنا ڪري"، هندي ٻوليءَ جي اسلوب بيان جي مناسبت سان قائم ڪيو. سندس اهو دلچسپ عنوان اهڙو ته مقبول ٿيو جو پوءِ ڪيترن ئي شاعرن سندس بيت جو اهو ساڳيو عنوان يا مضمون سامهون رکي طبع آزمائي ڪئي. اسان اهڙن مڙني وڏن خواه ننڍن شاعرن جا انهيءَ رنگ ۾ چيل بيت، جي اسان کي ابتائين معلوم ٿي چڪا آهن، هيٺ ڏيون ٿا انهيءَ لاءِ ته سنڌي سينگار شاعريءَ جي عام مقبوليت ۽ هن خاص عنوان جي جا بجا جرجي جو اندازو لڳائي سگهجي.

---

٦- ر: ١. ... ڪم ڪنچن اور آواز. ٢. آهي ڪنچل ماه ڪماز ٧- ر: ١. جا اهڙي دور دراز، تنهن جياريو جيءُ جلال چوي ٢. جي اهڙي دُور دراز، تن جياريو جيءُ جلال چئي.

## ڪٽي*

هيٺيان ٻه بيت ساڳئي جلال واري عنوان تي، مگر زياده مجازي رنگ ۾ چيل آهن. جلال کان جابن تي پنهنجو تخلص 'ڪٽي' به ڪم آندو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته اهي بيت سندس هجن. البت هنن بيتن ۾ جلال جي اسلوب بيان واري خاص گوڙهائي ذرا گهٽ آهي ۽ انهيءَ ڪري ممڪن آهي ته سندس ٻئي ڪنهن عزيز ساٿيءَ جا هجن.

١- جب گوري گهنا ڪري، ريزا ٻرهي راس:
ڪنجل، هنجهه ڪنبي وڻا، ٽهل ٻسي ٽوراس،
ٻرون سي ٻنوراه جان سونهن خوب سند ياس،
منهنجو خيال، ڪٽي چوي، ٻيو تنهن جي ٻاس،
تنهن ٻاٻوهي ٻاتاس، ٻو ٻيج ٻرٻان ڪي.

٢- جب گوري گهنا ڪري، گهوري ٻاس گگن،
ڪرن موٽ ڪريل ڦر، سر سالون سوسن،
ڏنو ڪيس، ڪٽي چوي، ايءَ جورو جوين،
ميان منهنجي من، ڪنا نينين تنهن جي نجهرا.

## ڪبير شاهه†

١- جب گوري گهٽا ڪري، نوَ ست نرمل نار،
'اٺ' رکي اغماز سين، ٻيا چگا چنچل ٢چار'،
مهندان محبوبن جي، 'چلت' آه چه ڪار؟

---

*ڪٽي: ١- ريزا ٻرهي راس = نهايت سٺا ڪپڙا ٻهري. ڪنجل = هاٿي. ٽوراس = سندس نور. ٻنوراه = ٻونٽرن جو ميڙ. ٢- گهري ٻاس گگن = گهري گگن ٻاس = ڪارن بادلن واري فضا ۾؛ ٻي روايت: گهيري ٻاس گگن = وارن جو مٿيون چوٽو يا وانگوڙو (گگن) ڪولي ٻاسي سان ڪنڌيري چڙهي؛ ٽي روايت: گهوڙي ٻاسي گگن = درياء (گگن!) ۾ ٽڙ ڪرڻ لاءِ گهوڙڻ يعني ٽڙ ڪرڻ بعد جڏهين درياءَ جي ڪناري تي ويس وڳا ڪري ٻهي. ڪرن موٽ ڪريل ڦر = سندس عضوا ۽ اندام (ڪرن) يعني بدن جو رنگ ايترو ته لالائي تي مائل آهي جهڙو مينهن وساڙي جيت (موٽ) يا ڪرڙ جي ڳاڙهن ٻڪن (ڪريل ڦر) جو لال رنگ. سر سالون سوسن = سر تي پٽ جو سالون ڪري ۽ وارن ۾ سوسن گل ٽنبي؛ يا سر تي سوسن جي گلن جهڙيون سهڻيون ۽ نرم نازڪ سالون ڪري. جورو = وڳو.
†ڪبير شاهه ١- نو+ست (٩+٧) يعني سورهن. اٺ+چار = يعني ٻارهن.

"آڏلت" اولي سين ٻنا، ٻري ٻريان ڪڙن ٻسار،
"ڦول" ڦڪا ڪيا سڄڻين، "ڦل" ڦاٽي ٿيا ڦسار،
اهي سڀ نظر ساڻ نِڪار، ڪٺا ڪامل ڪبيرشاه جٺي.

۲- جسب ڳوري ڳهنا ڪري، سيلا سر سَنگين،
ڪيل، برق قربان ٿيا، مٿان ٻنسر، بين،
ڪنچن، بيضا ڪم ٿيا، ديکي جلوه جبين،
سيس، سپهر سنا، ٻنا مرگهه ملحظي مين،
دادر دوبين ٻلانيون، سنگ صدقي تان چين،
ڌاران عشق نه ڌار آ ٻولي ٻولن ٻي نه:
اهڙا محب مهين، منهنجا ڪامل ڪبير شاه جٺي.

۳- جسب ڳوري ڳهنا ڪري، زيور ذاتئون ذات،
ڪر ويس وڳا واسينگ ڪيا بادل ٻر برسات،
ٻنگم روءِ ٻريان جو، جلوو وڌ جبات،
ڪنجل، هنجهه ڪنبي ويا، موءِ ڪري مصلات،
ڪن سرو سلامان سڄڻين، نميو نمن نخلات،
ديهي ٻني ڌر جٺي، ٿي ورسي منجهه ولات،
شمس، قمر صورت سان، ٻني محبوبن ڪٺا مات،

---

اولي ٻنا=وجي لڪا. (۲) سيلا=سر جا ڪپڙا- روا. سنگين=سهڻا- وڻندڙ. ڪيل=طوطو. برق=ڪنوڻ. ٻنسر=نٿ. بين=بيني=نڪ. ڪنچن=سون. بيضا=چاندي. سيس=چنڊ. سپهر=ٻونٽر (؟). سنا=گهٽ ٿيا- لرزي ٿيا. مرگهه=هرڻ. مين=مڇي. دادر دو بين ٻلانيون=ڏيڏر کي ٻنهنجون وڏيون اکيون وسري ويون. سنگ=شينهن. چين=چيلهه. مهين=سهڻا- لاثاني. (۳) ڪر=چڻ. ٻنگم=مينهن وساڙو جيت. جبات=جبهة=پيشاني. ڪنجل=هاٿي. مصلات=مصلحات=مصلحت- صلاح. نخلات=ڪجيون. ديهي=بدن. ڌر=وچ. ورسي=ٻنکي يا سکي.

مور ڪنٺ، ٽڪ مينَ جڻ، سچ سونهن مقلات،
ڏوڏر ڏچن دهان ۾، لب لالي لاک لغات،
پسي آنڦ عجيب جو، سنڌيءَ لڳي سڪرات،
نواڙو تنهن نرمل ڪي، پوڄي ٿو پريات،
ڪوئل، ڪبير شاه چئي، چپ ڪي وائي وات،
حورون هند اچائيون، گهور تنهن جي گهات،
تنهن فهميدي فرحات، دلبر ڏنيم دل ڪي.

## يوسف

١- جب گوري گهٽا ڪري، ساڱون سِرِ سامان،
'ڏه ڏون' ڏسجن ڏينهن ۾، 'نوسٽ' نال نشان:
'چلٺت' چال چريا ڪيا، 'آڏٺت' ۾ ارمان،
'ڦل' 'ڦل' ڦور ڦٽي ڪئي، رُوءِ پسي رويان،
تنهن جي قد برابر ڪانڌ، يقينا يوسف چوي،
٢- جب گوري گهٽا ڪري، زيور ذاتيون ذات:
جهينگن جهالارن ۾ چمڙ چمي ڪي چات (؟)
مونکي طلب تنهين جي تات، يقينا يوسف چوي.

## هوندن †

جب گوري گهٽا ڪري، 'ڪارهن پنج' پرهاڻ،
'نو' رکي سا ناز سان، ڪنو نيلو 'ٽن' ٽڪاڻ:
پسي ڪيس قريب جا ڪنئين چڏي ڪاراڻ:

---

موڙڪنٺ = مور مثل ڳچي. ٽڪ مين = ٽڪي جهڙو ننڍڙو وات. سچ = اره- ٻيا. مقلات = سهڻي ڪپڙي جو قسم (جنهنجي چولي اندران آره جي سونهن ڏانهن اشارو). ڏوڏر = موتي. دچن = ڏند. دهان = دهن = وات. لغات = لغايته = زياده ۾ زياده (لالائي). انڦ = نڪ. نواڙو = پريات جو چمڪندڙ وهانو تارو.

† هوندن: ڪارهن پنج = بارهن + پنج = سورهن. پرهاڻ = پوشاڪون - سينگار. نو + ني = ٻارهن. ڪيس = وار. ڪنئين چڏي ڪاراڻ = ڪارا نانگ ٻه شرم کان چڙ زرد ٿي ويا.

پرهاڻ

منجهه، ڪنيز، هوندن چوي، ٿا ملڪ ۾ ڀي حيران،
لوڌ مقابل لهن جا الهيءَ جا اهڃاڻ!
سورج، چنڊ شرمائيا، سونهن تنهين جي ساڻ،
جڏ ٻرين ٽڪنا پاڻ، تڏ حورون هنڌ لڪائيون.

## شير خان *

١- جب ڳوري ڳهنا ڪري، اونها آرگ آگر،
قمر ڇپائي ڪامڻي، ڪر باني سان بيڪر،
آهو عين عجيب جا، چا چم برابر چم!
سهج پريان جي سر، منهنجو سوجهي سور صفا ڪيو.
٢- جب ڳوري ڳهنا ڪري، سر سنها ساوَر،
هرڻ، سَو، سهه، سارنگ، سڀ ڳهايائين منجهه ڳهور،
ماريو مسڪين جا، پيو چَين ڪري چڪچور،
وه جوڀن جا ٻور، جنهن درد دکايو دوست جو.
٣- جب ڳوري ڳهنا ڪري، سر ساوَن سوڪو،
شارق پي، شيرخان چئي، تساب جهلي ٿو ڪو!،
چوري چرو ڪو، ڪيو چنچل! روح چڪور جان.

## راڄن شاه †

جب ڳوري ڳهنا ڪري 'سورهن' هار حسين،
'ده دو' دائم درس رکي، جلوه دار جبين،

---

ڪنيز = ٻانهي. الهيءَ جا اهڃاڻ = يعني ان سهڻي محبوب جا.

* شير خان: ١- اونها ارگ اگر = اصطلاحا 'ڪارا ڊگها وار' (؟). ڪر = چڙ. باني = ورن = رنگ: يعني پنهنجي چهري جي سهڻي رونق سان قمر کي بہ جهڪو ڪري; (يا) باني = بهاني: يعني تہ اها ڳوري ڪارا ڊگها وارا چوڙي، انهي بهاني سان پنهنجو چنڊ جهڙو منهن لڪائي ٿي. چا چم برابر چم = شم (چم) يعني شمع سندس چشمن (چم) سان ڪهڙي برابري ڪندي! ٢- سر سنها ساور = سر تي سنهيون ساوون يا دوشالا. سو = سوو = چنڊ. سهه = ڪونج. سارنگ = مينگهه وارا وڄن جا تجلا، ڪارا ڪڪر، رنگين انڊلٺون، ۽ سهڻيون سبز ساوڪون. چين = آرام. ٣- شارق = سج. چوري چروڪو = درد دکائي. چنچل = اصطلاحا، سهڻا نازڪ محبوب! ڏسو ص ٢٠٢

'چلاٽ' چُور ڇڪي ٿيا، هٿيا هرڻ پسي هستين،
ديھيءَ ڪان ان ڏمِ جھي، ڪي بس موتين تجلي مين،
ڇڏي ڦور 'ڦول' ڦڪا ٿيا، بيٺا ڦل ڦيٖسين،
جي هَرجاءِ اهل هنر جا ڇوٽا عاقل چين،
آئي تصوير نہ طرح تنين ڪي، ٿيا سنجهہ غرانهيءَ غمگين،
ڪئين سي نانر ناز نهوڙنا، ٿيا تختئون تالا بين،
هردم حڪم حبيب اڳيئون، ڪا ناهي جاءِ نگين،
پيو ساڻن جهوڙيان ڪونڪو، ظاهر سَر زمين،
تَرڪي ٽوٽيئون لوڏ سين، موهي سون مسڪين،
روح ۾، راڃن شاه چئي، آهي سچي سڪ سند بن،
عشقئون املهہ اسين، هنڙو ڪنئونم ڪسي ويا.

٣- سوڀياوان سنڌي عورت پنهنجي فطري ماحول ۾:- هندي 'سنگار رس'
شاعريءَ ۾ عورت جي سورهن سينگارن توڙي ٻارهن ڳهڻن ۽ زيورن وارو نظريو تڪلف ڪان خالي نہ آهي. هندي شاعرن جي آڏو اها محبوبہ آهي جا پنهنجي فطري حسن جي علاوه 'فيشن' ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، ۽ ظاهر آهي تہ هو شهري تمدن جي پيداوار آهي ۽ سماج جي رنگينيءَ جي رازدار آهي. هوءَ بدن جي آڌمڪ، ارگجا عطر، سينڌ سرمي، مسي مساڳ، ويس وڳن ۽ زيورن جي هار سينگار سان پنهنجي حسن کي چمڪائي ٿي، ۽ اکين جي الحاظ، ناز ۽ انداز، سهڻي گفتار ۽ ڪبڪ رفتار سان ويتر دايون گهائي ٿي. مطلب تہ هي محبوبہ حريف ۽ هوشيار آهي ۽ سرتاپا تڪلف آهي.

سنڌ جي سچاڻ شاعرن هن روايتي مضمون کي بطور هڪ فني عنوان ۽ فرضي تخيل جي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ ٻڙ سمايو: بلڪ ان کي ويتر وڌيڪ وڌايو ۽ ويجهايو، ان جي هر پهلو کي ورجايو، ان جي هر نقطہ ۽ معنيٰ کي نباهيو، ۽ مجموعي طور سان ان کي نهايت سهڻي نموني ۾ ڳايو- ۽ واه جو ڳايو!

---

†. راڃن شاهہ: هستين = هاٿي. ديهي- الخ = سندس بدن (ديهي) جي رونق ۽ لالائي ڪان وچ (ڏمِ) بہ سهڄي ويٺي، ۽ موتي توڙي مينا ڪاري (مين) پنهنجو جلوه ڇڏي بس ڪري ويا. ڦور= ٽوڙڻ- وڍائي. ڦيسين = ڦسن. نگين= منڊي يعني بادشاه جي مهر جنهن جي لڳڻ سان حڪمن جي پوري بجا آوري ٿئي.

مگر سندن سلیر طبع محسوس ڪيو تہ هندي 'سنگاررس' واري محبوبہ جو تخيل بهرحال هڪ هوشيار ۽ حريف شهري عورت جو آهي، ۽ سنڌ جي سادي زندگي ۽ ٻهراڙيءَ جي عام قطري ماحول ۾ اهڙو تخيل محض هڪ فرضي تخيل ٿيندو. سنڌ جي عوام جي حقيقي محبوبہ ٻهراڙيءَ جي عورت آهي جنهن جي قطري حسن کي ٻهراڙيءَ جو قطري ماحول چمڪائي ٿو: هوءَ عموما هڪ ڪم ڪندڙ عورت آهي جنهن کي سندس روزاني مشغول زندگيءَ ۾ هارن ۽ سينگارن جي تصنع ۽ تڪلف لاءِ نہ وقت آهي ۽ نہ ضرورت. انهيءَ ڪري سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ عوام جي انهيءَ حقيقي محبوبہ کي سندس ٻهراڙي واري قطري ماحول ۾ پيش ڪجي: ڳاهجي تہ اهو مضمون ڳاهجي ۽ ڳائجي تہ انهيءَ کي ڳائجي.

جلال:- جلال غالبا پهريون بلند شاعر هو جنهن انهيءَ نئين عنوان جي ابتدا ڪئي. مجموعي طرح سان، ٻهراڙيءَ جي سوپياوان زال ۽ سندس قطري ماحول جو تخيل جو جلال پيش ڪيو، سو هيءُ هو تہ: مينهن جي سنڌ آهي ۽ سال وارن سانگي ماڻهن جا گهر آهن. پيو سال پهري ويل آهي باقي ڪير پياڪ ننڍڙا ڦر واڙي جي آسپاس پيا گهمن. اوچتو ڪڪر پرجي اچن ٿا ۽ مينهن جي ڦڙو ڦڙو پوڻ شروع ٿئي ٿي. گهر واري نوجوان حسين زال کي ننڍڙن ڦرن جو خيال ٿئي ٿو ۽ ٻاهر نڪري اچي انهن ڦرن کي واڙي ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. انهيءَ تڙ تڪڙ ۾ سندس وار ڪلهن تي وکري پون ٿا ۽ منهن تي مينهن جا ذرا ذرا ظاهر بنجي پيهن ٿا. انهيءَ قطري ماحول ۾ سندس چهرو ٻهڪي ٿو ۽ حسن چمڪي ٿو: سندس انهيءَ بي مثال پاڪيزہ سونهن جي تعريف بيان کان ٻاهر آهي.

جلال اهو انوکو تخيل پنهنجي هيٺين بي نظير بيت ۾ پيش ڪيو تہ:

١- گورب وجهندي گونڊ، ڪريا ڪيس ڪلاہ تان،
٢- آل اليهر آنسرا، نين تہ نرگس نونڊ،
٣- ٿي ڦڙ ڦڙ ڦوهارن، جنهن ذڏ ست صاف سوند،
٤- ميکهہ پسي مستان ٿيو، برسي بادل بوند،
٥- چا خوبي خورشيد جي، ڪک آڏ و محمود،
٦- چنين چکين چڪ چوند، ڪنهنجي ناهي جوت جلال چئي.

يعني تہ ١. انهن جا گورڙا (گورب) ننڍڙي واڙي يا گوندي ۾ واڙيندي، سندس وار (ڪيس) ڪلهن تي وکري پيا، ٢. (۽ مثال مينهن جي بوند سبان اهي الا ٿي) ڪلهن تي انهن چپڪي پيا جو چڻ تہ) ڪارن نانگن (اليهر) جا اڻ سرندڙ (انسرا) ننڍڙا ٻچا (ال) آهن. (ان سوپياوان جون) اکيون (نن) اهڙيون تہ سهڻيون ۽

---

٦- ر: 'تنهنجي ناهي جوت جلال چئي'. ٻي روايت: 'ڪائي ناهي جوڙ جلال چئي".

نيم خوابي آهن جهڙو نرگس گل، جو اها پورو ڪليو نا هي (نوند)† ۴. (سندس حسين چهري تي) سينهن جي ڦڙين جا پاڻي جا قطرا ائين چمڪي رهيا آهن جهڙا سمنڊ جا سچا موتي (دڏ = درياء + ست = پٽ سمنڊ يعني درياء جو پٽ = موتي). ۵. خود سينهن جو بادشاه سڪهه پڻ سندس سهڻي صورت ڏسي مدهوش ٿي ويٺو وڏيڪ پوندون وسائڻ لڳو. ۶. انهيءَ نظري ماحول ۾ سندس سهڻي منهن (مک محمود) جي جلوه جي پيٽ ۾ خود سج (خورشيد) جي تجلي ۽ سهڻائي به هيچ آهي. ۷. بقول جلال، سندس اهڙي سهڻي صورت سان، ٻي ڪنهن به چنن چگهن واري چوندڙ زال جي سونهن پيٽ ۾ ني ٿي اچي سگهي.

جلال جو هيءُ نئون مضمون ٻين شاعرن لاءِ مشعل راه بڻيو. نه معلوم الائجي ٻين ڪيترن ۽ ڪيترن سچاڻ شاعرن هن مضمون کي نباهيو هوندو جن جا نالا، زماني جي لٽ سبب، اسان تائين نه پهتا آهن، اسان جي موجوده تلاش ۽ تحقيق سان هن عنوان تي ٽن چئن ٻين شاعرن جا بيت هٿ آيا آهن، جنهن سان ظاهر آهي ته هي نئون مضمون ڪافي مقبول پيو ۽ 'سنڌي سينگار شاعريءَ' جو هڪ مخصوص عنوان بڻيو.

<u>ميون شاه عنايت (؟)</u>:- ڀٽائي صاحب جي رسالي (سر سارنگ: د-۱) ۾ هن مضمون تي هڪ بيت 'ميين' جو موجود آهي، ۽ اسانجي خيال ۾ اهو بيت 'سيد ميين شاه عنايت رضوي' جو آهي (۱). ميون شاه عنايت، جلال جو همعصر هو، ۽ هن ڪان اڳ بيان ٿي چڪو آهي

---

† 'نوند' جي معنيٰ غالبا 'ننڊ ۾ پيل'. اها صفت جيڪڏهين نرگس گل سان لڳائبي ته معنيٰ اها ٿيندي جا مٿي ڄاڻائي وئي آهي. ٻئي لحاظ سان اها صفت 'نين' يعني اکين سان ۾ لڳائي سگهجي ٿي ۽ انهيءَ حالت ۾ ان جي معنيٰ 'نيم خواب' ٿيندي.

(۱) 'ميون' تخلص سان، ٻن شاعرن جا بيت ڀٽائي صاحب جي رسالي ۾ موجود آهن: هڪ ميون مگنل، جنهن جو بيت 'سر حسيني' - داستان -۹ (بمبئي ڇاپو) ۾ ڏنل آهي، جنهن ۾ شاعر جو سچو نالو 'ميون مگنل' ڏنل آهي. ٻيو سيد ميون شاه عنايت رضوي جنهن جا ڪافي بيت سندس نالي 'عنات' توڙي لقب 'ميون' سان رسالي ۾ شامل آهن. مثلاً سندس لقب 'ميون' سان هيٺيون بيت سر ڏناسري ۾ ڏنل آهي ۽ سنڌ جي عام روايت ۾ پڻ ميين شاه عنايت ڏانهن منسوب ۽ سندس نالي سان مشهور آهي:-

قبا ڪامل پير جا مهٽ سوچارا ماڳ،
ساري وٽ سيد جني، ونءِ وهلو واڳ،
توکي تنين سين ڪيو، سينڌو ڪنهن سياڳ،
جي اهرا پير اجهاڳ، سي من ۾ رک ميون چوي.

شاه عنايت جي هن بيت ۾ توڙي ڪن ٻين بيتن ۾ 'ميون' تخلص صاف طور ڄاڻايل آهي، ۽ ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته مذڪور بيت (لاڙ لڏيندي - الخ) پڻ ميين شاه عنايت جوني آهي، ڇاڪاڻ ته صوفي شاعرن مان سينگار جهڙي عنوان تي ميين شاه عنايت ئي پهريائين توجهه ڏنو.

تہ صوفي شاعرن مان ميون شاہ عنايت غالبا پہريون شاعر ہو جو سنڌي سينگار شاعريءَ جي مضمون کان متاثر ٿيو ۽ انهيءَ رنگ ۾ بيت چيائين. هيٺين بيت ۾ ميون شاہ عنايت ساهڻي جلال واري نظري ماحول جا امڃاڻ ڏيندي چيو آهي تہ:

۱- لار لنيندي وڇڙا، ڇيني پير زتاس،
۲- ڪڙيون ڪنهي ورنيون، موتي منهن ڳتاس،
۳- پسوا ميگهہ، ميون چوي، جو هر جال جڙياس،
۴- جهونڪ ٻنسريياس، وسي مينهن پسائيا.

يعني تہ ۱. مينهن جا ننڍڙا (لار) وڇڙا پڏندي (لنيندي)، پهرئين وسڪاري تي سوربل چيهي گاہ تي هلڻ سان ان گاہ جي رس سبيان سندس پير ڳاڙها ٿي پيا آهن، ۲. ۽ انهيءَ ڪري قدم کڻڻ وقت سندس ڪڙيون ڳاڙهيون ڪنهي ورنيون نظر اچن ٿيون؛ (مينهن جي ڦڙين) سندس حسين چهري تي چڙهي موتي مڙهي ڇڏيا آهن. ۳. ميون ٿو چوي تہ، ڏسو تہ سارنگ جي وس ڪيترا نہ اهڙا جواهر سندس بدن توڙي ڳهن تي جڙي ڇڏيا آهن، ۴. ۽ مينهن جي بوند سندس جهونڪن ۽ نٿ کي پڻ آلوده ڪيو آهي.

ڏاتو کتي:- ڏاتو کتي جو غالبا جلال جي عزازت مان هو، تنهن ميين شاہ عنايت جي بيت جي آخري فقرہ کي مدنظر رکي پنهنجي هيٺين بيت ۾ هن حسين محبوبہ جي حسن جي تعريف کي وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيو تہ†:-

۱. وسي مينهن پسائيا، ان جا منهن ۾ مرگهہ تہ مين؛
۲. سبزہ لتاڙڻ هليون، ڪري ٻجليون برسڻ پين؛
۳. منهن تہ مرگهين سهٽو، پي چيلهہ چيلاٽي چين؛
۴. عين عجب، پڳ پالتو، پيا گر گار برو بر ڪين؛
۵. ان جي ڳن ڳوراڻيءَ سين، اچن ڪيسر ڪين؛
۶. سينني ڳڏيا شير دو رنگي ڳل رنين؛
۷. سي ڏسڻ سين، ڏاتو چئي، تا ڪ ڪسو سڪ ڏين؛
۸. جي اهڙي حسن حسين، تن ماہ مشابهت نہ ڪا.

يعني تہ ۱. مينهن جي بوندن، ان محبوبہ جي منهن ۾ جي 'مرگهہ' (= مرڻ = اکيون) ۽ 'مين' (= مڇي يعني ننڍڙو وات مڇيءَ جهڙو) آهن، تن کي آلو ڪيو. ۲. (جڏ اها

---

† ڏاتو کتي: ۴. ۱، 'عين اکيون، پڳ پالتو، پيا گن گار برو بر ڳڻ' ۵. ۱، '...اچن ڪيس ڪبي نہ'

صورتمند ٻاهر نڪتي ته سندس حسن جي سلامي خاطر ٻي انتها خوشيءَ مان) ڪنوئيون ٻه ساٽ سينگار سان چوطرف ساوڻ ميدانن مٿان تجلا ڪري هاڻ لڳيون ٣. ان سهڻي سڄڻ جو رخ، سهڻين اکين جي لحاظ سان، هرڻ (مرگهن) جو همسر آهي ۽ سندس سنهي چيله چيلاٽي جي چيله (چين) جهڙي سنهي آهي. ٤. سندس اکيون عجب سهڻيون ۽ ٻيون اهڙا ته ٻوشيدا آهن جو پيو ڪوٻه سندس نازڪ خرامي (گم = هلڻ؛ گام = قدم يا وک) سان برابري ڪري نٿو سگهي. ٥. سندس گهري گلابي رنگ (گن = گون =رنگ) سان ڪيسر جي ڇا مجال آهي جو مقابلو ڪري سگهي. ٦. سندس سيني ۽ ڪير جا ٻه سر چشما (يعني پستان) ڄڻ ٻه گوٿا گل آهن. ٧. اهي سهڻا محبوب، ڏاتو ڏو چوي ته، پنهنجي هڪ نظر سان سهڻي ڏک ميٽي سکن سان بدلائي ڇڏ ڇڏين. ٨. اهڙن سونهن ڀرين سڄڻ سان چنڊ جي ڇا مجال جو مشابهت جي ميدان ۾ بيهي سگهي.

جام مراد علي: ملير جي چاڙن سان جام مراد علي جوکيي، ميين شاه عنايت جي بيت واري ساڳي زمين ۾ هيٺيون بيت چيو ته*:

١. سارنگ نَيڻن سج جهڙن، وه جي آڳميائس!

٢. انگ قمر، ڪيس ڪڪر، اوڍڻ ڪيسر پاس؛

٣. سبزه لشاڙڻ هليون، ٻونڊون برسياس،

٤. ڏڙيون فيروزن جهڙن لڳن لال لڳياس،

٥. سنهن ۾ ميگهه، مراد علي چئي، جوهر جال جڙياس،

٦. بيشا بيشون بجليون، هيرن هار هياس،

٧. واڙي ڏچ وڏياس، ڪچونل ڪونر پهچائيا.

يعني ته ١. سندس سهڻيون اکيون (سارنگ نين) جن ۾ سج واري تجلي ۽ تاب آهي، سي عجيب نموني ۾ آڳجي يعني خارجي ڳالهيون ٿي ڏسيون آهن. ٢. سندس بدن (انگ = عضوا ۽ اندام) جي رونق چنڊ جهڙي، وار (ڪيس) ڪڪرن جهڙا ڪارا، ۽ لباس ڪيسر جهڙو رنگين ۽ مهڪندڙ آهي. ٣. مينهن جون ٻونڊون سندس استقبال ۾ ساوا ميدان سر ڪرڻ هليون ۽ ٻئي ڪهور تي وسڻ لڳيون ٤. سنهيون سنهيون ڏڙيون سندس سهڻي لال بدن تي پنهنجي ڳاڙهي جا قطرا جهڙ فيروزن وانگي ڏسڻ ٻنائي ٿيون ٥. مراد علي ٿو چوي ته ميگهه ملار پنهنجي ٻونڊن سان سندس وارن ۾ منهن ڄڻ اڪيچار جواهر جڙي ڇڏيا آهن. ٦. سندس سهڻي نڪ جي ڪنار جا تجلا بجلي جهڙا

* جام مراد علي: ١. ر، 'سارنگ نين سج جيان، وهي جن آگر آس' ٤. ر، '...اين لال لگاس. '... ماڻڪ منهن لڳاس' ٦. ر: 'بيابينون بجنون، هيرن هار هياس'

آهن، جن (وس ڪري پنهنجي اُڙ ۾ ڏريعي) سنڌس ڳچيءَ ۾ چڻ هيرن جا هار وجهي ڇڏيا آهن. ٧- (انهيءَ ميگهه ملار واري ماحول ۾ هن صورتمند) پنهنجي مينهن جي ڦڙن جي وراڻي واڙي ۾ پوريو آهي، جنهن ڪري سنڌس وار (ڪچونل = ڪچ = وار) ۽ نازڪ ٻانهون (ڪونئر = اصطلاحاً بمعنيٰ ٻڙ جي ڪولي جهڙيون سنهيون ڊگهيون يا ڪنول گل جهڙيون سهڻيون نازڪ ٻانهون) پسي پيا آهن.

بلوچ: هن ساڳئي زمين ۾ ڪنهن بلوچ شاعر، جنهن جو نالو معلوم نه ٿي سگهيو آهي، بيت چيو ته†:

١- سرس سدا سارنگ جان، ڪندن ڪوڙ ڪياس؛
٢- عشق هيج انئين تي، ڪنٿار ڪوياس؛

٣- سنهڙا موتي منهن ۾، لبن لال ڳتاس؛
٤- هلڪو هار هڪيءَ تي، ٺٺسر واه ٺنياس!

٥- برسي بوند، بلوچ چئي، پرون پوُنر پناس؛

٦- ڳنڍي ڪاڻ ڪاند ڪي، ڪنيسريا ڪڍياس؛
٧- جيلانه واڙي وچ وڌياس، تيلانه ڪچونا ڪوُنر پسائيا.

يعني ته ١- سدا سائي ۽ سرهي سارنگ وانگر، سنڌس ڪرايون (ڪوُنر = اصطلاحاً بمعنيٰ ڪرايون) 'سر ڪنڊي' جي گلن (جن جي پوني ڪراين ۾ پڌو ائس) سينگاري سرهيون ڪيون آهن. ٢- اکين جي اٽين مٿان سنڌس سهڻا پرون 'عشق هيج' گلن وانگر نڙي بيٺا آهن، ۽ ڪاڻ وقت سنڌس سهڻا ڏند اهڙا سهڻائي ۽ سناءَ ڏيکارين ٿا جو ڄڻ 'ڪنٿار' گل ڪوڙي پيا آهن. ٣- مينهن جي بوندن جا ذرا سنڌس منهن تي ڄڻ سنهڙا موتي بنجي بيٺا آهن، ۽ سنڌس لال لب بوند ۾ پسي وڌيڪ اهڙا لعل ٿيا آهن جو ڄڻ مٿانئن لعلون مڙهيل آهن. ٤- (سنڌس ڳهه مختصر ۽ سادا آهن پر سنڌس فطري حسن سببان اهي ڪي ٿورا نه ٿا!-) هڪ ننڍو هلڪو هار ڳچيءَ ۾، ۽ سهاڳ جي نٿ نڪ ۾ پئي واه جي سهڻا لڳن ٿا! ٦- ڪيس پنهنجي ٻاهران مونڊو مڙس ڪني ڪڍجو آهي، انهيءَ ڪري هن زعفران مثل رنگين ۽ مهڪندڙ لباس ڪڍي پاتو آهي. ٧- هن ميگهه ملار ۾ جنن جو وچ ڪي وراڻي واڙي ۾ پوريو ائس، ته سنڌس نرم وار (ڪچونا) ۽ نازڪ ٻانهون (ڪونئر) بوندن ۾ پسي پيا آهن.

ٻلال، مبين شاه عنايت، ڏاتي، ڄام مراد علي ۽ 'بلوچ' مٿين بيتن ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي سوڀاوان عورت کي ميگهه ملار جي فطري ماحول ۾ پنهنجو گهرو ڪم ڪار ڪندي پيش ڪيو آهي.

---

† بلوچ. ٢- ر. 'عشق هيج انگن تي- الخ' ٦- '...... ڪنسريا ڪڍياس'

بلوچ پنهنجي بيت ۾ هي نقطو بڻ صاف ڪيو آهي تہ سن پاڪيزه اخلاق عورت جيڪي ٽورا گهڻا ڳهہ ۽ خاص رنگين ڪپڙا پاتا آهن سي محض پنهنجي خاوند جي خوشنوديءَ خاطر.

ڪبير شاه پنهنجي هيٺين بيت ۾ مضمون توڙي ماحول کي ذرا تڪلف سان پيش ڪيو آهي: هڪ حسين معشوقہ آهي جنهن کي زندگيءَ جون سڀ نعمتون نصيب آهن. اها موسم بهار جي هوندن ۾ هڪ باغ ۾ سير جي بهاني سان پنهنجي محبوب کي ملڻ لاءِ مشتاق آهي. سڀني سان سينگار ڪري آئي آهي ۽ ليمي جي لام ۾ پدل پينگهہ تي اچي لڏي ٿي. بالاخر محبوب سان ملي ٿي ۽ ان سان وبهي وروندهہ ڪري ٿي. ساغر ۽ صراحي بہ موجود آهن. پڻ وڇڙيلن جي انهيءَ وصال واري موقعي تي، مٿان بادل بوندون وسائين ٿا ۽ پنهي جا ڪپڙا پجي پون ٿا:-

سرس سدا رنگ سارنگ جا، گل ڦل 'جسايون' جام،
'سنبرگ'، 'چمپا' 'ڪيوڙو'، 'ڪيتڪي'، 'دائودي' دل دام،
'آرزن بار' 'گلاب' 'ڪرنا' 'سيوتي'، ٿا 'سورج' ڪن سلام،
'بيل' 'چنبيلي' 'سرڪندي'، زرد 'آيمان' عام،
'دوپهري' 'دل پيچ' هوا، تنهن سان 'تڪمان' طرح تمام:
انهيءَ باغ بنسي ۾ بره سين، هڪ هئي ڪامڻ آهو گام، (۱)
تنهن 'ٽولي' 'ٽامر' تي ليڪ ڪئي، مٿي مُڪ مدام، (۲)
سا ڪنٿون جاڻ ڪنهبا ڪريو، ٿي لڏي ليمي لام،
تان مليس چنڊ چمن ۾، جنهن هئي جولينديءَ جام، (۳)
تہ دست بتي، ڏي پيالو پر ڪي. ائين گڏيا گل اندام؛ (۴)
تتڻهين ڪونل، ڪبير شاه چئي، ٿي پولي پولي سام،
وسي بادل مٿان بام، بوند پسجايون ڪپڙا.

---

(۱) آهو گام= هرڻ رفتار يعني جواني سبب هلڻ ۾ ڪڏ ۽ ناز هجڻ. (۲) تنهن ٽولي ٽامر- الخ= غالبا معنيٰ تہ، تنهن محبوبہ جي منهن تي پولو ۽ ڦلي (يا نٿ ۽ بولو) ائين ٿا سونهن جو چٽ 'ٽامر' گل جي مٿان 'ٽوليءَ' جو گل پيلو آهي. (۳) جنهن هئي جولينديءَ جام=جنهن جام (محب) کي جوليندي هئي يعني گوليندي هئي. (۴) دست بتي= هٿ ۾ صراحي.

۴. **تشبيهات ۾ وسعت**:- سنڌ جي سچاءُ سگهڙن ۽ شاعرن، هندي شاعريءَ جي ’سورهن سينگارن ۽ ٻارهن زيورن‘ واري ابتدائي نظريي جي نئين سر تقسيم ۽ تعريف ڪري، ان ۾ معنوي لحاظ سان وڏي وسعت پيدا ڪئي. مثلاً، سورهن قطري سينگارن کي هڪ هڪ ڪري ڳڻائڻ بدران، انهن کي چئن جنسن ۾ تقسيم ڪيائون ته چار وصفون زمين تي هلندڙن واريون، چار اڏامندڙن واريون، چار گلن واريون ۽ چار ميون واريون هجن. ٻارهن بناوتي سينگارن مان به ڪم از ڪم ٻن کي ڪپڙن ۽ ڳهڻن جي جنسن ۾ شمار ڪيائون. هن نظريي موجب انهن ڇهن جنسن، يعني ته زمين تي هلندڙ جاندارن، اڏامندڙ جاندارن، گلن، ميون، ڪپڙن ۽ ڳهڻن، جا جملي مختلف قسم اچي ٿي ويا ۽ انهيءَ ڪري تشبيهات جي دائري ۾ وڏي وسعت پيدا ٿي. انهيءَ نئين تقسيم ۽ تشريح ۾ زمين توڙي هوا جون مکيه شيون، جن سان حسن جي مختلف خوبين جي ڀيٽ ممڪن هئي اچي ٿي ويون. مگر سنڌ جي سچاءُ شاعرن جي خيال جي گهرائي هڪ طرف زمين کان هيٺ وارين سڀئين شين- سون، چاندي، هيرن جواهرن، فيروزن، لالن، مرجانن وغيره، توڙي سمنڊ اندر موتين ۽ ماڻڪن تائين پهتي، ته ٻئي طرف سنڌن تخيل جو پرواز پکين جي پرواز کان مٿين فضا ۾ بادلن، کنوڻين ۽ قوس قزح جي رنگينين کي طيءِ ڪري اچا به آسمان طرف اڏائون ۽ سج، چنڊ، نکٽن ۽ تارن جي بلندين کي وڃي سميٽيائين.

هيرن ۽ جواهرن، ماڻڪن ۽ موتين، سج ۽ چنڊ، تارن ۽ نکٽن سان محبوب جي حسن جي مختلف رعنائين ۽ خوبين جي تشبيهن جا ڪي مثال هن کان اڳ آندل بيتن ۾ موجود آهن، البت سارنگ جي سونهن ۽ سما، جهڙ بادلن جي بهار ۽ ميگهه ملار جهڙي رنگين فضا جي ماحول سان محبوب جي حسن جي مجموعي تمثيل، يا ان ماحول جي مختلف جزن سان محبوب جي حسن جي مختلف وصفن جون تشبيهون، سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ هڪ خاص انداز رکن ٿيون، جن جو بيان دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندو.

جلال: حضرت جلال پنهنجي هيٺين بيت ۾ غالباً پهريون دفعو ’ابر بهار‘ جو عنوان ٻڌو، ۽ محبوب جي مد ڀرين ڪڪورڻ اکين کي ميگهه ملار سان، ۽ آگمن جهڙي اوسر ۽ نظاري کي، مٺي سرت ڀريي (عارف) محبوب جي آمد سان ڀيٽ ڏيئي (مصرع - ۱۰)، سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ تشبيهه ۽ تمثيل جو هڪ نئون ورق ورايو†:-

۱- جئن سي ابر بهار، تئن ڪنول ڪيس قريب جا،

۲- آلبهر وانگي آلٽيا، اچي ڏريا بدن ڏار،

† ۱. ڪنول ڪيس = ڪنول گل جهڙا نرم ۽ نازڪ ڪارا وار. ۲. سي = سي وار. البهر = ڪارو نانگ.

٣- سَرَ ڪنان سُوڏا پرين، مُک موتين ڪؤن موچار،

٤- هنجھ ڏسي لوڏ لکي ويا، بس ڪنيزَ ڪي گفتار،

٥- ٻُڌي ٻولي ٻاجھ ڀَري، ڪي ڪوئل نا ڪُوڪار،

٦- چَنڊي شمس شعاع ويو، گَڏجي منجھ غُبار،

٧- آهن چَيِنْ چَڪور جان، ٻيئي ٻِيهِل پار،

٨- ٻَنْيا ڀِروُنْ ڀونئر جانْ، اکيون ميگھ ملار،

٩- سينو سوکرو سچٿين، گلبدن گلزار،

١٠- عارف جي اچڻ جا، آگم ٿيا اظهار،

١١- ساجن ۾ سنسار، جانب وڏ، جلال ڇني.

هيٺين بيت ۾ جلال قوس قزح يا اندلٺ جي تشبيهه جو عنوان قائم ڪيو آهي، ۽ ٻي مصرع ۾ محبوب جي حسن جي تجليءَ جي سلسلي ۾ ڪنوٽين جي تجليءَ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. جلال جو هيءُ انوکو بيت نهايت ئي گهوڙهن لفظن ۾ ادا ڪيل آهي جن جي معنيٰ غور طلب آهي*:-

١- آهَرِينْ لَهرِين عينَ، قوس قزح کهکارَ ۾،

٢- ڪَنْبَ، ڀِتافِ، ڪورخوُنْ، مان چورائي ويا چَيِنْ،

٣- ڪَنْتر ڪوٽ، ڪهول موٽ، گَنِ ته غزالي غين،

٤- مانَ مَندر منهن موج ۾، جوت جَمن ۾ جَيِنْ،

٥- سِر نابو سپ سَيِنْ، ڪَن جُهار جلال ڇني.

يعني ته ١. محبوب جي منهن جي چوڏاري ڏگهن لهردار ڪارن وارن (اهر=اهه=وار) وچ ۾ مدپريل ڪڪوريل اکين جي رنگيني ۽ روشنائي ائين آهي، جڻ جبلن جي ڪارڻ

---

٤. ڪنيز = هاٿي. ٥. ر: 'ٻڌي ٻولي ٻاجھ پرين جي- الخ' ٦. ر: 'قمر ڪين ڪمائيو، ويو گڏجي منجھ غبار' ٧. 'يعني ته محبوب (ٻي) جي مٺي ٻولي سڀان، تاڙا ٻکي (ٻيهل) بـ محبوب لاءِ (پار=طرف) ائين بي تاب ۽ بي چين آهن جئن چڪور ٻکي چنڊ لاءِ بي چين آهي ٨. ر: '...... اکيون مرگھ آچار' ١١. ر: 'جوڙ انهيءَ جنسار، جانب وڏ، جلال ڇني.'

* ١. ر: 'اهرين لعلين عين، قوس قزح کهکار ۾'. ٢. ر: "ڪنب، ڀتافر- الخ"

(ڪهڪار = ڪوهه + ڪار = پڻ اصطلاحا، ڪڪرن جي ڪاراڻ) جي پس منظر ۾ گول انڊلٺ (قوس قزح) جو سهڻو رنگين نظارو ۲. انهن سهڻن سڄڻن پنهنجي ڳوري لعل چهري سيبان جڻ ته (مان) ڳاڙهي ڪنهبي (ڪنب = ڪسنب) سون (وتاڙ) توڙي تجليدار ڪنوڻين ڪمان (ڪورخ = ڪروخ = ڪنوڻ. ڪؤرخؤن = ڪنوڻين ڪان) آرام (چين) ڪسي چڙهيو آهي. ۳. سندن ڪنڌ و نڪ طوطي (ڪنتر = ڪؤنتر) جهڙو، ڳل (ڪپول) موڙ (مينهن وساڙو جيت) مثل ڳاڙها، ۽ سندس سهڻيون اکيون توڙي لاڏ ۽ ڪوڏ هوبهو هرڻ (غزالي غين = 'غزال' جو هرڻ جو نالو آهي تنهن نالي جو بالڪل پهريون حرف 'غ') وارا آهن. ۴. سندس منهن پاڪيزگيءَ ۽ ڏيا (موج ۾) سيبان جڻ ته مندر آهي، جنهن ۾ سندس اکين جي گول دائرن ۾ روشن تارا جڻ ته (جين = جڻ ته. 'جمن' = لکر جو ڪپو) روشن ڏيئا پيا ٻرن، ۽ ٦. بقول جلال، (ان مندر جا مشتاق عاشق) سر جهڪايو صدائون (سين) ۽ بندگيون (جهار) پيا ڪن.

جلال جي هنن بيتن بعد سارنگ جي سونهن، ميگهه ملار، بادل ۽ ڪنوڻيون 'سينگار شاعريءَ' جي تشبيهات جا عام موضوع ۽ استاد شاعرن جي بيتن جا خاص عنوان بڻيا- انهيءَ سلسلي جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا.

وڏو: شاعر وڏي ميگهه ملار جي ماحول ڪي پنهنجي هيٺين بيت جو مثل بڻايو آهي ته:-

١- بڻيا ميگهه بنياڙ سان مُک سر محبوبن،
٢- پسي ڪج قريب جا، چڙهيو تليهر تجلن،
٣- ڏسي، برجم بانوريا، لالي لال لبن،
٤- سَنڙن، سسپهر، مور، هنجهه، سُهايا سيڻن،
٥- رجل پنهنجي راهءِ سان جت جانب جاءِ ڪئن،
٦- وسون تت، وڏو چوي، چڙهيو لوڏ لکن،
٧- اهڙن عجيبن، آساهو وکهو ڪيو سيم جان.

يعني ته: ١. محبوبن جي منهن (جو لال رنگ، ڪڪوريل اکيون ۽ چمڪندڙ ڏند) ۽ سر تي ڪارا وار- انهن جو مجموعي نظارو ساڳيو ميگهه ملار (جي رنگين انڊلٺ، ڪنوڻين جي تجلي ۽ ڪڪرن جي ڪاراڻ) وارو آهي. ٢. محبوب جي ڪارن وارن (ڪج) جي چمڪ کي ڏسي، ڪنوڻين (تليهر = سنهو ڊگهو تانگ = اصطلاحا، 'ٻڪرار' ڪنوڻ جو سنهو ورن وڪڙن وارو چمڪدار ليڪو) پنهنجا تجلا ترڪ ڪيا. ٣. چپن جي لالائي

کي ڏسي، مينھن وساڙا جيت (برجم؟) مست ٿي پيا ھ. ٤. چنڊ (سسون)، پوئتر (سسبھر؟)،
مورڙ هنجھ. - انھن مڙني کي محبوبن پنھنجي مختلف سھڻين وڻن سان موھي شوھندو ڪري
ڇڏيو. ٥. جنھن جاءِ تي اھي سھڻا سڄڻ راضي ٿي پنھنجي سھڻي نوو وارا قدم (رجل=پير)
ڪئن، ٦. تہ، بقول وڏو، ات ھاٿي (وسون) پڻ پنھنجي لوڏ ڦٽي ڪري شرم وچان
وڃيو لڪن. ٧. اھڙن سھڻن سڄڻن، منھنجي ساه کي وڻ ويڙھيءَ (سم) جان وڪوڙي
سوگھو ڪيو آھي.

ملان خوشحال: ملان خوشحال، نھايت ئي گوڙھي اسلوب بيان ۾ چيل سندس ھيٺين بيت کي ڪڪرن ۽ قوس قزح جي تشبيھات سان شروع ڪيو آھي تہ:-

١- ترنگ تليھر طرحان، ڪڪر ڪيس قريب جا،
٢- ابرو عين عجيب جا، توسن حاجت ڪان،
٣- مستڪ ماه مڙو مان ڏيکيو، ان جو پال پلو ڪڻن پان،
٤- چمر چيھل، ناس ڪ ڪيلي، ھنڊوي ھوٺ ردان،
٥- سرواري ساڏو ٿيا، ڏسي ڏھر سندان،
٦- ذهن 'مير'، ملان چوي، صاحب سرت سجان،
٧- احمر انارئون اگرا، ڪنگوءَ ڪر ڪران،
٨- سو ڪيوڙ ڪل ڪڪر، ديھ تنگوءَ تجلان،
٩- ڏني ڪين، خوشحال چئي، صورت سا سبحان،
١٠- چھون چرن چگان، سرنبي سپ سڪي ويا.

يعني تہ: ١- پياري محبوب جي ڏکڻ گھنڊيدار وارن (ترنگ) جا تجلا ڪنولين (تليھر= ھڪ سنھو ڏکھو نانگ = اصطلاحا 'پڪرار ڪنوڻ') وارا آھن. ۽ اھي ڪارا وار (ڪيس) ڪارن بادلن مثل آھن. ٢- سھڻي سڄڻ جون اکيون ۽ ان جي مٿان ڪمان مثل ڀرون - انھيءَ منظر سان انڊلٺ جي مقابلي جي جاءِ ئي نہ آھي. ٣- [شايد مطلب تہ] چنڊ (ماه) ۽ مينھن وساڙو جيت (مڙو) پنھي کي مون مست ڏٺو، بلڪ ان سھڻي محبوب جي چھري جو تجلو تہ سچ (پان = بان = بانا = سچ) کان بہ سوايو آھي. ٤- سندس سھڻيون اکيون (چمر) ھرڻ (چيھل) جھڙيون، نڪ (ناس) طوطي (ڪيل) جھڙو (ڪ = مثل. يا ڪ = ڪر = ڄڻ تہ)، ۽ سندن لب (ھوٺ = ھونٺ) مينھن وساڙي (ھنڊوو) جيت مثل لال رتل آھن (ردان). ٥- سندن سھڻن ڏندن (ڏھر)

ڪي ڏسي مرواريد ٻه جهڪا ٿي ويا (ماڌو ٿيا). ٦. انهيءَ سهڻي سرتي سڄڻ جو وات، ملان ٿو چوي ته، حرف 'ميم' جي ننڍڙي ڳول ڪهيري جهڙو آهي. ٧. اهي محبوب سندن لال ڳوري رنگ ۾ ڏاڙهون ڪان (انارئون) ٻه وڌيڪ لال (احمر) آهن، ۽ سندن سنهيون نازڪ ڪرايون ڪنگوءَ جهڙيون لال ۽ سنهيون آهن. ٨. (هن مصرع جي صحيح روايت ۽ معنيٰ اڃا تحقيق طلب آهي). ٩. خوشحال ٿو چوي، ته اهڙي سهڻي صورت ڪبن خالق طرفان ڏات ڏنل آهي. ١٠. سندن ڳورا پير (چرڻ) چيهي ڳاهه (جي رس جي لالائيءَ) ڪان ڪٿر، بلڪ اڃا ٻه اهڙا وڌيڪ لال آهن جو انهن کي ڏسي لال 'سرني' گل ٻه شرم وچان ڪومائجي سڪي ويا.

چام مراد علي: چام مراد علي ڪنوٽين ۽ بادلن جي تشبيهن کي پنهنجي هيٺين بيت جو عنوان بنايو آهي*:-

١- وچون عين عجيب جا، ڪارا بادل ڪيس،

٢- سانوڻ منهن محبوب جا نور نديون نت نيس،

٣- شام رنگئون رنگ بادليا، ڪن ڪيسريا وس ويس،

٤- ڪوئل، پپيهل، آهون، گينور محب مچايا ميس،

٥- تن محبن جي، مراد علي چئي، منهنجي روح وٽي ٿي ريس،

٦- لالن جي لبيس، حورون جهڙپ جهپي نيڻ،

قادو: قادو پنهنجي هيٺين نسبتا ننڍي ۽ سليس مگر فصيح بيت ۾ وڄن کي محبوب جي تجلن جو سلامي بنايو آهي ته:-

لوڏي لاڏ پربون، پئي ڪنيائين پانهيون،
قادو چوي، ڪاڻ جون، اکيون آب پربون،
ٻسي اوڻ ان جا، وڄون ات وريون،
پاسن منجهه پربون، اچن عرض ڪهنديون.

سليمان: سچاڻ شاعر سليمان پنهنجي هيٺين بيت ۾، جو قافيه جي لحاظ سان غالباً جلال جي بيت "تمور روپ ترنگ- الخ" (ڏسو ص ١٩١) جي پران چيل آهي، محبوب جي حسن

* ٣. ر: "شيام رنگيون رنگ بادليا- الخ" ٤. ر: 'ڪوئل، ڪپهل، آهو، گينور محب ڪيا ٿي ميس'

۽ سينگار جي تعريف ڪرڻ بعد آخر ۾ هي نئون نقطو نروار ڪيو آهي تہ ان پياري محبوب جي سهڻي صورت خود سارنگ جي سونهن کي بہ ڪساڻي گهٽ ڪري ڇڏيو آهي†:-

١- تليهر ترنگ، آيي جهاڙي جهاڙ پر،
٢- ان جو ورن وساڙان وترو، الده جهڙس انگ،
٣- ڪنگو ڪونئر ڪرائيون، پرون پوٽر پڙنگ،
٤- قيصر لکي ڪامٽي، ڪيا نيچا نيڻ ڪرنگ،
٥- تنهنجو جلوو جوڀن روپ چڙ ماه ڪڙيو سر گنگ،
٦- سيٽن، سليمان چٽي، سنوارا سارنگ،
٧- وڃون منجهہ مهنگ، ڪٽبي پيئون ڪڪرين.

يعني تہ: ١. اها سهڻي محبوبہ جنهن جا وار (ترنگ) ڏکهن ڪارن نانگن (تليهر) مثل آهن، سا هڪ وڻ (جهاڙ) جي پرسان بيٺي نهاري رهي آهي (آيي جهاڙي). ٢. سندس چهري جو لال رنگ (ورن) ميڻهن وساڙي ڪان بہ لالائيءَ ۾ وڌيڪ آهي، ۽ سندس نازڪ عضوا ۽ اندام (انگ) مکڻ (الده) جهڙا ڪونئرا ۽ نرم آهن. ٣. سندس سهڻيون لال رنگ تي مائل ڪرايون ڪنگو جهڙيون، ۽ پرون پونئرن ۽ ڪارن نانگن (پونگ) جهڙا ڪارا نيڙر آهن. ٤. ان محبوبہ (ڪامٽي) جي سنهي چيلهہ، شينهن جي باريڪ ڪمر جهڙي (قيصر=شينهن. لڪ=چيلهہ) آهي، ۽ (پنهنجن سهڻين اکين سان) هن هرڻ (ڪرنگ) جي اکين کي بہ شرمائي هيٺ ڪيو آهي. ٥ سندس جوانيءَ جي حسن جي جلوي کي اها رونق آهي جو چنڊ چنڊ درياء (گنگ) جي مٿان ابري بيٺو آهي. ٦. سليمان ٿو چوي تہ، اهڙن سهڻن سڄڻن (پنهنجي گوناگون حسن سان) سارنگن جي سهڻين رنگ سونهن کي بہ گهٽ ڪري ڇڏيو آهي. ٧. سندس حسن جي جلوي جي تاب ڪان بيتاب ٿي وڃون پڻ آسمان (مهنگ) ۾ ڪنبدي ڪنبدي ڪڪرن ۾ ڪر ٿي وبون آهن.

---

† سليمان ا. ر: 'بيٺي جهاڙي جهاڙ پر'. ٢. ر: 'تنهن جو ورن وساڙان اڳرو- الخ'. ٣. 'جنهن جا ورن وساڙي وترا- الخ'. ٤. ر: ا. 'ڪيسان لڪي ڪامٽي' نيچا نيڻ ڪهنگ' ٢. 'قيصر لکي ڪامٽي، نيچا نيڻ ڪرنگ'. ٥. ر: ١. 'زمري زينت زيب سين، ماه ڪهڙيو ۾ گنگ'. ٢. ر: 'تنهنجو جڏبو جوڀن روپ چنڊ مهو ڪڏيا سر گنگ'. ٦. ر: 'سيٽان (يا 'سيٽون') سليمان چٽي، ڪر سنواريا سارنگ'. ٧. هن مصرع جي پڙهڻي غور طلب آهي: روايتون مختلف آهن ١- 'جڏ پيئا منجهہ مهنگ، تڏ وڃون وسڻ آئيون'. ٢. 'مڪر منجهہ مينگ، واري وئيون وڃڙيون'.

### ۵- محبوب جي جامع حسن بابت جلال جو هڪ عجيب خيال:-

'سورهن سينگارن' جي تخيل مطابق، زمين تي هلندڙ جاندارن جي سهڻين وصفن مان محبوب جي نظري حسن لاءِ ڪم از ڪم چار وصفون لازمي سمجهيون وڃن. سنڌ جي شاعرن ۽ سگهڙن سگهڙن اڳتي قدم وڌائي هي نقطو واضح ڪيو ته محبوب جي معياري حسن ۾ جملي شين، جاندارن خواه غير جاندارن، جيون سهڻيون وصفون سمايل آهن ڇاڪاڻ ته پنهنجي حسن ۾ سهڻو محبوب جامع صفات آهي. انهيءَ تخيل موجب، جلال هڪ نئون نقطو نروار ڪيو ته جيتوڻيڪ ڪي جانور توڙي ڪي غير جاندار شيون هڪ ٻئي جو ضد آهن ۽ ساڳئي وقت يڪجاءِ جمع ٿي نٿا سگهن، مگر هيءَ محبوب جي جامع صفات حسن جو معجزو آهي، جنهن هڪ ٻئي جي ضد ۽ مخالف شين جي وصفن کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو ته انهن کي يڪجاءِ جمع ڪيو آهي.

انهيءَ انوکي تخيل کي جلال پهريائين پنهنجي هڪ بيت ۾ راز ۽ معما طور پيش ڪيو. افسوس جو سنڌس هن بيت جي مڪمل ۽ صحيح روايت نه ملي سگهي آهي، مگر اسان ٻن ناقص روايتن† جي پيٽ سان، هن بيت جي هيٺين صورت کي ترجيح ڏيئي قلمبند ڪريون ٿا، ۽ سگهڙن وٽان ان جي ٻڌل معنيٰ (جا ڪن حالتن ۾ اڃا تحقيق طلب آهي) لکون ٿا:-

۱- ٿانگر ڏيڏن پارڌي لاس تيتيقن ڏار،

۲- کنيل ڪنجل، آرن آيڊگ، سمجهه سالڪ سار،

۳- اهي سڀ اظهار، آهن جانب منجهه جلال چئي.

يعني ته: ۱. هڪ طرف، هرڻ (ٿانگر؟) ٻيلو (ڏيڏن؟) ۽ شڪاري (پارڌي؟) ۽ ٻئي طرف مور (لاس) ۽ نانگ (تيتيقن) يڪجاءِ رهي نٿا سگهن، (بلڪ اهي ڌريون ٿي ڌار آهن ڇاڪاڻ ته نه هرڻ ٻيلي ۾ رهي ۽ نڪي شڪاري جي سامهون بيهي سگهي، ۽ نڪي نانگ مور سان گڏ جالي سگهي ڇاڪاڻ ته مور نانگ جو ماري آهي). ۲. ٻئي ساڳيءَ

---

† هن بيت جون اهي ٻه ناقص روايتون هيٺينءَ طرح آهن، جن تي غور ڪري اسان متن ۾ ممڪن صحيح پڙهڻي قلمبند ڪئي آهي:-

۱- هيٺين روايت سگهڙ منشي صالح محمد جي آهي:-

تانگر ڊنڊن پاردو ليس ٿنيفن تاء،

کنيل ڪونجل، الف ابڊگ سمجهه سالڪ سار،

اهي سڀ اظهار، آهن جانب منجهه جلال چئي.

۲- هيٺين روايت آخوند عبدالرحيم "وفا" جي قلمبند ڪيل آهي:-

ٿانگر ڍيڍن پارڌي، لاس ٿنيفن تان،

کنيل ڪنجل، ارن اوڏ ڍڳ پاسري ڪاڻ،

طرح اي سمجهدار سالڪ! تون ويچار ڪري ڏس ته نڪي شينهن (ڪنيل) ۽ هاٿي (ڪنجل) گڏ جالي سگهن (ڇاڪاڻ ته عام روايت موجب هو هڪ ٻئي جا دشمن آهن) ته نڪي وري سج (ارن) پنهنجي اصل روشنائيءَ سان ان وقت چمڪي سگهند و جڏهين ڪارا ڪڪر (اپڊڳ؟) ڇانيل هوندا. ٣. مگر، جلال ٿوچوي ته، محبوب (جي حسن) ۾ اهي جملي شيون (پنهنجن حقيقي وصفن سان) صاف طور نظر اچن ٿيون.

هاڻي سوال آهي ته ڪيئن انهن مخالف شين کي سهٽي محبوب پنهنجي حسن جي معجزي سان يڪجاءِ جمع ڪيو آهي؟ غالبا جلال جي هن ڳجهارت کي ٻيو ڪو سالڪ ڳولي نه سگهيو، انهيءَ ڪري هن پنهنجي هيٺين بيت ۾ انهيءَ راز کي ذرا وڌيڪ واضح ڪيو ته*:-

١. آهُو جتهين آه، ساريُ پيي ان ساڳ تي:
٢. سَپ سَري ٻَر مور جي، سو پي سرس سوا،
٣. هاٿي شرطان شير جي، لوڏنون ڪين لڪاءِ،
٤. سِج ڪناري جُهڙ جي، بيٺو پاڻ پساءِ،
٥. سي نس دِن دائم دوست سين، رچي رنگ رَتاءِ،
٦. اهي جَنگ مڙيئي هڪ جاءِ، آهن جانب ساڻ جلال ڇني.

* هن بيت جون مختلف روايتون مليون آهن جن سان چار مکيه آهن: آخوند عبدالرحيم "وفا" جي قلمبند ڪيل روايت، سگهڙ منشي صالح محمد جي روايت، ساڪري جي سگهڙ ڪيٽا خان جي روايت، ۽ جوهي جي سگهڙ نبي بخش خان لنڊ جي روايت. انهن چئن مکيه روايتن جي بناء تي هن بيت جو متن قائم ڪيو ويو آهي. انهن روايتن موجب مختلف مصراعن ۾ پڙهڻين جا اختلاف هن طرح آهن- ١. ر: 'ماري پي تنهن ساڳ تي' (وفا)

٢. ر: '...، اها سرس سوا' (وفا)؛ '... سَرسئون اي سواءِ' (صالح محمد)؛ 'سپ سري وت مور جي، ته ٻه ليڙو ڪين لڪاءِ' (ڪيٽا) ٣. ر: 'هاٿي شرطون شير سان- الخ' (وفا)؛ 'هاٿي شران شير جي، لوڏان ڪين لڪاءِ' (صالح محمد). ٤. ر: '... بيٺو پاڻ لڳاءِ' (ڪيٽا)

٥. ر: 'اس دن دائم دوستي، تون ايسا رنگ رچاءِ' (نبي بخش)؛ 'نس ڏر دائم دوست جا رچي رلنگ رَتاس' (صالح محمد)؛ 'نس دن دائم دوس سين رَسا رنگ رچاءِ' (وفا) ٦- 'جنگ سڀئي هڪ جاءِ، هوا جانب ساڻ جلال ڇني' (وفا)؛ 'اهي جنگ الٿي سڀ جاءِ، جانب ساڻ جلال ڇني' (نبي بخش)؛ 'اهي جنگ مڙيئي هڪ جاءِ، ڏٺاسين جانب منجهه جلال ڇني' (صالح محمد)؛ 'اهي ٿيئي ٿول ڏٺاءِ، جانب ساڻ جلال ڇني' (ڪيٽا).

يعني تہ ١. جتي ھرڻ (محبوب جون سھڻيون اکيون) آھي، ماري (ھنيئن جا تير) بہ بالڪل انھيءَ ساڳي جاءِ تي موجود آھي. ٢. نانگ (محبوب جا ڪارا وار) مور (محبوب جي ڳچي) سان لاڳيتو ھتا ڏپ جي سرس ۽ سوايو ٿي پيو سري؛ ٣. ھاٿي (محبوب جي سھڻي رفتار) شينھن (محبوب جي سنھي چيلھہ) سان شرط ھڻي سيبان پنھنجي سھڻي لوڏ ۾ ذري جيترو بہ ڪونہ ٿو لڪائي (يعني تہ شينھن کان وڌي پڇي ڪونہ ٿو). ٤. سج (محبوب جو سھڻو منھن) ڪارن ڪڪرن (محبوب جا ڪارا وار جي منھن جي ٻنهي طرفان لٽڪيل) جي ڪناري سان لاڳيتو پيو چمڪي؛ ٥. اھي جملي شيون رات ڏينھن (نس ڏن)، بلڪ ھر ھميشہ سيڻي سڄڻ سان گڏ ھجڻ ڪري سندس رنگ ۾ رچي لال ٿيون آھن؛ ٦. جلال ٿو چوي تہ، اھي سڀئي زوراور (جي ھڪ ٻئي جا مخالف آھن)، سھڻي محبوب (جي حسن جي معجزي) سان يڪجاءِ جمع ٿي گڏ گذاري رھيا آھن.

**٦- محبوب جي لاثاني حسن جو تخيل:-** سندي 'سنگاررس' شاعريءَ ۾ محبوب جي حسن جو تخيل اڃا ابتدائي منزل تي ھو، ۽ حسن جي تعريف ۽ تشريح تشبيھات جي دائري ۾ بند ھئي. پيو تہ اھو تشبيھات جو دائرو پڻ انھيءَ ابتدائي منزل تي نسبتا محدود ھو. سنڌي سينگار شاعريءَ جي استادن نہ صرف تشبيھن ۽ تمثيلن جي دنيا ۾ ھڪ وڏي وسعت پيدا ڪئي، مگر محبوب جي معياري حسن کي اصولا لاثاني تسليم ڪري، تشبيھات ۽ تمثيلات واري روايتي مضمون کان قدم اڳتي وڌايائون، ۽ ھي نقطو نروار ڪيائون تہ سھڻي محبوب جي معياري حسن جي بي بھا وصفن جي پيٽ ۾ جاندار ۽ پکي، گل ۽ ميوا، سج ۽ چنڊ، تارا ۽ ڪتيون، بادل ۽ ٻجليون ڪابہ حيثيت ني ٿا رکن: جئن تہ لاثاني محبوب جو حسن بي مثال آھي، انھيءَ ڪري محبوب جي سھڻين وصفن کي انھن شين سان ڪھڙي تشبيھہ ڏبي! بقول پٺاڻي صاحب "سپيريان جي سونھن جو ڪو قد نہ سد". جو حسن بي مثال آھي تنھنجو ڪھڙو مثال ڏيندو! جا سونھن بي نظير آھي تنھنجو ڪھڙو نظير ڏيندو! جا صورت لاجواب آھي تنھنجو ڪھڙو جواب ڏيندو! دنيا جون جملي سھڻيون شيون محبوب جي معياري حسن کان نہ صرف متاثر آھن بلڪ ان جون سلامي آھن.

جلال:- حضرت جلال پنھنجي بيتن ۾ غالبا ٻھريون دفعو محبوب جي بي مثال حسن جو تخيل پيش ڪيو ۽ ان جي پيٽ ۾ ٻين جملي شين کي سھڻي سڄڻ جي غلاميءَ ۽ سلاميءَ جي لائق ڄاڻايو. سندس اڪثر بيتن ۾ ھيءَ خيال عام طور سمايل آھي. ھت نموني طور سندس ٻہ بيت ڏجن ٿا جن مان ٻھريون بيت جلال جي انوکي ۽ ڳوڙھي اسلوب بيان جو ھڪ بھترين مثال آھي:

( ١ )

١ ٻهه-رپ ڀاڄي ڀر جو، نس-رپ واس نه رُوءِ،

٢ ال-رپ ادب ۾ آيا، آن-رپ آب نه آوءِ،

٣ ڦڻ-رپ ڦور ڦني ڪئي، ست-رپ سانگ نه سوءِ،

٤ ڪنجل جو رپ ڪارڏو! منڊڪ جو رپ موءِ!!

٥ آڳم-رپ نه آڳمي، ڪنڪن آڇي نه ڪوءِ،

٦ هڪ تنهنجو جلوو جوءِ، ٻيو جلوو ناهه جلال ڇني.

يعني ته ١. (ٻهه = ماڪ. رپ = آفت. ٻهه-رپ = ماڪ جي آفت = سج جو پنهنجي گرمي سان ماڪ کي سڪائي ڇڏي. نس = ڪاري رات. رپ = آفت. نس-رپ = ڪاري رات جي آفت = چنڊ جو رات جي اونداهيءَ جو خاتمو ڪري ڇڏي.) سج باوجود سندس تيز روشني جي محبوب جي حسن جي تجلي جي ڀيٽ ۾ گهٽو گهٽ آهي، ۽ انهيءَ ڪري ٻرينءَ جو ٻاڙي ۽ خدمتگار آهي، ۽ چنڊ ته محبوب جي حسن منهن (روءِ) جي برابريءَ ۾ ئي ناهي. ٢. محبوب جي سهڻي نازڪ ۽ مهڪندڙ چهري کي ڏسي ڪنول گل (ال-رپ = ڀونئر جي آفت = ڪنول گل جنهن ۾ ڀونئر ويهي ته مٿان ٻوٽجي وڃي) ادب ۾ بيٺل آهن، ۽ سندس گوري ڀڪندڙ رنگ جي ڀيٽ ۾ باهه (آن-رپ = آن جي آفت جا آن کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏي) کي اهو پنهنجو آب ۽ تاب نه رهيو آهي، يا باهه کي محبوب جي حسن وارو آب ۽ تاب نه آهي. ٣. ان نازڪ خرام دلبر جي سهڻي نور کي ڏسي هڪ طرف مور (ڦڻ-رپ = نانگ جي آفت = مور جو نانگ کي ماري) پنهنجو ناز ڀريو ناچ ختم ڪيو، ته ٻئي طرف هنجهه (ست-رپ = موتي جي آفت = هنجهه جو موتي چڳي) محبوب سامهون (سوءِ) هلي اچڻ (سانگ سانگي اچڻ) يا عجب ناز انداز ۽ ويس ورن سان ٺهي نڪرڻ (سانگ ڪرڻ) ڇڏي ڏنو. ٤. (محبوب جي سنهي باريڪ ڪمر سان) هاٿي (ڪنجل) جي ماريندڙ (رپ) يعني شينهن (ڪارڏو) جي سنهي چيلهه ڇا لڳي! ۽ محبوب جي ڪارن وارن (موءِ) سان ڏيڏر (منڊڪ) جي ماريندڙ (رپ) يعني ڪاري نانگ جي ڇا مجال آهي جو برابري ڪري!! ٥. سهڻي

(١) عام روايتن ۾ مصرع ٢ ۽ ٣ جا پهريان اڌ هڪ ٻئي سان مٽيل آهن. مصرع ٦ جون ٻيون روايتون هن طرح آهن: ١. 'هڪ تنهنجو جلوو جوءِ، ٻئي جو جلوو ڇاهي جلال ڇني' ٢. 'جلوو هڪ تنهنجوءِ، ٻئي جو جلوو ڇاهي جلال ڇني'.

مڇڻ جي گوناگون سينگارن يا حسن جي رنگينين کسي ڏسي انڌلٺ (آکر - رب = جهڙ جي آفت = يعني انڌلٺ جا اکثر ميڻهن جي ٻجاڙيءَ ۾ جهڙ ڇڇڻ ۽ سج نڪرڻ وقت ظاهر ٿئي) ۾ نڪري نروار نه ٿئي (نه اکمي = نه اڀري، نه آسري)، ۽ محبوب جي منهن ۽ بدن جي لالائي کي ڏسي سون (ڪنڪن) سندس ڪپڻيءَ (ڪوءِ) يا عام بازار ۾ ٿي نه اچي. ٦. جلال ٿسو چوي ته، محض تنهن سهڻي محبوب جي (يا اي محبوب! محض تنهنجو) حسن جو جلوو ٿي دنيا (جوءِ = اصطلاحا، سر زمين، دنيا) ۾ ڪارفرما آهي ۽ ٻيو ڪو حسن آهي ئي ڪونه.

هيٺين بيت ۾ جلال ذرا زياده عام فهم اسلوب بيان ۾ ساڳيو نقطو نروار ڪيو آهي ته†:-

١- ڪونئر ڪرائين ڪا، ڀيرين رونق ٻي جي!

٢- خوبيءَ طير خروس جا، چا پڳ برابر پا!

٣- آرتي، آبي، عود، اگر، اگن نه اهڙي آ،

٤- سنڪر سهيو ساه ۾، شير سنڪيمو شرما،

٥- منڇرن ميم مشاهدي، ڇيڇل ايندو چا!

٦- چترڪ چين چريا ڪنا، ڪوئل ڪيل ڪما،

٧- ٻيو ڪر رنگ روا، اڳيان جانب رُوءِ جلال چئي!

يعني ته: ١. سهڻي محبوب (ٻي) جي نرم سهڻين ڪراين جي ڪا نزاڪت آهي، ۽ سندس پيرن جي لالائيءَ جي ڪا رونق آهي!! ٢. بانڪي (خروس) قسم جي پکي (يعني مور) جي پيرن جي سهڻائيءَ (خوبيءَ پا)، يعني سهڻي نور، ڪا محبوب جي قدم (پڳ) جو ست آهي! ٣. 'آرتي' ۽ 'آبي' گل، عود ۽ اگر جي خوشبوءِ، توڙي باه (اگن) جو چمڪو ۽ لالائي - اهي موڙيئي محبوب (جي عضون ۽ اندامن جي مختلف سهڻين وصفن) جهڙيون نه آهن. ٤. سندس سهڻي نور کي ڏسي هاٿي (سنڪر) هڪ طرف ساه سڪائي ڇڏي ويو، ته ٻئي طرف وري سندس باريڪ ڪمر کي ڏسي شينهن شرم وچان لرزي ٿيو. ٥. مڇيون محبوب جي 'ميم' حرف جي ڪهڙي جهڙي ننڍڙي وات کي ڏسڻ ۾ حيران آهن، (۽ سندس اکين جي ڏيا جي سامهون) هرڻ (ڇيڇل) ڪهڙي پيش قدمي ڪندو! ٦. سندس مٺي گفتار هڪ طرف چنڊول پکي (چترڪ) جو چين ۽ آرام ڦٽائي ڇڏيو

---

† جلال. ١. ر. 'ڪونئر ڪراين ڪاه - پيرين رونق ٻئي جي.' ٢. ر. 'ابي تيب خريب جا، پڳ برابر پا.' ٥. ر. 'منجها ميچ مشاهدي - الخ'.

آهي ته ٻئي طرف ڪونئل ۽ چتون (ڪيل) ساڳيءَ طرح (ع. ڪما=اهڙيءَ طرح) حيران پريشان آهن. ٧. جلال ٿو چوي ته، محبوب جي منهن جي سهڻي لال گوري رنگ جي آڏو ٻئي ڪنهن رنگ جي ڀيٽ ۾ ڪا روا آهي!

هيٺ اسان انهن شاعرن جا بيت نمونه طور قلمبند ڪريون ٿا، جن جلال جي نقش قدم تي هلي، سهڻي لاثاني محبوب جي حسن کي ٻين مؤثر شين جي سهڻين وصفن ڪان مٿاهون ڪري مڃيو، ۽ انهيءَ مرڪزي خيال کي ئي پنهنجي بيتن ۾ پيش ڪيو.

(الف) <u>محبوب جو حسن مؤثر عام مروج تشبيهن کان مٿاهون</u>:- نواز، سليمان، انڙ ڪنيار، ۽ دوس محمد جا نالا خاص طرح قابل ذڪر آهن جو انهن جلال جي نقش قدم تي هلي، لاثاني محبوب جي حسن کي عام مروج تشبيهن ڪان اعلىٰ ۽ اڳرو ثابت ڪيو. 'سينگار شاعريءَ' جي روايتي مضمون ۾ خصوصا جاندارن (هرڻ، هاٿي، شينهن، نانگ، پونڊر، مينهن وساڙو جيت وغيره)، پکين (مور، هنجهه، چڪور، ڪونج، ڪونئل، چتون، پاريهل وغيره)، ميون (ڏاڙهون، ڪيلو)، گلن ۽ ڪائنات جي ڪن ٻين عام شين جي سهڻين وصفن جون محبوب جي حسن جي مختلف سهڻين وصفن سان تشبيهون عام مروج هيون. هنن شاعرن انهن مؤثر عام مروج تشبيهن ڪان محبوب جي حسن کي مٿاهون ڪري پيش ڪيو.

<u>نواز</u>:- نواز پنهنجي هيٺين نندي مگر مؤثر بيت ۾ هاٿي (ڪنجل)، شينهن (قيصر)، مور (طائوس)، هرڻ (مرگهه) توڙي سج (آفتاب) کي محبوب جي حسن جي ڀيٽ ۾ هيچ ڪري ڄاڻايو ته:-

ڪُنجل، قيصر ڪنبُيا، ٿيا طائوس تَرڪ،
نيڻن ڪان، نواز چئي، چڏيو سرگهه مَرڪ،
آفتاب عرق، ڪيو محسن منهن محبوب جي.

<u>سليمان</u>:- سليمان پنهنجن هيٺين ٻن نهايت ئي سهڻن ۽ فصيح بيتن سان ٻهرئين ۾ عام مشابهه شين کي محبوب جي حسن جي مقابلي ۾ گهٽ ثابت ڪيو آهي، ۽ ٻئي ۾ خاص طرح ياقوتن ۽ جواهرن کي هيچ ڄاڻايو آهي:-

(١)

١. جَبِهِين گَارَ گَلالَ، ساجن ڪٿي سَنِّيلَ سان،
٢. هاٿي، هنجهه حيران ٿيا، دُر تنهين دُر حال،

---

**سليمان: (١)** ١. يعني جڏهين اهو سهڻو سڄڻ پنهنجي لال پيرن سان، رستي تي قدم کڻي ٿو.

٣. آنڱکي ڪان عجيب جو، آ ڪابو ڪمر ڪمال،

٤. لٽون لٽون سينڌ صفا ڳيٽو، لب لاڪيءَ کان لال،

٥. آهو عينن کي ڏسي، ٻيو ڪرمش منجهه ڪنگال،

٦. رُو، ڪنچن، ماه، ڪنگور ون، ناهن جوڙ جمال،

٧. آهه ڪارو، اوڏي تڳي، تہ کي مُوءِ مثال!

٨. قد قامت ڪيڏا پرين، صنوبر ڪان سال!

٩. تن جي نام نهال، ڪئو هيءَ سر سليمان چئي.

(٢)

١. هو جو پيتو سر پڳيار، تنهن ياقوتن کي ياف ڪئو:

٢. نڪري رخسارن تي، آحمر ٿيا اظهار،

٣. آءِ جوبن جا جوهري، تون نرتؤن ڪر نهار،

٤. طرح تماشو تان ڏس، ويهي تون وينجهار،

٥. هڪ اڳ ساجن سان سينگار، ٻي وڏي جوت جڙاؤ کي.

انڙ:- انڙ ذات جي نامعلوم شاعر، محبوب جي لاثاني حسن کي هن طرح ڳايو آهي تہ:-

١. اوهر ڪئون اونها پرين، آ جيءَ تنين سان جال،

٢. هرنو نہ هيسي تن جو، وڏ آهوءَ ڪؤن اقبال،

٣. ميس نہ بموافق سهرين، هن لا ڪئون چڳا لال،

٤. انهن جي، "انڙ" چوي، ڪيج صفت سوائي سال،

٥. تنهن ما ڪيءَ ڇا مجال، جو ميٺ پريان جي نٿ ٿئي.

---

٣. آنڱکي ڪان = مور ڪان. ڪر = ڳچي. ٥. ر. "آهو ادب ان جي ٻيو، ڪرمش منجهہ ڪنگال".
٦. رُو = سج. ڪنچن = سون. ماه = چنڊ. ڪنگوورون = ڪنول جي تجلي. ر. "... وڏ جانب سر جمال". ٧. آهه ڪارو = ڪارو نانگ. اوڏي تڳي = ڪاري اونداهي رات.
موءِ = وار ٢- ١. يعني تہ هو جو سهڻي محبوب جي منهن مٿان (ذرا ذرا) پگهر نظر اچي ٿو تنهن ياقوتن جي چمڪ کي جهڪو ڪري ڇڏيو آهي (ياف ڪئو = زاف ڪيو = ضعيف ڪيو).
انڙ: ١. اوهر ڪئون اونها پرين = يعني تہ اعلى دماغ سهرين پنهنجي سمجهہ ۽ تدبر جي ڳهرائيءَ ۾ سمنڊ (اوهر) کان وڌ ڪ اونها آهن. ٢. هرنو = هانءَ جو پڇو. هيسي = هڪجهڙو = برابر. ٣. ميس = ميٽ.

**ڪنپار:** ڪنپر ذات جي نامعلوم شاعر، محبوب جي بي‌مثال حسن کي هن طرح واکاڻيو آهي ته:-

۱. ڏندڙا ڏسر ڪنڍ ۾ ڪيا، ترنيءَ لوڻي ٽِلُ،
۲. لوڏ ڪنجل جي ڪرَ ٿي، چال ٻَسي چنچلُ،
۳. سورن سرڪن چڙهيو، ڪاڄا پڻڻ ڪل،
۴. قربين، ”ڪنپار“ چوي، ڏرس وڪايا ڏلَ،
۵. تنهين ماڳ ميل، تسي سرهاڻي ساه ڪسي.

دوس محمد:- دوس محمد لس ٻيلي يا ملير جي طرف جو سکيو شاعر هو جو 'سنڌي سينگار شاعريءَ' جي نسبتا پوئين گروه جي شاعرن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سينگار شاعريءَ جي اصطلاحن ۽ محاورن جي پوري واقفيت ۽ زبان تي مالڪي سببان هن نه فقط سينگار شاعريءَ جي عنوانن کي نهايت ئي سهڻي نموني ۾ نباهيو، مگر هن مشڪل فن ۾ نسبتا جلي ٻين شاعرن کان ڏکئي ۾ ڏکيا بيت چيا. هيٺين بيتن ۾ هن 'سينگار شاعريءَ' جي اڪثر مروج تشبيهن جو جائزو وٺي، مٿني مشابهہ شين کان محبوب جي حسن کي بلند ۽ بالاتر ثابت ڪيو آهي.

(ا)

۱- سونهن سخاوت شانَ، سڀ ڳڻ لائق سپرين؛
۲- چيهانُ چرن چڳان گهڻو، پاريوُر پڳ پا نهَ؛
۳- سڄڻ سوڍا سرو ڪان، ڪيهر ڪٽ ڪسلان؛
۴- ڪنجل هنجهہ ڪنبيُ ويا، چال برابر چانُ نهَ؛
۵- ڏيهيُ ان جي ڏرِ جٻاني، شمس قمر شمعدان؛

---

**ڪنپار:** هيءُ بيت غالبا اڌ پورو آهي. ۱. سر ڪنڍ = چندن. ترني = عورت. ٽل = ڪارا وار. ۲. ڪنجل = هاٿي. چنچل چال = سهڻي ٽور. درس = ديدار. ڏل = گهڻا.

**دوس محمد:(ا)** ۲. چيهان = چيهي پکي جي پيرن جي لالائي کان، يا چيهي گاه جي ڳاڙهي رس کان. چرن = پير. پاريوُر پڳ پا نه = ڪبوتر جا لال پير يا ڪبوتر جي سهڻي ٽور وارا قدم (پڳ) محبوب جي سهڻن قدم جي برابر نه آهن (پا نه). ۳. ڪيهر ڪٽ ڪسلان = محبوب جي باريڪ ڪمر جي مقابلي ۾ ڪيهر شينهن جي چيلهہ (ڪٽ) سست (ڪسلان) يعني ڳهٽ آهي. ۴. ڪنجل = هاٿي. چان نه = آءٌ چوان نه. ۵. ڏيهي = محبوب جو لال سهڻو بدن. ڏرِ جٻاني - الخ = وڄن کي جهڪو ڪري ۽ پڻ شمس قمر ۽ شمعدان کي.

٦- ڪم ڪنچن آگن عجيب آئينون، مات ٿيا مرجان؛

٧- آلدهان آنگ عجائب اگرا، ريشم ڪرمچ ڪل قربان؛

٨- وڏ ڪيلان ڪر ڪرائيون، ڏنا دست ڏيا جي دان؛

٩- ڏسي ڦانڊ ڪر ترتيب جو، ويا آنڱي جا اوسان؛

١٠- ڪونل ڪونج ڪڇي نهين لفظ نہ ڪنهن لسان؛

١١- لبن لالي لعل ڪان چيا رونق رنگ رمان!

١٢- هيرا حيرت ۾ وڏا ڏوڏر ڏچن ڏهان؛

١٣- سالڪ سال سيين پرين صورت سرت سبحان؛

١٤- دوس مٺا، "دوس محمد" چئي، تلخ تنهين وت تا نہ؛

١٥- رُوءِ رمز ڀي رخسارن جي، ٿيا هنڌوا هنڌ حيران؛

١٦- چڻهون چپ چريا ڪيا، پونئر پرن پيران؛

١٧- ڪٿونتر نيف نمانيا، آليهر ۾ آرمان؛

١٨- ساجن جي سينگار جا، بيحد باب بيان؛

١٩- ڪا مت تنهنجي ڪان، جنس جوڙي ڀي جوڙ ڪيا.

---

٦. ڪم = گهٽ. ڪنچن = سون. اگن = آگ. ٧. الدهان انگ عجائب اگرا = محبوب جا عضوا ۽ اندام (انگ) مکڻ کان (الدهان) وڌيڪ نرم ۽ نازڪ آهن. ٨. ڪيلان = ڪيلي جي ڦري کان. ڏنا دست ديا جي دان = مهرباني ۽ نوازش واري خيرات سندس هٿن کي ڏوتو ۽ چمڪايو آهي. ٩. ڦانڊ ڪر = نروار ڊگهي ڳچي. ويا انڱي جا اوسان = مور جون مڙيئي وصفون ختم ٿي ويون. ١٠. لسان = زبان. ١١. رمان = ڏاڙهون. ١٢. محبوب جي وات (دهن) ۾ جي سهڻا اڇا ڏند (دچن) آهن تن هيرن توڙي موتين (ڏوڏر) کي حيرت ۾ وڌو. ١٣. سال سيين پرين = سيني وصفين سهڻا. ١٥. هنڌوا = سينهن وساڙا جيت. ١٦. چڻهون = هرڻ. چپ = اک (محبوب جي). ١٧. محبوب جي ڪنڌي نڪ (نيف) طوطن (ڪٿونتر) کي پنهنجو تابع ڪيو آهي، ۽ محبوب جي ڪارن وارن کي ڏسي ڪارا نانگ (اليهر) پڻ حسرت وچان افسوس ۾ آهن.

١- تَرَنگهن تَليهَر، آيَرَن پوٽَر عرق ڪنا؛

٢- آهي نيف عجيب جو، ڪَنا ڪيُلَ ڪَشَرَ؛

٣- نَينَن مرگهہ نمائيا، فوگانَ وَدَ فوگَرَ؛

٤- لبن لالي لعل کان، آرنا آت آذَرَ؛

٥- ديکبي دَنَد دهان ۾، دُري پيا ڏَوڏَرَ؛

٦- ڪونل وائي ڪم ڪئي انهيءَ جي آنجَرَ؛

٧- ماکئان مصرئان مٺا گهڻو، سهانَ ڳاتَ سَکَرَ؛

٨- ڪيلانَ ڪَرَ ڪَرائيون، دست چڱا دلبر؛

٩- پسي آنگشتيون عجيب جون جَهپِا سپ جَنشوهَرَ؛

١٠- تنهنجي ديهي ڏَمَ ڇَپائي عرشين منجهہ آيَرَ؛

١١- قيصر ڪَٽَ ڪنبائيو، گَئي گٽ گنيَرَ؛

١٢- چَرَن چڱا وَدَ چَوڙَ کان، پڳَ کان پاريوَرَ؛

---

(٢) ١- محبوب جي ڪارن وارن (ترنگهن) ڪارن نانگن (تليهر) کي، ۽ سندس ڪارن پرن پونئرن کي شرماڻي ٻکهر ۾ ڀاڻي ڀاڻي ڪري ڇڏيو. ٢- نيف = نڪ. ڪيل = طوطو. ٣- نين = اکيون. مرگهہ = هرڻ. فوگان ود فوگر = محبوب جا ڳاڙها رخسار (فوگر) ميڻهن وساڙي جيت ڪان (فوگان) بہ وڌيڪ لال آهن. ٤- ارنا آت آذر = محبوب جا چپ (اذر) ”ارني“ گل کان بہ لالاڻي ۾ گهڻو وڌيڪ (ات) آهن. ٥- محبوب جي سهڻي وات (دهان) ۾ ڏندن (دند) کي ڏسندي (ديکبي)، موتي (ڏوڏر) بہ ڏري اڌ ٿي پيا. ٦- انهيءَ جي انجر = محبوب جي مٺي گفتار. ٧- سهان = سهہ. کان = کونج کان. ٨- ڪيلان = ڪيلي جي ڦري کان. ٩- انگشتيون = منڊيون. ١٠- ديهي = محبوب جو بدن. ڏم ڇپائي = ڪنوٽين کي ختم ڪري. ١١- سندس سنهي چيلهہ جي باوجود ڪيهر شينهن کي محبوب جي باريڪ ڪمر (ڪٽ) ڪنباڻي ڇڏيو، ۽ هاٿيءَ (گنير) کي تہ پنهنجي هاڻ واري چال ٿي وسري وئي. ١٢- چرن = پير. چوڙ = هڪ قسم جي ڳاڙهي ڪاڻي (يا چور = ميندي). پڳ = پير. پاريور = پاريهل پکي.

٣- تنهن جبوت ڏسي جانب جي اڄ ي تابو ڪنڌ قمر؛

٤- صورت شيرين جي اُني اُفتابان اُجگر؛

٥- سي ڏيک سڄڻ، "ادوس محمد" چئي، تان آهن ڪڏ اندر؛

٦- تاني ڪنڌ تهار توڙ، پنا جو ڏونيسن ڏرِ؛

٧- رک سو نافع منجهه نظر، تہ منجهان تو معلوم ٿئي.

٣

١- ڪنجل تيمر ڪنبنا، چال چريا ڪنا چين؛

٢- ڏينهي ڏرِ ڇيپاني، ڇا ساه مشابت سين؟

٣- سرگهه مت محبوب سان ڪونل ڪونج ڪبي نہ؛

٤- سي دوست ملا، "ادوس محمد" چئي، سالڪ سرت سنگين؛

٥- هلي ڏس حسين، ڇا شمع ٻري شمعدان ۾!

(ب) اسان هن ڪان اڳ بيان ڪري آيا آهيون، تہ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي بيان لاءِ موزون تشبيهن جي تلاش ڪي سنڌ جي سڄاڻ شاعرن نہ صرف زمين ۽ هوا جي جاندارن وغيره شين تائين محدود رکيو، مگر سندن تخيل جي پرواز جهڙ بادلن، ڀنگهن ۽ ڪنوڻين واري فضا کي بہ هيٺ ڇڏي مٿي آسمان جي جنسارن - يعني تہ سج ۽ چنڊ، نکٽن ۽ ستارن تائين پهتي. 'سينگار' جي روايتي مضمون موجب سنڌ جي استاد شاعرن سڄڻ جي سونهن کي سج، چنڊ، تارن ۽ ستارن جي تشبيهن ذريعي بہ نهايت سهڻي نموني ۾ بيان ڪيو، مگر محبوب جي 'لاثاني حسن' واري تخيل هيٺ هنن هي نقطو پڻ نروار ڪيو تہ محبوب جو حسن انهن سڀني ڪان مهند ۽ مٿاهون آهي. جلال پنهنجي هڪ بيت ۾ محبوب جي حسن جي جلوي جي پيٽ ۾ چنڊ جو حال هن طرح بيان ڪيو تہ: "آت قمر ڪين ڪمائيو، ويو ڪڏجي منجهه غبار". مگر هن سلسلي ۾ ٺٽائي صاحب جا هيٺيان بيت (سر ڪپات) جي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان ۾ ادا ڪيل آهن، غالبا پهريان سڃا سارا

(٣) ١. ڪنجل = هاٿي. تيمر = ڪيهر شينهن. چال چريا ڪنا چين = يعني هاٿي محبوب جي سهڻي ٽور (چال) چريا ڪيا ۽ ڪيهر شينهن محبوب جي باريڪ ڪمر (چين) چريا ڪيا. ٢. ڏينهي = بدن محبوب جو. ڏرِ = ڪنوڻيون. سين = مڃي (جنهن جي ننڍي وات جي محبوب جي اڃا بہ ننڍڙي وات سان ڪهڙي برابري ٿي سگهي ٿي!) ٣. سرگهه = هرڻ. ٤. سالڪ سرت = سمجهه ۾ سالڪ. سنگين = نازڪ ۽ سهڻا.

بيت آهن جن ۾ انهن چمڪندڙ آسماني جسمن کي محبوب جي بي مثال حسن جي پيٽ ۾ گهٽ ڪهت قرار ڏنو ويو آهي:-

١- ڪٿي نيڻ خمار ۾ ان، جان ڪنائون ناز نظر:
سورج شاخون جهپيون، ڪومائو قمر؛
تارا ڪنيون تائب ٿيا ڏيکندي دلبر،
جهڪو ٿيڻ جوهر، جانب جي جمال سين.

٢- چوڏهينءَ چنڊ تون ايرين، سهسين ڪرين سينگار:
پلڪ پريان جي نه پڄين جي حيلا ڪرين هزار،
تون جهڙو سڀ جهان، تهڙو هڪ در دوست جو (سر ڪنيات)

ان بعد 'سينگار شاعريءَ' جي استاد شاعرن مان ڪبير شاه پنهنجي هڪ بيت ۾ اعجاز ڏنو ته صبح وارو چمڪندڙ تارو (=نواڙو) بڻ محبوب جو معتقد ۽ بندگي ڪندڙ آهي: ''نواڙو تنهن نرمل کي پوجي ٿو پريات''. ٻين استاد شاعرن ۾ پنهنجي بيتن جي ڪن مصراعن ۾ انهيءَ تصور جي تائيد ڪئي. مگر هن گروه جي شاعرن مان خاص طرح ڏتي ڪنيءَ ۽ سينهن وسايي مگڻهار محبوب جي حسن جي جلوي کي آسماني جسمن جي چمڪي کان اتم ۽ اعلیٰ ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجا سڄا سارا بيت وقف ڪيا. مثلا:

## ڏتو ڪني

ماه! متان محبوب جي، تون ادب سان ٿي آءُ،
تو چنڊ! ڪئي چاندوٺي، پر هت ڪيو سائينءَ شمع شعاع،
متان لنجي وجين لڙ ۾، ڏسي تابش تاءُ،
اچي پؤ پيش پرينءَ جي، تون جهڪي وانگي واءُ،
ساجن جو سهاءُ، اٿني اهڙيءَ ڏس ڏتو چوي.

## سينهن وسايو

مت نه آهين محبوب جو، جي چوڏهينءَ ايرين چنڊ!
تنهنجي اوجر کي آف ڪيو، محب پريان جي منڊ،
لاٿو ڪش قلب تان، عجيبائي آڪنڊ،
ورچ پريان جي ونڊ، تو 'قمر' آ ڪوٺائيو.

(ج) سهڻي محبوب جي لاثاني حسن واري ساڳي تخيل هيٺ، سينگار شاعريءَ جي استادن محبوب جي نازڪ بدن، سهڻائيءَ ۽ هڳار جي ڀيٽ ۾ گلن جي نزاڪت، رونق ۽ خوشبوءِ کي گهٽ قرار ڏنو. مختلف شاعرن پنهنجي بيتن جي ڪن مصراعن ۾ هڪ ٻن گل جو مثال ڏيئي هيءُ نقطو واضح ڪيو، مگر جانو چارڻ ۽ شيخ سائينداد جا هيٺيان بيت هن معنيٰ ۾ هڪ جامع حيثيت رکن ٿا جن ۾ هنن شاعرن ڇهن جملي گلن جي جنس کي سهڻي نازڪ محبوب جي ڀيٽ ۾ گهٽ ڪري ڄاڻايو آهي. وضاحت خاطر گلن جي نالن مٿان (ايڪوڻيون واڪ جون) نشانيون ڏنيون ويون آهن:-

## جانو چارڻ

١- ڏٺا گلزار 'گلاب'، 'جنگي' جوڙ وڏا ڪيا،
'هرهر' حسن ڏسي ڪري ٿيو 'هيمون' حيرت هاب،
جيءَ ۾ ڇوٽ 'چنبيل' کي، ٿيو 'شاهو' شوق شتاب،
تان 'خيالي' ڇڏيو خواب، ڀڃ ساڻ ڀرينءَ جي.

٢- آهي 'ڪلنگو' ڪيس، جو ڪندو بحث برابرو!
'نا فرمان' نه ڪو ڪري، ٿيو 'فرمانيءَ' ۾ ٿير،
'دوسر' سيلو ٿو ڏري ڀرين جڏهن نسي پير،
اٿ ڏهه دفعا عطر ڪشون سرهو سرهو سير،
تان 'بخمل' ڇڏيو پير، لالائي 'لالا' ڏسي.

٣- 'ٻَڏ هر' باسي باس، 'سورج' 'گوشا' سير جا،
سوڀي ساجن کي سگهي ڀاڻ اٿيني 'پاس'،
'ڪرناني' پيو 'ڪيتڪي' وهي وساري واس،
'ارنا' 'آسا' 'آڙوسان' عاجز 'املداس'،
ناز ڏياري 'ناز ٻڌ' 'ناگ' 'نانو ناس'،
انهيءَ جي اخلاص، ڪني من تن متوالو ڪيو.

٤- ڪليا باغ 'بهار'، پسي پوند 'بنت' جي،
'شونقي' ۾ شاخان ٿيون 'ڪجوري' ڪلهار،
ڀڃا 'لال' گلال ٿي 'ارناني' ٻه 'انار'،
'چوگردي' ۾ 'چاندنن' ڪيا گل 'گوني' گلزار،
جڏهن ساجن هليو سير تي پير وجهي ٻزار،
تڏهن ٻيڪو ٻيلو ٿهيڄهي، عاجز ۾ ختيار،

هوءَ چا عين منجهه عجيب جي لالائيءَ جا لار،
تنهن ڏورئون ٿي ڏهڪاريا، 'سورج' جا سينگار،
تان 'گرنو' پي هيڪار، اچي محب اکيڙن پو موءِ تي.

۶- صورت منهن محبوب جي 'جامو جمر' ڪياس (۱)،
تارا جي 'تورار' جي پل نيائين پاس،
چا هوندو گل 'ڪيتڪي'، چا هي 'چندن' چاس!
چا هي 'جنگي' جيرت ۾، چا هي گل 'گلاس'!
چا گل 'سورج' 'سورتي' چا 'مهتاب' 'مجاس'!(۲)
چا هي گل 'گلاب' جو، چا هي 'بخمل' پاس،
چا 'موهن' چا 'موتيو' چا 'رابيلو' راس (۳)،
چا گل 'خيالي' خيال ۾، چا هي 'ملهر' تپاس،
لک واري گل 'لال' کي، جوڙيون جوڙ آتاس،
'جليلي'، جانو چوي، 'آنوپر' ان راس (۴)،
'تاب' نه تاب جهلي سگهي، ڏيون 'تور' 'تپاس'،
توڙي اڏاسي آڪاس، تان پي ڪندو ڪونه برابرو.

شيخ سائينداد پنهنجي هيٺين بيت† جي شروع ۾ اهڃاڻ ڏنو آهي ته، جو محبوب سندي وصفين سهڻو آهي تنهن جي حسن جي بهار ۾ گل گل جي ذات واري وصف سمايل آهي؛ آخر ۾ اها گواهي ڏني اٿس ته توڙي ڪٿي هزار گلن جا هجن ته به سهڻي سڄڻ جي سونهن سان اهي هڪ وار جي ويهين ڀاڱي جيتري برابري به نٿا ڪري سگهن:-

---

(۱) ٻي روايت: 'صورت منهن محبوب جو، جامي جم ڪياس'؛ اجا به ٻي روايت: 'صورت منجهه محبوب جي، جامو جم ڪياس'. هن مصرع جي معنيٰ ۾ ذرا مونجهارو آهي: جئن ته شاعر اڳتي به گلن جا نالا آندا آهن، انهيءَ ڪري پانئجي ٿو ته 'جامو' يا 'جاموجم' گل جو نالو آهي. ٿي سگهي ٿو ته گل جو نالو 'جام جم' هجي ۽ ٻئي ٿي سگهي ٿو ته شاعر محبوب جي منهن کي استعاري طور 'جام جم' (جمشيد جو مشهور پيالو) چيو هجي. (۲) هن مصرع جي پهرئين حصي جي هڪ روايت ۾ "چا گل سورج سورتي" آهي. ڪن روايتن ۾ 'سورتي' جو نالو 'سوَرتي' توڙي 'سيوَتي' آيل آهي. (۳) هن مصرع جي ٻي روايت هن طرح آهي: 'ست- برگو سير ۾، چا رابيلا راس'، (۴) ٻي روايت: 'جليلي، جانو چوي، جو انو براني راس'

† هيءُ بيت شيخ سائينداد سندس ڀٽ ميان غلام حسين جي نالي سان منسوب ڪيو. ڏسو "پيلاين جا ٻول" ص ص ۱۹۶- ۱۹۷.

جنت ڳُني چنچل پرين، تنهن وٽ ڳُنَ جا باغ بهار ميان:
گل 'ڦل' گـل 'ڪيتڪي'، پيا ڪـڙون 'ڪنبهار' ميان،
گل 'ايلاچان'، گل 'سُوزَتي' بهوت چڱا بسيار ميان،
گل 'ڪوپُ'، گل 'ڪيوڙا'، رنگ 'چمن' رنگدار ميان،
گل 'لالا'، گل 'گلابي'، گل 'دائودي' دلدار ميان،
گل 'جاءِ'، گل 'جـافـر'، پيا گـل وڏا گلزار ميان،
گل 'ڪيسر'، گل 'قيمتي'، گل 'عشق پيچ' 'انار' ميان،
گل 'ريحاني'، گل 'سورجا'، گل چڱا 'چنار' ميان،
گل 'سبزي' گل 'ارزن'، گل 'چوگردا' چوڌار ميان،
گل 'چندن'، گل 'جاوِتري'، گل 'آتش' ني ابار ميان،
گل 'خرني'، گل 'ڪهنا'، گل 'زيتون' زينتدار ميان،
پر جا گل ڦل، غلام حسين جي، جيتوڻي هون هزار ميان،
تان ڪونهي مٽ محبوب جو، آن ماڻ ويهه ٻه پاڳي وار ميان،
شمس قـمـر شرمائيا، ڏسـي دلـبـر جـا ديدار ميان،
حورون پريون پمال ٿيون، ڏسي ساجن جا سينگار ميان،
ڪڏهين وسرنِ ڪينڪي، سي ڪامل ڪنڪن هار ميان،
جهڙس ڪونهي جڳ ۾، ايهو قسم ڪريان ڪلتار ميان،
اي محب پرين مٺار ميان! تنهنجي سڀ جلوي جهڙپ جهپائيا.

**٧. تصوف جو اثر ۽ حقيقي محبوب جو تخيل:-** جهڙيءَ طرح سڄي هندوستان لاءِ سنڌ اسلام جو پهريون دروازو بڻي، اهڙيءَ طرح اڳتي هلي سنڌ جي سرزمين اسلامي تصوف جو پڻ مکيه مرڪز بڻي. سڀ کان اول 'سهروردي' طريقو سنڌ مان ئـي هندوستان طرف پکڙيو، ۽ ان بعد 'قادري' توڙي 'نقشبندي' طريقي جا وڏا درويش ۽ روحاني رهبر سنڌ ۾ پيدا ٿيا جن ملڪ کي پنهنجي فيض سان مالامال ڪيو. سنڌ جي انهن خدا شناس بزرگن پنهنجي علمي توڙي عملي تبليغ ذريعي هتي جي رهاڪن کي توحيد ۽ حق پرستيءَ جـو سبق ڏيئي سندن دلين کـي هڪ مولا ڏانهـن متوجهه ڪيو، تان جـو هـر ننڍو توڙي وڏو سنڌي يا اڻ سنڌيءَ طرح توحيد جو طالب بڻجي ويو ۽ هر هڪ کي الاهي عشق جي ٿوري کي گهڻي ورچ نصيب ٿي. انهيءَ فيض جوئي اثر هو جو سنڌ ۾ 'شاعري' شروع

ڪان ئي محض انهيءَ الاهي عشق ۽ محبت جي تبليغ جو هڪ ذريعو بڻي، ۽ 'شاعري' ۽ 'درويشي' ٻئي لازم ملزوم جز بڻجي ويا. جيڪڏهن ڪو شاعر هو ته ساڳئي وقت درويش به هو، ۽ هر صوفي درويش، تصوف جي اصولي نظريي موجب 'مجاز' کي 'حقيقت' جي پل تسليم ڪري، انسان جي محبت واري فطري جذبي کي بالاخر هڪ مولا ڏانهن متوجهه ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مشغول هو.

جڏهين سنڌ ۾ شاعريءَ جي شروعات ٿي تڏهين اهو اعتقاد عام ٿي چڪو هو ته حقيقي محبوب اهو خالق آهي جنهن انسان کي حسين بڻائي خلقيو، ۽ انسانن ۾ انسان ڪامل ۽ مولا جو سهڻي ۾ سهڻو محبوب نبي صلعم آهي جنهن جي نور ۽ جمال جي ورچ ڪائنات جي هر شيءِ کي ملي. سنڌ جي سليم الطبع شاعرن نبي صلعم جي معياري حسن واري عقيدي ۽ تخيل کان متاثر ٿي، سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ مجازي حسن جي تعريف جو رخ به انهيءَ حقيقي ۽ معياري حسن ڏانهن موڙيو. هندي 'سنگار رس' شاعري محض مجازي دائري ۾ محدود هئي، مگر سنڌي سينگار شاعري مجازي منزل طئي ڪري حقيقت ڏانهن مائل ٿي. 'سنڌي سينگار' جي اڪثر شاعرن، بطور آخري مقصد جي، نبي صلعم کي پنهنجو حقيقي محبوب ڪري ڄاتو، ۽ نبي صلعم جي سونهن کي ئي معياري حسن ڪري مڃيائون. انهيءَ نظريي ۽ خيال جي زير اثر 'فن سينگار' کي عام طور 'نبي صلعم جو سينگار' ڪري تسليم ڪيو ويو. اڄ تائين سنڌ جي سگهڙن وٽ 'سينگار' جي تعريف 'نبي صلعم جو سينگار' آهي، يعني اهي بيت جن ۾ نبي صلعم جي معياري حسن کي مجازي رنگ ۾ ڳائجي.

سنڌي سينگار شاعريءَ جي هنرمند شاعرن ۽ سڄاڻ سگهڙن جو اهو نظريو مجموعي طور صحيح آهي. ڪن شاعرن جا بيت بيشڪ خالص مجازي رنگ ۾ چيل آهن، مگر سنڌي سينگار شاعريءَ جي هر نامور شاعر مجازي حسن جي تعريف جو رخ بالاخر انهيءَ حقيقي محبوب ڏانهن موڙيو آهي. محبوب جي بي مثال ۽ لاثاني حسن وارو نظريو، جنهن کي مٿي بيان ڪيو ويو آهي، سو حقيقي محبوب جي حسن جي تخيل جي پيداوار آهي. سنڌي سينگار شاعريءَ جو ڀرپور بلند شاعر جلال نبي صلعم تي عاشق هو، ۽ انهيءَ ڪري هن پنهنجي هر بيت ۾ اهڃاڻ ڏنو آهي ته سندس محبوب جو حسن مڙني کان مٿاهون آهي: ”انهان دور دراز، منهنجا جانب وڏ جلال چئي“. ڀٽائي صاحب به انهيءَ حقيقي محبوب جي حسن کي واکاڻيندي چوي ٿو ته ”سپريان جي سونهن جو ڪو قد نه مد“. غور ڪبو ته مجموعي طور سان سينگار جي اڪثر بيتن ۾ مجازي حسن جي تعريف جي ماتحت انهيءَ نظريي جا اهڃاڻ نظر ايندا. مجازي حسن جي تعريف کي بالاخر حقيقت ڏانهن موڙڻ جو بهترين مثال شاعر دوس محمد جي هيٺين لاڳيتن بيتن ۾ ملي ٿو، جن کي نقل ڪري اسان هن مضمون کي ختم ڪريون ٿا:-

١

١ سڀني وِيل سچڻ جو خاصو خوب خيال؛
٢ شان سخاوت اڳرا قائم زور ڪمال؛
٣ صورت، سيرت، شبيهه ۾ ڪونهي ساڻس مثال؛
٤ دوست ۾، "دوس محمد" چئي، جانب وڏ جمال؛
٥ تنهن سان لڳي لالي ڪانڌ ڪا، سو لعلون ني لال؛
٦ تنهن نظر ساڻ نهال، منهنجو سڄو مهتاب ڪيو.

٢

١ سڀڪنهن ويل سڄڻ جو اوچو ني اعزاز؛
٢ قمر، شمس قريب ڪي نيو ڪن نياز؛
٣ پڄي پري ٿيءَ باسني! ڏس درسن دور دراز؛
٤ ڪنجل، قيصر ڪنبيا، ڪن لوڏان ڪٽ لحاظ؛
٥ ترڪ تلهير پونئر پسرن ڪيا، ترنگن آڏو تواض؛
٦ ڪرنگ، ڪنونتر ڪر پيا، هن جو حوران وڏ هجاز؛
٧ ساجن جي سينگار جو، ڪنهن ڪن ڪونه قواز؛
٨ اڳيان دلبر،"دوس محمد"چئي، ايءَ سڀ رنگ رواز؛
٩ تنهن ڏسي مک محبوب جو، ٿيو منهنجي سَنّ مجاز؛
١٠ دل سوڙهي ويا دم ۾، جڳن سو بحري ٻاز؛
١١ تڏ حرف وڃيو گڏ 'هوءِ' سين، ساهه سنبي ٿيو ساز:

---

٢- ٣. باسني = (سهڻي) عورت. ٤. ڪنجل = هاٿي. قيصر = شينهن: هاٿي ۽ شينهن ٻئي عاجز ٿي ڪنبڻ لڳا- هاٿي محبوب جي سهڻي لوڏ جي ملاحظي ۾ حيران ٿيو، ۽ شينهن محبوب جي باريڪ ڪمر (ڪٽ) جي مشاهدي ۾ غلطان. ٥. (محبوب جي ڪارن ڏکڻ وارن) ڪارن نانگن (تليهر) کي (مقابلي ۾ ميدان مان) ڪڍي ڇڏيو ۽ اهي محبوب جي ڪارن ڏکڻ وارن (ترنگن) آڏو تواضع (تواض) پيا ڪن، (۽ ساڳيءَ طرح) محبوب جي سهڻن پيرن ٻڻ پونئرن کي (شهه ڏيئي ڇڏي). ٦. ڪرنگ = هرڻ. ڪنونتر = طوطو. ڪر پيا = ڪيٽ ٿيا. هن جو = ان سهڻي محبوب جو. هجاز = عجاز = اعجاز = ڪرشمو - معجزو. ٧. ڪنهن ڪن = ڪنهن وٽ. قواز = قواعد = حرڪت ۽ هوشياري. ٨. رواز = رواجي - گهٽ. ١٠. سوڙهي ويا = جهٽ ڏيئي جهلي ويا. ١١. حرف = 'تون هي تون' جو حرف جنهن جو ذڪر ١٢ مصرع ۾ اچي ٿو. سنبي = سنبهي = تيار ٿي.

١٢ ’تون هي‘ ’تون هي‘ تن مان آيو ايءُ آواز؛

١٣ ٿيو روح تنهين سين راز، جنهن پاتا ٻج پران کي.

٣

١ سڀ ڪنهن ويل سڄڻ جي جوت ڪري جلوا؛

٢ لالي تنهين لال سين ڪانءَ اچي ٿي ڪا؛

٣ سپيريان جي سونهن کي سورج ڪن ثنا؛

٤ صورت سون جهڪائيو، محبوبن جي ماه؛

٥ منهنجا دلبر، ”دوس محمد“ چئي، آهن برق ڪنا بي ٻا؛

٦ روح اچي ريلو ڪيو، تنهن ڏي عشق منجهان ارواح؛

٧ سو شافع شفاعت اڳرو، مير محمد شاه (صلعم)؛

٨ تنهن نافع جي نگاه، منهنجو من مهتاب ڪيو.

---

٣- ماه = ماءَ = آب = حسن جي آب تاب. ٥. بي ٻا = بي بها.



”ادب“ جي حسن ۽ حقيقت سان وابسته هجڻ جي ڪسوٽي آهي ”سچائي“. جيڪڏهن اسان کي مواد ۽ اسلوب مان ڪنهن هڪ کي قربان ڪرڻو پوي، ته پوءِ مواد کي اسلوب تي ئي ترجيح ڏيڻي پوندي: ڇا لاءِ ته جو ادب زندگيءَ جي حقيقتن سان واسطو نه ٿو رکي، ۽ جيڪو انسان جي آفاقي، بنيادي ۽ بلند حيثيت کان پري آهي، اهو بي معنيٰ ۽ بيڪار آهي. اسان کي ان سان ڪو واسطو نه آهي. پوءِ ڀلي ته ان ۾ ڪيتريون ئي فنڪارانا خوبيون چونه هجن! (ڊبليو بيسل ورمسفولڊ)

سيد حسام الدين راشدي

# منشي صاحب راءِ «آزاد»

[ٽالپري عهد جو بي مثل شاعر]

سنڌ جي هندن، انگريزي عهد کان ٻوءِ، سنڌي زبان جي ادب ۾ ڀرپور ورتو؛ ور نہ آن کان ڀريون، مغليہ دور کان وٺي ٽالپري عهد تائين، سندن پيدا ڪيل سمورو علمي سرمايو فارسي زبان ۾ آهي. فارسي زبان جو چونڪ دربار خواہ دفتر تي قبضو هو، تنهن ڪري هندو صاحبن ان ڪي ابتدا ۾ تہ ملڪي رواج ۽ روزگار جي ضرورت ماتحت سکيو، ليڪن اڳتي هلي ان ۾ ايترو ڪمال پيدا ڪيائون، جو منجهن سوين صاحب طرز اديب، ۽ اهل قلم پيدا ٿيا، جن جي نالي کڻڻ کان سواءِ سنڌ جي فارسي ادب جي تاريخ مڪمل ٿيڻ ناممڪن آهي. ترخاني دور، مغل عهد، ڪلهوڙن جي راڄ ۽ ميرن جي صاحبيءَ تائين، اسان کي هونءَ تہ هر دور ۾ هندو اديبن جا نالا نظر اچن ٿا، ليڪن پوين ٻن حڪمران گهرائن جي زماني ۾ ڪثرت سان، سنڌ جي فارسي ادبيات ۾، سندن آثار ملن ٿا. ڪلهوڙن جي راڄ ۾ ڪئين هندو شاعر ۽ مصنف ٿيا؛ انشانويس بہ چڱا چڱا پيدا ٿيا؛ ليڪن سندن حقيقي علمي جوهر، ٽالپري دور ۾ کليا. ٽالپري عهد ۾، فارسي شعر و سخن طرف دربار جو خاص لاڙو هو؛ تاجور پاڻ بہ فارسيءَ جا شاعر هئا، ۽ سندن دربار ۾ اديبن، سخنورن ۽ مصنفن جي سرپرستي بہ ڪشاده دليءَ سان ڪئي ويندي هئي؛ تنهن ڪري سنڌ جي مسلمانن سان گڏ هندن بہ انهيءَ ڏس ۾ اڳري کان اڳرو حصو ورتو.

ٽالپري دور ۾، هندو شاعرن جو سرخيل، منشي صاحب راءِ «آزاد» هو، جنهن جو ذڪر اسان هن صحبت ۾ ڪرڻ گهرون ٿا.

«سنڌ جي هندن جي تاريخ» جو مصنف، ڀيرو مل مهرچند، لکي ٿو تہ 'ملڪاڻي خاندان جا وڏا اصل جيسلمير کان سنڌ ۾ آيا ۽ ساهتيءَ ۾ اچي رهيا، جتان پوءِ ميرن جي زماني ۾ لڏي اچي حيدرآباد ۾ ويٺا؛ حيدرآباد جي ملڪاڻي گهٽي، اڄ تائين انهيءَ گهراڻي جي سڪونت جو يادگار آهي. اهو گهراڻو ٻن نکن ۾ ورهايل آهي؛ هڪ "روڙا" ۽ ٻيو "درڙي".

آخري نک وارن مان منشي صاحب راءِ هو؛ انهيءَ خاندان جو ڏاڏو ملڪ مل هو جنهن جي نسبت ڪري اڳتي هلي ”ملڪاڻي گهراڻو“ مشهور ٿيو.'

خاندان جي بانيءَ، ملڪ مل کي هڪ پٽ آڏومل ٿيو، جنهن کي چار پٽ ٿيا: گوپالداس، گدومل، سپاچند ۽ سيتومل. وڏي پٽ گوپالداس کي ٻه پٽ ٿيا: هڪ موهنداس ۽ ٻيو مولچند. منشي صاحب راءِ ”آزاد“، ديوان موهن داس جو پٽ هو.

پيرومل مهرچند، انهيءَ سلسلي ۾، هڪ ٻي روايت به لکي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته منشي صاحب راءِ، موهنداس جو نه بلڪ حقيقت ۾ ديوان نئين سنگ جو ٻيٽڪو هو، جيڪو صاحب رامچندائين جي وڏي ڏاڏي ديوان رامچند جو پٽ هو. ديوان نئين سنگ، ملڪاڻين مان ديوان موهنداس جي نياڻي پرڻيو، جنهن مان صاحب راءِ ”آزاد“ پيدا ٿيو. ديوان موهنداس کي نرينو اولاد ڪونه هو، تنهن ڪري هن پنهنجي ڏوهٽي کي ديوان نئين سنگ کان وٺي پاليو ۽ کيس منهن-چيو پٽ ڪيو، ۽ انهيءَ ڪري ديوان صاحب راءِ، اصل رامچندائي هوندي به ملڪاڻي مشهور ٿيو، ۽ نئين سنگ جي بجاءِ موهنداس جو پٽ ٿي مشهور ٿيو.

صاحب راءِ ”آزاد“، مير ڪرم علي (وفات ۱۲۴۴ هه) ۽ مير مراد علي (وفات سنه ۱۲۴۹ هه) جي زماني ۾، ٽالپري حڪومت جو مالي وزير هو. سندس گهراڻو، ذي عزت عاملن ۾ شمار ٿيندو هو، ۽ اقتدار جي ڪري به انهيءَ گهراڻي جو ملڪ تي وڏو اثر رسوخ هو. منشي صاحب جو پٽ، منشي آوتراءِ ملڪاڻي، مير صوبدار خان (وفات ۱۲۶۲ هه) جو مالي وزير ٿيو. سر چارلس نيپئر جنهن وقت سنڌ فتح ڪئي، ان وقت ميرن جي خزاني جون ڪنجيون منشي آوتراءِ وٽ هيون. پيرومل لکي ٿو ته ”سر چارلس پاڻ ملڪاڻي گهٽيءَ ۾ وڃي، تاڪ منشيءَ کان وچي خزاني جون چاٻيون وٺي ۽ لکل نجوڙين جو نشان پتو حاصل ڪري؛ ليڪن سر چارلس کي هن وفادار ملازم خزاني جو واءُ به لڳڻ نه ڏنو.' ان وقت (۱۸۴۳ع) منشي آوتراءِ جي عمر ۳۱ ورهيه هئي.

ميرن جو، منشي آوتراءِ تي ايڏو اعتماد ۽ ايترو آڌر هوندو هو، جو حويليءَ جي دروازي تائين جتي نر پکيءَ کي به پهچڻ جي مجال نه هئي، کيس وڃڻ جي اجازت هئي؛ ٽالپري محلسراءِ جا مالي معاملات به سندس ئي سپرد هوندا هئا.

مير، جڏهن قلعي مان نڪري، گدو بندر واري بنگلي ۾ وڃي نظربند ٿيا، ان وقت منشي آوتراءِ کي انگريزن حويليءَ تي موڪليو، جنهن پنهنجي مالڪن جي رسم و رواج ۽ قاعدي قانون مطابق پرده داريءَ جو انتظام ڪري، ڏولين جي ذريعي، ديرن کي قلعي مان ڪڍي، گدوءَ پهچايو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته منشيءَ، سڀ کان پهريون لڪ چوريءَ ۾، انهن ڏولين جي ذريعي خزانو ڪڍرائي، ميرن ڏانهن موڪليو، ۽ ان کان پوءِ ديرن کي سوار ڪرايائين.

منشي آوتراءِ کي سر چارلس پنهنجي نوڪريءَ ۾ رکڻ گهريو، ليڪن هن انڪار ڪندي چيو ته ’مان پنهنجي مالڪن ’تي چڙهي ڪين سگهندس.‘ منشي صاحب سنسڪرت جو وڏو عالم هو. سندس اولاد، انگريزن جي زماني ۾ به وڏي وقار ۽ عزت سان رهيو. منشي صاحب کي ٻه پٽ ٿيا: ديوان چيتن رام وڪيل ۽ گوبند بخش (۱). منشي آوتراءِ، پنهنجون ياد داشتون، ديوان چاندرمل ٽڏائيءَ کي لکرايون، جيڪي ”سنڌ جا مير“ جي عنوان سان ۱۹۳۸ ۾ شايع ٿي چڪيون آهن: ميرن جي تاريخ جا ان ۾ دلچسپ ۽ چشم ديد واقعا ڏاڍي سهڻي نموني ڏنل آهن.

منشي صاحب راءِ ”آزاد“، مير ڪرم علي خان جي زماني ۾، نه فقط مالي وزير هو، بلڪ مير صاحب جو صاحب خاص ۽ سندس ديوان انشا جو ناظم به هو. هو فارسيءَ جو جيد عالم ۽ انهيءَ دور جو بي مثل قادرالڪلام شاعر هو. معاصر شاعرن سان سندس خاص دوستي هوندي هئي. مخدوم نورمحمد بوبڪائي، غلام علي ”مائل“، صابر علي شاه ”صابر“، ولي محمد خان ”ولي“ وغيره سندس خاص سنگتي هوندا هئا، ۽ هڪ ٻئي جي تتبع تي شعر چوندا هئا: ”محڪ خسرويءَ“ ۾ گهڻو ڪري انهن جا هم طرح غزل جمع ٿيل آهن.

مير حسين‌الحسيني شيرازيءَ، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جي نالي تي پنهنجو تذڪرو ”زبدة المعاصرين“ ۱۲۰۰ هه ۾ لکي معنون ڪيو: ان ۾ مصنف پنهنجي معاصرن جي شعرن جو انتخاب ڏنو آهي، ۽ ديباچي ۾ انهن شاعرن جو مختصر حال به قلمبند ڪيو اٿائين. سنڌ جي فقط چند شاعرن کي هن ورتو آهي، جن مان هڪ منشي صاحب به آهي: چنانچه هيءَ ايراني‌النسل ۽ زبان دان نقاد جيڪي لکي ٿو، اهو منشي صاحب جي شاعراڻي عظمت لاءِ بي مثل دليل آهي- لکي ٿو:

---

(۱) ديوان گوبند بخش ۱۸۵۰ع ۾ ڄائو: ميٽرڪ پاس ڪري، ڪوٽڙيءَ جي انگلوورنيڪولر اسڪول ۾ ماستر ٿيو: آخر وڪالت جو امتحان پاس ڪري، سکر ۾ پرئڪٽس شروع ڪيائين: قابل وڪيل ثابت ٿيو، تنهن ڪري آمدني ججهي ٿيس. منشي آوتراءِ پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ گوشه نشين ٿيو، ۽ فقيرن سان محبت رکيائين: خيرات به ڪندو رهيو: هر مهيني، ديوان گوبند بخش پنهنجي والد طرفان خيرات جي هڪ هزار روپين جون ڳوٿريون ورهائيندو هو. ديوان گوبند بخش پهريون سنڌي آهي جنهن آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جي شروع ٿيڻ شرط، ان جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. ديوان صاحب ۱۸۹۲ع ۾ ۴۲ ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. کيس هڪ پٽ ٿيو، جنهن جو نالو مسٽر لوڪومل هو. لوڪومل پاڪستان جي ٺهڻ تائين سنڌ جي مشهور ماڻهن مان هڪ هو، ۽ وٽس قلمي ڪتابن ۽ نادر شين جو عظيم‌الشان ذخيرو هو. (هن خاندان جو مڪمل احوال ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“، جلد ۱، ص ص ۲۴۷ - ۲۶۰، ۾ پڙهڻ گهرجي.)

"منشي صاحب راءِ آزاد، اصلش هندو سي باشد، و منشيء سرکاران شوکتمداران مير کرم علي خان و مير مراد علي خان ميباشد؛ و شصت و پنج سال از عمر او گذشته، و در سخنوري عديل و نظير خود ندارد؛ و درميان هندو هيچ کس متصف به اين صفت نيست؛ و ساکن حيدرآباد سند است."

هڪ ايرانيءَ جي قلم مان اهو نڪرڻ ته "در سخنوري عديل و نظير خود ندارد"، هڪ ايڏو وڏو سرٽيفڪيٽ آهي، جيڪو ڪنهن به ٻئي هندوستاني شاعر کي مشڪل مليو هوندو؛ ورنه ايرانين جو عام دستور آهي ته ايران کان ٻاهر جي جنهن شاعر کي پسند ڪندا آهن ته اڪثر فقط ايترو لکي ڇڏيندا آهن ته "در پوچ گويان هند غنيمت است"!

انهيءَ تذڪري جو صاحب، منشي صاحب کان ايترو متاثر نظر اچي ٿو، جو انتخاب جي عنوانن ۾ مير عطاءالدين جهڙي شاعر جو فقط نالو لکي ٿو، ۽ هن لاءِ لکي ٿو ته "من کلام دولت دستگاه منشي صاحب راءِ آزاد". اها عنوان طرازي غالباً هن ڪري به آهي جو منشي صاحب مالي وزير هو، ۽ ٽالپرن جي "ڏيڻ وٺڻ" جون هنديون سندس معرفت پربيون هيون، ۽ اها ڪشش هڪ ايراني مسافر لاءِ ڪا گهٽ ڪانه هوندي! مير حسينيءَ جي هن اقتباس مان اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته ۱۲۴۰ هه (۱۸۲۴ع) ۾، منشي صاحب جي عمر ۶۵ ورهيه هئي، جنهن جو مطلب اهو ٿيو ته سندس تولد ۱۱۷۵ هه (۱۷۶۱ع) ڌاري ٿيو هوندو، ۽ ۱۲۳۰ هه کان پوءِ ۶۵ ورهين جي طبعي عمر کي پهچي سٺ ٿي انتقال ڪيو هوندائين.

منشي صاحب پرگو شاعر هو. سندس ديوان به مرتب ٿيو هو، جيڪو ممڪن آهي ته سندس پڙ پوٽي مسٽر لوڪومل جي نادر ذخيري ۾ موجود هجي. اسان هتي جيڪي غزل پيش ڪيون ٿا سي "مجموعه دلڪشا"، "زبدة المعاصرين" ۽ "محڪ خسرويءَ (۱)" تان ورتل آهن. "محڪ" ۾ سندس ۳۳ غزل آهن، ۽ "مجموعه دلڪشا" ۾ هڪ قصيدو ۽ چند شعر ڏنل آهن؛ هڪ غزل "زبدة المعاصرين" ۾ آيل آهي؛ ڪي منتشر اشعار متفرقه بياضن تان ہٿ مليا آهن.

مضمون طويل ٿي ويو آهي، تنهن ڪري منشي صاحب جي شاعريءَ تي اسان بحث ڪرڻ نٿا گهرون: پڙهندڙن جي پنهنجي مذاق سليم ۽ سخن فهميءَ تي انهيءَ معاملي کي ڇڏيون ٿا.

منشي صاحب راءِ "آزاد" جو فارسي شعر

---

وه چه پر نور است يا رب روي رخشان شما! شد خجل خورشيد پيش ماه تابان شما (۲)؛
چون نه باشد خاطرم آشفته کاندر خواب شب، ديده‌ام من بارها زلف پريشان شما؛

---

(۱) "مجموعه دلڪشا" مير ڪرم علي خان پاڻ گڏ ڪيو؛ "محڪ خسروي"، ۱۲۳۷ هه ۾ مير مراد علي خان جمع ڪرائي: اهي ٻئي مجموعا مختلف شاعرن جي اشعارن جو انتخاب آهن.
(۲) هي غزل حافظ جي تتبع ۾ چيو ويو آهي.

تا ز روي لطف بربندي بفتراک سمند،
سر بکف استاده ام در راه جولان شما؛

ماه با آئينه خوانم يا شعاع آفتاب،
يا فروزان آتشي يا روي تابان شما؛

مطلع خورشيد گويم يا تجلي گاه حسن،
شعشعه انوار يا چاک گريبان شما؛

اي بصيرت پيشگان زين هردو به باشد کدام،
خاک راه دوست يا کحل صفاهان شما!

بر اميد آنکه روزي رو بميدان آوري،
همچو گو افکنده ام سر را بچوگان شما (١)؛

زلف را فرما که باما از رسن سازد مدد،
تا کشم بيرون دل از چاه زنخدان شما؛

خود بده انصاف تا بهتر کدام است اي فلک،
چشم اشک افشان ما يا ابر نيسان شما!

مي کني سودا اگر با ما بجان يکبوسه اي،
سود من خواهد شدن هم نيست نقصان شما؛

بر سر "آزاد" آمد، دردمندش ديد، گفت،
غم مخور کاندر لب ما، هست درمان شما.

الاهي نوبهار لطف معني کن زبانم را،
گل افشان ساز شاخ خامهء رنگين بيانم را!

زبس محو خيال رنگ و بوي گلرخان گشتم،
ببال نالهء بلبل به بنديد آشيانم را؛

نميدانم که مي ريزد نمک بر ريش ناسورم،
که لب برلب نمي آيد سر زخم نهانم را؛

کدامي شوخ برگرد سرم گرديد، حيرانم،
که دل چون مرغ بسمل مي طپد دربر روانم را!

بتي نازک دماغ من که بوي گل نمي تابد،
کجا تاب آورد يا رب شر و شور و فغانم را!

چه باک از کوه سنگين گناه من که عفو او،
بدست مرحمت بر دارد اين بار گرانم را!

هماي بخت چون "آزاد" برمن سايه اندازد،
پسندد گر سگ کوي تو جانان استخوانم را.

قدت را نخلء جان آفريدند،
لبت را آب حيوان آفريدند؛

زدل آشفتگيها جمع کردند،
سر زلف پريشان آفريدند؛

خط پشت لبت را هم چو طوطي،
بگرد شکرستان آفريدند؛

سرم را برسر کوي تو جانان،
ميان خاک غلطان آفريدند؛

فلک فرمانبر راي تو باشد،
قضا مشتاق ايماي تو باشد؛

---

(١) هي خيال هڪ فارسي شاعر هن طرح ادا ڪيو آهي:

همه آهوان صحرا سر خود بکف نهاده،
به اميد آنکه روزي بشکار خواهي آمد!

میان بسته به گلشن سرو آزاد، غلام قد رعنای تو باشد؛
به ابرویت چه نسبت ماه نو را، که کم از ناخن پای تو باشد!
بخوبی طاق باشد گر مه نو، کجا چون ناخن پای تو باشد!
بچشم من نشین در موسم گرم، که این خسخانه خوش جای تو باشد؛
سیه چشمان عالم جمله یکسر، فدای چشم شهلای تو باشد؛
به بستان همچو نرگس چشم بر ره، گل از بهر تماشای تو باشد؛
سخن شیرین طرازد گرچه طوطی، نه چون لعل شکرخای تو باشد؛
شهنشاها عظیما کامگارا، فلک محکوم ایمای تو باشد (۱)!
ز تشریف دو عالم هرچه بهتر، مهیا بهر بالای تو باشد؛

نوازش را سزاوار است «آزاد»،
که نیکو مدح آرای تو باشد.

ترا بکشتن من گر سر رضا بخشند، مرا چه بهتر ازین حسن مدعا بخشند!
بجای قطره فرو بارد ابر نافهٔ مشک، اگر شمیم ز زلف تو با هوا بخشند؛
چه مدعاست اگر یکشبی برم به وصال، مرا بیار من و یار را بما بخشند!
نباشدش هدف جز نشانهٔ دل من، اگر کمان ترا تیر بی خطا بخشند؛
بجز تو نیست مرا هیچ مدعا دیگر، اگر مراد دلم حسب مدعا بخشند؛
بپای یار زنم بوسه هر زمان گستاخ، چو زلف او اگرم طالع رسا بخشند؛

شوی مصاحب آئینه طلعتان «آزاد»،
ز صدق عشق گرت طالع رسا بخشند.

فتنهٔ چشم او چه سر دارد، عالمی پر ز شور و شر دارد!
زلف مشکین عنبر افشانش، روز در جیب و شب بسر دارد؛
گل چه لاف بنازک اندامی، کز رخش خار در جگر دارد؛

---

(۱) مير ڪرم علي خان بہ انهيءَ زمين ۾ غزل چيو آهي. آخري ٻہ شعر، «آزاد»، مير صاحب جي مدح ۾ چيا آهن. هن غزل کي مير ڪرم علي خان پنهنجي بياض «مجموعہ دلڪشا» ۾ آندو آهي: بعض شعر (نمبر ۳، ٦، ۸ ۽ ۱۰) «دلڪشا» ۾ وڌيڪ آيل آهن، جيڪي هتي شامل ڪيا ويا آهن.

نگه شوخ آن بت طنّاز،    بر دلم حکم نیشتر دارد؛
خط سبزه بفتنه انگیزی،    .................... کمر دارد؛
غنچهٔ گل کرد نالهٔ بلبل،    گریهٔ عاشقان اثر دارد؛
نه آورد هیچ یاد کبک دری،    لطف رفتار که آن پسر دارد؛
باز آمد بهار و سبزه دمید،    حسن گل نشهٔ دگر دارد.

چو نازنین من آید به آن ناز دگر،    به آن آن فزاید مرا نیاز دگر؛
نکرد فکر دقیق مدققان خیال،    میان مو و میان تو امتیاز دگر؛
متاع جان و دل ما ربود یک نگهت،    بترک چشم مفرما تو ترکتاز دگر؛
به رازداریٔ شیرین است تازه جان پرویز،    ولی بکوهکنش هست ذوق راز دگر(؟)؛
بجز تطاول زلفت ز بخت کوتاهم،    نمی رود به لبم شکوهٔ دراز دگر؛
تو شمع جمع جمالی مرا چو پروانه،    بیزم عیش تو دادند سوز و ساز دگر؛
منم بمهر تو جانان علم بعالم عشق،    بخوان تو قصهٔ محمود آن ایاز دگر؛
کشید طوق غلامی بگردن "آزاد"،
چو قامتت نبود سرو سرفراز دگر.

بگلشن آمد آن مه چهره گل پوش،    ز بلبل کرد یاد گل فراموش؛
کشد در بند تا صید حرم را،    ز گیسو کرده مشکین دام بردوش؛
کند صد جان شیرین را نثارش،    اگر فرهاد بیند آن لب نوش؛
کنم آه از تهی آغوشیٔ خود،    چو بینم هاله را مه اندر آغوش؛
محال ست این که خیزد تا دم صور،    دلی کز چشم مستش گشت مدهوش؛
کشد گر صورتش مانی ز حیرت،    بماند چون لب تصویر خاموش؛
به بیند گر مه نو ناخنش را،    کشد همچون غلامان حلقه در گوش؛
ترا "آزاد" وصل ماه رویان،
میسر کی شود، بیهوده کم کوش!

دل نهادن بوفای تو غلط بود غلط،    بیدماغی بجفای تو غلط بود غلط؛
بر دل زار هم درد بدرد افزودن،    بتمنای دوای تو غلط بود غلط؛
آن جفاها که کشیدم ز غمت از سر شوق،    در ره عشق برای تو غلط بود غلط؛

دامن افشان ز غبارم گذری زان سر کو، | خاک گشتن بهوای تو غلط بود غلط؛
تشنه مردن بدرت وز لب جان پرور تو، | جستن آب بقای تو غلط بود غلط؛
بسملم کرده ز حالم نگرفتن خبری، | جان سپردن برضای تو غلط بود غلط؛
نازنینا ز سر عجز و نیاز تو نیاز، | هر چه کردیم بجای تو غلط بود غلط؛
چشم بد دور که چشم نظرم زان سر چشم، | چشم کردن ز وفای تو غلط بود غلط؛

جز برخسار تو "آزاد" بهر سو که کشاد،
چشم امید ورای تو غلط بود غلط.

ای بی تو حرام در چمن حظ، | بی روی تو نیست از سمن حظ؛
شیرین نبود حدیث قندش، | برد آنکه ازان شکر دهن حظ؛
ای سوخته همچو خون بخاطر، | بی لعل تو لعل در یمن حظ؛
جان دریده‌ام در گریبان، | تا یافت قبا ازان بدن حظ؛
بی نافهٔ زلف عنبرینت، | از عین خطاست در ختن حظ؛
آورده ز سنگ نقش شیرین، | زان یافت ز تیشه کوهکن حظ؛
یا رب چه رساست بخت زلفش، | کز بوسه برد ازان ذقن حظ؛
زان دیر بر آید از دهانت، | کز لعل تو یافته سخن حظ؛

پروانه صفت بشمع رویت،
"آزاد" برد ز سوختن حظ.

تیغ بازیء ابروی خمدار ما دانیم و دل، | نیزه داریهای چشم یار ما دانیم و دل؛
هر زمان در خرمن جانم شراری می زند، | شعله کاری آه آتشبار ما دانیم و دل؛
بهر سامان نثار مقدم میمون یار، | درفشانی چشم گوهر بار ما دانیم و دل؛
از ره لطف نهانی مخفی از چشم حسود، | دلنوازی‌های آن دلدار ما دانیم و دل؛
دم بدم از کاوش مژگانت ای گل پیرهن، | خار خار سینهٔ افگار ما دانیم و دل؛
گفته بیزارم ........ ای دلربا، | گر شدی اذکار دل بیزار ما دانیم و دل(؟)؛
دل ز من بردی و کردی با من و دل بارها، | آن چه در جور و جفا تکرار ما دانیم و دل؛
دوش در حرف رقیبان کار من میکرد راست، | خوبیء این بر غلط گفتار ما دانیم و دل؛

مهران

از خدنگ او کدامي دل که او پر خون نشد، تیزيء آن غمزهء خونخوار ما دانیم و دل؛
خوبيء گل را شناسا نیست جز بلبل کسي، جلوهء انوار آن رخسار ما دانیم و دل؛
قدر جوهر جوهري داند نداند دیگري،
عشق را این گرميء بازارما دانیم و دل.

آن حلقهء زلف تر روئي توجانان در بغل، دادند دور هاله را ماه درخشان در بغل؛
نازیم اعجاز ترا کز دور خط مشک سا، دادي شب یلداي را خورشید تابان در بغل؛
نبود عجب سازدکنون کز خانهء مردم زبون، اشک مرا کزموج خون جوشید طوفان در بغل؛
خواهم کنم سر را چوگو بازیچهء میدان او، آن شوخ طفل شرخوگیرد چو چوگان در بغل؛
اي لاله روي سیم تن تارفته اي از پیش من، جان کشته عاجزدربدن دل مانده حیران در بغل؛
کي عاشق رویت بتا گردد به بستان ره گرا، باشد گل روي ترا صد باغ رضوان در بغل؛
هردم خلد خارد بجان کز تیر آن ابروکمان، چون غنچه دارم من نهان یکمشت پیکان در بغل؛
شب بود احوال توچون دربزم غیراي مه کنون، مست آمدي آشفته کان زلف پریشان در بغل(؟)
هردم ز اشک همچودرآرم بدامنها گهر، دارم ز فیض چشم تر صد ابرنیسان در بغل؛
پرواي جان دارم کجا صد ره کنم بر تو فدا، یکدم گر از مهر و وفا باشي توجانان در بغل؛
تا اي بت شیرین سخن با غیر گشتي هم سخن،
"آزاد" رفت از انجمن صد داغ حرمان در بغل.

آمدم بیاران بجان از دست دل، میزنم هردم فغان از دست دل؛
بارهاي ناله مي بندم ز غم، کاروان در کاروان از دست دل؛
هردم از مژگان چشم پر فتنش، میخورم تیغ و سنان از دست دل؛
غم مخور اي جان که در میدان عشق، میبرم اینک عنان از دست دل؛
زین دو چشم خون فشان راز دلم، پیش مردم شد عیان از دست دل؛
خوش مصاحب بود عقل و جان مرا، رفت یک یک این زمان از دست دل؛
شد بکام دشمنان جانم ضعیف، از کدامي دوستان از دست دل؛
گشت در بیماريء عشق تو جان، همچو چشمت ناتوان از دست دل؛
بي تو هر شب نالهء من میرود، تا سحر بر آسمان از دست دل؛
درکشاکشهاي زلف وکاکلش، جان فگندم درمیان از دست دل؛
زار مي نالم برنگ عندلیب، با هزاران داستان از دست دل؛

دل بسوي محملش من چون جرس، در پس افغان زنان از دست دل؛
آن چه با ما کرد با صدق و یقین، کي مرا بود این گمان از دست دل؛
ذرّه وار «آزاد» مي غلطد بخاک،
اي بت نا مهربان از دست دل.

مرا که دل بخم زلف عنبرین دارم، چه حاجت است که پرواي مشک چین دارم!
شراب و شاهد و آب روان و گل بچمن، حرام گر هوس جنّت برین دارم؛
زخندهٔ لب و چین جبین آن گلرو، پيء حرارت دل سرکه انگبین دارم؛
صبا بخدمت یعقوب از زلیخا گو، دگر مپرس ز یوسف که من همین دارم؛
ز نوبهار رخ او که گلشن جانهاست، چمن چمن گل و نسرین و یاسمین دارم؛
فروغ بخت من امروز رشک خورشید است، که بر مراد دل آن ماه همنشین دارم؛
بنالهٔ همدم قمري و بلبلم «آزاد»،
مگر بدل هوس سرو گل جبین دارم.

جانم از درد بجانست بجان تو قسم، هم آنم زغمت زار بآن تو قسم؛
قامت از جلوه برافراختن خوبان را، علم ناز نگون گشت بشان تو قسم؛
هم داري و نه داري بمن اي ماه زمهر، ذرهٔ لطف بخورشید رخان تو قسم؛
من نگفتم که دهان تو بود هیچ زهیچ، هست شکل سر موي بمیان تو قسم؛
نیست امروز درین عرصه کسي از خوبان، هم عنان تو نگارا بعنان تو قسم؛
در چمن قمري و بلبل شده حیران بي تو، گلعذارا بسر سرو چمان تو قسم؛
میرسد راست ز ابروي تو تیر مژه ات، بر دل و جان بسر تیر و کمان تو قسم؛
این زمان سر بخط بندگیت بنهادند، سرفرازان زمانه بزمان تو قسم،
بدگماني مکن اي دوست که «آزاد» صفت،
بیقین بنده است من بگمان تو قسم.

ندارد جز جفا کاري دل آزاري که من دارم، نمي ورزد وفا گاهي جفا کاري که من دارم؛
بخاکم مینشاند چون هدف از تیر مژگانها، نشان نه دهد کسي زنشان کمانداري که من دارم؛

ٿيڻ جو وجهه مليو آهي، تڏهن پڻ ساهتين جي ساٿ وارڻ سان ڳڏ، اسان کي به گهرجي، ته اسين به، هنن کي پنهنجي اعليٰ ادب ۽ اوچ تهذيب جو فيض ڏيون.

«اسان تمام وڏي ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌي ٻولي تسليم ٿئي. اسان جي ٺهراءُ 'اکل ڀارت سنڌي ٻولي سڀا' اهو تحرڪ هلايو آهي، پر انهيءَ سان گڏو گڏ، شايد، عالي ڪي ٿيا اثرائتا نمونا پڻ وٺڻا پوندا، جن، اسان، وس وارن جو ڌيان، پنهنجي لياقت ۽ پريم سان، پاڻ ڏانهن ڇڪائي سگهون. هن وقت تائين، هن قسم جا جلسا، صرف مڪاني طرح، ٿي ٿيا آهن. هاڻ رٿيو ويو آهي، ته هن سميلن جو دائرو وڌائي، ان کي 'اکل ڀارت سنڌي ساهتيه سميلن' جي پدوي ڏجي، ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ شاخون قائم ڪجن ۽ گهٽ ۾ گهٽ، پنجاهه هزار ميمبر داخل ڪري، يڪمشتيءَ سان، سنڌي ساهتيه ۽ ڪلائن جي اُنتيءَ لاءِ، جوڳا قدم کڻجن. مون کي، سورهن آنا خاطري آهي، ته يڪمشتيءَ، سهڪار، اتم ۽ اوچ وچارن سان اسين، پنهنجون سموريون منشائون پوريون ڪنداسون.»

سڀاپتيءَ جي تقرير بعد، سميلن ڪميٽيءَ جي سيڪريٽريءَ، شري گوبند مالهيءَ، 'ٽين سميلن بعد ڪم جي رپورٽ' پيش ڪئي.

سيڪريٽريءَ جي رپورٽ بعد، بمبئي ۽ ٻاهر جي ساهتڪ سنسٿائن وٽان آيل، سنڌ ڪاروبار جون رپورٽون، پڻ پڙهيون ويون. انهيءَ بعد، آيل مان، ڪن بزرگن پنهنجون شڀ ڀاونائون ظاهر ڪيون.

آخر ۾، ماستر چندر، ماستر پريم ساگر، پروفيسر رام پنجواڻي، بي بي نرملا، بي بي سلوچنا ۽ ٻين، سنڌي ڪلام سان، حاضرين کي وندرايو.

* * *

ٻئي ڏينهن، آرتوار ٢٢ مي، صبح جو سميلن جي ڊيليگيٽن جو جلسو جئه هند ڪاليج ۾ ٿيو، ۽ ان ۾ هيٺيان ٺهراءَ بحال ٿيا:

١- «هي سميلن، سنڌي ساهتيه جي ابي، شريمان لالچند امرڏني مل جڳتياڻي ۽ جديد سنڌي ناٽڪ جي آرنڀڪ، شري خانچند شامداس درياڻيءَ جي مرتيو تي، شوڪ ٿو ظاهر ڪري ۽ سندن پوين سان تهدل همدردي ظاهر ٿو ڪري.

٢- «هي سميلن، سخت افسوس ٿو ظاهري ڪري، جو ڀارت جي وڌان ۾، سنڌي ٻوليءَ کي، ڀارت جي ٻين ڀاشائن سان جڳهه نه ڏني ويئي آهي. هي سميلن، انهيءَ بابت ۾ جيڪي به عريضا، سنڌي ٻولي ڪاميٽي، ديوناگري سنڌي سڀا ۽ ٻين سنسٿائن طرفان، ڀارت سرڪار کي موڪليا ويا آهن، تن جي پيرائي ٿو ڪري.

«وڌيڪ، هيءُ سميلن، ڀارت جي هر هڪ سنڌيءَ ۽ هر هڪ سنڌي سنسٿا ۾ اها اميد ٿو رکي، ته سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪرائڻ لاءِ جيڪا 'اکل ڀارت سنڌي ٻولي سڀا' جوڙي ويئي آهي، تنهن جي دل و جان سان مدد ڪئي ويندي.

٣- "هي سميلن، ڀارت سرڪار جي خبرچار ۽ چوڌس ڦهلاءَ وڀاڳ کي وينتي ٿو ڪري، ته آل انڊيا ريڊيو جي دهليءَ، بمبئي ۽ پُوني مکيه اسٽيشنن تان شايع ٿيندڙ پروگرامن ۾، سنڌي پروگرام کي به مناسب جاءِ ڏني وڃي.

٤- "هن سميلن جي ڌيان تي آيو آهي ته ڀارت جي ڪن پرانتن ۾، جتي به سنڌي ڪافي تعداد ۾ رهندڙ آهن، اتي يا ته ڪاليجن ۾ سنڌي ٻولي ٻين ديسي ٻولين جيان تسليم ڪيل نه آهي، يا ته سنڌي سڪولن کي ضروري گرانٽ نٿي ڏني وڃي. تنهن ڪري، هيءُ سميلن، اهڙين پرانتڪ سرڪارين ۽ يونيورسٽين کي عرض ٿو ڪري، ته سنڌي شاگردن ۽ سنڌي ڪاليجن ۽ سڪولن کي، هن باري ۾ مناسب تسليمي ۽ امداد ڏني وڃي.

٥- "جيئن ته، اسانجا سنڌي ڀائر، ڀارت اندر، گهڻن پرانتن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن ۽ جيئن ته، اهو ضروري آهي ته ڀارت اندر سڀ رهندڙ سنڌي، يڪمشتيءَ سان، سنڌي سنسڪرتي، سنڌي ساهتيه، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ڪلائن جي حفاظت ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪوشش ڪن، تنهن هيءُ سڀ فيصلو ٿو ڪري ته:

(الف) 'هڪ اکل ڀارت سميلن' برپا ڪيو وڃي.

(ب) اڄوڪي سڀ ۾ حاضر ڊيليگيٽ، سميلن جا اوائلي ميمبر سمجهيا وڃن.

(پ) اڄوڪو ميمبرن جو سڀ، سميلن جي، هڪ عارضي وڏان بحال ڪري، جو ايندڙ ساليانو اجلاس تائين چالو رهي ۽ جنهن تي، ايندڙ ساليانو اجلاس ۾ وري ويچار ڪيو وڃي.

٦- "هيءُ سميلن، ڀارت توڙي ڀارت کان ٻاهر رهندڙ، هرهڪ سنڌي مرد توڙي زال کي، وينتي ٿو ڪري ته سميلن جي ڪاربه کي سوپارو ڪرڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ، سميلن جي ڪاروبارين کي دل و جان سان مدد ڏين."

مٿين ٺهرائن کان سواءِ، هند ۽ پاڪ وچ ۾ ساهتيه جي مناسنا ۽ ڪلچرل سفارتن جي آمدرفت جي باري ۾ ۽ قومي اڪاڊمين تي، سنڌين کي عيوضي ڏيڻ جي باري ۾ ٺهراءُ بحال ٿيا.

انهيءَ بعد، ٽين سال لاءِ چونڊون ڪيون ويون. شري گوبند مالهي، جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو، ۽ هيٺيون ست ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون.

١. سنگٺن ڪاميٽي: پروفيسر ايل. ايچ. اجواڻي (چيئرمن)، ۽ ست ميمبر.

٢. ساهتيه ڪاميٽي: پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي (چيئرمن)، ۽ چار ميمبر.

٣. ڪلا-سنسڪرتي ڪاميٽي: پروفيسر رام پنجواڻي (چيئرمن)، ۽ ڇهه ميمبر.

٤. هند-پاڪ ساهتيه سهڪار ڪاميٽي: پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي (چيئرمن)، ۽ ٽي ميمبر.

٥. انتر ڀاشا سهڪار ڪاميٽي: پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي (چيئرمن)، ۽ پنج ميمبر.

٦. راشٽر ڀاشا ڪاميٽي: پروفيسر تاراچند گاجرا (چيئرمن)، ۽ پنج ميمبر.

٧. ناري ڪاميٽي: ڪماري چيلي سپاهيملاڻي (چيئرمن)، ۽ ست ميمبر.

۸. مالي ڪاميٽي: پروفيسر گهنشام شوداسائي (چيئرمن)، ۽ پنج ميمبر.

'اکل ڀارت سنڌي ساهتيه سميلن' جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ تي، مٿين ڪاميٽين جا چيئرمن، سميلن جو جنرل سيڪريٽري ۽ هيٺيان ڇهه ميمبر کنيا ويا: شري آنند ماتورا، شري پرمانند سگنومل، پروفيسر ليکراج "عزيز"، شري ڪيرت ٻاٻاڻي، شري پرسرام "ضيا" ۽ ڪماري پوپٽي هيراننداڻي.

*　　　*　　　*

شام واري ميڙ، ساهتيه جلسي ۾، شعرن ۽ ادبي مضمونن پڙهڻ جو پروگرام رکيل هو.

پروفيسر ايم. يو. ساڪائيءَ "ورهاڱي بعد سنڌي نثر جي ترقي"، ۽ شري پرسرام 'ضيا' "ورهاڱي بعد سنڌي شعر جي ترقي" تي پنهنجا عالمانا مضمون پڙهيا.

شاعرن ۾، شري پرسرام 'ضيا'، ارجن 'شاد'، موتي پرڪاش، ڪرشن 'راحي'، سگن آهوجا، جيٺلي، ڪمل، مهر، آنچل، سريچند، 'گمنام' ۽ پروفيسر رام پنجوانيءَ بهرو ورتو.

آخر ۾ ماستر چندر، ماستر پربهو ساگر، پروفيسر رام پنجواڻي ٻيبي نرملا، ٻيبي سلوچنا ۽ ٻين پنهنجي مڌر سنڌي بيتن ۽ ڪلام سان حاضرين کي وندرايو، اهڙيءَ ريت ٻن ڏينهن جي ڪاروبار سان، چوٿون سنڌي ساهتيه سميلن نهايت ڪاميابيءَ سان ختم ٿيو.



"هونءَ ته سڀ ڪنهن کي خوف اچي ٿو: مرڻ کان ۽ زخمي ٿيڻ کان هرڪو ڊڄي ٿو. پر جن جون دليون سچيون آهن، اهي سڀني خوفن ۽ خطرن کي هٽائي، هٿن کي هٿيار بنائي، ميدان ۾ ٽپي ٿا پون. اٿين آهي ته وحشي جانورن سان اوڻ لاءِ جدبي واري دل گهرجي!

جن جون دليون سچيون آهن، سي دشمن کان نه ڊڄن، ۽ جن ڳالهين کي سچو ٿا سمجهن، اهي دنيا کان نه لڪائن، ۽ فورا ميدان ۾ اچن: جو ته ظلم به ته وڌندو ٿو وڃي!

هونءَ ته سڀ ڪنهن کي خوف ٿئي ٿو، مرڻ کان ۽ زخمي ٿيڻ کان هرڪو ڊڄي ٿو. پر جن جون دليون سچيون آهن، تن کي ڏسو. جڏهن سندن وارو ٿو اچي، تڏهن سر تريءَ تي رکي، سڀ خطرا پاسي ڪري، پنهنجو فرض پورو ٿا ڪن. بيشڪ سڀ کي خوف به اچي ٿو!" (زيڪوسلوويڪيا جو هڪ شاعر)

# آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!

(اداره)

## مرحومه روشن آرا مغل

سنڌ جي مشهور تعليمي ۽ اصلاحي ڪم ڪندڙ محترمه روشن آرا مغل، ٢٥ مئي ١٩٥٥ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. (انا لله و انا اليه راجعون.) مرحومه روشن آرا علم ۽ عمل، ادب ۽ اخلاق جي زيورن سان آراسته هئي. هڪ غريب خاندان ۾ ڄائي ۽ پنهنجي محنت ۽ ڪشالي سان اعليٰ درجي تي پهتي.



مرحومه "روشن" جي ابتدائي تربيت پنهنجي ماءُ جي هنج ۾ ٿي، جنهن زناني سڪول ۾ ماستري ڪندي، ۽ بيواهه هوندي پنهنجي ٻچن کي پاليو ۽ تاتيو. "روشن" پرائمري تعليم پوري ڪري، سيڪنڊري تعليم ڪاميابيءَ سان حاصل ڪئي. پاڪستان کان اڳ ١٩٤٧ع ۾ بمبئي مان بي-ايس سي. پاس ڪيائين، ١٩٥١ع ۾ بي-ٽي. ١٩٥٢ع ۾ سنڌيءَ ۾ ايم-اي. ۽ ١٩٥٤ع ۾ ايل-ايل-بي. جو پهريون سال پاس ڪيائين. ١٩٥٥ع ۾ ٻئي سال جو امتحان ڏيڻو هوس، ۽ ايم بي-ايچ-ڊي. ۽ ٻين علمي ۽ ادبي ڊگرين حاصل ڪرڻ جو خيال هوس. تعليمي مشغولين ۽ امتحانن جي ڪاميابين سان گڏ، قومي ۽ وطني ۽ اصلاحي ڪمن ۾ ڪيس چڱو اعزاز حاصل هو.

١٩٤٣ع کان ١٩٤٨ع تائين حيدرآباد سڪولبورڊ شڪارپور جي ٻرڪ ميمبرياڻي ٿي رهي آهي. ١٩٤٧ع ۾ سنڌ پرائمري تعليم جي صوبائي بورڊ جي ميمبر هئي. ١٩٤٨ع کان ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ انسپيڪٽريس گرلس سڪولس جي عهدي تي فائز رهي. آڪٽوبر ١٩٥٢ع کان اپريل ١٩٥٣ع تائين آمريڪا ۾ رهي، تعليمي ۽ سماجي طريقن جي

سکيا لاءِ سرڪاري خرچ تي ويئي، ۽ اسربڪا جي وڏن وڏن عالمن کان پنهنجي علم ۽ صلاحيتن جو داد حاصل ڪيائين. ان سان گڏ جپان، هانگ ڪانگ، برما ۽ اوپر پاڪستان ۽ سيلون جو به سير ڪيائين. "روشن" سچ پچ ته هر اعتبار سان "روشن" هئي. ۽ سنڌي عورتن لاءِ هڪ "مثالي عورت" هئي. علم ۽ ادب ۾ پڙهڻ، طبع ۾ سليم ۽ حلم، نياز ۽ نوڙت واري "روشن"، سنڌ جو روشن تارو هئي.

سندس ڪا به تصنيف ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل ڪانه آهي، البت سندس مضمون آهن، جي رسالن ۽ مخزنن ۾ محفوظ آهن؛ ۽ سندس اٽڪل ۱۰ کن تقريرون موجود آهن جي هن ريڊيو پاڪستان جي ڪراچي اسٽيشن تان نشر ڪيون؛ جن سڀني کي گڏ ڪري ڇپائڻ جي ضرورت آهي.

هن تعليم يافته ۽ روشن دل خاتون جي بي وقت وفات، نهايت صدمو پهچايو آهي. دعا آهي ته الله تعاليٰ کيس جوار رحمت ۾ جاءِ عطا ڪري، ۽ سندس پسماندن، خاص طور سندس ساهه صدقي ڪندڙ ماءُ، غمزده پيءُ "بادام"، سندس شريف النفس وفادار شوهر مسٽر اسحاق کي صبر جميل عطا ڪري.

افسوس –

"هوءَ هيستر کِلي، هوءَ رت بدلي،
گل گل جي منهن تي، سرڪ ملي،
افسوس انهيءَ مکڙيءَ تي جا،
نه ڪُڙي نه اڙي، نه ٽُٽي نه ڪِلي!"

## سيد محمد عالم شاهه "عالم"



سيد محمد عالم شاهه "عالم" ٽکڙائيءَ، تازو ۲۸ مئي ۱۹۵۵ع تي وفات ڪئي آهي. (انا لله و انا اليه راجعون.) مرحوم ٽکڙ جي مردم خيز شهر ۾ ۳۰ جمادالاول ۱۳۰۶ هه ۾ ڄائو. مرحوم علامه اسدالله شاهه "فدا" ۽ سيد محمد حافظ شاهه سندس چاچا هئا. شاهه صاحب ننڍپڻ کان وٺي نهايت ذهين – سليم طبع هو. سندس تعليم جي ابتدا ديني مڪتب ۾ ٿي. ان زماني ۾ ٽکڙ، علم ۽ ادب جو مرڪز هو. ۽ حافظ محمد يوسف جي "مڪتب" جي شهرت وڏن وڏن علم – دوست ماڻهن کي ڇڪي آڻيندي هئي. آخر سندس عزيزن کيس سنڌ مدرسي ۾ داخل ڪرايو، جتي ميٽرڪ تائين تعليم ورتائين، ۽ ان کان پوءِ مرحوم نورمحمد وڪيل، ۽ مسٽر دين محمد عليگ جي صلاح تي علي ڳڙهه ويو. پر ڪن گهرو معاملن ڪري اعليٰ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو، ۽ ڳوٺ موٽي آيو، ۽ اچي شادي ڪيائين،

شعر و شاعري جو شوق "فدا" ۽ "حافظ" جي صحبت مان پيدا ٿيس. سندس ڪلام جو زياده ذخيرو "ڪافين" جي صورت ۾ آهي. سندس ڪافيون نهايت پرسوز، رقت انگيز، ۽ روحانيت مان ڀرپور آهن.

مرحوم شاهه صاحب محفل جو مور، گفتگو جو مٺو، معلومات سندس وسيع، سياست، مذهب، علم ۽ ادب تي رهاڻ ڏاڍي رس ڀري ڪندو.

سندس ڪافي ڪلام موجود آهي، جو شايع ٿيڻ جهڙو آهي. سندس پسماندن کي گهرجي ته ڪلام کي جمع ڪرائين ۽ شايع ڪرائين. "مهراڻ" جو ادارو شاهه صاحب جي پسماندن ۽ عزيزن سان شريڪ غم آهي. دعا آهي ته رب ڪريم کيس مرحمت ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي!

## قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهي

اسلامي تاريخ جي وڏي ڄاڻو ۽ مورخ، قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهي مرحوم، ٦ آگسٽ ١٩٥٥ع رات جو ٨ بجي، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد سنڌ ۾ انتقال ڪيو- (انا لله وانا اليه راجعون)

مرحوم قاضي صاحب جو اصل نسل سنڌ سان تعلق رکي ٿو. سندس وڏا ٽي چار ڪو هئا، ۾ زماني جي انقلاب سبب ڪلهوڙن جي دور ۾ جهوناڳڙهه ڏانهن لڏي ويا هئا. سندن مادري ٻولي اڃا تائين ڪڇي سنڌي آهي. قاضي صاحب وچولي طبقي جو فرد هو. سندس ابتدائي زندگي 'سفيد پوش' نموني ۾ شروع ٿي. اهوئي سبب آهي، جو قاضي صاحب ڪاليجن ۽ يونيورسٽي جي تعليم ۽ ڊگرين کان محروم رهيو. ذوق سليم ۽ ذاتي مطالعي کيس معراج ترقيءَ تي پهچايو.

قاضي صاحب، شعبهءِ تاريخ اسلام ۾ وڏي مقام جو صاحب هو. ان کان سواءِ دينيات، فقه، لسانيات، فلسفي، ادب ۽ تنقيد ۽ ٻين فنن ۾ به وڏيءَ دسترس جو مالڪ هو. باوجود ايڏي ڪمال جي، قاضي صاحب مرحوم نهايت نهٺو، ساده دل ۽ شريف‌الطبع شخص هو.

سندس تحقيقي مقالن جو وڏو انداز هندستان جي معياري رسالن ۾ محفوظ آهي. سندس هر مقالو، تحقيق ۽ مطالعي جو نچوڙ آهي. سندس لکڻي رنگين، انداز بيان شيرين آهي. اهوئي سبب آهي جو تاريخ جهڙن خشڪ مضمونن ۾ هڪ قسم جي ڪشش پيدا ڪئي اٿس.
قاضي صاحب پاڪستان کان اڳ- واري زماني ۾، جهوناڳڙهه جي نواب جو پرائيويٽ سيڪريٽري هو. "ورهاڱي" جي لڏ پلاڻ ۾ قاضي صاحب هجرت ڪري پاڪستان آيو. ڪراچيءَ ۾ اچي "انجمن ترقي اردو" جو سيڪريٽري ٿيو، ۽ ان سان گڏ انجمن جي ٽه ماهي رسالي "اردو" جي ادارتي بورڊ ۾ به اعزازي طور ڪم ڪندو رهيو.

سندس تصنيفات ۾ هڪ زبردست معياري ڪتاب علامه اقبال جي فلسفي، ڪلام ۽ شخصيت تي لکيل، اقبال اڪيڊميءَ شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ قاضي صاحب اقبال جي هر پهلو کي واضح ڪيو آهي.

پوئين دور ۾، ڊسمبر ١٩٥٢ع ۾، قاضي صاحب مرحوم سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبهءِ تاريخ اسلام جو هيڊ ٿي آيو.

مرحوم سنڌ يونيورسٽيءَ جي علمي تقريب لاءِ "سنڌ ۾ اسلام جي اشاعت" تي هڪ بهترين تحقيقي مقالو لکي رهيو هو.

قاضي صاحب جهڙي محقق ۽ عالم جي جاءِ ڀرجڻ مشڪل آهي. سندس وفات، علمي ۽ تاريخي دنيا ۾ ناقابل تلافي خال ڇڏيو آهي. الله تعالي شال مٿس رحمت ڪري!

# تبصرا

-غ. ک

ڪتاب جو نالو- **مثنوي اشرف العلوم** دفتر ٣: لکندڙ- مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهي؛ صفحا ٤٣٠، قيمت ٥ رپيا، ڪاغذ اڇو، ڇپائي سٺي: ڇپائيندڙ- آر. ايڇ. احمد برادرس، حيدرآباد سنڌ.

مثنوي مولانا روم جو ترجمو، مولانا 'اديب' فيروزشاهي، گهڻو وقت کان ڪري رهيو آهي. "مثنوي روم"، تصوف، فلسفي، اخلاقيات جي کاڻ آهي. سنڌي ادب ۾ هڙئي معياري ڪتاب جو ترجمو ٿيڻ هڪ ڪرشمو آهي. "مثنوي روم" جي هن ترجمي تي سنڌي زبان کي فخر حاصل آهي. مولانا اديب صاحب جو سنڌي ترجمو، اردو ترجمن کان ٻه معياري آهي. مولانا روميءَ جي خيالات کي سنڌي زبان ۾ نهايت ڪامياب نموني ۾ پيش ڪرڻ مان ثابت آهي ته سنڌي زبان ۾ ايترو استعداد آهي، جا هوءَ اهڙن ڪتابن کي پاڻ وٽ جذب ڪري سگهي ٿي.

ڪتاب جو نالو- **ڪليات مسافر**: مصنف- ماستر محمد صديق "مسافر"، ڪاغذ سفيد، صفحا ٢٢٥، قيمت ٥ رپيا: ڇپائيندڙ- آر. ايڇ. احمد برادرس، حيدرآباد سنڌ. "ڪليات مسافر" سنڌ جي مشهور شاعر ۽ اديب ماستر ميان محمد صديق "مسافر" جي ڪلام جو مجموعو آهي. "مسافر" صاحب محتاج تعارف نه آهي. هن دور ۾ هو صاحب هڪ قادرالڪلام استاد جي حيثيت سان تسليم ٿيل ۽ جهونو اديب آهي. اول پورن ٥٦ صفحن ۾ "مسافر" جي زندگيءَ تي تبصرو ڪيل آهي، ان کان پوءِ غزلن جو پورو ديوان الف بي وار ڏنل آهي. ان کان پوءِ مسدس، قطعا، مفردات، مثنيون ڏنل آهن. "مسافر" صاحب جو اهو ڪلام جو سنڌي پرائمري تعليم لاءِ ستن درجن ۾ آيل آهي، اهو آخر ۾ ڏنل آهي. "مسافر" صاحب جي ڪلام ۾ سادگي ۽ سلاست، رواني ۽ تاثر موجود آهي. ساري عمر علم و ادب جي خادم جي حيثيت سان گمناميءَ ۾ گذاري اٿس. علم دوست ماڻهن کي گهرجي ته هو هيڙي علمي چيز کي ضرور مطالع ڪن.

ڪتاب جو نالو- **موتين مٺ**: لکندڙ- محمد علي دائود پوٽو "عيان" دادو: ڇپائي صاف، ڪاغذ اڇو، صفحا ١٣٠، قيمت ٠-٨-١ رپيو، مصنف کان ملي سگهي ٿو.

"موتين مٺ"، "شاهہ" جي رنگ ۽ تتبع ۾ چيل بيتن جو مجموعو آهي. جنهن ۾ گهڻو ڪري خيال ته "شاهہ"، جا آهن؛ ۽ لفظي قالب سو لکندڙ جو آهي. "شاهہ" جي ساهتائيءَ صنعت کي نباهڻ نهايت مشڪل ڪم آهي. "شاهہ" جي ڪلام ۾ اصليت، جدت، حقيقت، سوز ۽ رقت، انداز بيان جي شگفتگي ۽ تازگي آهي. اهڙي طرز واري ڪلام کي نباهڻ ڏکيو ڪم آهي. هن مختصر ڪتاب ۾ "ڪلياڻ" ڪان "رامڪليءَ" تائين بيت چيل آهن. هر سر ۾ "شاهہ" جي خيالن جي پلٽ آهي. مصنف لاءِ لازمي آهي ته هو اڃا به "شاهہ" جي اسلوب بيان، ۽ ڏوهيڙن جي ساخت جو مطالعو ڪري، ۽ هن فن کي فني حيثيت سان ڪمال تي پهچائي. جيڪڏهن مسلسل محنت قائم رهي ته پوءِ اميد ته هو صاحب هن صنعت کي چڱيءَ حد تائين حاصل ڪري سگهندو.

ڪتاب جو نالو **سنڌي صحافت**: لکندڙ- مسٽر ڪريم بخش خالد: ڇپائي چڱي، ٻڌ اڄوڙ، صفحا ٢٢٥، قيمت ٢-٣-٠ رپيا. ڇپائيندڙ، حبيب پبليڪيشنس، سکر سنڌ.

حبيب پبليڪيشنس جي علمي ۽ ادبي سلسلي جو ڪتاب آهي، ۽ سنڌ جي مشهور اهل قلم نوجوان ڪريم بخش خالد جي عرق ريزيءَ ۽ مطالعي جو نتيجو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ جناب اي- ڪي بروهي صاحب لکيو آهي، جو معلومات افزا آهي. اول فن صحافت تي بحث ڪيل آهي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته صحافت ڇا آهي؟ "خبر" ۽ "نامہ نگار" جي حيثيت ڪهڙي آهي؟ اخبار جي ڪاميابيءَ جا ڪهڙا اصول آهن. ان ڪان پوءِ سنڌ جي صحافت جي تاريخ آهي، جنهن ۾ سنڌي صحافت جي ابتدا ۽ ارتقا تي مفصل تبصرو ڪيل آهي. آزاديءَ ڪان پوءِ واريءَ سنڌي صحافت تي الڳ بحث ڪيل آهي. آخر ۾ پريس جا فرائض ٻڌايا ويا آهن. طول طويل غلط نامو نهايت معيوب آهي. ڪتاب افاديت جي لحاظ سان معياري آهي. اهل علم لاءِ هڪ معلوماتي ذخيرو آهي.

ڪتاب جو نالو- **تاريخ اندلس**: لکندڙ- مسٽر لطف الله بدوي: ڇپائي صاف، ٻڌ سٺو، صفحا ٣٢٦- قيمت ٣-٨-٠ رپيا. ملڻ جو هنڌ: آر. ايڇ. احمد برادرس، حيدرآباد سنڌ.

هيءَ ڪتاب 'اسپين جي تاريخ' ۽ بنو اميہ خاندان جي حالات ۽ واقعات ۽ ڪارنامن تي مشتمل آهي. اسپين تي هڪ هزار سال ورهيہ ساندهہ مسلمانن جي حڪومت رهي. ان دور ۾ علم ۽ حڪمت، فلسفي ۽ سائنس جي وڏي خدمت ڪئي وئي آهي. يورپي لکي ٿو "جڏهن لنڊن ۽ پيرس جي رستن تي ڏوڙ اڏامندي هئي، تڏهن قرطبہ جي گهٽين ۾ سنگ مرمر جو فرش هوندو هو".

هي ڪتاب تاريخ جي معتبر ڪتابن جي آڌار تي لکيو ويو آهي، ۽ خاص بي- اي جي شاگردن لاءِ مفيد آهي. افسوس آهي جو اهڙي ضخيم ڪتاب جي مضمونن جي شروعات ۾

ڪا فهرست ڪانه ڏنل آهي. مجموعي طور ڪتاب مطالعي لائق آهي. اميد ته بدوي صاحب باقي حصا لکي هن سلسلي کي مڪمل ڪندو.

ڪتاب جو نالو- **سريمد ڀڳوت گيتا عرف مرغ بهشت:** مولف ۽ مترجم- مولانا محمد صادق صاحب، رانيپور، خيرپور ميرس: ڪاغذ اڇو، ڇپائي چڱي، صفحا ٥٠، قيمت لکيل ڪانه، مصنف وٽان ملي سگهي ٿو.

هي ڪتاب "سريمد ڀڳوت گيتا" جو منظوم ترجمو آهي. هن حصي ۾ سري ڪرشن جي ڇيل اپنشد (فلسفي) ۽ برهم وديا ۽ علم روحاني تي پنجين اڌياءَ ۾ ڪيل ارجن سان گفتگو جو ترجمو آهي. منڍ ۾ تمهيد ۽ مقدمو آهي. مقدمي ۾ مها ڀارت جي جنگ متعلق تاريخي ۽ تحقيقي بحث ڪيل آهي. ان کان پوءِ ڏيکاريو ويو آهي ته مها ڀارت جي جنگ خود انسان جي اندر ۾ به آهي، ۽ نيڪ ۽ بدخيالن جي جنگ جي صورت ۾ چالو آهي. "عدل" ڀڳشتر آهي. "عقل" ارجن آهي، "همت" ڀيرسين آهي، "رحم" نڪل آهي، "سخاوت" شهديو آهي. "بدخيالات" جو راجا، دريوڌن آهي. ڌرتراشٽر کي "جهل" سڏجي ٿو. "روح" ڪرشن آهي. افسوس آهي جو ڪتاب جي ڇپائي سٺي نه آهي. اميد آهي ته فاضل مترجم اهڙي شاندار ڪتاب جا باقي حصا پڻ جلد شايع ڪرائيندو.

ڪتاب جو نالو- **ضياءُ العروض:** لکندڙ- حڪيم شاه محمد "صوفي" جتوئي: وڳڻ يارمحمد جتوئي، تعلقو ميهڙ. ڪاغذ سٺو، ڇپائي صاف، قيمت هڪ رپيو.

هي هڪ ننڍو رسالو علم عروض تي آهي. اگرچه مختصر آهي، تاهم جامع آهي ۽ مبتدي ۽ سيکڙات شاعرن لاءِ ڪار آمد آهي. تمام آسان ۽ دلنشين نموني ۾ لکيل آهي. ڪتاب اندر هڪ نقشو ڏنل آهي، جنهن ۾ بحر ۽ وزن ۽ مثال ڏنل آهن. ان کان سواءِ تقطيع ۽ بديع ۽ معاني متعلق به بحث ڪيل آهي. ڇاپي جون غلطيون رهجي ويون آهن، تاهم هي ننڍڙو ڪتاب مطالعي ڪرڻ جهڙو آهي.

مصنف، مرحوم "بلبل" جو شاگرد آهي، تنهن ڪري پنهنجي جليل القدر استاد جي فرزند رئيس "ضياء" جي نالي پٺيان ڪتاب جو "ضياء العروض" نالو رکيو اٿس.

ڪتاب جو نالو- **آئين زندگي** (٢ حصا): مترجم- محمد حافظ شاهد نکڙائي، بي. اي؛ ايل. ايل. بي.، ڪاغذ اڇو، ڇپائي صاف، صفحا ٢١٢، قيمت ٣ رپيا: ملڻ جو هنڌ- آر. ايچ. احمد برادرس، حيدرآباد سنڌ.

"آئين زندگي" دراصل ڊاڪٽر ماردن جي مشهور ڪتاب "لائف اينڊ ائڪشن" جو ترجمو آهي. ڪتاب ۾ زندگيءَ کي خوش گذارڻ جا اصول ٻڌايل آهن. مترجم "پيش لفظ"

۾ لکي ٿو ته " 'آئين زندگي' مڪمل زندگيءَ جو مثال آهي، خوشيءَ جو خزانو آهي؛ ڪاميابيءَ جو راز آهي، صحت جو پيدار آهي؛ ڏکن ڏولاون، دردن ۽ سورن، بيمارين ۽ پريشانين، ناڪاميءَ ۽ نامراديءَ جو مڪمل علاج آهي"!

اسان جي راءِ آهي ته پريشان ۽ ناڪامياب انسان ان ننڍڙي ڪتاب مان ڪنهن قدر فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.

ڪتاب جو نالو- **زندگيءَ جي راهه تي**: لکندڙ- بشير موريائي؛ ٦٨ صفحا، پنو سادو، ڇپائي موچاري، قيمت ٠-٠-١ رپيو، ڇپائيندڙ مغل پبليڪيشنس، شڪارپور سنڌ.

اسان جي نوجوان اديب بشير موريائيءَ جي افسانن جو هي پهريون مجموعو آهي، جنهن ۾ ٥ افسانا آهن: نئون موڙ'، 'تنهنجي ياد منهنجا آنسو'، 'سربت'، 'زندگيءَ جي راهه تي'.

افسانن ۾ موجوده سماجي مسئلن کان سواءِ ٻين اهم معاملن امن، جنگ، بک، بيڪاري ۽ اخلاقي پستيءَ جا به چڱا خاڪا پيش ڪيا ويا آهن. 'تنهنجي ياد منهنجا آنسو' طويل مختصر افساني جي صورت ۾ ڏنل آهي. افسانا سڀ طبع زاد آهن، جن جي لکڻ تي بشير موريائي يقينا تحسين جو مستحق آهي. سنڌي افسانوي ادب ۾ هي مجموعو هڪ خاصو اضافو آهي، ڪتاب جي ڪن ڪن هنڌن تي ڇپائي تمام خراب آهي. اميد ته ڇپائيندڙ پنهنجن ٻين ڪتابن جي ڇپائيءَ ۾ آئنده احتياط ڪندا.

ڪتاب جو نالو- **نئون افق**: لکندڙ- غلام علي ڪوکر، ڪاغذ اڇو، ڇپائي صاف، صفحا ٩٠، قيمت ٠-١٢-٠ آنا، ملڻ جو هنڌ- سنڌي ادبي سنگت، سکر.

"نئون افق" ستن افسانن جو مجموعو آهي، ۽ مسٽر غلام علي ڪوکر جي پهرين ڪوشش آهي. 'مني آرڊر'، 'شهنشاهه'، 'جيل جو پکي'، 'ٽانگي والا'، 'مجبوريون'، 'بردہ فروش'، 'سمرتا'، زندگيءَ جي گونا گون پهلوئن سان واسطو رکندڙ آهن، جن ۾ جيل، رشوت، حج ۽ زندگيءَ جي ٻين انيڪ ڪردارن جي حقيقي تصوير چٽيل آهي. ڪتاب جي ٻولي سليس ۽ سلوڻي آهي ۽ عربي، فارسي لفظن جي ڀرمار ۽ ثقيل لفظن کان پاڪ آهي. افسانا فني حيثيت سان چڱا ڪامياب آهن. بقول شيخ 'اياز'، 'جيل جو پکي' ڪافي دلڪش آهي، ۽ سنڌي ادب ۾ هڪ الڳ جاءِ والاري ٿو.

ڪتاب جو نالو- **سنڌي ڊراما ۽ ناول**: لکندڙ- محمد اسماعيل عرساڻي، ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر، حيدرآباد سنڌ؛ ڪاغذ اڇو، صفحا ٦٠، ڇپائي صاف، قيمت ٠-١٢-٠ آنا؛ مصنف وٽان ملي سگهي ٿو.

مسٽر عرساڻيءَ سنڌي زبان ۾ 'ناول' متعلق مقالو ادبي ڪانفرنس هالا (١٩٥٢) ۾ ۽ سنڌي 'ڊراما' تي مقالو، ادبي ڪانفرنس ڪراچيءَ (١٩٥٤ع) ۾ پيش ڪيو هو. هن مختصر ڪتاب ۾ اهي ٻئي مقالا گڏ شايع ڪيا ويا آهن. اول ڊرامي جي فني حيثيت، مختصر تاريخ

۽ ارتقا ۽ فني اصول بيان ڪيا ويا آهن؛ ۽ پوءِ سنڌ ۾ ڊرامو ڪئن شروع ٿيو، ۽ اڄ تائين ڪهڙا مشهور ڊراما اسٽيج تي اچي چڪا آهن، تن جو ذڪر ڪيل آهي. ٻئي مقالي ۾ ناول جي فني حيثيت سان گڏ سنڌي زبان، ادب ۽ لٽريچر تي تبصرو ڪيل آهي. آخر ۾ مشهور ناولن ۽ ناول نگار اديبن ۽ مشهور رسالن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ۽ اڄ تائين جيڪي سنڌ سنڌا ناول شايع ٿيا آهن، تن جو سن وار تفصيل ڏنو ويو آهي.

ڪتاب جو نالو- **مثنوي عقل و عشق**: مصنف- مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا"؛ ناشر- اداره "روح ادب"، هالا نوان، ڪاغذ اڇو، ۲۸ صفحا، قيمت ۰-۱۲-۰ آنا.

هي ڪتاب اداره "روح ادب" سنڌ جي پهرين پيشڪش آهي. سنڌي زبان ۾ فن مثنوي تي ڪلام تمام گهٽ ملي سگهي ٿو. هيءُ مختصر ڪتاب ان فن ۾ هڪ علمي اضافو آهي. موضوع جي لحاظ سان به هي ڪتاب انوکو آهي، جنهن ۾ "عقل ۽ عشق" متعلق فلسفياڻي ۽ صوفياڻي انداز ۾ لکيو ويو آهي، ۽ ارباب عشق و وجدان جي پوري پوري ترجماني ڪئي وئي آهي، ۽ ٻڌايو ويو آهي ته "عقل" غير محسوس عالم متعلق خاموش آهي، پر "عشق" جي رسائي ماديات کان مٿي، غير محسوسات واري عالم تائين آهي. ڪلام رنگين، پختو ۽ معياري آهي؛ اهل علم لاءِ مطالعي جي قابل چيز آهي.

ڪتاب جو نالو- **تحقيق لغات سنڌي**: مصنف عبدالڪريم سنڌيلو؛ سائيز ۱۸×۲۲ ÷ ۸، صفحا ۴۹۶، پڪي جلد سان، ڪاغذ اڇو؛ قيمت ڏهه رپيا؛ غلام اڪبر شيرمحمد بلوچ (سفيد بلڊنگ، نزديڪ پاور هائوس، لاڙڪاڻو سنڌ) وٽان ملي سگهندو.

هيءُ سنڌي لغت بنام "تحقيق لغات سنڌي" تبصري لاءِ پهتل آهي. ڪتاب تي، مصنف جا محنت ڪئي آهي، سا قابل صد تحسين آهي. ڪتاب ۾ آيل سنڌي لفظن مان هر هڪ لفظ جو ڌاتو يا بنياد ڏيئي، معنيٰ کي واضح ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪو متروڪ ۽ انوکو لفظ آهي ته بنياد سان گڏو گڏ مشهور شاعرن، جهڙوڪ شاه ڪريم، شاه ڀٽائي، جلال، سچل، سامي وغيره جي ڪلام مان سند طور مثال ڏنا ويا آهن، تا ته لفظ جي معنيٰ صحيح طور روشن ٿئي. ڪتاب ۾ اٽڪل پنج هزار لفظ آندا ويا آهن. هونئن ته سنڌي ٻولي وسيع آهي، جنهن ۾ اڻکٽ لفظ آهن؛ ليڪن فاضل مصنف فقط آنهن خالص سنڌي لفظن کي پنهنجي لغت ۾ جاءِ ڏني آهي، جن جي ڌاتوءَ يا پاڙ کي هو خاطريءَ سان ڳولي سگهيو آهي.

تنهن کان سواءِ ڪيترين ڳالهين، جي هن کان اڳ ڪنهن به سنڌي لغت ۾ نه آيون آهن، تن جي اظهار لغوي خيال کان ڪئي وئي آهي. مثلاً: "نو لکو هار" تي نالو ڪيئن پيو؛ "انسان جا ٻٽيهه يا ڇٽيهه لڇڻ ڪهڙا آهن"؛ عورت جا "سورهن سينگار" ۽ "ٻارهن ڳهڻا يا زيور" ڪهڙا آهن؛ "چوڏهن طبق" ڪهڙا آهن؛ وغيره. سچ پچ، اڄ ڪلهه جي علمي ماحول ۾ هي ڪتاب هڪ منفرد جاءِ والاري ٿو.

ڪتاب جو ديباچو ۱۷ صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ قابل مصنف سنڌي لفظن جي نحوي بناوت جي ڀيٽ پراڪرت ۽ سنسڪرت لفظن جي نحوي بناوت سان ڪئي آهي. هن کان اڳ جيڪي سنڌي لغات ۽ اشتقاقي ڪتاب شايع ٿيل آهن، انهن تي پڻ عالمانه تبصرو ڪيل آهي. مطلب ته ڪتاب ڪافي محنت بعد تيار ڪيل آهي. ڇپائي، سفيد پني تي ۽ اعرابن سان آهي، جنهن ڪري هرهڪ لفظ جو اچار صحيح نموني ڪري سگهجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جي شائقن لاءِ هي ڪتاب هڪ تحفو آهي، جو ڪين پنهنجي لاڪيٽي ٻوليءَ جي عظمت، بلند مرتبي، ۽ قديم شاهاڻي نسل سان چاهيون ٿا ته هر تعليم يافته سنڌيءَ جي هٿ ۾ هيءَ ڪتاب هجي، تان ته ٻوليءَ جي معموليءَ کان معمولي لفظن جي تهه ۾ جيڪي تاريخي راز لڪا پيا آهن، سي مٿن روشن ٿين.

اسان وٽ هيٺيان ڪتاب پڻ تبصري لاءِ پهتل آهن: پر افسوس آهي، جو جڳهه جي گنجائش نه هئڻ سبب، هن موقعي تي، فقط انهن جي نالن ۽ ٻئي ضروري تفصيل ڏيڻ تي مجبورا اڪتفا ڪريون ٿا:

**گل ۽ مکڙيون:** مرتب، مقبول صديقي: ناشر، حبيب پبليڪشنس، سکر، صفحا ۱۳۴، قيمت ۰-۸-۱ رپيو.

**جيون ساڪي:** ڪوڙو مل سنڌي ساهتيه منڊل، اجمير: صفحا ۵۸، قيمت ۰-۴-۰.

**لطيفي سير** (نئون ڇاپو): پيرومل مهر چند: ناشر، سنڌي ڪتاب گهر، حيدرآباد سنڌ، صفحا ۱۶۰: قيمت ۰-۰-۲ رپيا.

**همدرد صحت:** (ماهوار طبي رسالو) همدرد صحت، ناظم آباد، ڪراچي، ساليانه ۰-۰-۲ رپيا، في ڪاپي ۴ آنا.

**سنڌو:** (ماهوار رسالو): مسٽر ٻولچند راجپال، پيپل منڊي، آگرو، يو پي: ساليانو چندو ۰-۰-۵ رپيا: في ڪاپي ۰-۸-۰ آنا.

**سنڌ:** (ماهوار رسالو) "آزاد هند سنڌ" چيمبور ڪالوني، بمبئي: ساليانو چندو هڪ رپيو ۽ في ڪاپي هڪ آنو.

**سهڻي:** (ماهوار ڪتابي سلسلو) ڪهاڻي پبليڪيشن، هسلي روڊ بمبئي ۲۸، قيمت ۰-۸-۱ ڏيڍ رپيو.

---

# پڙهندڙن جا پيغام

”— پاڻ ايڊيٽر، ’مهراڻ‘، ....... سوچيان ٿي، هي جيڪي افسانه نگار اديب آهن، سي ڪيئن افسانا ٿا لکن! ادا، مان ته افسانن لکڻ لاءِ سڪان ٿي! هنن جي عقل جي داتي داد ڏيڻو ٿو پوي، جيڪي اهڙا نازڪ خيال دل ۾ پالين ٿا. ۾ جن ويچارن کي اهڙو عقل نه هوندو، ۽ چاهيندا به ته ’اسان به ڪجهه لکون‘، تن جو پانيو ٿا ته ڪهڙو حال ٿيندو هوندو! جذبو ته هر انسان جو چڱ عضوو آهي؛ پر ڇا ڪجي، جو من جي اونهن خيالن جي پل ٿي نٿي ٿهي. مٿان وري اها ڳڻتي ته ’مهراڻ‘ جي مٺيادار موتين اڳيان ڪنهن سيڪڙات جو مٺاڇري تان ميڙ بل مٿ آخر ڪيئن ساب پوندو! پوءِ صبر جو ڍڪ پرٽوئي ٿو پوي. انسان ڦٽڪي ته گهٽوني ٿو! بس منهنجي پڻ اها حالت آهي: خيالن جو طوفان آهي دماغ ۾، پر خيال گڏ ني نٿا ٿي سگهن- ڇڙ وڪڙ ٿي پيا ٿا اڏامن، ۽ دل کي موڳو ڪري، هڪاري پيا ٿا منجهائين. لاچارخار پراچي خيالن کي تڙي ڪڍي ڇڏڻو ٿو پوي پر خيال جهڙي ضدي به ڪا پي شي ٿي سگهي ٿي! رکي رکي، چار ۾ ڍڪيل ٿانئرن وانگر، هوا جي جهوٽي لڳڻ سان، ٽمڪات پيا ڪڍن. هيڏانهن هوڏانهن جي ڏريل رک ميڙي، مٿان وجهي، وري کين ڍڪي ٿي ڇڏيان. پيو انهن کي مان ڇا ڪيان!

”انن نون سالن جي هڪڙي ننڍڙي معصوم ڌيءُ اٿم. آهي سا ننڍڙي پتڪڙي، پر سمجهندي پاڻ کي وڏي ڪان وڏي آهي – ضدي، هٺيلي، شل نه ڪنهن ڳالهه تي بيهي؛ مڃائي پوءِ بس ڪندي. ڪنهن جي واتان ڪا ڳالهه نڪتي ناهي، ۽ هن آڏو ۾ ٽڪي ناهي – وچ ۾ پنهنجي ڪهات ڪڍي بيهي رهندي! تنهن ڏينهن، مانيءَ تي، ٻارن جي پيءُ سان ’مهراڻ‘ جي افسانن جي ڪٿي ٿي ڳالهه ڪيان، ته بس ڇوڪريءَ ڪٿي ڳچيءَ ڪسان ورتو. چي، ’ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي افسانا لکڻ؟ مان جو لکندي آهيان افسانا! آکاڻيون لکڻ به ڪي مشڪل آهن ڇا؟ پرين جون، ديون جون، بادشاهن جون، جانورن جون – جنهن جون چئو، لکي ڏيکاريانئو!‘ پٽس لڳس سمجهائڻ ته ’مائي وڏي! اڄ اهو زمانو نه آهي جو پرين، ديون ۽ بادشاهن جون آکاڻيون لکجن- اهڙيون واهيات ڪين جهڙيون آکاڻيون اڄ ڪله نٿيون هلن‘. ته پهه جواب ڦهڪايائين، ’واهه، واهه، بابا! مان کي به لڏوابو ٿا! هي جو ننڍڙيون ننڍڙيون ڪتابڙيون، ٻارن جي آکاڻين جون، ٿين ٿيون – انهن ۾ اهي ته آهن سڀ آکاڻيون!‘ پٽس ڪلي ڪٿي چپ ڪئي. پر ڌيءَ ارسطوءَ جي ڌيءَ چپ ڪري ته به

لهيو! چوڻ لڳي، ’هون! اها ڳالهه آهي؟ اڳتي مان ناولن جهڙا وڏا ڪتاب نه لکيا ته مان کي چنجو، پوءِ ڏسندين ته ڪيئن نه ٿا پڙهو!‘

”پٽي ڏينهن، ادا، سچ پچ مون جيتامڙيءَ آڪالي لکي ڏيکاري – ’هڪڙو هو بادشاهه – بادشاهه پاڻ خدا آهي، پر هي اسپتالن جو بادشاهه هو. هڪڙي ڏينهن ڇڙواپوش ڪري نڪتو گهمڻ. ڏسي ته هڪڙو بيمار رستي تي پيو آهي. ڇا ڪيائين جو ڪتاني اچي پنهنجي اسپتال ۾ سنڀاريائينس. ٿوري گهٽي ڏينهن، هو اٺي ڪڙو ٿيو: ۽ ڪالهه ڏٺم ته هو ڪلندو خوش ٿيندو رستي تان پيو ويو!‘ – پس پوءِ ته لکي پاڻ پڙهائڻ ’مان هي لکندس، مان هو لکندس. اسڪولن جي بادشاهن تي لکندس، جي ٻارن کي پاڙيندا آهن؛ باغن جي بادشاهن تي لکندس، جيڪي ڳاڙها، اڇا، نيرا گل ورهائيندا آهن؛ اڏامندڙ پرين تي لکندس جيڪي ٻارڙن کي ملايون، ٽول ۽ رانديڪا ڏينديون آهن ...... چين، روس، آمريڪا، هندوستان، پاڪستان ملڪ آهن جيڪي، انهن جي بادشاهن تي لکندس ...... تو مان سمجهو؟‘ هاڻي، مون اچاڻ نينگريءَ کي ڪير سمجهائي ته اڄ ڪلهه ملڪن ۾ خود مختيار حڪومتون آهن، بادشاهه ڪي ورلي ٿا ٿين، ۽ سي به رڳي نالي ۾!

”نيٺ وڏي پاڻ چيس، ’اٽي آهي وڏي افسانن لکڻ واري! اڳ ۾ بادشاهه ڪاٿي ٿا ٿين!‘ اهو ٻڌي، هو بنهه چپ ٿي ويئي. حيرت وچان لڳي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ، پاڻ کي لڳو روئڻ – سو چوڻ لڳس، ’چري ڇوڪري، اهو اڳيون زمانو هاڻي ڪونهي: هيءُ نئون زمانو آهي! اهي اڳيان تنهنجا ڇڙواپوشي حاتم طائي، نوشيروان، راءِ ڏياچ، دودا ۽ عمر سومرا ويا مري کپي: سندن نالو نشان به هاڻي ڪونه ٿو ملي – سمجهيئي!‘ ٻارن جي ننڍي دل تي الائي ڪيڙهيون ڳالهيون تري آيون: سو هٽ جهلي، ڏورانهين نگاهه ڪئي، ڳري آواز ۾ چوڻ لڳو: ’اڄ گهرجائن جي گهرجن پوري ڪرڻ وارا ڪٿي؟ انصاف لاءِ سالن جا سال پيا ٿا ماڻهو اسڪن؛ ڪو ٻڌڻ وارو ڪونه اٿن: ملڪ جا راڳيندڙ، اديب ۽ فنڪار ٻکن ۾ پيا ٿا پاهه ٿين؛ ڪو پڇڻ وارو ڪونه اٿن: وطن ۽ قوم جي بچاءَ لاءِ سر ساهه جي بازي لڳائڻ وارا ڪٿي: هتي ته هرڪو پاڻ هٿ سان ڪٿي ڏيڻ لاءِ تيار ويٺو آهي: ڪير ٿو اڄ معصومن ۽ بي زورن جي عزت ۽ عصمت جي امانت ۾ رکوالي ڪري!‘ هوڏانهن هوءَ افسان رچيندڙ منهنجي معصومڙي، وڏن جون اهي ڪڙيون ڳالهيون ٻڌي، هڪڙ ته اصل سوچي ويئي: ڪن پل ڪان پوءِ پنل آواز ۾ چوڻ لڳي، ’پوءِ، هيئر، ملڪ جو ڪو ڏئي سائين ڪونهي، ڇڙواپوش ڪري ملڪ جو واءُ سواءُ ڪو به نٿو لهي!‘ سڀني ڪان ننڍو ڪڪڙو – تنهن کي جو لڳو وجهه، سو تاڙيون وڄائيندو چوڻ لڳو: ’آءٌ پاڇا ٿيندس – تمرا پوش ڪندس!‘ ويچارا ابهم ٻارڙا! ڇا ڇا ته خيالن جي رڻ پٽ ۾ راڻ سان، ماحول کي توڙڻ سان، فضائن کي جاچڻ سان: جيئن هڪ طوطو چيل لنڊ ٻڌي واپس اچاريندو آهي، تيئن هنن جي خيالن ۾ به پيانڪ جن ديو، قربانيون پريون، رحم دل ۽ مهربان بادشاهه، ۽ انهن جون

آڪاليون وسيل هيون. ڪين ڪجهڙي ڳل ته اڄ ڪلهه نه آهي ڪو بادشاهه ۽ نه آهي ڪا رعيت. اڄ ڪلهه ته هڪ طرف آهن گورنر، وزير ۽ ميمبر صاحب ۽ ٻئي طرف آهن ويچارا ووٽر: ووٽر ويچارا رهن ميمبر صاحبن جي ڪيسي ۾؛ ميمبر رهن وزير صاحبن جي ڪيسي ۾؛ وزير ٿيا گورنرن صاحبن جا ٻانهون ٻڌا خادم؛ ۽ گورنر صاحب ٿيا بنگلن، موٽرن، ريل گاڏين ۽ هوائي جهازن جي ٻلي: سو ڪنهن کي ڪجهڙي ڪئي ٻئي آهي جو ويهي ڏسي ۽ ويچاري ته ملڪ جو مردو سرڳ وڃي رهيو آهي يا نرڳ!

"سو، ادا! ان ڏينهن ڪان وٺي ته هيڪاري دل ۾ اڌما اٿڻ لڳا ته ڪجهه لکان. پر لکان، سو ڇا لکان؟ ٻاهر مردن جي دنيا ۾ ڇالو وهسي واهري، تنهن جي لسمون جهڙين گهربتڙين کي ڪل ئي ڪانه ٿي رهي. باقي گهرن جي چوديوارين ۾ ٻاڻ جهڙين 'ضعيفائن' جي حالت زار ڪان سو ڪي قدر واقف آهيان! چوان ٿي ته انهن پابند پورعيت روحن تي ئي ڪٿي ڪي ٻه چار افسانا جوڙيان- من ڪي ڇگا موچارا جڙي پون جي 'مهراڻ' جي منهن تي ٻئي سگهن!

"اڳو بوءِ، اوهان کي هڪڙي خوش خبري سنائي ڇڏيان! مان عثان جي 'اپوا' ڪلب جي ميمبرياڻي آهيان. 'اپوا' پاڪستان جي زالن جي جماعت آهي، ۽ ان جو مقصد اوهان چالو ٿا ته آهي 'پنهنجي ملڪ جي زالن جو ڀلو ڪرڻ'. هڪ دفعي ڪلب ۾ فيصلو ڪيوسين ته ڪلب جي جلسن ۾ ڪي ڪارائتيون تقريران ڪجن، پر سوال اٿيو ته ڪهڙيءَ ٻوليءَ ۾- اردوءَ ۾، ڪين سنڌيءَ ۾؟ هرڪا ٻئي ٽالو اردوءَ ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ لڪائي- جي سنڌيءَ ۾ شرم ٿيو ٿئي!' ادا، ڏٺو! اجهان 'مهراڻ' ۾ لکيو آڌو ته 'جيستائين سنڌي مائرون، پنهنجن معصوم ننڍڙن ٻارن کي، پنهنجي محبت ڀرين هنجن ۾، سپاجهڙي سنڌي ٻوليءَ جون مٺيون مٺيون لوليون ڏينديون رهنديون، تيستائين اها اسان جي سهڻي سلوڻي ٻولي، ۽ ان جي ادب جا پربهار گل-ٻوٽا ۽ ڦلدار وڻ، جيئن هوءَ تيئن زياده اپرندا ۽ اسرندا، وڌندا ۽ ويجهندائي رهندا'. ڪيترو نه اسان سنڌ جي مائرن ڀينرن ۾ اوهان جو دل پچائيندڙ ڀروسو ۽ ايمان آهي! پر جن سنڌي مائرن جا ٻار پڙهن ڪرستانن جي انگريزي سڪولن ۾ جتي پنجن سالن جي پڙهائيءَ کان پوءِ وڃي مس مس سنڌيءَ جي 'الف-ب' اکين ڏسن: جن جا مڙس گهر ۾ رڳو انگريزي ۽ اردو ڪتاب آڻين ۽ پڙهن، ۽ ٻارن کي به انهن ئي ٻولين ۾ ڳالهائڻ تي زور ڏين؛ جن جي گهرن ۾ ريڊيا، اردو راڳ ۽ تقريران ٻڌائيندا رهن؛ جي سنيمائون ڏسن تڏهن به اردو سڻن؛ ۽ جي 'اپوا' ڪلبن ۾ ڳڌ ٿين ته به اردو پڙهن ۽ ڳالهائين؛ گهٽ ۾ گهٽ اهڙين سنڌي مائرن تي ته ايترو ڀروسو رکڻ بنهه بيڪار آهي. هان غريب ۽ وچولي طبقي جي گهرن جون- ٻهراڙيءَ جون توڙي شهرن جون- سنڌي مائرون ۽ ڀينرون برابر اوهان جي اميدن کي پورو ڪنديون. سو، ادا! ڳالهه ٿي ڪير ته 'اپوا' ڪلب جي

جاڳي ۽ سڀڪا سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ ڪان ٻيٺي ٿناني. ان تي مون کي جولان اچي ويو، جيئن سنڌيءَ ۾ شرم ڇاجو؟ پنهنجي ماءُ جي ٻولي آهي: اسان کي هيئون خوشي ٿيڻ کپي- سو مان سنڌيءَ ۾ تقرير ڪندس!' 'ابوا' وارين پناهگيرياڻين چيو، 'ها، ڀلي ڪريو؛ خوشيءَ سان ڪريو: اسان ٻانڻ چاهيون ٿيون ته ڪا 'نئين' ڳالهه ٿئي. اردوءَ ۾ ڪيتريون ڪيون اٿسي: ڪا ته سنڌيءَ ۾ هجي!' ادا، اها ته هئي ٽوليءَ جي ٽولي، ۽ همتائڻ جو همتائڻ: پر مان ته سنڌيءَ ۾ تقرير ڪرڻ جي صحيح وجهي، آيس گهر. صحيح ته وجهي آيس، پر اچي ڳڻتين ورايو. سوچيم ته خسيس خط لکڻ لاءِ به دماغ ڪونهي- افسانا ته پري رهيا- هاڻي هتي اچيان تقرير ڪرڻ! نيٺ سوچي سوچي، هڪڙي انڌي منڊي تقرير لکي ورتيم- چيم ته ڳالهائڻ لاءِ جي همت کپي، ته پڙهڻ ته پنهنجي وس آهي! بس، اسيمبليءَ جي اڳ پڙهلين ميمبرن وانگر اها هئي منهنجي ''ميڊن'' تقرير- پر مون، ادا، موڙيٺي ڪجهه سمجهداريءَ جون ڳالهيون ڪيون، ۽ اهڙيون ته ٺيڪ ٺيڪ ٻڌايومان جو سنڌياڻيون ته چپ ٿي ويون، پر اردياڻين کي به چڻ نانگ منڊي ويو هو- ڪچيون ٿي ڪين. اوهان کي خوشي ٿيندي ته ان ڏينهن کان وٺي، هاڻي سنڌياڻيون ته سنڌي سڏائڻ ۽ سنڌي ڳالهائڻ ۾ لڄي ڪين ٿيون ٿين، پر ڪيتريون اردياڻيون به اسان سان سعيو ڪري سنڌيءَ ۾ پڳل ٽٽل گفتا پيون ڪن. هاڻي ارادو اٿيون ته ڪلب ۾ سنڌي ساهيڙين جي هڪڙي خاص ٽولي ٺاهيون جيڪي پاڻ ۾ سنڌي اخبارون، سنڌي افسانا ۽ سنڌي ڪتاب پڙهن، پر پنهنجين اردياڻين ساهيڙين کي به پڙهي ٻڌائين- خبر ته هنن کي به پوي ته سنڌيءَ ۾ به ڪي شاعر آهن، سنڌيءَ ۾ به ڪو ادب آهي......... ادا، هاڻي خط به بند ٿي ڪيان- ڏاڍو وڏو لکيو اٿم: توهين به پڙهي ڪڪ ٿي پيا هوندا- چوندا ته هيءَ مائي به کهڙي، جو نه ڳالهه نه مهاڙ، وٺي ڪٿي ڪهات ڪنئي اٿس، جيڪا ڪٽيس ئي ٿي! چڱو، ادا، ڪڪ نه ٿيو- بس ٿي ڪيان! هاڻي موڪلائي- پرتو رب ڪبي! 'مهراڻ' کان ته موڪلائي ڪانهي، اميد ته اهو مخموري منڊ هميشه پيو منڊ منڊ تي اچايان جون اچون لاهيندو ۽ سڪل دلين کي ساوو سرهو ڪندو. ادا اوهان تي ڪلجو نه! ڏنگا ڦڏا آهن ته چا- پوءِ به سنڌياڻي آهيان: سنڌي لکيا اٿم، ونڊي ٽپال جي اندريس تاڻين!

—اوهان جي ڀيڻ، ساجده عالم، سکر (سنڌ)''

''- مهربان سپادڪ، 'مهراڻ'، حيدرآباد، سنڌ- اڄ پنهنجي جنم ڀومي، سنڌڙيءَ کي ڇڏيئي ڏري ڪيف اٺ سال ٿي چڪا آهن، پر ان ڀوميءَ جو ڪوبه سماچار، ڪنهن ٽڏي هوندي جي باره ڪونه ڏنو. ڪيترن ڏينهن کان اندر ۾ آڪير هيم ته من ڪو دوست به اکر لکي دل کي ٿڌو ڇنڊو وجهي ۽ پنهنجي مٺي ملڪ جو ڪو حال سنائي؛ جيتوڻيڪ به ٽي پيرا عن بندي شخصي خط، جهونن مترن کي لکيا ته 'اي ٻارو، جي ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ته ڇا، پنهنجي دلين جو به

ورهاڱو ڪرڻ جڳائي؟ هيءَ ته راڄنيتيءَ جي رٿ آهي، اَن ۾ ڇا پنهنجي ڀلائي پرڀت ڪه پلاڻڻ گهرجي؟“ ۾ ڏسڻ ۾ اُئين ئي آيو ته آنهن بارن ڪان ڀاوائي موڪلائي ڪري آڏامي ست سمنڊ پار ڪري چڪي هئي ۽ اُن جي جڳهه ڀري هئي اُچي راڄنيتيءَ! آئين هوندي وارا واقعا ۽ شايد وسري ويا آهن. اسڪول ۾ ڪڏهن ڪڏهن، شام جو وانديون ڪري ڪاليج جا ڪي ڏينهن، جيڪي مستيءَ سان گذاريا هئا، پروفيسرن کي چڙائيندي جو ڪيڏي مطلب ته سڀ وسري ويا آنهن بارن کان گذريل مٺا واقعا. اوهه! وري عجب اهو جو ڪا اوڙي سنڌي اخبار يا هفتيوار يا ماهوار يا ڪا اهڙي ئي مئگزن يا رسالو به ڪونه اکين جو ڪئي وڃڻ کي سنڌڙيءَ جو حال سنائي! خير، جيڪي ڪجهه آهن سي آهن سڀ راڄنيتيءَ جي چار ۽ ڦاڻ - ڪنهن کي ڪو اونو ڪونه آهي پنهنجي سنڌين جو! نه آهي ڪو ويچار پنهنجي مٺيءَ ٻوليءَ جو!

۾ سالڪن سچ چيو آهي ته ڏينهن پليان راتيون ۽ راتين پليان ڏينهن اچن پيا. زندگي هروڀرو رڳو نراشا جو ٻوٽو ڪونه آهي. جيڪڏهن باريڪيءَ سان ڏسبو ته آشا جو ترورو به ان ئي زندگيءَ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن زندگيءَ کي انسان ڌڪاري ٿو. ۽ ڏينهن اول جنن ڪلبان کان بمبيءَ، لوڪل ٽرين ۾ وڃي رهيو هوس ته پڙ ۾ ويٺل شخص جي هٿن ۾ ”مهراڻ“ جو ٻهار وارو پرچو هو! هو جوان به ڪو سرپلو ئي ڏسڻ ۾ آيو، جنهن ڪو منهنجي اندر جو حال پاڻي ورتو هو، چو جو آءٌ هڪ ٽئين پتريڪا هن جي هٿن ۾ ڏسي ڪجهه واجباڻي رهيو هوس؛ يا ڪا هن کي اڳيئي خبر هئي ته آءٌ ڪو ساهتيه جو شائق آهيان! مون ڏانهن منهن ڪندي، چپن تي مشڪ آڻيندي، هن جوان چيو، ”توهان هيءَ رسالو ڏٺو آهي، جو ’پنهنجيءَ‘ حيدرآباد مان نڪرندو آهي؟“ مون ٿورو چرڪ ڀريو، هن جي ’پنهنجيءَ‘ اکر چوڻ تي! چيومانس ته ”ڇا حيدرآباد سنڌ مان هيءَ رسالو ڇپبندو آهي؟“ ورندي ڏنائين، ’ها!‘ ائين چوندي هن ”مهراڻ“ جو انڪ مون ڏانهن وڌايو. خبر نه آهي ڇو، منهنجي من ۾ الائي ڪهڙي آڏماند اچي ٿي - وٺيءَ اکير سان ”مهراڻ“ ورتم. اندر ۾ سانڊيل سڪ ٻيڪو ڪاٺي آئي ۽ اکين اڳيان حيدرآباد جا نظارا تري آيا. ڇا منکهن جون قطارون، جيڪي سڄي پاڪستان ۽ هندستان ۾ ته ڇا پر سڄي جڳت ۾ به ڳولڻ سان نه لڀنديون، جن جي خوبي ئي پنهنجي! وري اهو ڪاليءَ وارو رستو اکين اڳيان ترڻ لڳو، جيڪو پنهنجي شانتيءَ واري پاو سان ياترين جي آجيان ڪندو هو. ڇا ڳنڍي ٽڪر ۾ ڪهڙ سونهن هئي! هو ته پنهنجو پارٽ واهه جو خوب ادا ڪندو هو! پنهنجي ڪک مان جيڪي ميٺ جا چاهڙا لائي ڏيندو هو سنڌڙيءَ جي رهواسين کي! پر اهو سڀ هئي ڪٿان ملي آنند! شام جي ٺڏي هير جيڪا ٽڪريءَ تي ڪاٽي هئي، سا به ڪا وسرڻ جي آهي! ان جي پاسي ۾ سينٽرل جيل جي قيدين جي پکهر مان بنايل باغيچي ۾ ڪيڏي نه سونهن ۽ سڳنڌ هئي! ڇا وري حيدرآباد جون چاڙهيون هيون تلڪ چاڙهي، جنهن تان سائيڪل تي چڙهي وڃي جو چڙهيو هو سو

سنڌو وچي هيٺ پئبو هو- بنا ڪنهن ٻٽڪل هٽڻ جي! ٻنهي طرف وري ڌوڙ ۾ چاڙهي رکيا ويا هئا، جيئن اکين جي آڏو هجن! مطلب ته هڪ هڪ ڳالهه دل تي تري آئي، صرف "مهراڻ" جي ڪاپي ڪڍي!

"مهراڻ" هڪ نئي رسالو هو جو هيل تائين منهنجي هٿن ۾ آيو هو، جنهن مان راڄنيتيءَ جي بوءِ ڪانه ٿي آئي- آئي ٿي ته خوشبوءِ پنهنجي مٽيءَ ٻوليءَ جي! پنهنجي سنڌي اتهاس جي! آئي ٿي سگنڌ ان سنڌڙيءَ جي آنندڙ ڪليءَ جي! لوڪل گاڏي پنهنجي تيز رفتار سان هلندي هلي، پر منهنجو من ان کان به تيز رفتار ۾ آڏاڻ لڳو هو- جڻ ته اڄ گاڏيءَ سان شرط بچائي رهيو هو. گاڏيءَ اڃا ته چار ميل پنڌ مس ڪيو هوندو ته منهنجو من سوين ميل پار ڪري چڪو هو. هن کي نه هئي سگنل جي ضرورت ۽ نه وري ڪا پيچري جي پرواهه. جبل ڏونگر ڪاٽيندو سنڌو اچي حيدرآباد پهتو ٿيو، ۽ پريان منگهن جي قطار ۽ قلعي واري تيز هوائي جهازن کي راهه ٻڌائيندڙ لائيٽ ڏسي، ٻهار ٻهار ٿيڻ لڳو. "مهراڻ" جا ورق ورائيندو ويس- هڪ هڪ سٽ سان آنند پيو اچي. "مهراڻ" سچو مهراڻ- هڪ درياهه- ساهتيه جو سچو درياهه آهي. "مهراڻ" جي پهرئين صفحي تي منهنجو من پڇائي ڇڏيو. منهنجي من ۾ لکيل هو "سينهن وسندا، ته چڪون به ضرور ٿينديون". تنهن وانگر، آزاديءَ جي بارش، پنهنجي سڄي رحمتن سان، اسان جي مٿان ٿي، ته ظاهريءَ طرح حالتن اهڙو وٺي ڦيرو کاڌو، جو پاڻيونسين ته اسان جي علم ادب جون ڪچڙيون مکڙيون جيڪي مس مس ڦٽڻ تي هيون، سي، انهيءَ سيلاب ۾، کي لٽجي، ۽ کي ڀڄجي، اسان جي مٿان هيڪر ته بنهه ختم ٿي لڙهي هليون ويندڙيون ۽ سندن سهڻيون سگنڌ پريون پنکڙيون، چونڊڻ چوڙڻ سان به، پيهر شايد اسان جي هٿن ڪڏهن به پنجي ڪين سگهن!"

بس منهنجي به من جي اول اها ساڳي حالت هئي، اهي شڪ شبها دل ۾ اٿندا هئا ته ڇا ٿيندو اسانجي اتهاس جو- ڇا ٿيندو ٻوليءَ جو؟ پر......... پر جڏهن اڳتي علي "مهراڻ" جي پهرئين ٿي صفحي جي ٻي پئرا پڙهيم ته مليو وڃ جواب- "پر چڪن سان گڏ نئين زندگيءَ جو نئون پيغام به ته سينهوڳي موسم ئي دنيا کي پهچائيندي آهي!"

"مهراڻ" به هڪ اهو قاصد آهي جو اسان کي پنهنجو پيغام ٿو پهچائي ته "اي سنڌڙو، جو ڦا ڪوڙيا! جيستائين سنڌي ماتا زنده آهي تيستائين هن جو پيو سنڌيءَ ٻوليءَ جو باغ بهار ڪندو!

ماڪ جي ورهاڱي کان پوءِ، جڏهن پڙهيون جون پڙهيون گڏ رهندڙ اسين سنڌي هڪ ٻئي کان وڇڙي ويا سين، تڏهانڪر صرف اهي مٺيون مٺيون يادگيريون ئي وڃي باقي رهيون آهن. اڄ اهو ڏينهن ياد ٿو اچي، جڏهن منهنجو هم ڪلاسي عبدالله- جنهن کي عبدو به ڪري چوندا هئاسين- اسان جي گهر ايندو هو ۽ منهنجي ماءُ لسيءَ جو ڪٽورو ۽ ڦلڪي جو ٽڪر ڏيندي هئي کي گڏ هڪ ٿالهيءَ ۾ ڏيندي هئي (ڊوڊو به ڪڏهن ڪڏهن کائيندو هو)، ۽ ٻئي گڏجي ان ٿالهيءَ جي صفائي ڪري آئي راند ڪرڻ ويندا هئاسين. اهڙو ٿي پريم ملندو هو هن جي گهران به! پر هينئر اهي آهن صرف ڪويءَ لاءِ ڪلپنا ڪندڙ گهڙتائون.

هتي اچڻ سان پهرين ته اسان کان سڀ ڪجهه وسري ويو. رکيو هئي ڪٿي ٻين پرڻ جي ۽ اوني ٻوٽي ٻيڪڻ جو. ساهتيه ڏانهن بلڪل بي خبر. هن ان ۾ به پلا اسان جو کهڙو ڏوهه؟ اهو ته سياويڪ ئي آهي! ڪبير صاحب ڪونه چئي ويو آهي ته "الهاس ٻڄن نه هوءِ"، سو پلا جيستائين ڪٿي ٺانيڪا نه ٿياسين، تيستائين پلا پيا ڪٿي ٿا ويچار اچي ۾ آخر پوڄهه ٿئي. هيٺر سڄي ڀارت اندر، جتي جتي سنڌي آهن، اتي جدا جدا سنسٿائون ٺاهي سنڌي ۽ ٻوليءَ کي بچائڻ جي، وڌائڻ جي ڪوشش پيا ڪن. سنڌي ساهتيه کي ٻيا زور وٺائين، هر هڪ جوان پنهنجي وت آهر ڪوشش ڪري رهيو آهي.

اسان جي به هڪ ننڍڙي سنسٿا، "سنڌو ينگ مينس انسوسيشن" نالي آهي. هيءَ سڀني سنڌي سوشل ڪم ڪندڙ جوانن جي هڪ سنسٿا آهي، ۽ ڪلياڻ ڪئمپ، - جتي سڄي هندستان ۾ ڪئين ٻه هڪ شهر ۾ وسيل سنڌي پائرن کان وڌ ۾ وڌ آدم رهي ٿو؛ اٽڪل هڪ لک کان به وڌيڪ آبادي آهي هن ڪئمپ جي (ڪئمپ جيڪر چوڻ نه جڳائيم جو ته هيٺر هيءَ هڪ شهري صورت اختيار ڪري چڪي آهي ۽ سرڪاري طور نالو به "الهاس نگر" رکيو ويو اٿس - "الهاس" معنيٰ "خوشي" - وري پاسي ۾ به الهاس ندي اٿس جا به هڪ خوشيءَ جو سنديش ڪٿي ڪڙهين کي آتساهه ڏيندي وهي ٿي: پر اسين سنڌي وري هن نگريءَ کي چئون "سنڌو نگر" - پلا اسين به ته سنڌيت جي ڪا ته يادگيري رکون - مطلب ته سڀ نالا مشهور آهن: سنڌو نگر، يا ڪلياڻ ڪئمپ، يا الهاس نگر) - انهيءَ وشال نگريءَ ۾ اسان جي انسوسئيشن جا نوجوان وڏي آتساهه سان سنڌي قوم جي سيوا ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ هتي پيون به ڪيتريون ئي وڏيون خواهه ننڍيون سنسٿائون آهن، پر پنهنجو ڪم نرالو آهي. اسين ٻاهرين پروپئگنڊا سان نه جاڻون. پنهنجي وت آهر ننڍي پيماني تي پيا ڪم ڪريون. آءٌ هن انسوسيئشن جو سيڪريٽري آهيان.

اسان ڪي هڪ ننڍڙي فري لئبرري آهي، جنهن ۾ جدا جدا پبلشر پنهنجو پنهنجو رسالو ڏيئي اسان کي همٿائي رهيا آهن، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن توهان جو "مهراڻ" به پنهنجي عنايت ڪندو ته سچ لئبرريءَ جي سونهن ڪيڏي نه وڌي ويندي؟ جيڪڏهن "مهراڻ" جا سڀ پرچا لئبرريءَ جي سونهن وڌائين ته ڪيترو نه سٺو ٿئي! سڀ پائر هوند پڙهي اُن جو رس وٺن. سمجهان ٿو ته توهان لاءِ به ڪٺن آهي، پر چوندا نه آهن ته پريم هڪ بي چيز آهي! - اميد ته توهين ضرور اسان کي سات ڏيندا.

هتي اسان وٽ به سٺا سٺا ڪتاب پيا ڇپجن. پر جيئن اسان لاءِ هتي مشڪل آهي جو اوهان جا چيل ڪتاب ۽ رسالا خريد ڪري سگهون، تيئن اوهان لاءِ اتي به اوترو ئي ڪٺن آهي، جو جيڪي ڪتاب ۽ رسالا هتي اسان وٽ ڇپجن ٿا، سي ڪي وٺي سگهو. تنهن ڪري، اوهان جي چوڻ کان اڳ ئي، آءٌ به اوهان ڏانهن ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ هتان هڪ ٻه ڪتاب سوکڙي ڪري موڪليندس! بس اٿين ئي ته وڇڙيل دليون ملنديون. - شيوا ۾، هريرام جي. جگيت، ڪلياڻ ڪئمپ ٣، بمبئي."

# "مهراڻ" متعلق عالمن ۽ اديبن جا رايا

"'مهراڻ' پنهنجي صوري ۽ معنوي لحاظ سان نهايت معياري رسالو آهي، ۽ هر طبع وارو ان کي پڙهڻ کان پوءِ دلي سرور حاصل ڪري سگهي ٿو". ——"عارف المولي".

"'مهراڻ' سنڌ ۽ هند جي ادبي رسالن جو سرموڙ آهي". ——"اختر"، ٽنڊوالهيار.

"'مهراڻ' جي هر اشاعت، علمي ۽ فني لحاظ سان مثالي ۽ زنده جاويد چيز ٿئي ٿي. هن دور ۾، 'مهراڻ'، ادب جو مهراڻ آهي". ——حافظ شاهه "حسيني"، ٽنڊو محمدخان.

"'مهراڻ' جون ٽئي اشاعتون ڏسي، محبوب سنڌ کان جدائيءَ جا قدري مُوڙيل ڦٽ کلي پيا! ٻه سرهي بس پورو مليو، جو 'مهراڻ' ۾ ٿيي روح جي راحت ۽ دل جو سرور لڌم. 'مهراڻ'، سنڌ ۽ هند جي سنڌي ۽ اردو رسالن ته ڇا— دنيا جي بهترين مخزنن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو. شڪر آهي، جو پنهنجي 'مادر سنڌ' جي محبت جو ماڻ 'مهراڻ' پيدا ٿيو آهي". ——گوبند ايل. پاٿيا، الور، راجستان.

"'مهراڻ' ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي. 'مهراڻ' جي موج جي، جيتري تعريف ڪجي اوتري ٿوري! 'مهراڻ' جي اراڪين جي محنت قابل داد آهي. الله تعاليٰ شال هنن کي خضري عمر عطا ڪري، جيئن 'مهراڻ' جي ذريعي سنڌي علم ادب جي آبياري ڪندا رهن!" ——حافظ غلام قادر "صدائي"، پير جهنڊو.

"'مهراڻ' مطالع ڪري بيحد مسرور ٿيو آهيان. سنڌس مضمون ۽ صوفيانا ڪلام، موجوده غيراطمينان بخش دنيا لاءِ آب حيات جو ڪم ڪن ٿا." ——سيد غلام شاهه، "ڪريمي"، بي-اي.

"'مهراڻ' ادب شناس حضرات لاءِ هڪ نعمت آهي." ——حبيب علي "سانگي"، ايڊيٽر "سنڌڙي"، ميرپورخاص.

"'مهراڻ' جي ٻن ٽن جي مطالعي کان پوءِ ان جي بلند معيار کان ڪير انڪار ڪندو؟ 'مهراڻ' جي ڪارڪنن جي ڪاوش قابل قدر آهي." ——علي محمد "مجروح"، ڪراچي.

"'مهراڻ' ادب ۽ آرٽ جو اهو حسين مجموعو آهي، جنهن سنڌي ادب ۾ خاص امتيازي حيثيت پيدا ڪئي آهي." ——"بشير" موريائي، شڪارپور.

"'مهراڻ' نهايت عمدو پرچو آهي، ۽ سانڍڻ جي لائق آهي. پڙهڻ کان پوءِ سچ پچ 'دل نچيو اٿي، ۽ من ڳايو اٿي'." ——واسديو، "نرمل"، بمبئي.

"'مهراڻ' نهايت معياري ادب پيش ڪري، سنڌي زبان ۽ ادب ۾ نئين زندگي پيدا ڪئي آهي." ——مولا بخش "سانگي"، لاڙڪاڻو.

"'مهراڻ' تمام گهڻي انتظار کان پوءِ مليم. پڙهيم، ڏاڍو پسند آيو آهي. 'مهراڻ' روح جي راحت آهي." ——منشي محمد پريل، درگاهه پير پاڳارو.

"'مهراڻ' علمي ۽ ادبي دنيا ۾ جنهن مقام جو رسالو آهي، ان جو صحيح اندازو لڳائڻ مشڪل آهي. 'مهراڻ' قديم ۽ جديد، علوم ۽ فنون، ادب ۽ شاعريءَ کي زنده ڪيو آهي." ——محمد علي "جوهر"، لاڙڪاڻو.

"'مهراڻ' واقعي سنڌ جو "ادبي مهراڻ" آهي، جو سنڌ جي هر فرد کي ادب سان سيراب ڪري ٿو. سرفراز شهيد جي شهره آفاق 'دعا'، خاص ڪري سنڌ جي ڳوٺاڻي طبقي ۾ مقبول آهي؛ ليڪن اها دعا ناياب هئي، جنهن کي دوباره شايع ڪري، سنڌي ادب تي وڏو احسان ڪيو ويو آهي" ——جو ڪيو رحيمخان "جرس" ڪوهستاني، جهرڪ.

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ سٽال، ٽلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروش، ۽ ٻيا رستي گهرائڻ وارن صاحبن کي ١٥ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
| --- | --- | --- |
| ١ | سير ڪوهستان | ١-٨-٠ |
| ٢ | گل شڪر | ٣-٠-٠ |
| ٣ | غازي صلاح الدين | ١-١٢-٠ |
| ۴ | تاريخ معصومي (سنڌي) | ٥-٠-٠ |
| ٥ | ڪليات حمل | ٥-٠-٠ |
| ٦ | ديوان بيدل | ۴-٠-٠ |
| ٧ | چچ نامو (سنڌي) | ٦-٠-٠ |
| ٨ | تاريخ معصومي (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ٩ | چچ نامہ (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ١٠ | سهڻي ميهار | -٠-٠ |
| ١١ | شمسي طب | ٠-١٢-٠ |
| ١٢ | انصاف | ١-١٢-٠ |
| ١٣ | تارن جو اڀياس (هڪ ناول) | ١-٠-٠ |
| ١۴ | جيل جي چوديواري | ١-۴-٠ |
| ١٥ | آنند محل | ١-٠-٠ |
| ١٦ | دادا شيام | ٠-١٢-٠ |
| ١٧ | اتحاد | ١-٠-٠ |
| ١٨ | بينا | ١-٠-٠ |
| ١٩ | انقلابي شاهراه | ٢-٠-٠ |
| ٢٠ | ابلهہ رتن | ٠-١٢-٠ |
| ٢١ | رام رحيم | ٠-١٣-٠ |
| ٢٢ | گلدستو | ٢-٠-٠ |
| ٢٣ | چتر (ناٽڪ) | ٠-٦-٠ |
| ٢۴ | ويرتا جا ورق | ١-٠-٠ |
| ٢٥ | سفيد وحشي | ٠-٨-٠ |
| ٢٦ | ڪماني گهمسان (ناٽڪ) | ٠-٨-٠ |
| ٢٧ | ڪاري | ٠-٨-٠ |
| ٢٨ | نيام | ٠-٩-٠ |
| ٢٩ | پريم جي پياس | ٠-١٢-٠ |
| ٣٠ | ٽڙندڙ مکڙيون | ١-۴-٠ |
| ٣١ | عملداري آزار (ناٽڪ) | ٠-١٢-٠ |
| ٣٢ | سماجڪ بلوو | ١-۴-٠ |
| ٣٣ | پريمي ديوتا (ناٽڪ) | ٠-١٠-٠ |
| ٣۴ | چرتر سينگار | ٠-١٣-٠ |
| ٣٥ | جيوت جا ورق | ٠-١٣-٠ |
| ٣٦ | چنگون | ١-٨-٠ |
| ٣٧ | هند جو سير | ١-١٢-٠ |
| ٣٨ | هندن جي ڌرمي آستانن جي تاريخ | ١-٨-٠ |
| ٣٩ | ڪرست جي پيروي | ٢-٠-٠ |
| ۴٠ | گانڌي جيون رهسيہ | ١-٣-٠ |
| ۴١ | ميگهہ دوت | ١-٨-٠ |
| ۴٢ | ديوان صورت بهار | ١-۴-٠ |
| ۴٣ | زندگي | ٠-٦-٠ |
| ۴۴ | ساميءَ جا سلوڪ (ڪچو) | ٢-٠-٠ |
| ۴٥ | ساميءَ جا سلوڪ (پڪو) | ٢-٨-٠ |
| ۴٦ | پورن چند | ٠-٣-٠ |
| ۴٧ | صوفيانہ ڪلام | ١-٠-٠ |
| ۴٨ | درويشي ڪلام | ٠-٨-٠ |
| ۴٩ | سدا گلاب | ٢-٠-٠ |
| ٥٠ | پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو (ڪچو) | ١-٨-٠ |
| ٥١ | سنڌ ورڪ ۽ سنڌ ورڪي | ١-٠-٠ |
| ٥٢ | سنڌ جا هنر | ٠-١۴-٠ |
| ٥٣ | سنڌي سونهارا | ٢-٠-٠ |
| ٥۴ | سنڌ جا سنت | ١-٠-٠ |
| ٥٥ | انڪم ٽيڪس جو قاعدو | ١-٠-٠ |
| ٥٦ | زميندار جو دوست | ١-٣-٠ |
| ٥٧ | گلابي گل | ١-١٠-٠ |
| ٥٨ | صوفيانو ڪلام | ١-٠-٠ |




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ٠سورهه٠ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488